# ھراڻ

ي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

نمبر ١ | جلد ٥

جنوري، فيبروري ۽ مارچ | سال ١٩٥٠ع



”مُلاحظو ”مهراڻ“ جو، سُور ۾ لاهه سنڌاءِ

ساونڊي سَياڳ ڪي، سُهڻ آئِي ساءِ

- جاڳي جَر متاءِ، تاري وَڃُن تَراز ڪي!“

— شا



سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچي ۽ حيدرآباد

سنڌ





# سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ۵]　　　　[نمبر ۱

## فهرست



(ڪَوَر جي ڊيزائن ۽ ترتيب لاءِ، ادارو محترم ع. ق. شيخ جو ٿورائتو آهي).


ايڊيٽر: محمد ابراهيم ايم. جويو.　　مئنيجنگ ايڊيٽر: م. ع. ڏيپلائي.

# گذارش

## گذريل ٽي مهينا

هن پرچي سان، ”مهراڻ“ جي نئين دور جو ٻيو سال شروع ٿي رهيو آهي. گذريل ٽن مهينن ۾، اسان جو وطن پاڪ ”اسلامي جمهوريه، پاڪستان“ جي نهال ڪندڙ نالي سان نوازيو ويو آهي. ”اسلامي جمهوريه، پاڪستان“ جي تعريف، تعارف ۽ دستورالعمل ۾ - يعني ان جي آئين ۾ - جيتوڻيڪ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا نالا ناپيد آهن، تڏهن به سنڌ ۽ سنڌي ٻولي جتي اڳي هيون، اتي اڄ به جيئن جو تيئن موجود آهن - سچ جي وجود کان انڪار صرف اکين کان سڄا ٿي ڪري ٿا سگهن. پڻ ڪندي، ”مشرف به اسلام“ ٿيڻ سان شخص جا نالا ته بدلجندي پڻ پڌبا ۽ ڏسبا هئا - پر ملڪن ۽ قومن جي نالن جو متجڻ به لازمي آهي، تنهن ڳالهه جي خبر سو هاڻي پيئي اٿئون! ”اسلامي جمهوريه، پاڪستان“ جي مغرب واريءَ اک جو نور اُردو، ۽ مشرق واريءَ اک جو سُرور بنگلا ڀاشا - جيڪڏهن باقي سنڌس ڪنهن ڀاڱي جي رهواسين کي وڇنون ڪا ٿين پنهنجي ٻولي عزيز آهي، ته هو آن جي پاڻ حفاظت ڪن - تنهن ۾ ڪنهن کي ڪو به اعتراض ڪونهي! خداوندانِ مملڪتِ خداداد جا واقعي اِهي لک لائق آهن، جو اسان کي اهو حق عنايت ڪيو اٿن، نه ته هن نفسا نفسيءَ واري زماني ۾ ڪير ٿو اڄ ڪنهن جا حق تسليم ڪري! سائو سانو، ڪچڙو ڪچڙو گاهه. نه صرف چيچي ۽ لتڙ لائق هوندو آهي. پوءِ جنهن ٻوٽڙي جون پاڙون محض مٿان مٽيءَ ۾ اٽڪيل هونديون، اهو هڪ ٿي چڪ ۽ هڪ ٿي لت سان آڪلجي ٻاهر نه اچي پوندو ته پيو ڇا ٿيندو! البت جنهن جون پاڙون زمين ۾ پختيون کتل هونديون، سو هزار چيچڻ ۽ سُچڻ کان پوءِ به پاڻ کي مڙيوئي تيستر بچائيو بيٺو هوندو، جيستر وري سنڌس مورچڻ جا ڏينهن موٽي اچن. هن سلسلي ۾ هڪڙو گفتو دل تي تري آيو آهي، سو اڳي پوءِ پنهنجن عزيز پڙهندڙن کي ٻڌائي ڇڏيون ته بهتر. انگريزن جي صاحبيءَ

۽ ٻهراڙيءَ جي ڪنهن ٻرني مڙس جي ڪچهريءَ ۾ ڳالهه اچي نڪتي ته ”ڪورن
سنڌ ٻيلي ٻنهي ڇٽ ڪري ڇڏيا!“ ٻرني مڙس تنهن تي ورندي ڏني، ”ابا!
ڪورا آهن ڳڌ ـ اسين آهيون ڍڳ، هنن کي چرندي آهن حال: پنهنجون پاڙون
آهن پاتار ۾ ـ سو اسين اڳئين کان اڳرا، سدائين ساوا ٽيا، ٻهاريا ٻيڻا هونداسين!
ٻولين ۽ سڀيتائن جو مثال پڻ اهوئي آهي ـ جيڪڏهن سندن پاڙون ٻنهي ٽڪريءَ
تي ٻيٺل آهن، ته هوا جي هڪڙي جهوٽي، هٿ جي هڪڙي ڌوڪ سان پاڙن
سوڌو پٽجي امالڪ اچي پاهر سٽبيون، پر جيڪڏهن سندن بنياد آڏول ۽ برجستا
آهن، ۽ سندن آڌاوت مضبوط ۽ مستحڪم آهي، ته هزار انهن جي ڪيرائڻ جي
ڪوشش ڪري، سواءِ پنهنجي مٿي ڀڃائڻ جي هن کي ٻيو ڪجهه به پلئه
ڪين پوندو. سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت به ڪي ڏينهن آڌ جون ڄيڙون
ڪينهن ـ دنيا جي قديم کان قديم ۽ عظيم کان عظيم ثقافتن ۽ ٻولين جي صف ۾
ڪين امتيازي جڳهه حاصل هئڻ جو بجا فخر آهي. جيڪڏهن پاڪستان جي صاحب مشرق
۽ صاحب مغرب حضرات جيي في الحال منجهن ڪا اکـ ئي نٿي ٻڌي، ته اُن ۾
انهن صاحبن جي پنهنجن ئي شڪي ۽ شوم نگاهن جو قصور آهي ـ سنڌ ۽ سنڌي
ٻوليءَ جو وجود سندن نظر فيض اثر تي منحصر نه آهي.

## ٻه پوُر

سنڌي ٻوليءَ کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به سرڪاري سرپرستي نصيب ڪانه ٿي آهي.
منڍ کان وٺي، هيل تائين دنيا جي ٽن عظيم ٻولين ـ عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ ـ
جي مڪمل محڪوميت ۾ رهي ڪري به، سنڌي ٻوليءَ جو پاڻ کي زنده
رکيو ـ نه رڳو زنده رکيو، پر ادب جو بي مثل ۽ لاثاني خزانو پاڻ وٽ پيدا
ڪيو ـ اهو اسان جي ٻوليءَ جو تحقيق هڪ امتيازي ڪمال آهي. صدين کان پوءِ،
مس مس هاڻي وڃي سنڌي ٻوليءَ کي هڪ جهڙي تهڙي پنهنجائپ واري وايو-
منڊل ۾ سک جي ساهه کڻڻ جو وجهه مليو هو ـ پر ڏنگيءَ چال واري آسمان
کان سندس اها به خوش بختي سٺي ڪانه ٿي ـ ۽ پيار ۽ پرورش وارو اهو هٿ،
جيڪو ڏانهس وڌيوئي اڃا مس هو، تنهن کي زوران زوريءَ جهلي، مروڙي،
ڀڃي مرڪوڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو ويو.

ـ سرجيي تان سور، ساماڻي تان سڪ ويا؛
اهي ٻيئي هور، نماڻيءَ نصيب ٿيا! ـ شاهه

اها صورت حال سنڌي ٻوليءَ لاءِ تحقيق ڪا نئين چيز ڪانهي- ۽ پنهنجي زنده رهڻ جي حق ۽ صلاحيت کي هميشه لاءِ ثابت ڪرڻ خاطر انهيءَ آخرين آزمائش مان به شايد سنڌي ٻوليءَ کي گذرڻو هو- پر هن تازه ترين آزمائش جون ڪي خصوصيتون آهن، جيڪي اسان جو خاص ڌيان لهڻ: ٻهريون ته اڳين زمانن جي ڀيٽ ۾ اڄ ريڊيو، سنيما، پريس، سڪول، ۽ حڪومتي سرشتي جي هم گيريءَ وسيلي ڪنهن به ٻوليءَ کي جيڪڏهن بنهه نابود نه، ته به ايتري قدر ته نيوڙي ۽ چيپاڻي، بي حس ۽ نستو ضرور ڪري سگهجي ٿو، جو ان جي هئڻ يا نه هئڻ ۾ ڪو خاص فرق نه رهي؛ ٻيو ته ٻهريون ٻهريون پيرو هاڻي، مفاد پرست عناصرن طرفان "وطن"، "قوم"، ۽ "مذهب" جا جذباتي نعرا سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مخالفت ۾ دليلن طور استعمال ٿيڻ شروع ٿيا آهن- حالانڪ سنڌ سان محبت پاڪستان سان عداوت جي برابر نه آهي؛ سنڌي قوميت کي پاڪستاني قوم جو هڪ مستقل وجود رکڻ وارو ترڪيبي عنصر ڪري مڃڻ پاڪستاني تحريڪ جي ڪنهن به بنيادي اصول جي خلاف ورزي ڪانهي، ۽ ظاهر آهي ته ڏاڍن جا "مذهب" متعلق مفهوم خاص پنهنجي مطلب مطابق ٿي هوندا آهن، ورنه اصلوڪو ۽ صحيح اسلام دنيا ۾ رنگ، نسل، ٻوليءَ، ملڪ، قوم وغيره جي ڪثرتيءَ ڪان ته برابر، پر انهن جي ڪثرت کان هرگز خائف نه آهي- هيءَ ڳالهه به ٻڌهڙ ۽ گهڻي واري ٿي چٽي- پاڻي وهندو ڪان ٿي اسان ڏانهن اچي، ته به پاڻيءَ کي وڌائڻ ۽ لٽائڻ وارا الزام آهي ٿي اسان تي!

هن پس منظر ۾ - جڏهن سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي ٿي ديس ۾ هڪ پيرو وري ڀڳڙن وانگر رهڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي - اهو خالص اسان جيئرن جاڳندن سڀ لک سنڌي ڳالهائيندڙن تي ٿي منحصر آهي، ته پنهنجي ٻوليءَ سان ڪيتري قدر ٿا پنهنجي سر جا سودا نباهيون. هرڪا وڃ پنهنجي ڪلي سارو ڪڏندي آهي: تنهنڪري، جيستائين اسان جي سنڌ کي وري صوباڻي خودمختياريءَ جو درجو حاصل ٿئي، تيستائين، سنڌيءَ لاءِ الهندي پاڪستان جي سرڪاري ٻولين مان 'هڪ سرڪاري ٻولي' هئڻ جو درجو حاصل ڪرڻ اسان جو فرض به آهي ۽ حق به. ساڳئي وقت اسان کي پنهنجي ٻوليءَ جي هم گير تربيت ۽ ترقيءَ لاءِ پڻ پنهنجو پاڻ تي ٿي ڀاڙڻو آهي، ۽ ڏسڻو آهي ته اسان جون سموريون علمي

۽ ادبي ضرورتون آن جي ئي معرفت جيئن پوءِ تيئن زياده بهتر ۽ مڪمل انداز ۾ پوريون ٿينديون ٿيون رهن. انهيءَ ڏس ۾ اسان جي سمورين ڪوشش جو بنيادي اصول هيءُ ئي هئڻ جڳائي، ته سنڌي ٻوليءَ ۾ گهٽي ڪان گهٽا ۽ بهتر ڪان بهتر ڪتاب، سستي ڪان سستي اگهه تي ميسر ٿي سگهن، ته جيئن اسان جي سونهاريءَ سنڌ جي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ، گهر گهر ۾ علم دوستيءَ ۽ ادب نوازيءَ جي هڪ اهڙي زندگي-بخش فضا قائم ٿي وڃي، جيڪا هرحالت ۽ هرزماني ۾، ترقي يافته ۽ مهذب ماڻهن جو هڪ امتيازي نشان پئي رهي آهي. جيڪڏهن علم ۽ ادب واقعي انسان جي ذهن ۽ روح جي پاڪيزه ترين خوراڪ آهن، ته پوءِ اسان جي ذهني سجاڳيءَ ۽ روحاني صحتمنديءَ لاءِ لازمي آهي ته گهٽ ۾ گهٽ اسان جو پڙهيل طبقو انهيءَ خوراڪ ڪان ڪڏهن به محروم نه رهي. هيءُ ڳالهه به ياد رکڻ جهڙي آهي ته اهو علم ۽ ادب جيڪو پنهنجي مادري زبان معرفت حاصل ٿئي ٿو، سو زياده گهرو، زياده پائدار، ۽ پاڻ لاءِ توڙي پنهنجي قوم لاءِ زياده مفيد ثابت ٿو ٿئي.

ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي سرمايي کي وڌائڻ لاءِ ظاهر آهي، ته ڪتابن جا لکندڙ، ڪتابن جا شايع ڪندڙ ۽ ڪتابن جا پڙهندڙ ٽيئي جڏهن گڏجي ڪم ۾ هٿ وجهندا، تڏهن ئي آن ۾ ڪاميابي حاصل ٿي سگهندي. ڪتاب لکيا به وڃن، شايع به ڪيا وڃن، تنهن هوندي به جيڪڏهن انهن جي خريد ڪرڻ وارا ۽ پڙهڻ وارا جيئن پوءِ تيئن زياده تعداد ۾ پيدا نه ٿيندا رهندا، تيسين قوم جي بيداريءَ جي رفتار ۽ ان جو دائرو هميشه محدود، تنگ ۽ سست ئي رهندو. تنهنڪري، هر پڙهيل سنڌيءَ تي سڀ ڪان وڌيڪ 'اِجُ' لازم آهي ته جيترو به هن جي وس ۾ هجي، هو گهٽي ۾ گهٽا سنڌي ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون خريد ڪري: انهيءَ لاءِ جيڪڏهن هر شخص پنهنجو پاڻ تي، پنهنجي پيدائش آهر هڪ ماهوار يا ساليانو "ٻولي ٽيڪس" لاڳو ڪري ڇڏي، ۽ تنهن سان گڏ اثر رسوخ وارا صاحب جيڪڏهن پنهنجي پنهنجي ڳوٺ، شهر يا محلي جي علم دوست ماڻهن سان گڏجي ننڍيون ننڍيون لئبريريون قائم ڪن - جيئن سڄيءَ سنڌ ۾ اهڙين عام لئبررين جو گويا هڪ چار وچانجي وڃي - ته سنڌ ۾ هڪ ئي وقت ڪيترا ڪتاب اخبارون ۽ رسالا کپي سگهن ٿا، ۽ پوءِ ڪتابن جا ڇاپيندڙ ۽ لکندڙ پنهنجو ايترو قدر ۽ ايتري همت افزائي ڏسي، ڪيترا وڌيڪ ۽ ڪيڏا اعليٰ پايي جا ڪتاب



*سنڌ جو ڪوٽڙي براج

"ڪنڌيءَ سڪائين ڪانهه، ٻاهر ٻيلا ٻوڙين ! ـ شاهه.



“مهراڻ” جي ماٿ                -روهڙيءَ واري پل

لکي سگهن ٿا ۽ شايع ڪري سگهن ٿا، ۽ اهڙيءَ ريت سنڌي ادب جو باغ ڪيڏيءَ تيز رفتار سان چوڏاري سرسبز ۽ شاداب ٿي سگهي ٿو- تنهن جو اندازو هرڪو سمجهدار شخص آسانيءَ سان ڪري سگهي ٿو.

## لوڪ ادب

مٿي چئي آيا آهيون ته اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب جون پاڙون پاتار ۾ آهن- ٻوليءَ جي ڳالهه ڇڏي، رکو ادب ڏانهن جيڪڏهن ڏسجي ٿو، ته به اسان جو ڪلاسيڪي ادب، دنيا جي سڌريل کان سڌريل ٻولين جي ڪلاسيڪي ادب سان خوشيءَ سان پيت ڪائي سگهي ٿو. هيءَ به حقيقت آهي ته اسان جو ڪلاسيڪي ادب جيترو ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي، گهٽ ۾ گهٽ اوترو ئي اڃا قلمي حالت ۾ موجود آهي، جو اڃا ڇپائيءَ جي زيور سان سينگارجي، اسان جي هٿن تائين پهتو ئي نه آهي- تنهن کان سواءِ اسان جو لوڪ ادب، جنهن ڏانهن اڃا ڪنهن پورو منهن ورائي به ڪين ڏنو آهي، هڪ بي ڪنار بحر وانگر اسان جي اکيان هاٿي به پکڙيو پيو آهي- يورپ جي لٿوئيا رياست، جنهن جي آدمشماري اڄ به ڪل ويهه لک مس آهي، جيڪا ارڙهين صديءَ جي آخر تائين جرمنيءَ جي غلام رهي، جنهن جي ماڻهن ويهين صديءَ جي شروع ٿيڻ تائين به ان ڳالهه کي هڪ خواب پئي سمجهيو ته منجهن ڪو اهڙو شاعر پيدا ٿيندو، جنهن جو ناﻟو ۽ جنهن جا نغما سندن ننڍڙي ملڪ جون ننڍڙيون سرحدون اورانگهي، ڪڏهن وڃي ٻاهر يورپ جي ڪنن تائين پهچندا- انهي ملڪ جي اديبن پنهنجي لٿيائي ٻوليءَ ۾، آزاديءَ کان پوءِ قريباً پنجاهه سالن جي مختصر عرصي ۾، رکو پنهنجي لوڪ ادب جا ٿي جملي ٻه لک اسي هزار لوڪ گيت ۽ پنجهٺ هزار لوڪ داستان ۽ لوڪ ڪهاڻيون جمع ڪري ورتيون آهن- انهيءَ هڪڙي مختصر مثال مان اسان جا سنڌي اديب ۽ عالم آسانيءَ سان اندازو لڳائي سگهن ٿا، ته اسان جي قديم سنڌ ديس ۽ ان جي قديم سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ اسان جي ”اڻ پڙهيل“ عوام وٽ پنهنجي لوڪ ادب جا ڪيترا نه بي مثل ۽ بي شمار خزانا موجود هوندا! حقيقت هيءَ آهي ته جيئن جيئن تعليم وڌندي ويندي آهي، تيئن تيئن ماڻهو پنهنجي حافظي تي زور گهٽ ڏيندا آهن- ۽ حافظي تي هو آخر وڌيڪ زور به ڇو ڏين، جڏهن انهيءَ طاقت خرچ ڪرڻ ڌاران ئي اهو ذخيرو وٽن ڪتابن جي صورت ۾ موجود ٿي ٿو وڃي- تنهنڪري، وڌندڙ تعليم جي ٻين مفيد نتيجن سان گڏ، انهيءَ هڪڙي نتيجي کي

۾ خيال ۾ رکندي (جنهن موجب ماڻهو پنهنجي ادب کي پنهنجن سينن ۾ محفوظ رکڻ بدران ڪتابن ۾ محفوظ رکڻ وڌيڪ مناسب سمجهندا آهن)، اهو لازم بڻجي ٿو ويو، تہ اسين انهي آثاهہ لوڪ ادب کي گڏ ڪري، ڪتابي صورت ۾ آڻيون، تہ جيئن اهو ضايع ٿي وڃڻ کان هميشه لاءِ بچي وڃي. لوڪ ادب، هڪ ڳالهين، قوم جي قديم تاريخ جو سرچشمو آهي ـ ملڪ جي قديم تهذيب و تمدن، رسم و رواج، قومي زندگيءَ جا لاها چاڙها، ماڻهن جي دلين جا اوائلي امنگ ۽ جذبا، سندن خواهشون ۽ اميدون، ۽ سندن روزمره جي معاشي ڪشمڪش ۽ سماجي جدوجهد جا دل اپاريندڙ داستان ـ سڀ ان ۾ موجود هوندا آهن. انهن ڳالهين سبب، لوڪ ادب ملڪ جي ٻوليءَ ۽ ادب جي عمارت جي بنهہ پيڙهانتي پٿر مثل آهي. خود ٻوليءَ جي حسن بيان ۽ ذاتي تاثر جو تقريباً سمورو دارومدار سندس ڪلاسيڪي ۽ لوڪ ادب تي آهي. پنهنجي ٻوليءَ ۽ سندس ادب جي هن بنيادي پٿر کي اسان جيڪڏهن هيڪر چنڊي، ڦوڪي، صاف ڪري، ڪتابي صورت ڏيئي منظرعام تي آڻي ڇڏيو، تہ اهو اسان جو پنهنجي پاڻ تي توڙي پنهنجن ايندڙ نسلن تي واقعي هڪ عظيم احسان ٿيندو. جيتوڻيڪ اهو فرض اسان سڀني تعليميافتن تي آهي، پر اسان جي سنڌي اسڪولن جي استاد صاحبن کي هن ڳالهہ لاءِ وقت بہ آهي ۽ آسانيون بہ آهن ـ تنهنڪري، اسان جي انهن صاحبن کي خاص طرح گذارش آهي، تہ هو پنهنجي هن ادبي خزاني کي نابود ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ اڳتي وڌن، ۽ جتي بہ هجن، آتي اهي اسلهہ ماڻڪ گڏ ڪندا رهن. ”مهراڻ“ جي هن پرچي ۾ سنڌ جا ڪجهہ لوڪ گيت ۽ هڪ لوڪ ڪهاڻي پيش ڪري رهيا آهيون ـ اميد آهي تہ اسان جي پڙهندڙن کي اهي چيزون پسند پونديون، ۽ آئنده وٽانئن لوڪ ادب جون نيون نيون ۽ بهتر کان بهتر چيزون اسان وٽ اشاعت لاءِ پهچنديون رهنديون.

## ترجما

سنڌي ٻولي جديد نثري ادب ۾ جيڪي سو لانجهي آهي ـ خاص طرح، جديد سماجي ۽ طبعي علمن جا ڪتاب ان ۾ اپترا گهٽا ۽ ايڏي معيار جا موجود نہ آهن، جو هڪ چڙو سنڌي پڙهيل شخص، پنهنجيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي ڪتاب پڙهي، انهن علمن کي خاطرخواه حد تائين حاصل ڪري سگهي. ظاهر آهي تہ اها اوڻائي حال في‌الحال ٻين ٻولين تان ترجمن ڪرڻ سان ئي پوري ٿي سگهي ٿي. نہ فقط علمي ڪتابن جا ترجما، پر خالص ادبي ڪتابن جا ترجما بہ اسان جي ٻوليءَ کي لوري

تقويت پهچائي سگهن ٿا. نهايت افسوس آهي، جو ترجمي جي ڪم کي اسان جا
ڪيترا ليکڪ ۽ پڙهندڙ گهٽ نظر سان ٿا ڏسن. ڪيترن کي ته اِئين به چوندي
ٻڌو ويو آهي ته "ترجما فقط اهي ٿا ڪن، جن وٽ پنهنجي طرفان پيش ڪرڻ
لاءِ ڪجهه به موجود ڪونهي - رڳو ٻين جي لکيتن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ نقل
ڪيو، پيا سستا اديب ۽ عالم بڻجڻ چاهين!" ترجمي جي سلسلي ۾ اسان جا اهي
خيال ثابت ٿا ڪن ته اسان وٽ علمي شوق ۽ شغف جي ڪيتري نه افسوسناڪ
ڪمي آهي! مترجمن کي ٻين اديبن ۽ ليکڪن جي ڀيٽ ۾ گهٽ سمجهڻ وارا
دراصل پنهنجي ئي ڪم علميءَ ۽ محدود ذهنيت جو اظهار ڪندا آهن. اڄ به دنيا
جي ڪنهن سڌريل ڪان سڌريل ٻوليءَ کي به جيڪڏهن وٺجي ٿو ته ان ۾ هرسال
سوَن جي تعداد ۾ ڌارين ٻولين جا ڪتاب ترجما ٿيندي پيا ڏسجن - ۽ اهو ترجمي
جو ڪم ان ٻوليءَ جا وڏي ۾ وڏا اديب پنهنجن مٿن سان پاڻ پيا ڪن. اسان
جي سنڌي ٻوليءَ لاءِ ته اڄ قريب قريب اهو هڪ حياتيءَ ۽ موت جو سوال آهي
ته يا ته ترجمن وسيلي - ۽ ٻين ٻين ڪوششن سان - ترت ئي ڪيس علمي ۽ ادبي
نقطي نگاهه کان پاڻ لاءِ هرطرح هڪ ڪارآمد ٻولي بڻايون، يا ته سنڌس منگهرن
جي مرضيءَ موجب، ڪيس فقط هڪ گهريلو ٻولي بنائي. ويهي رهون. تنهنڪري،
اسان مان اهي جن کي ڌارين ٻولين جي ڄاڻ جو شرف نصيب آهي، تن تي لازم
آهي ته هو انهن ٻولين جي حاصلات مان، پنهنجي ذاتي پسنديءَ موجب، هميشه
ڪجهه نه ڪجهه پنهنجي سنڌي ٻوليءَ کي عنايت ڪندا رهن. اسان کي يقين آهي
ته اهڙيءَ طرح جيڪڏهن اسان جا اديب ۽ عالم پنهنجي ٻوليءَ جي ذاتي
خزانن کي جمع ڪرڻ سان گڏوگڏ، ڌارين ٻولين جي شهپارن سان ٻن ان
کي مالا مال ڪندا رهندا، ۽ ساڳئي وقت اسان جا پڙهندڙ به جيڪڏهن
سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن کي خريد ڪرڻ ۽ پڙهڻ پنهنجو عين
فرض ڪري سمجهندا، ته پوءِ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌس ادب جي مستقبل متعلق
اسان کي زياده فڪرمند ٿيڻ جي ضرورت باقي نه رهندي. تنهن کان پوءِ، ڳالهه
رهندي ملڪ جي آئين ۽ ان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي جائز مقام جي - سو اسان مختصر
قسم جي انسانن جا پنهنجي عارضي خواهشن مطابق بنايل اڻپورا آئين ڪي لوح
محفوظ تي اڪريل اعمال ناما ته ڪين آهن، جو بدلجي نه سگهن! جيسين سنڌ
ون يونٽ جو حصو آهي تيسين ون يونٽ ۾، ۽ جڏهن سنڌ پيهر هڪ جدا صوبو

ٿيءَ، تڏهن سنڌ ۾ - اسان جي سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي ٿي وڃڻ جو بنيادي حق آهي، جنهن کان دنيا جي ڪابہ طاقت ان کي گهڻي وقت لاءِ محروم نٿي رکي سگهي - ان جو اسان کي يقين آهي.

## اسان جو نئون سال

"مهراڻ" جي نئين دور جو ٻيو سال هن پرچي سان شروع ڪري رهيا آهيون - اميد اٿئون تہ "مهراڻ" جا محترم اديب ۽ پڙهندڙ جيئن هيستائين "مهراڻ" کي پنهنجو سمجهندا پئي آيا آهن، تيئن اڳتي بہ اُن کي پنهنجو سمجهندا ايندا. هن سال کان "مهراڻ" جو ساليانو چندو اٺن روپين مان وڌائي ڏهہ روپيا ڪرڻو پيو آهي - ان لاءِ اسان جا عزيز پڙهندڙ اميد تہ اسان کي معاف ڪندا: رسالي جي ضخامت ۽ ڇپائيءَ تي خرچ هڪ پاسي، ۽ رجسٽر ٽپال رستي پڙهندڙن ڏانهن جو رسالي جي ڪاپي موڪليون ٿا، تنهن جو خرچ پئي پاسي: رسالي مان اسان کي مالي فائدو بنهہ ڪونہ ٿو ٿئي - اها ڳالهہ اهڙي تہ آهي، جيڪا ڇپي پڌائجي - جن رسالا پاڻ ڇاپرايا هوندا، يا جن کي ٻين رسالن سان اسان جي "مهراڻ" کي، قيمت جي لحاظ سان بہ، ڀيٽڻ جو موقعو مليو هوندو، تن لاءِ اها ڳالهہ پنهنجو پاڻ ظاهر هوندي. اسان کي اميد آهي تہ اسان جا پڙهندڙ اڳئين وانگر نئين سال جو هيءُ نئون چندو ڀري اسان جي همت افزائي ڪندا - ۽ پنهنجن ٻين دوستن کي بہ "مهراڻ" جي خريدارن بڻائڻ جي ڪوشش فرمائيندا رهندا.

- م ۰ ا ۰ ج

---

ڪشنچند ”بيوس“

# پکيءَ جي پڪار

تازو تري آچي ٿو دل تي اهو زمانو،
جنهن ۾ اَڏيو آهيو مون، آزاد آشيانو،
لاٽن تي لوڏا منهنجي، شاخن تي شادمانو،
غنچن گلن ڦلن تي، منهنجو هو خاص گانو،
موجود ۾ ميسر هو سيرُ آسماني،
چهري مان ٿي خوشيءَ جي نروار ٿي نشاني.

سهڻو صبح سمو مون گلزار ۾ گذاريو،
مُکڙين کي هيرَ ايندي ٿي ننڊ مان اٿاريو،
نازڪ گلن ڦلن کي مُنهن ماڪ ٿي ڌئاريو،
ڌرتيءَ جي فرش کي ٿي سبزيءَ ڪُلي سنواريو،
منهنجو اُتي، اُڏڻ هو پنهنجي وڏي ولر سان،
خوش هوس پنهنجي ٽَرِ ۾ ڪَند گذاري ڪهرسان.

ڪافي نه قُوت منهنجو ٿورن ڪچن ڪڻن تي،
آزاد ٿيي وڃي جي ويهي رهان وڻن تي،
چوڳي لئه چهنب منهنجي شايد پوي مڻن تي،
خوراڪ آهه خاصي گهاٽن چڱن گهڻن تي،
وڻندو وتان خوشيءَ سان مٺڙي هوا چمن جي،
مون کي هئي پياري پنهنجي پرين وطن جي.

وڇڙي وطن ولر کان هي حال ٿي رهيو آ،
دل غم کي پي رهي آ، غم دل کي پي رهيو آ،
جيڪُس هي جسم جنسي بي جان جيي رهيو آ،
هيڻن هڏن بنا ٻيو باقي نه ڪي رهيو آ،
پڃري جو قيد مون لئه موجن جو ماڳ ناهي،
هيءَ دانهن آهي دردي، آلاپ راڳ ناهي.

آجو رهي تو ماري ڪين هاڻ سوچ ماٺي،
ليڪن نہ مون ڀڪيءَ تي تو ترس ڪوہ آئي،
آزاد جنهن گذاريو سو قيد مان نہ ڇاٽي،
بانديءَ جي حال دل جو باندي رکو ٻڌائي،
آزاد مون کي ڪر تون او قيد ڪندڙ سائين!
مون بي زبان جي "ٻوس" آسيس ڪٿ سدائين!

---

جڪس ڪم سندام، جونا ڏنا جيڏين،
ڪلن سپ ستام، ساهيڙيون ۽ سرتيون.

ڏڙڪي، پسي ٿوڪ؛ ترڪي، تڪبر ۾ پئي؛
آچئو آچئو، "آگلي"، چئي ليلا ڪي لوڪ،
آندر او پالن سين، ساڙي ڪيائس سوڪ،
پالاڻ جو ٻوڪ، وئو ويچاري وسري.

هيس هندورن ۾، پيم ڪانہ پروڙ،
مٿي سندي ماسري، ڪوجهي وڏيس ڪوڙ،
ساهها ٿيم سور، وئو وڻي ولهو!

— شام.

# ا

## بيت

شيخ "اياز"، لطف الله بدوي، ميوو خان "موج"، شاهنواز "عارف"، امداد عباس "فدا"، اسد الله "اسد".

## ڪافيون

"بيڪس" فقير رحه، مخدوم غلام نبي "ٻنياڏو" رحه، ٻيدل فقير رحه، صاحبڏنو شاهه رحه، حافظ شاهه رحه، صوفي خيرمحمد فقير رحه، مرزا قليچ بيگ رحه، فقير غلام علي "مسرور" رحه.

طالب المولىٰ، سردار علي شاهه، امداد عباس "فدا"، عبدالرحيم "عبد" جوڻيجو، نارائڻ "شيام"، لطف الله بدوي، حافظ محمد احسن، "برده" سنڌي، "شبير" نڪواڻي، رشيد احمد "رشيد" لاشاري، غلام محمد "گرامي".

## گيت

"تنوير" عباسي، گووردڌن محبوباڻي، شيخ "اياز"، عارف المولىٰ، "برده" سنڌي.

## لوڪ گيت (ترجا)

م. ع. ڏيپلاڻي.

## نظم

"تنوير" عباسي، "نياز" همايوني، گووردڌن محبوباڻي، عبدالڪريم "گدائي"، گوبند ڀاٽيه، عبدالقيوم صائب، ارجن ڊيتارام، محمد عثمان.

## نيون طرزون

هري "دلگير"، "تنوير" عباسي.

## غزل

علامه اسد الله "فدا"، مخدوم محمد ابراهيم "صوفي"، مراد علي "ڪاظم".

"بشير" مورياڻي، "تنوير" عباسي، شيخ عبدالحليم "جوش"، نارائڻ "شيام"، حيدربخش جتوئي، هري "دلگير"، طالب المولىٰ، "احسن"، "خواب"، "اسد".

## قصيدو

"انيس" مهيري.

## رباعيون

"گووردڌن" محبوباڻي.

## قطعا

شيخ "اياز".

## آزاد نظم

"بشير" موريائي، شيخ "راز"، "مصطفىٰ" جتوئي.

## ادب لطيف

جهامنداس ڀاٽيه، گوبند ڀاٽيه.

”جيڪا قوم پنهنجي شاعرن کي پوري پُڌڻ لاء تيار نہ آهي، سا نہ فقط ڪنن کان ٻوڙي آهي، پر خود سندس زندگي عظيم خطري ۾ آهي. ڪوئل جي ”ڪوڪو“ برابر اُن جي گذري وڃڻ کان پوء بہ فضائن ۾ گونجندي رهندي آهي، پر جيڪو روحاني امنگ اسان کي اها ”ڪوڪو“ ٻڌرائي ٿو، ان جي سهاري تہ اسين جيون ٿا! پوء، دلين ۾ اهو امنگ سري ويو، تہ زندگي سوت سمان نہ ٿي تہ ٻيو ڇا ٿيو؟“

(– گمنام)

# بيت

شيخ اياز

جاڳ پنائي گهوٽ، سنڌڙي ٿي توکي سڏي؛
مٿن پيون ماريون، قابو آهن ڪوٽ:
آءُ ته تنهنجي اوٽ، ڏاڍن کي ڏاري چڙهيون.

ڏيهي پرڏيهي ٿيا، پرڏيهي ڏيهي؛
آيا گهر ۾ اوپرا، اکري ويا ايهي؛
پراوا پيهي، والاري ويا سنڌڙي.

جيئون تنهنجي جند سان، مرون توسان ماءُ!
ڳوڙها ڳاڙ نه سنڌڙي، وري ورندو واءُ!
جرڪن پيون جنڊڙيون، تن من آهي تاءُ،
لونءَ لونءَ منجهه لڳاءُ، سڀ کي آسائيهه جو.

لطف الله بدوي

## رندن جي ياد

مٿهيسر جي مٿ تي، لڳي ڏر ڏمال،
سڏي ٿو سوڙهين کي، کيفي مرد ڪلال،
هليا اچو مسند تي، هتي قرب ڪمال،
ڇڏي قيل مقال، حاصل ڪيو حال کي.

وَڃي وِهه ڪاڏئين، ٿو ساقي وراهي،
آهي ڪو آهي، جو ڏيئي سر سودو ڪري!

ويا مي سروبچ، جن سودو ڪيو ٿي سچ جو،
انهن پيتين سچ ٿي، اڄ مرد نه ليي ڪو،
راتيان ڏينهان رو، ساري سورهيه مرد سي!

ماڻهو انهيءَ سات جا، مٿا مرد مٿير،
انهن وانهڙين جا، اڄ به سرها سير،
دانهن ۾ دلير، آجا هئا آبر کان.

تن سامين سڳورن سان، هو سدا "سنڌ" سهاڳ،
آڏو تن اندر ۾، هُئو وَرِهه جو ويراڳ،
ڏنو ٿي منڪتن کي، تن لائق پريو لاڳ،
پلڪ تنهن جي آهه پيو، اڄي ڏک ڏهاڳ،
محبت وارن ماڳ، الا اڄ نه ليي هڪڙوا

ميوو خان "موج" لغاري

## پروڪا پيرون

جتي ۾ پيرون هئا، اڄ آتي اباڻا،
آهن اباڻن جا، ٿرن ۾ ٿاڻا،
پنن تي پاڻا، ونهين ويڙهيچن جا.

جتي ۾ پيرون هئا، اڄ آتي سجڻ سيڻ،
ڪين ڪنيندبس ڪوٽ ۾، من نه منهنجو ميڻ،
پاڻو پانڇ پيڻ، مدي رک نه من ۾.

جتي ۾ پيرون هئا، اڄ اتي سڻ سجڻ،
راتو ڏينهان روح ۾، ويڙهيچا ۽ وڻ،
جهانگيڙوا ۽ جهڻ، ڪڏهن وسرن ڪينڪي.

جتي ۾ پيرون هئا، اڄ آتي منهنجا ميٽ،
پنهواريون پهريو هوَن، ٻڪرارن سان ٻيٽ،
پتاريون ۾ پٽ، ڪڏهن وسرن ڪينڪي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي رس رهاڻ،
وسنهن کي وڃها ڪيا، ويڙهيچن وٿاڻ،
ڀتاريون ۾ ڀاڻ، ڪڏهن وسرن ڪينڪي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آتي ڊاتي ڊول،
ڪونين رهنديس ڪينڪي، ڀڃي چڙهه سي ڀول،
ڀاروتڻ ڪان ڀول، منهنجا ماروئڙن سين.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ منهنجا ات مارو،
ڀرائين ڀرهه جو، ڀٽ ۾ ڀهارو،
وڇين جو وارو، ويڙهيچا وٿاڻ ڏي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آتي مارو مور،
ڪڏهن وسرن ڪينڪي، اباڻا اتور،
هردم هيڏين هور، مون کي ماروئڙن جي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آتي مارو مير،
ڪن ڪڇهريون ڀاڻ ۾، ويڙهيچا سي وير،
وڃي ڀوڃان ڀير، ملان ماروئڙن کي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آتي مارن ماڳ،
ڪاڻ ڪاڄ خوشيءَ مان، سانگي سگهر ساڳ،
واري منهنجي واڳ، مولا ملڪ ملير ڏي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي ڏولرا ڏٺ،
سڪا وڻ ساوا ٿيا، موريا ڀوڙا ڀٽ،
الله ڪارڻ ات، ڪڍ بندياڻي بند مان.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي ڏٺ ڏونرا،
ماڙيچون ميڙين ٿيون، چاهه سنجهان چڙلرا،
ڪاڻ ڏگ ڏونرا، ويڙهيچا ولهار ۾.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ ڀڪا آت ڀيرون،
لڳو واءُ واهوند جو، ڀڪن ٿيون ڀيرون،
ڄئن ۾ ڇيرون، وڃن ويڙهيچن جون.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آهن ڀيرون آت،
لڳو واءُ واهوند جو، روح رنجهائي رُت،
وڏي مان مهت، موڪل ڏي موٽي وڃان.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ وڳي ات واهوند،
ڀر ۾ ڀهاريون ڪيون، ڀرسيءَ ڀرسيءَ ڀولد،
هاڻي گهوڙي هوند، هتي هڏ نه گهاريان!

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي ساوا سڻ،
منداڻي مينهن جا، آهن ٿاڻا ٿڻ،
راڄا ڪري رڻ، ڪٿي آئين ڪوهه ٿان!

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي لس لاڻا،
ڀڪا، ڀيرون جار ٿيا، ماڳين منڊاڻا،
وتن وڳاڻا، مون ري مارو ماڳ ۾.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي لاڻا لس،
ڪيڏون ڀيون ڪينوڻيون، ٿي ويڙهيچن تي ڏس،
ڪن رهاڻيون رس، ماڙيچا ملير ۾.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آهن اني ڀير،
موڪل ڏي موٽي وڃان، ڪوٺن گهاري ڪير،
عمر ايرلڌ ڀير، منهنجو محلاتن سين.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ آهن اتي گاهه،
بدن منهنجو بند ۾، ٿيو ڀڃي رڃهي ڀاهه،
عمر مون کي آهه، اڻ تڻ اباڻن جي.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اتي ڳم ڳنڊير،
مون جيڏيون ملير ۾، ڪيليو ڀڻن ڪير،
وڃي واهيان لير، سرتين خاطر سومرا.

جتي ڀر ڀيرون هئا، اڄ اني ڀکر ڀيڪ،
ڏارن ڏڻ ڇيڙيا، ڇڻ ڀاسي ڇيڪ،
هاڻي گهوڙي هيڪ، هتي هڏ نه گهاريان.

جتي ٻر ٻيرون هئا، اڄ اتي ڏڻ ڏرار،
وٺا مينهن مندائتا، ڪڪر ڪارونيار،
سپاجها ستار، ڪاڏين ڪوا ڪوٽ جا.

جتي ٻر ٻيرون هئا، اڄ اتي مارن مال،
وٺا مينهن مندائتا، لٿا ڏڪر ڪال،
سالڪيئون سان شال، ڪلي ڪاهڙ ۾ ملان!

## پير شاهنواز عارف المولي

سرتيون منهنجي ساھ ۾، گوندر ڪيا گلزار،
ڪستوري خوشبوء جي، هيردي ۾ هڪار،
خزان منجهان ڪاڏي ٿئي، بيشڪ بوء بهار،
مهر ڪئي منڌار، شائق "شاهنواز" تي.

سرتيون منهنجي ساھ ۾، گوندر ڪيڙا گل،
سرسي تن سرهاڻ ڪئي، ڦلاريا سڙ ڦل،
هليا حُسن حبيب جا، هرهنڌ هاڪون هُل،
"عارف" ڪي آسُل، مليا محبوبن وٽان.

ڦاسيندي ٿي نڏڻ ڀرين ڪڄ ڀرينءَ ڏي،
سڄڻ سپاجها ڪهڙو، سهڻا منهنجا سيڻ،
وٽن وه وا ويڻ، "عارف" عجيبن جا.

## امداد عباس "فدا" قادري

راتيون روئي سرتيون، سڪندي سڄ ويا،
اچائين اکين سان، لرزي لڙڪ لڙيا،
ڪيئن وساريان سي ڀرين، جي اڇي چت چڙهيا،
گوندر گس گهڙيا، "فدا" منجهه فراق جا.

اکيون رت روئن، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي،
آداسي عجيب جون، ٻيءَ ۾ ڪين پسن،
هئي هئي پنهنجي حالَ تي، وارا ڪيو وسن،
"فدا" ڦٽ فراق جا، سوين سڙ رسهن،
ڪنئيون ڪين ڪڇن، ڀاريندي پريتڙون.

پرهه پيڪارڻ آهيان، سڪ ٿي سهان ڪيئن؟
سڪ سهڻ جا لڳي، لنب وڃائي لينهن،
تاڙو تنواري تيئن، "فدا" ائين فراق ۾.

سڄڻ سلامت هونِ، جڳڻان جڳين جيئن،
اکيون آڇايون ارتيون، ڦڙا رت رئنِ،
ٻلبل ٻور ٻونِ "فدا" پنهنجي پرينءَ جا.

## اسد الله شاه "اسد"

ساريو ساري رات، اديون عجيبن ڪي،
ريءَ پچار پرين جي، وائي نه هيڙو وات،
لنوي شل ڪا لات، ڪانگو ترين جيي.

الله اچي شال، ڪانگو ترين جو،
سوين ٿيڙو سال، ساري سپرين ڪي.

رڙهان ۽ روئان، ساجن تو ساري،
اچان شال "اسد" چئي، اهنجي اوتاري،
ماريو تو ماري، ورہ تنهنجو ولَها.

---

# ڪافيون

## فقير محمد محسن "بيڪس" رحه

لاهه مناسب منڊوا توکي، بيڪس سان بيپرواهي!
١- ويس بسنت ۾ ڏئين ڏيکاري، ڳهٽ ڳهٽ تنهنجا نيڻ خماري،
شان رکيو تو شاهي!
٢- برهه بسنت کليو چوڌاري، ڪاٽي دار ته ڪاٽي ماري،
منڊ عجائب آئي!
٣- ويکو سڄڻيان يار پيارا، ظاهر باطن نور نيارا،
شاه ڪري گدائي!
٤- ويس مٽائي آيو الاهين، ظاهر "بيدل" مرشد سائين،
رکندا خيال خدائي!
٥- "بيڪس" بيوس نيهن جو لعرو، هڪ تون وحدت ڪي ڪر وارو،
عشق عجب الاهي!

## مرحوم مخدوم غلام نبي "پنيلڌو" رحه

مظهر "ذاتي" تياسين ظهور، ناز "نفي" ڪجهه ڪار نه آيا!
١- "انحد" عشق اشارا آندا، سڀ سنسار هليا هيڪاندا،
"انا الحق" دا پاتس ڦاندا، هر مذهب وچ هو مشهور،
هر هردي وچ هردم آيا.
٢- ڪٿ"ارني" ڪٿ"ايمن"آوي، ڪٿ "تجلي" طور جلاوي،
ڪٿ برهه دي"بازار" وڪامي، ڪٿ "قرباني" من منظور،
ڪٿ پرده "بدري" دا پايا.
٣- من مظهر تان منصب پاوين، وچ ذاتي دي "ذات" سڏاوين،
"عبد" دي اولي مول نه آوين، صاف "سري" دا شان شعور،
رک ڪي رمز رندي رنگ لايا.

۴- "ونحن" هر رنگ وچ رنگ ريحانان، ڪار ڪرون ڪين تو ول ويڪان،
جڙيان سن محبت وچ ميخان، هوا هردم حال حضور،
ماضي مستقبل وي مايا.
۵- "پنهل" پري هڪ پل نا ٿيوين، تان تڪرار جُڳان جڳ جيوين،
هٿون جام علي دي پيوين، اهين سُڪُر وچ صاف سحور،
عين اکين سِرَ سمجهايا.

## پيل فقير رحه

ور لئي ڪندبس وس، يار- لهندبس لعل لڪن مون!
۱- انگ لکيو منهنجو اڳهين، آءُ ڪيئن ميئيان مس!
۲- ووڙيندبس ونڪار ۾، ڏيهه ڏيندو مون ڪي ڏس!
۳- ڪاهيون ويندبس ڪيچ ڏي، وليي ڪورن جو ڪس!
۴- ايندو يارو چو "پيل" چوي، پوندن ڪو شال ترس!

## صاحبڏنو شاه رحه

اکڙيون عجيبن سين اڙيون- بيشڪ لاشڪ اڙيون!
۱- اکڙيون عجيب ڏسڻ لئي آهين اداسي- الو......
سوز انهيءَ ۾ سڙيون!
۲- ويندبس، وي سيان، وندر سامهين- الو......
مون مَ جهليو آهين اديون، پڙيون!
۳- ساريو سپرين کي، منهنجي دل ڪري دانهون- الو......
روز اچن ٿيون، روح مان جي رڙيون!
۴- "صاحبڏنا" سور پرين جا، سِر مون سانڍيا- الو......
جن سان هيس، جيءَ جون جڙيون!

## حافظ شاه "حافظ" رحه

جن پيچ پرت جا پايا، سي ڪئن سڪندل سڪ سهن، واه واه!
۱- شوق شريفن سان ٿيو شامل،
قرب ڪمال ڪري ٿيا ڪامل،
علم عشاقيءَ ۾ ٿيا عامل،
لر تنئون نينهن نوايا، سي ته ڪنهن ياگهوٽ گهمن، واه واه!

٢- ننگ ناموس ڇڏي ٿيا نانگا،
دين دنيا جا ڇڏيئون سانگا،
لنگهي لاهوتي ويا سڀ لانگها،
تهون عشق اٿاڻا، ڪيئون دلبر جو درسن، واه واه!

٣- سچي ميدان پڌو معشوقن،
تڪا تير جهليا مشتاقن،
چوري چور ڪيو تن ڇهڪن،
گهٽي گهورن گهايا، سي ويچارا ٿيو وتن، واه واه!

٤- ”حافظ شاه“ هدايت تن جي،
ڪُهر ڪدا ٿي عنايت ان جي،
عشق عجيب عبادت جن جي،
تن تہ ڪميت ڪڏايا، سي ٿي واحد وير وٺن، واه واه!

## صوفي خير محمد فقير رحه

منهنجي اڄ جي مقال، مارن ۾ ڪالهہ ڪيائون!
سرتين هٿي سنبال، جيڪس حال ونديائون!

١- ميرا مٽهن مارن اڏيا، پيهون پڪا ۾ پسال - سال جون جايون......

٢- وڍيڇا پنهنجي وڙهہ ۾، خوش گهمن خوش خيال - لويون لال رتايون......

٣- ٿيس وس وڍيچن جي؛ ڏسي هيئڙي جو حال - ڪندا پال پلايون......

٤- ”خيرمحمد“ خوش ولن وچ جون، لاٿئون جيءَ تان جنجال - وريون وصال وڌايون......

## شمس العلماء مرزا قليچ بيگ رحه

سرتيون ساهہ سچ ويا ساٿ ڪري، مٺي محبت ۾ اُني مدام مري.

١- ڦرندي هوتن لئہ حيران وتان، مرندي محبن لئہ مستان وتان،
پڙهندي سوز منجهان سبحان وتان، مٺي سڏ وري سو مان وري - سرتيون......

٢- جيڏيون جت جڏهن پنهنجا ڏير ڪيم، سمهين ڪين اُن تي اوير ڪيم،
ڏونگر ڏوري پٺون تڏهين پير ڪيم، پنهون ڪيچ ٿيو ۾ ڏيهہ پري - سرتيون......

٣- روئي رت هنجون پنڌ پير پچان، ڏئي باهہ پنهور کي هاڻ وڃان،
ڪني ڪاف ڪشالا ڪيچ ڪهان، لکيو لوح قلم ڪين ٽري - سرتيون......

٤- اٿي ڪول گليون پنڌ پير ٿئي، سسئي سک الدرسپ سور سهي،
وڃي ڪيچ رسين چئي ”قليچ“ ڪهي، پسين هوت پنهون کي پير پري - سرتيون......

## فقير غلام مسرور مرحوم (وفات ١٩٥٤ع)

ويڙهي وسندا رانجها، متن کو سيڏي پائندا،
بيدل پير آساڏا،
آهين بيدل دي بردي، بردي هئون ان در دي.

١- پهر پوشاڪان پيش سائيان دي، راحل نال نظر دي،
ناچو اينهن نجاير سئيان، صورت سنل بشر دي،
"الله هو هو، هو هو الله"،
گيت ڳايم آڪبر دي.

٢- شاه شرافت ڏتوي سانون، سڳوي نوڙ ڪفر دي،
حال حقيقي سارا سکيوسي، درس وچي دلبر دي،
واقف رمل نجوم ٿيوسي،
جوتش علم جفر دي.

٣- ڪاڻ قبر دي ته ڪاني ساڪون، نال حڪم حيدر دي،
حيدر هويا ڏروت ڪيها، ڪنون هول حشر دي،
مزان معافي ايهي شفقت،
هوئي نال نذر دي.

٤- موج منا "مسرور" ڪريندا، سارا سير شهر دي،
نال رياضت گهمندا وتندا، جهگ مگ وچ جگر دي،
عشق آرائيي لاهن پيا،
ميت گئي هول اندر دي.

## مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولیٰ"

موت مسافر، اڪڙيون اڃايون! ويهي رهئين منهنجون ڏسي اڳلايون!

١- ڏينهن لڳهي ويا يار وساريئي، پٽ جا ورابئي ڪونه نهاريئي،
اينهين ڪي ڪيون آهن ايڏيون ارڏايون!........

٢- آڪسنبد اندر ۾ تنهنجي پيارا، ڪجي پيا تو ڏي تڪيندي تارا،
شل ڪي ورائين ورڻ واريون وايون!........

٣- جانب جوانيءَ جون ڳجهوريون ڳالهيون، ٻال جتيءَ واريون چوڪيون چاليون،
ور ور ڏسي آهن اندر ۾ آيون!........

٤- وس ڪان وجان ٿو، دانهون ڪريان ٿو،     توکي پڪاري، رئندو رهان ٿو،
آ تہ گهرائيون پرت سان پايون!........

٥- در تي کهڙو بالور آهي،     جو اڄ آهي سڀائي لاهي،
سهل اٿني سن سلي سوڪلايون!........

٦- اٿم اميدون آخر ايندين،     ايندين تہ مون وٽ هردم هوندين،
سولا ڪندو سڀ سهنج سٺايون!........

٧- "طالب مولا" توکي ساري،     روز هنجون پيو هجر ۾ هاري،
هنن کي نهن ٿيون جاني جدايون!........

## سردار علي شاهہ

عشق وارن کان پڇو کي ٻرهہ واريون ٻاتيون،
ساهہ ۾ سانڍيون جنهين سورن سنديون سوغاتيون.

١- هيج سان هوذيءَ قبوليون قرب وارن ڪاتيون،
ڪنڌ ڪورڻ لاءِ جيڪي يار لئي سان لاتيون.

٢- ڪين پلا وسرن ڪِين واريون اهي گيراتيون،
وڃهڙو ويهي پرين جي پالهي تو ٻاتيون.

٣- مون نہ وسرن ٿيون اهي رس رمز واريون راتيون،
يار ۾ گذري وڃي جيڪي ٿيون پرڀاتيون.

٤- سور سختيون سالڪن چشمن تي چاهي چاتيون،
ورهہ جون ويهي وسايون بونديون برساتيون.

٥- دوست جي ديدار لئي اکڙيون رهن ٿيون آتيون،
سڪ منجهان "سردارعلي" چئي جام پاڻ جهاتيون.

## فقير امداد عباس "فدا"

جانب جي جنسار تان سان صدقي صدقي-
صدقي صدقي، سان صدقي صدقي!

١- لب عقيقي لالن جهڙا،     ڏند ٿا جهرڪن موتين جهڙا،
شيرين دهن گفتار     تان سان صدقي صدقي!

٢- ابرو سچ جا سيف ايراني،     ساهہ ۽ سر تن تان قرباني،
چشمن ڪيف ڪنار     تان سان صدقي صدقي!

٣- اٽڪن لڪن ڪارا ڪاڪل، مست ڏسي ٿيا دانا عاقل،
واسينڪن جي وار تان سان صدقي صدقي!
٤- چاهه غبغب سيب قنڌاري، دردن ساري دل ويچاري،
قيد ڪئي رخسار تان سان صدقي صدقي!
٥- جانب تان هي جان فدائي، شان ”فدا“ ٿيو آن فدا ٿي،
عشق سندي اظهار تان سان صدقي صدقي!

## عبدالرحيم ”عبد“ جوڻيجو

انسان ڪري، ادراڪ ڏني، تو ناٿ ڪي منهنجي لهوڙي وڏو؛
هيڪ ساهه، ٻيو ويساهه ڏني، هر بند جني تو جوڙي وڏو!

١- اهو پيجل جو اڙهنگ ٿيو، ان ڏياچ ۾ ڪهڙو ڏنگ ٿيو؛
اِن راز ۾ ڪهڙو رنگ ٿيو، جو چارڻ چنگ ڪي چوري وڏو!

٢- سا سهڻي سيرَ ۾ ڪيئن گهڙي، سا لهرن سان وڃي ڪيئن لڙي؛
جو ڪانڌ نه سا ترين ۾ ڪڙي، جو ميهر تنهن ڪي موڙي وڏو!

٣- منصور جي لئي تون دار ٿئين، تون سرمد لئي تلوار ٿئين؛
سڀ سِرَ ۾ سچائي بار وئين، توڪي ننهنجي پيارن پروڙي وڏو!

٤- معبود آن تون، تون منهنجو خدا، توڪي ياد ڪيان پيو شال سدا؛
تو ”الست“ چيو، اسان ”قالو بليٰ“، ان وعدي اسان ڪي وڪوڙي وڏو!

٥- اي ”عبد“ تون چولو سياڻو ٿئين، اهو ننگ رکي نه لماڻو ٿئين؛
اڙي مست جو اهڙو اياڻو ٿئين، جو حال اندر جو تو اوري وڏو!

## نارائڻ ”شيام“

سردارُ ڪري واهار،
سهڻي ٿاڻو ليکڻ جا وکڻي......
١- اکيون ڪنارڻ جون اڇرج ۾ حسن ڏسي حاڪم جو؛
لهي چڙهي جو چاني تڪڙي؟ دل ۾ ڇا جو دهڪو؟
سردار ڏجي اکه هار،
سهڻي ٿاڻو ليکڻ جا وکڻي......

٢- آئي ڪوڙي ٿي سونهي جهٽ پٽ چڱون هٿاني مٿئون تان؛
پر سئوڙي چيله سنئين ڪنن ٿئي؟ واهس ويٺي لڄ ڪان -
اهڙو ڇانئيءَ جو بار!
سُهڻي ناز نيڪر جا وڪڻي ......

٣- اکيون ڇڏي ڇو تڪڙو تڪڙو؟ ڇا ڪوڙن ليکي نهاري؟
"هرڪ جا هاري، هنجون حاري" ڇو نه ٿي اچيءَ ويچاري؟
ويچارڻ ڪان لاچار،
سهڻي ناز نکر جا وڪڻي ......

٤- ڪنج تي جي هي ڪاوا ڦٽي ڇو نه ڀڃيا آئينو؟
روشن عڪس ڳراهڪ جي ڪان چمڪي ها پيو سينو!
اسرار عجب اسرار،
سهڻي ناز نيڪر جا وڪڻي ......

٥- سردار گهري سودو دل جو- دل وٺندو دل ڏيندو؛
سهڻي ويچاري ويچاري "پو هاڻي ڇا ٿيندو!"
انڪار نڪو اقرار،
سهڻي ناز نکر جا وڪڻي ......

لطف الله بدوي

مٿو مارڻ جو آهي ڪين مٿان،
وڃي ماڳ مڪان تي ٿال مران!

١- هت قيد ٿيس، ٿي جاڻ جيان، — ڏٺ ڏونئرن کي کوڙا ڏيان
سيٽ ماري ويٺا، کهڙي ٿانگهه ڪيان، — روئي روز وطن ڏي ڳات ڪٿان.

٢- ڏسان ڪيج ڪنوڻ جا هزار هٿي، — وسي مينهن ڪئي آهه بهار هٿي،
ٿئا لٿوت ٻنن تي لٿيار هٿي، — هت مينهن مٿجهي، ويٺي وار چنان.

٣- وسندي مينهن پاڀهو پول ڪري، — مٿي لات پڙي منهنجو جيءُ ڳري،
ڪو وس نه هلي، ٿيا ٻنوار ٻري — ساٿي ڪين سکيان، ڏک ڪيئن چوان.

٤- پيوس باندي ٿيس، لاچار ٿيس، — وڃي ٿڌي ٿلي ڪان ڌار ٿيس،
ويو حسن هلي، بيڪار ٿيس، — جيڪي ماڳ پيو، ٿي لوڙيان لهان.

٥- اٺر اور اُنهن جي آکين عمر، پون روز اندر مٿو چير عمر،
تنهنجا ڪيئن ڪيليون زنجير عمر، ڀڄي آس، ڀڄي ڀنهنجي وڙهه وڃان.
٦- ٿئي مارو، متي آءٌ «لطف» جدا، ڪيڏو ڪيس ڪيو سون سان آهه قضا،
راضي ٿيو ته رهان، جيڪا رب جي رضا، پيا تا نيڻ نمن، ٿي ٿي سور سهان.

## حافظ محمد احسن

تات طلب تن تاري، محب مٺا ٿيم تنهنجي ماڻ جي!
١- نينهن نندي لاءِ توسان لاتم، يار اصل کان هني ياري:
جو تو چئين! ڪر ڳالهه ڳڻڻ جي.
٢- عشق اوهان جو آفت آهي، توبهه توبهه منهنجي زاري:
بات برهه جي نامي لکڻ جي!
٣- رنگ رنگ ۾ تنهنجي رمزلڳي وئي، ڳل . ڳچي ۾ تنهنجي ڳاري:
ڪين ٻوءِ چنايان! ناهي چڻ جي.
٤- سال لڳهي ويا سکندي سکندي، ڪوٺ نه وجهه تون ڪهاري:
آءٌ الله لڳ ڪر ڪا اچڻ جي!
٥- توريئي واهه وسيلو ناهي، ڪر ڪا سجڻ سرداري:
چنڊ تون راڻا ريت رسڻ جي!
٦- «احسن» ڪي آهي سڪوي سدائين، دوست ڏيو دلداري:
وات مٺا ڪر وائي ورڻ جي!

## پرده سنڌي

چڙيو آهي لاشڪ، ابائن وساري.
سُڪائون نه اوئي، نه ڪانڪل آڏاري.
١- مون جيڏيون تون تي، سي مُرڪي ميلن ٿيون،
وڙيُون ڏيئي وارن کي ليکُون لهن ٿيون،
سنواري سٿين سينڌ، سينڌيُون سڙهين ٿيون،
ميلان شال تن سان، نه هٿ موت ماري!
٢- هُو ميڙو ٿرن ۾ سُهنيون، عطرُ مُشڪ هاڻيُون،
وتن ويڙهه ۾ چَڙهُ، ڪٺوريءَ جون ڪاٺيون،
ٿريايون، مُريليون ا روهيليوُن، ٻلاٽيون،
ڏسن جي ڪٿي آڪ، وجهن هانءَ ڏاري!

٣- ڪٿي ڀٽ ڀٽيءَ، کي، ڀَرن ڀَرتُ گوريُون،
ڀَيون پنھنجا اڳڙو، ڀُھارن سَدوريون،
تنواري ٻارن، هُتي ڇانگ ڇوريون،
اکين آلو بن سان، هيتي ڪا نهاري...!

٤- ٽريُن تي ڪرين، ٽورڙو، ٽر رَسان مان،
وڃي پنهنجي وڳرَ ۾، ويڙهي وسان سان،
ٽري ڏُرت "ٻردا" تہ پنھنجا ٻَسان مان،
وطن تي وري شل، الله واڳ واري!

## شبير لڪڙائي

| | |
|---|---|
| قرب ڪلل دل ٻارا ٻارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |
| لک ٻيرا آءٌ ٻريم ٻارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |

١- چوڙي چڏين جي چڪ چتن ڪي،
ونگ وجهن هوند وانهون ڪي،

| | |
|---|---|
| روز هزارين ٽيين ويچارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |

٢- جن، ملائڪ، حورون، غلمان،
حسن تنهنجي تي هر جُڳُ حيران،

| | |
|---|---|
| قطب، ڪتبون، سج، چنڊ ۽ تارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |

٣- راتو ڏينهان راهون نهاريان،
بلبل ويٺي ٻرت ٻچاريان،

| | |
|---|---|
| لت وهن ٽا نيٺين ٽارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |

٤- ڪيفي ڪاريون ڪجليون اکويون،
آهن ڏاڍيون ڏاهيون ڏنگويون،

| | |
|---|---|
| ڪن ٿيون مشتاقن تي مارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |

٥- يار "شبير" ذي موڙ مهارون،
لڪريو ڪريان لرت لهارون،

| | |
|---|---|
| لرمل تنهنجا لوري نظارا، | تو تان صدقي، صدقي، صدقي! |

### رشيد احمد لاشاري

ميرُ ميناني ميندرا، موني مومل مانجي–
موني مومل مانجي، سودا سگ سچانجي!

۱– آچجي اوتاري، كاك كناري، مُفت نہ ماري مونجي:
چاهہ جون چاليون، ڳجهڙيون ڳالهيون، چائو بنجي چانجي–
چائو بنجي چانجي، سودا سگ سُچانجي!
ميرُ ميناني ميندرا، موني مومل مانجي–

۲– تنهنجون راتيون، تنهنجون تاتيون، تنهنجون باتيون اڄ كئي!
دل جي دَرِ ۾، جان جگر ۾، تار طلب جي تانجي–
تار طلب جي تانجي، سودا سگ سُچانجي!
ميرُ ميناني ميندرا، موني مومل مانجي–

۳– كاك كنباني، حكم هلاني، پاند آڙاني يار جو:
رمز رشيدي، شوق شهيدي، اكوين آڌو آنجي–
اكوين آڌو آنجي، سودا سگ سُچانجي!
ميرُ ميناني ميندرا، موني مومل مانجي–

### غلام محمد "گرامي"

دلبر تنهنجي ديد، كهورن سان ٿي دلڙي كهائي!
۱– موت كي مارن، جُنگُ جُنگُ جيئن، شوق تنهنجي جا شهيد.........
۲– تنهنجي وڇڻ كي ماتم پائين، تنهنجي اچڻ كي عيد.........
۳– لالكن پنهنجا لنگ چڙيا هيت، كهڙي خوشي ۽ خريد.........
۴– هكڙي نظر سان آهي نوازي، لرمل نينهن تَوِيد.........
۵– قرب ڏنوسين، كيف كلالي، محبت، مست، مَزِيد.........
۶– رمز رلايون، روح ريجهايون، محبت ماريا مُريد.........
۷– لوري لكاهون، كيلندي كنيائون، سهڻيءَ، ساعتَ، سعيد.........
۸– وَتحَنَ ويجهو، ونگ وصالي، چاهي، قرب و بعيد.........
۹– محبوبن مهميزون ميڙيون، اک سان گفت و شنيد.........
۱۰– طالب مولا سون لئي "گرامي"، روسي، جنيد، بايزيد.........

# گيت

"تنوير" عباسي

## "ديپڪ"

آءُ تہ پنهنجي سُر کي مٽايون،
هن جڳ کي بدلايون!

گيت پراڻا آلاپيندي،
پنهنجي دل پئي پرچي ويئي؛
ساڳي سُر تي ڪن لائيندي،
خلق خدا جي ٿڪجي پئي.
ساز نوان ڪي آڻيون، مٺڙا،
راڳ نوان ڪي ڳايون—
ساز ۾ سوز سمايون.

چارڻ چوري چنگ ٿڪي پيا،
پر نہ مليو ڪو سُر جو دان؛
گيت مري ويا، ساز ڀڄي پيا،
چپ ٿي ويو هي سارو جهان—
ٿي جو سُر جي کهرجي، هرين
پنهنجي سُر کي وڌايون—
سُر جو سانگو لاهيون.

لوڪ وسائي وسائي ٿڪا هن،
پر نہ وسائي دل جي آگ؛
سارنگ ڳائي ڳائي ٿڪا هن،

هاڻي ڇيڙ نون ڪو راڳ-
سُر ۾ سمائي آڳ اندر جي،
آءٌ تہ ديپڪ ڳايون-
آءٌ تہ باهہ دکايون.

آءٌ تہ پنهنجي سُر کي مٽايون،
هن جڳ کي بدلايون!

**گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي" (اجمير)**

## پريتم جي آس

نيلي نيلي دور گگن ۾،
پنهنجي پريتم سندي لگن ۾،
ڪرڻن جي ڪومل تارن جي، ويٺا مڌر وڄائي ويٺو،
شايد، چنڊ ڪي ڳائي ويٺوا

صاف سهاني مالا پائي،
پيشاني تي تاڪ لڳائي،
پريتم کي هرڪائڻ خاطر، پنهنجو پاڻُ سجائي ويٺو،
شايد، چنڊُ ڪي ڳائي ويٺوا

تارن جا ٿو ديپ جلائي،
بادل جي ٿو سيج وڇائي،
جنهن کي چانڊوڪي-چادرسان، چاهہ سنجهان چمڪائي ويٺوا
شايد، چنڊ ڪي ڳائي ويٺوا

سوچي ويٺو: "ساجن ايندو،
منهنجو ڀاڳ ڀليرو ٿيندو"،
پياري پريتم کي پائڻ جا، پل پل ڊور وڌائي ويٺو،
شايد، چنڊ ڪي ڳائي ويٺوا

کيس اندر ۾ آس گهڻي آ،
اڻ ڀريتم جي پياس گهڻي آ،
ان لاءِ آس ڀرين اکڙين سان، وياڪل ٿي واجهائي ويٺو،
شايد، چنڊ کي ڳائي ويٺو!

هر ڀريتم آ ڏير لڳائي،
ڏک ڪان چنڊ جي دل گهٻرائي،
ڏوڙي ڏوڙي گگن-منڊل مان، ڀريتم ڪاڻ پڇائي ويٺو،
شايد، چنڊ کي ڳائي ويٺو!

## شيخ ”اياز“

ڪٿي آ منهنجي منزل سائين، ڪٿي آ منهنجو ماڳ؟
رات انڌيري، ويل اوٻري،
چنڊ ستارا منهنجا ويري ـ
اڇي ڪڏهن مون سان مل سائين، ڀُلي هيو آ ڀاڳ.
ڪٿي آ منهنجي .........
ويهي ونجهه هٿان مان ڪيسين،
لهرين سان لڙان مان ڪيسين ـ
سُجهي نه ڪوئي ساحل سائين، سامهون سمنڊ اجهاڳ ـ
ڪٿي آ منهنجي .........
سات انهيءَ جو سنگ انهيءَ جو،
ليئهن انهيءَ جو ننگ انهيءَ جو ـ
ڳولا ۾ آ شامل سائين، مون سان منهنجو راڳ!
ڪٿي آ منهنجي منزل سائين، ڪٿي آ منهنجو ماڳ؟

## ھارڪ المولي

منڊ ماڻ جي آئي ـ
ماڳين
آءُ مٺا تون موٽي!
ساوڻ جي رُت آئي سهڻا، ميهن ڪيا مانداڻا،
ساوا گاهه گسن تي ٿيڙا، ٽوهر ڦوڳ ڦلاڻا،
تاڙو ”تون تون“ تند تنواري، ڪوئل ”ڪوڪو“ ڪيو پوڪاري،
وڄ چمڪي ٿي، ڪوڙ ڪڇي ٿي،
ڪڪر ڪني آڇوٽي ـ
ماڳين
آءُ مٺا تون موٽي!

نِنڊ وهيءَ کان نيڻهن اوهان جو سَنڌن منجهه سمايو،
ڏاج ڏکن جو ميليو مهندان سورن سانگ بڻايو،
پونڊ پڇ پريمي پيٽڙا، ورهه جا ولڳ وڪوڙي وِيڙا،
سِڪ جي سَٽيءَ سان ساهه سيبيو تو،
عشق جي ڏيئي اوني —
ماڳين
آءٌ مٺا تون موني !

طعنا تنکا لوڪ جون لڙوهُون، سهڻا ۽ مهميزون،
سَرڪ اِهو مُشتاقن اصلان، پيرت پرچا پرهيزون،
لڙڪ لڙي گَل ڳوڙها آيا، ڏک جا دل تي بادل ڇايا،
تو لئه پورب پنڌ پڇايم،
لال ڪيڏي لالکوني —
ماڳين
آءٌ مٺا تون موني !

چوٽو چيرڪين چو تہ تَنهين تو، نيڙي آ دل جاني،
قُرب جا بَند ڪمند پيا ڳٽ ڳوپ ڳنڍيون ڳل ڳاني،
توڙي ڏڪارين در تہ ڇڏيندس، محب اوهان کان مُنهن نہ مٽيندس،
درد وارن سان ڇڏ او دلبر،
عذر گهڻا دل کوني —
ماڳين
آءٌ مٺا تون موني !

ساري رات سنپاريو سهڻا، ڏسڪيو ڏينهن ڪيان تو،
تارا ڌارن سان تِمڪايو، نياپا چنڊ ڏيان تو،
هر هر ڏياڻيءَ جي وَٽ سوريان، نيڙو ڪتين سان ڏک اوريان،
"عارف" سان ڪَر ڪينڙ عجيبا،
نازڪ يار ليجوني —
ماڳين
آءٌ مٺا تون موني !

ويھي اوريون اور، پرين اڄ،
ويھي اوريون اورا

مُند ملڪ جي آئي سوني، تون ٻي اڄ مھرباني موني،
پنھنجي جُواني جي صدقي تون، سِڪ جو مکڙو سور، پرين اڄ،
ويھي اوريون اورا

لوڪ جا مھڻا موڪ ملامت، هاءِ، وڇوڙو آ هڪ شامت،
تو آئي ويا سورن جو هيت، ڪونھ ڇو ڪو پور، پرين اڄ،
ويھي اوريون اورا

گُلن پريون ڪر ڳالھيون جاني، مُرڪي ڪٿ تون اک مستاني،
تنھنجي ڪُھور ڪري جڻ ماڙا، بيھي مَنَ ۾ ھورَ، پرين اڄ،
ويھي اوريون اورا

توکي جانب سالڪ سياڻا، جا جي ئي ويا سورَ پُراڻا؟
ھر آ «برده» آس ملڪ جي، اڄ ٻي نٿين ٽڪورَ، پرين اڄ،
ويھي اوريون اورا



# ٿر جا لوڪ گيت

م - ع ڏيپلائي

## (١) ورسارو

[”ورسارو“ جي معنيٰ آهي ”وسڪارو“ يا ”ساوڻ“- ٿر جي ورهاڱي جي آباديءَ جو سارو مدار برسات تي آهي، ۽ ”ولو ٿ، ٿر، ٿ، ٿ بر“ جي پهاڪي موجب برسات جي موسم ۾ ٿر سڄو گلزار بڻجي پوندو آهي: سندس آب و هوا، سندس جهنگلي ميوا، ۽ خاص ڪري سائي گاهه جو ڪيرو، ڏونئرو، مڪڻ، گيهه، وڏيڪ لذيذ ٿيندا آهن. ٿر ۾ مکڻ مان گيهه ڪڍڻ وقت انهيءَ ۾ آن ضرور وجهندا آهن ۽ انهيءَ رڌل آن کي ”ورسناڻ“ سڏيندا آهن، اهو به انهن ڏينهن ۾ وڏيڪ لذيذ ٿيندو آهي. ساوڻ جي موسم ۾ کير گهڻو ٿيندو آهي، ان ڪري گهر گهر ۾ کير جون وڏيون ماٽيون ٿينديون آهن، - عورتون جڏهن اسر جو اٿي اهو کير ولوڙينديون آهن ۽ انهيءَ سان گڏ پنهنجا پيار پريا گيت جهونڪارينديون آهن، ته اهي سڀ آواز ڏاڍا دل کي وڻندا آهن.

اهڙيءَ فضا ۾ سڀ چاهيندا آهن ته پرديس ۾ ويل موٽي اچي هنن خوشين ۾ ساڻن شامل ٿين. ”ورسارو“ به انهن گيتن مان هڪ گيت آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو. هن گيت ۾ هڪ ”ماءُ“ جي تمنا ڏيکاريل آهي ته سندس دور ديس جو مسافر پٽ تمام ترت پنهنجي ديس واپس اچي.

ٻولي اصلوڪي ٿري يا ”ڍاٽڪي“ آهي، ان ڪري سندس سنڌي ترجمو به ڏجي ٿو.]

واٺوَيان تان ورسارو،
صاحبا!
مانڊيو،
ماٺهنجا مٺا!
تاهجو ڏيسلو وئو،
تون ڏسوي ماٺيو،
گهران ٿان لڇ آويجو؛
تاهجي تان ٿالي تان گهوربس،
تون آوو ته
ورسارو
پيڙو گهارسان!

واٺن تي برسات،
پيارا!
لڳي آهي،
منهنجا مٺا!
تنهنجو ديسڙو ولو آهي،
تون پرديسڙي مان ڪمائي ڪري،
لڇ گهر ڏي اچ؛
- تنهنجي ته ٿالي تان صدقي ٿيان،
تون اچ ته
ساوڻ
گڏجي گذاريون!

سالڙي پلاٽي صاحبا!
اورهون موڪليو-
تاهجي تان پنڙيءَ پچ گهرايو؛
مانهنجي تان من جا ميولا!
تون آوو تہ
چوماسو
پيڙو گهارسان!

لڪ تان چڙهيي،
تاهجي پهينل جووي واڙي-
سنيان!
اِتي ڪو هووي مانهنجو موڀي ويرو،
تہ اورهون ميلهيا!
تاهجي تان ڏس تان گهوريس،
تون آوو تہ ......

هجار هٿان رو،
تاهجي ڪورل رو ڳهاڪهرو،
ڳچيءَ سونهي لولڪوهار؛
مالهنجي تہ سهاڳڻ را صاحبا!
تون آوو تہ ......

تاهجي تان پيليوان لان
چڙهيون ڏيرانجو،
-چڙهيون لکي گهوڙلو؛
مانهنجا تہ ڏسڙيءَ را ڏيولا!
تون آوو تہ ......

تاهجي تان پيليوان لان
اوتارو ڏيرانجو،
-اوتارو هتريئل باڳ پر؛
مانهنجي تہ سوڍيءَ را صاحبا!
تون آوو تہ ......

آءٌ پلاٽي، پيارا!
هيڏانهن موڪلج-
تنهنجي پنيءَ پچ گهرايو آهي؛
منهنجي تہ من جا ميوا!
تون اچ تہ
چوماسو
ڪڏ جي گذاريون!

لڪ تہ چڙهي
تنهنجي پينڙي ڏسي واڙي-
(۽ ويندڙن کي چوي تہ) سڄڻو!
اتي ڪو منهنجو وڏو ڀاءُ هجي،
تہ اوري موڪلجوس!
تنهنجي تہ (اچڻ واري) طرف تان صدقي ٿيان!
تون اچ تہ ......

هزار هٿن جو (آهي يا هجڻ گهرجي)،
تنهنجي ڪنوار جو ڳهاڪهرو،
۽ سندس ڳچيءَ پر لولڪو هار ٿو سونهي؛
منهنجي سهاڳڻ جا پيارا!
تون اچ تہ ......

تنهنجي تہ سائين کي
سواري ڏيارجي (يا ڏياربي)،
-سواريءَ لاءِ لکيي گهوڙا؛
منهنجا ڏس جا ڏيئا!
تون اچ تہ ......

تنهنجي تہ سائين کي
اوطاق ڏيارجي،
-اوطاق ساوڪ پرٺي باغ پر؛
منهنجي شهزاديءَ جا پيارا!
تون اچ تہ ......

مهراڻ



ٿر جو هڪ نظارو

-واري ۾ پاڻي



ٿر جو هڪ نظارو -سُڪي ۾ ساوڪ

ناهجي تان پهلوان نان
ڏاڏيئيون ڏيوانجو،
-ڏاڏيون ڪٽيهر ڪام رو؛
ناهجي تان نالي تان گهوريس!
تون آوو ته ......

ناهجي ته پهلوان نان
جهيمٽيون ڏيوانجو،
-جهيمٽيون گهوڙر لا پيسي؛
سانهنجا تان مٺا ماڙهؤ!
تون آووته
ورسارو
پيڙو کهارسان!

تنهنجي ته سائين ڪي
ڏندڻ ڏيارهو،
-ڏندڻ ڪٽيهر (وڻ) جي ناريءَ جو؛
-تنهنجي ته نالي تان صدقي وڃان!
تون اڄ ته ......

تنهنجي ته سائين ڪي
ڪالو ڪارائيو،
-ڪالي ۾ ڪيهه مان ٺهيل چلا،
۽ لبسي، يا لپٽي؛ *
منهنجا ته مٺا ماڻهو!
تون اڄ ته ......
سانوڻ
گڏجي گذاريون!

* "لبسي يا لپٽي" ڪڪ، ڳڙ ۽ ڪيهه مان ٺاهبي آهي؛ وري مٿانئس ڪچو ڪيهه ۽ کنڊ وجهي کائبي آهي ته ۾ سڀ ڪان لذيذ طعام شمار ڪبي آهي.

## ڏورو (٣)

[تازي پرڻجي ويل ڪنوار جو اباڻن جي ياد ۾ ورلاپ]

هڪيپ تان جهونڪي پولوي،
گوري!
هينڙي جهونڪي هار-
ڏورو!
ساچي هيم روا!

ساءِ پورايو اگڻيون،
گوري!
پاپل پورائيي ريل،
ڏورو
ساچي هيم روا

ساهيڙين پورائي سيمڙي،
گوري!
ويربو ليٺا ليٽ-
ڏورو ......

پيرن ۾ ته پولوي (پيرن جو ٺري چلو) چمڪي ٿي،
سهڻي،
۽ سيني تي هار چمڪي ٿو-
ڏاڳو
سچي سون جو!

ساءِ امائيو اڱڻ،
سهڻي،
بابي امائيو ڏهر-
ڏاڳو،
سچي سون جو!

ساهيڙين امائي سيم (چراگاهه)،
سهڻي،
۽ پاءِ توڙ تائين هليو-
ڏاڳو ......

ڏولڪر چڙهيو ڏيءَ جوڀنُ،
گوري
رهه ڪيو آباڻو ڏور –
ڏورو ......

اوچي ڪنوڻ ڪِنوڙي،
گوري!
جهڙ ڦڙ وسن مينهن –
ڏورو......

پريا رڻ جا ٽوبيا،
گوري!
پريو اباڻي رو ڏيس!
ڏورو ......

چوڏس پونم چانڊڻي،
گوري!
رَتَن جهڙي رات –
ڏورو ......

پيون ڪَليني آهين، اوڏڙيون،
گوري!
هيڪڙي جيڏل ڏور –
ڏورو
ساجي هير رو!

جبل تي چڙهي ڏيءَ ڏاڙ،
سهڻي،
ته اباڻو ديس ته پري رهجي ويو –
ڏاڳو ......

مٿاهين ڪنوڻ چمڪي،
سهڻي،
جهڙ ڦڙ مينهن وسن ٿا –
ڏاڳو ......

رڻ جا ٽبيڙا تلاءَ پريا،
سهڻي،
۽ اباڻن جو ڏيهه به پرجي ويو –
ڏاڳو ......

چوڏهينءَ پندرهينءَ تاريخ جي چانڊوڪي،
سهڻي!
ڪيڏڻ جهڙي رات –
ڏاڳو ......

پيون سڀ وڇڙيون آهن،
سهڻي!
پر هڪڙي ساهيڙي پري آهي –
ڏاڳو
سچي سون جو!

## (٣) ڪاڳڙو

[ٿر ۾ ڪانگ کي "ڪاڳ" چوندا آهن ۽ پيار مان "ڪاڳڙو". ناري ۾ پرڻيل ڇوڪري ڪانگ کي لنئوندو ڏسي ڳائي ٿي:]

ڪونيءَ مٿي ڪاڳڙو، لٽيو ڏي لاتيون؛
پڇي ٻاڙي وارئين، "مارا ڪاڳ ڪجاڙو چوءَ؟"
ڙي ٻڙا ڪاڳڙا!
تون اڏامي وڃ،
آءٌ ويٺي وس ڪهران،
پنهنجي وڳر ته شال وران!

اڇي ميڙي اوجلي، جنهن ۾ لڳي ٿڌو واءُ؛
ڪنهان وڃي ڇُولڻ ۾، آءٌ موڀي پاءُ:
ڙي ٻڙا ڪاڳڙا......

ماڪيءَ مٺي مصري، مٺو ماءُ وپاءُ؛
مٺي ٻر ڏيهه سوڪڙي، مٺو موڀي پاءُ؛
ڙي ٻڙا ڪاڳڙا......

ماءُ ته مون کي موڪليو، ونيءَ ۾ آمون؛
آمون ڪاڏم پيٽ ۾ ونيءَ جي نشالي؛
ڙي ٻڙا ڪاڳڙا......

اڇو آيڇڻ ڇانپ سين، مڪو منهنجي ماءُ؛
مَرڪي ڪندبس مٺي تي، آءٌ ڇنڍين ڪوڏ منجهاءُ،
ڙي ٻڙا ڪاڳڙا......

(مام = منهنجي امڙ؛ ڇولڻ = ڪنڌ؛ موڀي = وڏو؛ ايڇڻ = ٻوڇڻ؛ ڇانپ = ڇاپو، رنگ.)

## (۴) ونڌل

["ونڌل" نالي هڪ ڇوڪريءَ کي ڏائڻ سس کهي ڇڏيو؛ هن جو مڙس پرديس مان آيو ۽ ڪيس نه ڏسي ٻڇا ڪري ٿو- پوءِ جي ڳفتگو سچي هن گيت ۾ ڇيل آهي؛ هو اول ته ماءُ کي "امان" چوي ٿو، ۽ خونڻ ثابت ٿيڻ تي ڇڙ مان ڪيس "خونڻ ڪتي" ٿو سڏي. هي خيالي ورلاپ ۽ سس جي ستايل ڪنوار پاڻ ئي ڪري ٿي.]

هت جا ڇڏي هير لنڌڙي، ڙي امان، امان!
ناهي راڙل ڏيءَ
ناهي سوداگر ٿنهن!

رات جا وڃي جنڊ تي، ڙي ابا، ابا!
ساوري نه موٽي!
شهزادي،
ونڌل ڀاٽي!

جنڊ جنڊ ڪري نهاريم، ڙي امان، امان!
ناهي......

رات جا وڃي تڙ تي!......
تڙ تڙ ڪري نهاريم......

رات جا وڃي جيڏُين......
هڪ هڪ ڪري لهاريم......

رات جا ويٺي مانڊين ......
گهر گهر ڪري نهاريو ........

(هاڻ گهر ۾ ڳولا ڪري ٿو)

هٿ جي ڏنم اڱرا ڳنگهرا، ڙي امان، امان!
تنهن لوڙڙي جتر چڙهيو-
ناهي .........

(ماءُ خاموش آهي)

هيءَ جا ڏسان ٿو رت ترائي، ڙي امان، امان!
تنهن رتڙي گهاءُ ڪيو-
ناهي .........

رات جو آيو ڪاسائيڙو، ڙي ابا، ابا!
تنهن ته پڪڙو ڪنوا!
شهزادي،
ونڊل ٻائي!

ڪوڙ ٿي ڪرئين ڙي خولڻ ڪتي!
تو ته ڪنڙي ڪنوار
ناهي .........

ايءُ چڙهي ٻي آڻ، ڙي ابا، ابا!
جِجها ڏيانس وڳا!
شهزادي،
ونڊل ٻائي!

جا تو لسئي پنهنجي، ڙي خولڻ ڪتي!
سا ڪٿي سهنڊئين پرائي؟
ناهي راول ڏيءَ،
ناهي سوداگر لهن!
شهزادي،
ونڊل ٻائي!

# (۵) ڏانيڙو

سواري جي ٿڌيءَ ۽ خاموش رات ۾ ٿر جي ڪنهن ڀر ۾ ڌهر سان لنگهبو، ته هڪ زوردار ۽ مٺڙي تان ٻڌڻ ۾ ايندي، جا ميلن تائين پيئي ٻڌبي آهي. اها تان غريب ڌراڙن جو "ڏانيڙو" هوندو آهي، جنهن جو پس منظر هن خيالي آکاڻيءَ تي ٻڌل آهي، ته ٿر جي ڊٽ واري حصي جو ڪو ڏانيڙو (ٿري) لاباري لاءِ ناري ۾ ويو هو ۽ اتي جڏهن ته ڪا وڏ-گهراڻي ڇوڪري مٿس عاشق ٿي پئي، ۽ هن جا وارث ڪيس ڏکي جي چوريءَ جي ڪوڙي فرياد ۾ جيل ۾ وٺي ويا، پنهنجي پياري معشوق فراق جا آلاپ ٿي ڪري. "هيلوڪو وري" جي معنيٰ آهي "هڪ وار موٽي اچي". ڪي وري انهيءَ بند بدران "منج ڪو منجيو" يعني "موڪل ڪو سينهو" چوندا آهن. اهو گيت اصل ته ايترو آهي، پر پوءِ هر ڪنهن حصي جا ڌنار پنهنجي پنهنجي گهرجن ۽ تمنائن موجب سدائين پيا ان ۾ اضافا ڪندا آهن – جيڪڏهين اهي سمورا گڏ ڪجن، ته شايد ۳-۴ سو بند ٿي ويندا. ٿري پاڻ کي "ونڙي" ۽ "ڍاٽي" سڏيندا آهن؛ ۽ ناري ۽ لاڙ وارن کي "سنڌي".

سارو تان سيارو، مون گنديءَ ۾ گذاريو،
رليءَ جي رولاڪي ماريو، وي،
ڏانيڙا!
هيلوڪو وري!

پيون تان پاڻياريون پاڻيءَ ٿيون پرين،
هڪڙي تان پاڻياري گوڙها ٿي ڳاڙي، وي،......

پٽ جي پاڻياري، ڊٽ جو ڏانيڙو،
الستي انگوڙ وريو، وي ......

سايون تان ڪانچون آهن سنڌين جون ڪانيان،
مون کي ڪٽيلو گوڏ پر وٺيو، وي ......

ڳاڙهيون تان ڪنون آهن سنڌين جون ڪانيان،
مون کي واريءَ جو وچاٿو وٺيو، وي ......

بکو تان ڏکو، سو وڏ پرن سنڌو،
موڙي منجهه مرلدو ڌسان، وي،
ڏانيڙا!
هيلوڪو وري!

## (٦) منڊ ڀيڻڙو

[”منڊ ڀيڻڙو“ يعني ڪير ولوڙڻ جو ”جهيرڻو“. جو ٿر جي هڪ وڻ جي ڀاڙ مان ٺاهيندا آهن ۽ ڀيحد مضبوط ٿيندو آهي. هيءُ گيت گهڻو ڪري عورتون وڏي ماٽي ولوڙڻ وقت ڳائينديون آهن، ۽ اسر ويل اهو نهايت دلڪش معلوم ٿيندو آهي.]

سائينءَ ڪٽيو سڳار، منڊ ڀيڻو ڳُوڪي!
لٿو ڏيهه تان ڏڪار، منڊ ڀيڻو ڳُوڪي!

جنين رکيو ڀج لاءِ،
مَرِ ڏسي لي ري،
تن جون تون اسيون پڄاءِ!
منڊ ڀيڻو ڳُوڪي!

جنين رکيو لاپ لاءِ،
مَرِ وسي لي ري،
تن جون تون ڪوئيون ڀاهه!
منڊ ڀيڻو ڳُوڪي!

ڀڪو ڪوڙيم ڀٽ تي، سهر ساري ڀت......
اسان آسون ڀنيون، گهر گهر مانيءَ ڇاهه......
رزق ڏنيم رحمتي، سانيءَ ميهو ڪير......
ڀٽ ته ڏنيم جهنڊلوءَ جهجهي ڇوٽي سان......
ڀَنين ڀائرن ڀائٽين، هوئيم جوڙ سَجوڙ......
اڻ منگيا منگائين
مَرِ وسي لي ري،
مگيَن موڙ ڀَڏاءِ!
منڊ ڀيڻو ڳُوڪي!

(سگار=سڪار؛ مروسي لي ري=ڀل ته وسي وئي؛ ڇاهه=جهڙ؛ ميهو=ماهيو، مينهن جو؛ جهنڊلو=ڳهائي وارن وارو؛ ڇوٽو=رزق، عمر؛ اڻ منگيا=جن جو منگڻو ٿيل نه هجي.)

# (٧) جهالريو

”جهالڙيو“ لفظ جي معنيٰ ڪَن جو هڪ زيور، جنهن کي ”جهالاريو“ به چوندا آهن. هي سون جو ۽ بيحد خوبصورت ٺهيل هوندو آهي، جو ڪن جي مٿين حصي ۾ پاتو ويندو آهي ته سچو ڪن ڍڪجي ويندو آهي، پرڳرو هجڻ سبب هاڻي شهرن ۾ ان جو رواج گهٽ ٿيندو ٿو وڃي، ۽ ڳوٺن ۾ گهٽ ڪري نڪري ويو هي. هن بيت جي پهرين ٽڪ ۾ جڻ ته ڀاءُ جي طرفان اهو اظهار ڪيل آهي ته ”منهنجي کيت ۾ پورٽيو آهي؛ عنقريب آءٌ تنهنجي لاءِ جهالريو ٺهرائي تحفي طور کڻي ايندس“ - ۽ پوءِ ور ور ڏيئي اهو لفظ هن لاءِ اچي ٿو، جو ڀيڻ کي ان تحفي جي تمنا آهي.]

ڪونجڙي ري ڪيتر ۾ پور
هون تان تيهرو گهڙائيسان هيل،
ملوڪ، جهالريو!

”ڪونجڙي“ جي ڪيٽ ۾ پورٽيو آهي،
هن سال آءٌ تنهنجو گهڙائيندس
سنو، جهالريو!

ڪيهو ويرو آيو، ڀيڻل، سيٺمٽونين؟
اوتان، سيٺمٽ ڪيو سينگار!
ملوڪ، جهالريو!

هي ڪهڙو ڀاءُ آيو آهي، ڀيڻ،
سيبر (چراگاه) ۾؟
جو سبر ٿي ڪٺي سينگار ڪيو آهي!
سنو، جهالريو!

ڪيهو ويرو آيو، ڀيڻل، ريل ۾؟
اوتان، ڪوهه ڀريا ڪنب ڪيرا!
ملوڪ، جهالريو!

هي ڪهڙو ڀاءُ آيو آهي ڀيڻ، ڊهر ۾؟
جو ڪوهه ٿي ڪير ڪنب سان ڀرجي ويا آهن!
سنو، جهالريو!

ڪيهو ويرو آيو، ڀيڻل، ڪوهه تي؟
اوتان لاج مري پاڻيهار!
ملوڪ، جهالريو!

هي ڪهڙو ڀاءُ آيو آهي ڀيڻ، ڪوهه تي؟
جو پاڻياريون شرم ۾ ٻڏي وڃن ٿيون!
سنو، جهالريو!

ڪاهي ري پاڻيهاري، تون لاج مري؟
هون تان وچلي پانهياري رو ويرا!
ملوڪ، جهالريو!

پاڻيهاري! تون لڄ جو ٿي مرين؟
آءٌ ته هن وچ ۾ بيٺل پانهياريءَ جو ڀاءُ آهيان!
(ڪو ڌاريون نه آهيان)
سنو، جهالريو!

ڪيهو ويرو آيو، ڀيڻل، جهانپٽي؟
اوتان رڪي ڀڙري مينس!
ملوڪ، جهالريو

هي ڪهڙو ڀاءُ آيو آهي، ڀيڻ، گهر ۾؟
جو ڀوري مينهن ٿي رڙي!
سنو، جهالريو!

ڪاهي ري ڀُوري مينس! رڙڪين؟
هُون تان (ڦلاڻي) ڏو جهارڻ رو ويرا
ملوڪ، جهالريو!

ڪيهو ويرو آيو، ڀينل، آگُڻي؟
او تان چنڊ يا عطر گلاب!
ملوڪ، جهالريو!

چاراڻي رو ڏيسي گهوڙلو،
او تان ڏيسي گهڻا رنگ ڀاٽ!
ملوڪ، جهالريو!

"اوءِ ڀُوري سينهن! تون جو ٿي روڄين؟
آءٌ تہ ڦلاڻيءَ (ٿالو ڀيڻ جو) ڪير ڏوهندڙ
جو ڀاءُ آهيان! (ڪو ڌاريون نہ آهيان)"
سڌو، جهالريو!

هي ڪهڙو ڀاءُ آيو آهي، ڀيڻ، اڱڻ تي؟
جو چڻ تہ عطر گلاب چنڊ جي ويا آهن!
سڌو، جهالريو!
هو سيڻن کي تحفي ۾ گهوڙو ڏيندو،
۽ ڀيا بہ گهڻيئي سٺا سامان ڏيندو-!
سڌو، جهالريو!



# نظم

"تنوير" عباسي

## موهن جو دڙو

اي اسان جي چمڪندڙ ماضيءَ جي پيرن جا نشان!
تنهنجي ويرانيءَ ۾، ڇو ايڏي ڪشش آئي ڪٿان؟
تنهنجي بربادي‌ءَ تان صدقي، تنهنجي منجهه تان نثار!
تنهنجي بربادي ٿي ٿي وئي آهه تنهنجو يادگار—
تنهنجون هي ويران ۽ ساڪت گهٽيون، هي رَڪت جا ڍير،
دور ڏسن کان ڏسڻ لڳ ٿا اچن ڏس ڪير ڪير—
هي ڪفن مُردي جي مٽيءَ ۾ ڍڪيل هيءَ کوپري،
جنهن ڏٺي آ سنڌ جي تهذيب جي هڪ زندگي!
تو ڏٺا آهن زماني جا گهڻائي انقلاب،
تنهنجي سيني ۾ لکل تاريخ جا آهن ڪي باب:
تون زماني ڏي زماني کان نهاريندو رهئين،
سنڌ کي ماضيءَ جي عظمت ڏي پڪاريندو رهئين—
۽ سدائين سنڌ تنهنجي سڏ ۾ سڏ ڏيندي رهي،
تنهنجي ماضيءَ جي بلنديءَ ڏي وري ايندي رهي،
قافلا تهذيب جا منزل طرف وڌندا رهيا،
سنڌ جي گلشن ۾ ڪيئي گل نوان ٽلندا رهيا،
۽ وري "سهراڻ" جي مٽي ساڻ پُر پيالا ٿيا،
هن اڃايل سر زمين جا چپ وري آلا ٿيا:
— اوچتو ٿي اوچتو ٿو ڪي هيءَ ڪهڙو پور پيو،
جو ڪٿي ويران نظرون سنڌ ڏي تو هيئن ڏٺو!
تنهنجي اکين جي انهن ويرانين جو هو اثر،
جو ويا برباد ٿي پل ۾ سوين آباد گهر—

ٿي اڪئين سگهون ڏنو منزل هئي پنهنجي قريب،
– اوچتو ئي اوچتو ڪي راهزن ٿي ويا نصيب –
وقت جا طوفان آڪري پنهنجو پڙو پار ٿيو،
هر ڪناري تي اچي نڪرانجي پُرزا ٿيو!
ڳوٺ خالي ٿي ويا ۽ شهر ويران ٿي ويا،
خواب هئا جيڪي ترقيءَ جا، پريشان ٿي ويا:
ڪلهه ڪچهرين جو لڳل رهندو هئو جت ڇڻڇٽو،
موت جي خاموشين آهي اتي واسو ڪيو؛
وقت جي ڦيري، هنن باغن کي ڦيري بر ڪيو،
ڪالهه هئا جت هنج، اڄ ڪانئون اتي آ گهر ڪيو؛
هي ڏٺل جايون، اڄُل رهتا ڏسي تون شاد ٿي،
هي به شايد تو جيان ويندا ڪڏهن برباد ٿي؛
تنهنجي ويراني ۽ بربادي‌ءَ کي وسعت ٿي ملي،
سنڌ ساري جاڻ جو ٿي تنهنجي پاڪر ۾ اچي –
جيئن پڏون ٿا هاڻ تنهنجي لئه، ته "تون ٻي ڪجهه هئين"،
وقت ايندو، سنڌ لئه شايد چيو ويندو اِئين!
هان، مگر ڏسجي ٿو بس اميد جو هڪ ترورو،
– جو هنن اونداهين کي نور ۾ بدلائيندو:
جي ذرو احساس ٻي پيدا اسان جي دل ۾ ٿئي،
فرق ٻو ڪوئي نه پنهنجي راهه ۽ منزل ۾ ٿئي؛
قوم جي دل ۾ اگر "تنوير" قوميت اچي،
سنڌ، موهن جي دڙي بنجڻ کان ٻو شايد بچي!

گووردڻ محبوباڻي "ڀارتي" (اجمير)

## هيءُ نظارو ڳوٺ جو!

شام ويلي، راتڙيءَ ۽ ڏينهن جي چڪتاڻ ۾،
جڏهن پيدي آڪاس تو لوهڙءَ سندي لالاڻ ۾،
تڏهن اچانڪ ڪوهه تي ناريون اچن ٿيون ناز سان،
هر طرف هڪار ڦهلائي، عجب انداز سان –
پلنجي پل ۾ پوي ٿو، حسن سارو، ڳوٺ جو:
ڪنهن ڏٺو آهي اکين سان هيءُ نظارو ڳوٺ جو!

چيلهه تي چوُنري، ہٿي تي آهي گهاگهر يا گهڙو،
چير چمڪي ٿو، سر تي ۽ مست منهن تي نڪڙو،
خوب جوڀن جي خماري نرگسي نيڻن منجهان،
ٿا ڏسن، ڪيڏا ڪُسي ويا تن نگاهن جي هٿان -
آهه تيرن کان تکو اهڙو اشارو، گوٺ جو:
ڪنهن ڏٺو آهي اکين سان هيءُ نظارو، گوٺ جو!

ناز سان نوڙيون ڪٿي، ٿيون ڏول کيرڻ تي ڏرن،
مشڪندي ميڻاج سان، سي ڪوهه سان پاڻي ڀرن:
پينگهه جان تن جي جواني، لوڏ کائي ٿي لُڏي،
۽ ڪمر جي لوچ ۾ جوڀن جي ڪوملتا ڪُڏي -
ڪوهه آهي جڻ بڻيو جمنا ڪنارو، گوٺ جو:
ڪنهن ڏٺو آهي اکين سان هيءُ نظارو، گوٺ جو!

آهي ڪيڏو رَسُ پريل ڇيڙين سندي جهنڪار ۾،
جڻ ته لرزش ٿي اچي ڪنهن سارنگيءَ جي تار ۾:
ڪٿ لکان سان دلربائي، چير جي آواز جي؟
ٿي سکي ٿي ڪين اهڙي دلڪشي ڪنهن ساز جي -
ڪاش! مان ٻنجيي پوان ڪو شعر وارو، گوٺ جو:
ڪنهن ڏٺو آهي اکين سان هيءُ نظارو، گوٺ جو!

هاڻ هرڪا چيلهه سان گهاگهر لڳائي ٿي هلي،
چُلڪندڙ پاڻيءَ سبب ڇاتي پُسائي ٿي هلي،
دل اندر هر شخص جي هلچل مچائي ٿي هلي،
پاڻ کي چنچل نگاهن کان بچائي ٿي هلي -
هيج مان هر ڪا ڪندي ماڻي پسارو، گوٺ جو:
ڪنهن ڏٺو آهي اکين سان هيءُ نظارو، گوٺ جو!

نياز همايوني

## "للڪار"

ٻڌو هي آواز، گوشِ دل سان، اسان هي ڪر ڪار ٿا ڪريون اڄ،
ڦٽي وئي آ بهار ٿئين جا، انهيءَ جو سينگار ٿا ڪريون اڄ،
چمن جي رونق، بهار جي خوبين، کي نروار ٿا ڪريون اڄ،
صبا جي رقص ۽ گلن جي رعنائين جو اظهار ٿا ڪريون اڄ،
خزان جي خطري، ۽ شام جي غم کي مات، پيڪار ٿا ڪريون اڄ:
- اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

ڪنواري آهي جا آس دل جي، سهاڳ ان جو بنائيون ٿا،
ٻاڪ آ جنهن لاڙ ۾ اڄ، سهاڳ ان جو بنائيون ٿا،
بڪاولي آهي جا نه صورت، سهاڳ ان جو بنائيون ٿا،
منجهائيل آهي راهه جيڪا، وڇاڳ ان جو بنائيون ٿا،
خوشيءَ ۽ اميد جي سهاري، عجيب وستار ٿا ڪريون اڄ:
ـ اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

زمانو، جنهن ۾ بهار جون ۽ وفا جون باتيون بڙايون آهن؛
قرار من جو، خوشيءَ نظر جي ۽ دل جون گهاتيون بڙايون آهن،
بهار جا ڏينهڙا ۽ چانڊوڪيءَ جون راتيون بڙايون آهن،
مٺاس ماڪيءَ جي، گل جي خوشبو، ڪين جون لاتيون بڙايون آهن،
انهيءَ ڪان آهي قرار اسان کي، انهيءَ تي قنڪار ٿا ڪريون اڄ:
ـ اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

حسين چهرا نقاب پائي، جو بيقراريءَ ۾ ٿا گذارين،
ستين مشتاق نيڻ چائي، جو انتظاريءَ ۾ ٿا گذارين،
دلين جا رايل، منهن لڪائي، جو اشڪباريءَ ۾ ٿا گذارين،
فراق وارا، وصال آئي، جو آه و زاريءَ ۾ ٿا گذارين،
اسان جو احساس آهي بيدار، ان تي ويچار ٿا ڪريون اڄ:
ـ اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

خوشيءَ جي پردي ۾ غم تو جهلڪي، ڪٿ ۾ آهي روئڻ جو پاڳو،
حياتي آ موت جي وڪڙ ۾، جيئڻ ۾ آهي مرڻ جو پاڳو،
اڳيان آ ٻاهه ۽ پٺيان آ پاڻي، چڙهڻ ۾ آهي چڙهڻ جو پاڳو،
سيلي نه مات ۽ مُني نه مات، اڄ ڪچڻ ۾ آهي ڏکڻ جو پاڳو،
هيءَ داوري اهرمن جي جو آهي، ان کي مسمار ٿا ڪريون اڄ:
ـ اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

سوال چپ تي اچي، ته ڪوئي خيال هڪدم ستائي چو ٿو؟
خوشيءَ جي پاسو وٺي، ته گهيرو ملال هڪدم ستائي چو ٿو؟
ڪماليت تي رسيا نه آهيون، زوال هڪدم ستائي چو ٿو؟
سماج هردم ستائي جو ٿو، وبال هڪدم ستائي چو ٿو؟
رئارين ٿا جي رت اسان کي، انهن تي يلغار ٿا ڪريون اڄ:
ـ اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

اسان ڪي اونده نه آهي ڪرڻ، اسان ڪي چانڊاڻ گهربل آهي،
ٻڌانس جا ٻول لا نه آهيون، مگر ڪا سُرهاڻ گهربل آهي،
ڦڪا ٿيا آهيون ڦڪي سان، لذيذ لالاڻ گهربل آهي،
اسان کي مڏاڻ گهربل آهي، اسان کي چهراڻ گهربل آهي،
اجاڙي ويرانين جون وستيون، تيار گلزار ٿا ڪريون اڄ:
—اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

هو ٻادل آيا، امنگ هرڪيا، هوءَ ٻوند برسي، قرار اٿليا،
هو ٻاديون آيون، ڪي نغما اسريا، هو مستي آئي نگار اٿليا،
هو مکڙيون مرڪيون، ٻڪين کي ڏاڍا خمار آيا، بهار اٿليا،
دلين دلين تي محبت اڀري، اکين اکين ۾ پيار اٿليا،
ٻنايون جهنگل ۾ ٿا ڪوسنگل، سڙي جي جهونگار ٿا ڪريون اڄ:
—اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

امنگ شعر ۽ خيال اپاريا، گهٽائون گهنگهور آيون آهن،
اميد، جوش ۽ جلال اپاريا، فضائون چت چور آيون آهن،
خوشيءَ، جواب ۽ سوال اپاريا، ادائون من مور آيون آهن،
سڄاڳ ٿي من، لهڻ اسان جون مرادون ٻرگهور ايون آهن،
لطيف پر ڪيف لمحا آيا، بسنت-گونجار ٿا ڪريون اڄ:
—اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

اداس عشق ۽ نراس حسن اڄ ملڻ سان ٿيندا نوان ۽ تازا،
ادب جا رومان رنگ سڀ، زندگيءَ سان هوندا نوان ۽ تازا،
"نياز" ۽ ناز جا ترانا زمانا پڙندا، نوان ۽ تازا،
اسان جو فن، ۽ اسان جون ڳالهيون، هميشه هوندا، نوان ۽ تازا،
فسانا سڀ دوستيءَ جا آهن، وفا جا اذڪار ٿا ڪريون اڄ:
اسان هيءَ للڪار ٿا ڪريون اڄ!

عبدالڪريم "گدائي"

## ڪجهه سنهنجي ٻه سڻ

ڪهنجي من دل جيئي بيتابي،
ڪجهه ٻنهنجي ٻه چئو، ڪجهه سنهنجي ٻه سڻ!

پل رات اٿيمن گذري ٻنهنجي،
ڪجهه ٻنهنجي ٻه چئو، ڪجهه سنهنجي ٻه سڻ!

ڪر ساٿ نه ملڻا، ڳالهيون ڪر،
دل هلڪي ٿيندي، ڳالهين سان،

سڀ دل جا ٻنار لهي ويندا،
ڪجهه ٻنهنجي ٻه چئو، ڪجهه سنهنجي ٻه سڻ!

پيءَ وار ماڻ مشڪل ڏاڍو،
ڏس جاڻ اڄوڪو هوءَ پرهه ڦٽي،
منهجي ڏڪ جي، ڳالهه نه ڪر،
تقدير ميري پرڪي وينڊي،
هيءَ زور ظلم جي اونداهي،
ڏس امن جي آهي ياڪ ڦٽي،
ڏس تخت ڪريا! ڏس تاج لٿا!
جمهور جي قسمت آ جاڳي،
ڏس چين اٿيو! ڏس روس اٿيو!
ايران به، آرس آهه پڳي!
انسان جي عظمت جي آڏو،
ڪنهن جي به نه هٿوي دال ڳري،
جمهور جي طوفان جي سامهون،
هٽلر جي لشاني ڪانه ساهي،
اڄ امن جي فوجن آهه ڪئي،
هيءَ فتح و ظفر جي آهه گهڙي،
انسان جي عظمت جي سامهون،
انسان جي عظمت لافاني،

وچ ڪين، ڳهڙي اڏ ويهه سڄڻ،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
هيءَ رات، انسان جي پنهنجي آ،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
مهمان اٿئي هڪ ساعت جي،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
ڪهڙا مٿا محلاتن ۾،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
نيونس ۽ ملايا موراڪو!
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
ايورسٽ، هماليه، شرمندا،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
جو آيو سو اڏري ويندو،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
يلغار امن جي دشمن تي،
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!
آڪاش ۽ ڌرتي، ويچارا!
ڪجهه پنهنجي به چئو، ڪجهه منهنجي به سڻ!

گوبند ڀاٽيه

## ڳوليان ٿو مان ڀاڻ وڃايل

ڳوليان ٿو مان ڀاڻ وڃايل،
هردي ۾ ڄڻ آهي هلچل!
مان جهنگل جو رهواسي،
منگل ۾ بي مان نرواسي،
منهنجو جيون تي امتان انل – ڳوليان ٿو مان ڀاڻ وڃايل!
منهنجي باغن منجهه سواري،
ڦول هئيا منهنجا هٿ ڌاري،
منهنجو مانجي سيتل بادل – ڳوليان ٿو مان ڀاڻ وڃايل!

منهنجي نيلي لهر سهيلي،
لهرن واري جيئي البيلي،
منهنجو دلبر ساگر چنچل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
هيءُ سج، چنڊ، ستارن وارو،
منهنجو هو آڪاس پيارو،
منهنجي ڍونڍيءَ جو هو ساحل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
هي برساتي بوندون رم جهم،
منهنجو ٺاريندبون هئيون سپ غم،
اندر- ڌنش، اوجل، ڏک-ترسل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
هيءُ پکڙين جو اڏندڙ ميڙو،
مون کي پڻ ته اڏائيندو هو،
ڏيندو هو آنند اجهل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
ڪوتا جون خاموش ادائون،
ٿهلائي سي سنيه پڄائون،
ڏينديون هيون وسرام وصل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
ڪئين سنگيت سُرن واريون،
پياريون تارون-رس ميه ڏارون،
جاڳائينديون هيون من مرجهل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
مون لئه هر اج ناهه بهاري،
سان ٿي پيو آهيان سناري،
آسنگن جي اج ناهه اُجل - ڳوليان ٿو مان پاڻ وڃايل!
مان آهيان مرجهايل ڏمڪايل،
حاسد جگ جو سان هيسايل،
هائي ٿوڙي پنڌن پر پل - ڳوليندس سان پاڻ وڃايل!

* * *

هائي پڻ ڪا دير نه آهي، گذرئي ڪي تون چنڊ سهائي؛
سورج استن ويو ٿيي، ليڪن، اُپرڻ جو انجام پڌائي!

# محسوسات

هي عشق وڃي اڄ ڪيڏي ٿو؟
ڇا، حسن ڪا بازي ڪيڏي ٿو!

پنهنجو پنهنجو مقصد - ٿورو ڪير ٿو ڪنهن کي لائي! -
هر ڪاڪ محل جي ماڙين ۾ هير سنڀالي ڀائي،
هن عقل و خرد جي بازيءَ ۾ ٿيڙ نه ڪوئي ڪائي،
- ڪنهن هوش سنڀاليو آهي!

ڀائيءَ تي اڄ هرڻيون آيون،
ٽلنديون ٽپنديون ڪي ٽاريون!

چشمي جي چوڏاري ماريءَ دام وڇايو ٿاهي! -
ڪيڪا سوچي سمجهي آئي چشم زدن ۾ آهي،
ڇاتي ٺوڪي چونديون آيون ڀاڻ ۾ سينو ساهي،
"هي دام ڀڄڻ ۾ ڇا هي!"
- ڪنهن هوش سنڀاليو آهي!

رڻ جون ڀائيون افتان خيزان،
شادان شادان، نازان نازان!

ڪم ڪار ۾ آهن ديوانيون مست نگر جون رائيون،
ڀاليون ڀوليون ڏسڻ ڀيون، آهن ڏاڍيون سيائيون،
جن هير سنڀاليا اهڙا، تن ڇاڻ مرادون مائيون،
هوءِ ڇو نه هلن سڀ ڪاهي!
- ڪنهن هوش سنڀاليو آهي!

ٿيو مست نه ساٿي ڪنهن ٿائي،
هي رنگ متان ڪو رنگ آڻي،

ڪا مهل نه ڪنهن جهڙي، ڪر موڙي نه وهي ڪو ظالم،
ٿي شور نه ڀتي برپا، آشوب فضا ٿي قائم،
شوريده سرن کي ڏسندي، رهجي نه وڃي خود ناظم،
هي وقت سمهڻ جو ناهي!
- ڪنهن هوش سنڀاليو آهي!

پرڀات کي تارن جاڳائي،
ماحول ڇڏيو ڇڻ بدلائي،
احساسِ حوادث جي تيرن، ڏيل ڏڪايا آهن،
حساس دلين ۾ ٿڌڙي کان ڇپايا آهن،
هن ظلم و ستم جي دنيا، کي خان ڪپايا آهن:
سر ساه جو سالڪو لاهي
ڪنهن هوش سنڀاليو آهي!
هڪ طرف زماني ۾ چرپر؛
ٻئي طرف دلين ۾ ٿي هُرڪُر:
ڏسجي ته ٿئي ڇا ٿو ۽ ڪهڙو ٿو نتيجو نڪري –
پرويز ٿو هارائي يا فرهاد کي فن ٿو وسري!
يا ٻطن ۾ گيتيءَ جي ماڳهين مادهء لو ٿو نسري!
ان فڪر ۾ عالم آهي.
ڪنهن هوش سنڀاليو آهي!

محمد عثمان غلام حسين (مجروح) ڏيپلائي

## آڳ اجهاسي ڪين اندر جي

(ڪبير شاه ۽ شيخ ابراهيم کان متاثر ٿي)

آڳ اجهاسي ڪين اندر جي، پاروچل جا پاري هئي؛
آئن اوڻين، ڏاڍن ڏيرن، ڏونگر تنهن ڏهڪاري هئي؛
هاڙهي، ولڙ، پب پٽون کيا، پوءِ به ورڻ واري هئي؛
سهڪي، دهڪي، ٻئي سيرڪي، سڪ سڄڻ جي ساري هئي؛
ڪُوڪٽ ڦُولٽ هرهڪ وروت، لَڪن سا لهڪاري هئي؛
رَٽن ٻٽن، گهٽن گهيڙن، ڪڏن ڪوپن ڪينڪاري هئي؛
ڪنڊن، لَنڊن، ڏوٻين ٿوهرين لائين سا للڪاري هئي؛
پُرٽن سُرٽن، چنبو ٻُوٽن، ڪيرسيٽن ڪئي تنهن ڪاري هئي؛
لَڪن لهسن ڪاڙهن تتن، اڄ آسات آساري هئي؛
پيرن ٻيرين، ٿوهر ٿميڇين، روهن تنهن روناري هئي؛
گدون، ٻڪهڙون، اروڻ، ڇٽن، ڏرتني جي ڏاري هئي؛
اهي ڏٺي ٿي اپر اهڙي، ڀهنور تنهن ڀڪاري هئي؛

ڏڙ ڏسي، سا ڌمڪي دل ۾، زالفان ڪئي زر زاري هئي؛
قادر پنهنجو ڪرم ڪيئو، جنهن سان ڏرتيءَ ڪئي دلداري هئي؛
ٻلڪ رهي ويو هوئي ٻٽ ۾، چنٽي جا چلڪاري هئي؛
ڏنار ٻنهو دربان انهيءَ تي، چوڪي تنهن چوڏاري هئي؛
مطلوب لئي جڏ مدهوشي، جنهن ٻوءِ تي ڪئي ٻوناري هئي؛
خان آئي خوشبوءِ ٻرپن جي، تنهن هنڌ مٿي هوشياري هئي؛
سُرهي ٻوءِ تنهن ساهه سيبائي، واسي جنهن سان واري هئي؛
ٻيلو ٻر ۾ ٻرو ڏنائين، تنهن اهڙي ڪئي اقراري هئي؛
آئي ابهر انهن لڪن سان، سُهڻي سولهن سولهاري هئي؛
سون پانيو مقبول مدعا تي جا اسڻ سدائين آچاري هئي؛
ڪاهي رسيس ڪنوار سمجهي، ٻر نينگر سا ته لياري هئي؛
ظاهر وٿي زمين اندر سا، تنهن ڏسندي ڏرتي ڏاري هئي؛
مٿي ساهيت مذڪورُ اهوئي، عاشق آهه اچاري هئي؛
ٻون ٿئي ڏون قارون ٿي، سا حڪم حق ٻڪواري هئي؛
کهوٽ کهڙي ويو الهيءَ کهڙيءَ ۾ دري جا دل واري هئي؛
حق مليو حق سان هميشه آخر لئي انتظاري هئي؛
"عثمان" مليا احسان ٿيا، در داور جي ديداري هئي؛
سچي سڪ سندي سرداري هئي، تڏهن طالب مليو مطلوب مٿي سان!

ارجن ڏ يتارام (سڪايل) سڏو جائي- مقيم نظام آباد (دڪن)

| سنڌ، مادرِ وطن کي ڇڏئي ته اٺ سال ٿيا ۾ رفيقن جا محبت ناما اچ ٻه پيا اچن - هڪڙي اهڙي تازي خط لرزش ۾ آلي ڇڏيو ۽ لکيو: |
|---|

# وطن جي ياد ۾

خط پڙهيم تُنهنجو، ته منهنجا نيڻ ٿي ويا آشڪبار،
ڪي ڪهڙيون ليڻ وهايا نير جا ٿي لار لار.
ڪوٺ جون ڳالهيون ٿئين سر ياد چو ڏ بارڻ سون ڪي،
تن ڪهائين جي تهن ۾ آ لکل جهونو پيار.

ڪين ٿي وسريا وسارڻ جي ڪيم ڪوشش ٿي،
اڄ وري زخمن کي کوليو آهه تو هڪ وار يار.
ڪيت ڪڪن جا، پنهون پارا وري آيا تري،
گوٺ جي پاهر ڪڏون ٻاڻيءَ سان وهنديون تار تار.
صوفي پيرن جي وڻن هيٺان لڳايسين باغ ۾،
سي اکين آڏو ڦيري آيا وڻن جا ڏار ڏار.
اڄ وري پيارا پڪا پنهنجا پراڻا ياد پيا،
جن ڪتان زوريءَ جدا ٿيي ٿو گذاريان ڏار ڏار.
چؤ ته "سعدي پير" جو ميلو لڳي ٿو موج سان؟
ٿا وڄن سَنڪا ۽ صوفي ٿا ملائن تار تار؟
ليـاز اُستادن اڳيان آداب مجلس ۾ ڏجو،
وصل جون دُعائون ڪجو، پڌندو ڪٿي پروردگار.
التجا آهي "سڪايل" خاص ڪا درگاهه ۾،
ڪاش! مان هيڪر ڏسان سي سنڌ جا دلدار يار.

گوورڌن محبوباڻي

## انسان... حيوان

ٿهر جا ڪارا ڪڪر، ڪجڪوڙ سان ڪهسان سان،
ٿا اڏامن اڄ تباهيءَ جي تکي طوفان سان،
خون جي برسات ٿيي بربات ۾ لالي پري،
آسمان ۾ بس! تباهي ۽ تباهي ٿي تري،
آهه! مان ايري اٿيو طوفان آ، طوفان آ:
هاءِ! اڄ انسان بڻيو حيوان آ.

ظلم، زوري، خون، چوريءَ جي گرم بازار ۾،
مبتلا اڄ منش آهي، لوٽ ۽ مار مار ۾،
تيز آ دولاب، دوکي ۽ دغا جو دور ڇو؟
الا! شرارت جو فضا ۾ گونججي ٿو شور ڇو؟
بس! جهان بي ڌرم ۽ بي دين، بي ايمان آ:
هاءِ! اڄ انسان بڻيو حيوان آ.

صلح جا سالڪ ٿيا ڇو صلح جا ويري وڏا؛
ٿا اڏن سي هاءِ! اتياچار جا اونها اڏا،
اهنسا جي اوٽ ۾ حيوانيت جو راڄ ڇو؟
ٿو ٿئي انسان اڄ انسان جوئي ڪاڄ ڇو؟
بيگناهن لئه سڄو عالم اٿيو شمشان آ:

هاءِ! اڄ انسان ٻيو حيوان آ.

جو جڳت جي قوت ڪارڻ سخت سردي ٿو سهي،
ڪھور ساوڻ جي گھٽائن ڪان نه پلجي ٿو ٿهي،
جيٺ جي لڙسات ۾ جو ساهسي سورهيه سڙي،
هاءِ! سو هاري هميشه ٿو ڪٽي ڪارڻ رڙي؛

هاءِ! اڄ انسان ٻيو حيوان آ.

تياڳ جي تصوير جا سنسار جو سينگار آ،
هر گهڙيءَ جنهن مرد تي پنهنجو وسايو پيار آ،
زندگيءَ ۾ ڀيڻ، ڀاڀي، ڀر-ڀتني، ماءُ ٿي،
جنهن ڪيو سنسار سک-سڌ، مرد سان همراه ٿي،
آنءَ لمائيءَ لارِ جو هن جڳ ڪيو اپمان آ:

هاءِ! اڄ انسان ٻيو حيوان آ.

درد واري دل ڪٿي؟ ميناج وارو من ڪٿي؟
صاف، اوجل ۽ ديا وارو ڀلا دامن ڪٿي؟
شرم واريون، مرم واريون، سي نگاهون اڄ ڪٿي؟
هاءِ ڙي! همدرد دل جون سي دعائون اڄ ڪٿي؟
"ڀارتيءَ" جي دل اندر سائي! اهو ارمان آ،

هاءِ! اڄ انسان ٻيو حيوان آ.

# نيون طرزون

هري دريائي "دلگير"

## "ترائيل"

"ترائيل" فرانس جي مشهور نظمي جو قسم آهي، اِئين، جيئن انگريزيءَ ۾ "سانيٽ" لکيو ويندو آهي. هيٺيان ٻه نظم ترائيل جي نموني لکيا ويا آهن.

### اهو ساز

اڄ ته هي ساز ڪٿي، گيت ٻه ٽي ڇيڙي ڏس-
ڪلهه آئي، ساز اهو اڄ نه سڀاڻي ٽٽندو!
ساهه وجهه صحرا ۾، نغمن جون ڪليون نيڙي ڏس-
اڄ ته هي ساز ڪٿي، گيت ٻه ٽي ڇيڙي ڏس.
جا ٻجا سُرَ ٽي ڪيڏو ٻَلُ، سي هنر ميڙي ڏس-
پنهنجو آواز اهو اڄ نه سڀاڻي ٽٽندو.
اڄ ته هي ساز ڪٿي، گيت ٻه ٽي ڇيڙي ڏس-
ڪلهه آئي، ساز اهو اڄ نه سڀاڻي ٽٽندو!

### حسين موت

قبر منهنجي تي رکيي قُول، ڏيا ٻارين ٽيي-
بي غرض پيار جي پاڪيزه وفا تان صدقي!
زندگيءَ کان ٻه حسين موت آ، سيڪارين ٽي-
قبر منهنجيءَ تي رکي قول، ڏيا ٻارين ٽي.
جيي آئان ٽو، جي گهڙيون مون سان ٻه ٽي گهارين ٽي-
سيڪندڙ سونهن جي معصوم ادا تان صدقي!
قبر منهنجي تي رکي قول، ڏيا ٻارين ٽي-
بي غرض پيار جي پاڪيزه وفا تان صدقي!

تنوير عباسي

# ”سانيٽ“

## اس ۽ مکڙيون

هڪڙي خاموش ۽ انڌيري رات—
هو ڏنو چنڊ مکڙين کي جنم،
چڻ لهي ويو هو ڪائنات جو غم،
مکڙيون مرڪيون جڏهن ٻڌي ٻريات،
هير جيئن جيئن سحر جو لهرائي،
ماڪ مکڙين جو منهن چمڻ آئي!

جڏهن روشن ٿيو صبح جو آڪاس—
ڪرڻا مکڙين جو هار ٻنجي پيا،
جڻڪ سولهري چار ٻنجي پيا،
ٿي وئي ساري ڪائنات اداس—
مکڙين جو گلو گهٽيو ڪرڻن،
تن کي مرجهائي ڇڏيو ڪرڻن!

---

# غزل

علامه اسد الله شاه "فدا" ٽکڙائي مرحوم

صرف ٿي وئي عمر منهنجي درميانِ ڪوءِ دوست،
بس ٿيو مالوسِ خاطر آستانِ ڪوءِ دوست.

روضهء رضوان ۾ ناهي، ڪجهه نشانِ ڪوءِ دوست،
لامڪان جي شان سان سَتُ آهه شانِ ڪوءِ دوست.

قبر ۾ ڪفنِ شهيدِ نازِ خون آلوده آهه،
ٿيو منثور تا حشر آ باقي نشانِ ڪوءِ دوست.

بي مدد دلبرَ، اچي هت رشڪ جنت ۾ ٿو ڪير؟
خضر بڻ هڪ آهه ٿيو گمگشتگانِ ڪوءِ دوست.

هن سبب ڪان ٿي زبان بلبل سندي آهي فصيح،
روز شب جو ان ڪئي وصفِ بيانِ ڪوءِ دوست.

ڇا رضا اي سوخته دل، قطرهء مي واسطي،
ساغرِ خون ٿا ولن هي ساقيانِ ڪوءِ دوست.

پيرهن قاتل جو رنگين ٿيو، نشانِ خون ڪان،
جي وري هن ڪان پاسين، ڪشتگانِ ڪوءِ دوست.

ڪين هت ڪجهه ٿا رکن بي ڪا بها يوسف جمال،
مصر جي بازار ڪان وڌ ٿيو دڪانِ ڪوءِ دوست.

عِ جنت همسريءَ جي ان سان دعويٰ ڪيئن ڪري،
ڪي منقش آهه ڪجهه خون مقتلانِ ڪوءِ دوست!

ريشِ تيغِ ناز تي ٿيو مرهمِ نمڪين خنده،
زير بار احسان ٿيا، سب عاشقانِ ڪوءِ دوست.

ڪشتهء ناز آهيان، تڏهين اچن ٿا بار بار،
لطف سان مون ڏي "فدا" ڪاهيو سگانِ ڪوءِ دوست.

## مخدوم محمد ابراهيم "صوفي" مرحوم

اڄي ميخاني ۾ مئي لوش پيا مخمور مستيءَ ۾،
نه آهن ليستيءَ ۾، ۽ نه آهن هاڻ هستيءَ ۾.
گهڻي گهريءَ منجهان گهاڻيءَ پيالا جام ڀَر پيئون،
ڪڏي پيا ڪوڏ ۾ ڪامي تڏهن توبه شڪستيءَ ۾.
ڪلالن جي اکيان ڪاني، مٺا موکن وکيا پنهنجا،
مزي تنهن ميٺِ ماريا، سري جن سُرڪ مستيءَ ۾.
ٿيا دانا به ديوانا دنيا جي دورِ گردش کان،
مزا ڏاڍا ڏٺاسين مفلسيءَ ۽ تنگدستيءَ ۾.
حرم ۽ دير مان هرگز نه ٿيندو هيچ ڪو حاصل،
اگر ممڪن رهڻ ناهي برهه وارن جي بستيءَ ۾؟
ادا، اڙ آسمانِ عشق جو معراج ڪيئن ماڻي،
رهيو جو واديءِ وحشت جي پرآزار بستيءَ ۾.
پڇاڙيءَ ۾ وري ڇا مسلمان، ٿينداسين اي "صوفي"،
وڃائي عمر سون پنهنجي سموري بت پرستيءَ ۾.

## شيخ مراد علي "ڪاظم" مرحوم

ليت لِيٿ فصلِ گل ۾ جو اشڪبار آهن،
ابرِ بهار آهن، يا آبشار آهن.
حسنِ نصيب ان جو، طرزِ ستم تي جنهن جي،
قربان هزار آهن، صدها نثار آهن.
برق آهه باهه منهنجي، دامانِ آسمان ۾،
بادل فلڪ تي، منهنجي دل جا بخار آهن.
افلاس و اشڪباري، حسرت ۽ نامرادي،
مون سان رهيا هميشه، همدم هي چار آهن.
هڪ دل هزار ٽڪرا، هڪ جان بلب رسيده،
اي عشق! تنهنجا مون وٽ هي يادگار آهن.
ڪنهن جو نه ڪنهن سان مطلب، مطلب سان آهه مطلب،
مطلب جي آهه دنيا، مطلب جا يار آهن.

جرم وفا تي آهن، گو مستحق سزا جا،
گندا تڏهن به بندا، تنهنجائي يار آهن.
دنيا جي ڪج رويءَ تي، گهٽ ٿي ملول "ڪاظر"،
تو جهڙا ئي هزارين، بد تر هزار آهن.

بشير موريائي

چنڊ لنڊ، سجاڳيءَ ڏار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
نيو صبح اجهو بيدار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
ڏس رات لڙي، خاموش فضا ۾ ڪين ڀڄرين لات لنئي،
ڪجھ وقت ته رهه هشيار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
باغن ۾ هيو جيت ڦولن تي، ڪجھ دير انڌيري جو ڀرو،
آت ماڪ جي ٿي وسڪار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
جنهن دور ۾ زور نه هولدو ڪو، هڪ انسان تي ٻئي انسان جو،
آن دور جي جڙ جڙ ڪار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
ڇاڻان تو اسان جي ڇوڏاري، آ محرومي ئي محرومي،
پَرَ همت! لڙڪ نه هار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
هن نظم حياتيءَ جي، سڀ ڪي هڪ ڪَهَرِي نفرت سيڪاري،
هر دل ۾ وسندو پيار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!
هر چيز ۾ ڦيرو ايندو، تو محسوس ڪجي اي "بشير" اڄڪلهه،
آت، ڦوٽي ڪجھ ڏيڪار، اي سائي، وقت جون واڳون ڇاڻ وريون!

"تنوير" عباسي

روح ريجهي ويو انهن جن سان،
اي خدا! منهنجي گهر الهن ڪي آڻ.
مون ٿي توکي هي رنگ بخشيو آهه،
اک ٻني ڏس، اي گل! تون مون کي سڃاڻ.
راهبر! توکي خوب ٿو ڄاڻان!
ماڳ تي پهچندس مان پنهنجو پاڻ.

ٻس ڪچڻ ڪان، رڳو اچڻ ٿي لڳڻ،
مون ڪي ٻي لهر جان، اي ساٿي، جاڻ!

شال هڪ پل جي لئه ليئو پائي،
عمر ڪان منتظر مان جنهن جي ڪاڻ!

پنهنجو دنيا ۾ ڪنهن جي لئه ڪان سوا،
مان هلي آيو آهيان پنهنجو پاڻ.

اي بهارا اچ پلي، تون مون ڏي هلي،
پر خزان ڪي نه پاڻ سان گڏ آڻ!

لڙڪ ائين چوهه مان پيا ڇلڪي،
جيئن سانوڻ ۾ اٿلي پئي مهراڻ.

ان گهڙيءَ تان سموري عمر نثار،
جنهن ۾ توسان ٿي منهنجي روح رهاڻ.

منهنجي لهرن سان لڏ لڳل آهي،
تون ٿي، اي ناخدا! ڪنارا ماڻ.

وار تنهنجا جيئن اماس جي رات،
تنهنجو منهن جڻڪ چنڊ جي چانڊاڻ.

صبح ٿيندي ٿي ٿيو گلن جو خون،
ڪا خبر ناهه، ٿيندو پو ڇا هاڻ؟

رات ڪاريءَ جو هي ڪفن ڦاڙي،
جاڻ ظاهر ٿيا صبح جا اهڃاڻ.

گلرخن جو ٿيو ذڪر جي "تنوير"،
ساري محفل ۾ ٿي وئي سرهاڻ.

## شيخ عبدالحليم "جوش"

وطن جي خاڪ سان ٿئي خاڪ مشتِ استخوان پنهنجي،
وطن تان ٿي وڃي قربان جانِ ناتوان پنهنجي.

بلندي عرش جي، صحرا جي وسعت، زينتِ گلشن،
مرڪب ٿا هجي تن جو ته ٿئي سنڌي زبان پنهنجي!

ترقيءَ تي هجي، ويجهي وڌي، سرسبز ٿئي هردم،
زبان سان گڏ وطن پنهنجو، وطن سان گڏ زبان پنهنجي!

الاهي! دل جي دنيا پڻ عجب پر لطف دنيا آ،
زمانو شادمان آهي، جي دل آ شادمان پنهنجي.
زمين آسمان ڪيڏي نہ آهي سخت اي همدم!
مٿا موئا هئي ناڪام سڙي آ فغان پنهنجي.
نہ ٿيندي برق سان، سيماب سان، دريا جي لهرن سان،
مثالِ زلف سان ٿيندي پريشاني بيان پنهنجي.
نہ ٿيندو ڪاهہ، جيسين پنهنجي پنهنجي ضد تي هوندا،
ڪري زاهد ٿو پنهنجي ۾ ڪري پيرِ مغان پنهنجي.
بٹايم گلستان اي "جوش"! پنهنجي دشتِ ويران کي،
ڪرشمہ ساز آ ڪيڏي نہ چشمِ خونفشان پنهنجي!

## نارائڻ "شيام"

ايڏي روشن هجر جي رات!
ڪير ڏسيندو راز جي بات؟

اڳ نہ هئي ڪا دل کي تات — هاڻ تہ هڪئي وائي وات!
نالو آهي ساڳيءَ جو پر — پارڻ پاري ٿي برسات!
ڪونل ڪاري ڪارا نيڻ — تڪتہ تڪتہ جڻ مٺڙي لات!
عشق اهڙا شطرنج بڻيو — جيت بہ جنهن ۾ آهي مات!
موت مفت ۾ ٿيو بدنام — جنهن کي ماريو ماريو حيات!
وڏندڙ اونده ڏئي ٿي ساک — ٿيندي جاڻ اجهو پرڀات!
آس جهلڪ ٿي اِئين ڏيکاري — ڪوئي پار ڪري جئن هات!
جيون منهنجو، منهنجو ساز — منهنجا گيت هي ڏينهن ۽ رات!
ڪنڊا ڪيئن نہ لڳندا "شيام" — گلاب جو گل آهہ حيات!

## حيدر بخش جتوئي

ٿي پلي اهائي قسمت، نہ پهي وصال ٿئي ها!
منهنجي لاش تنهنجي در جي اڳيان پائمال ٿئي ها!
ڪيو انتظار جانان تنهنجو وعدو آبِ حيوان:
جي نہ اعتبار ٿئي ها ڪيئن لحظہ سال ٿئي ها!

تنهنجو وار وار پردي ۾ رهي ها هر نظر کان:
نہ بغير جسم جانان جي سندم خيال ٿئي ها!
ڪو اُپاري پنهنجو جوبن، جو ٿو ڳاري منهنجو تن من:
هيءَ جواني سخت پڙ نہ الاهي شال ٿئي ها!
ڪيو ڪيڏو شور برپا آ جهان ۾ تنهنجي تصوير:
هاء هر طرف نہ مائل نگه جمال ٿئي ها!
توکي اصل ڪان هو آدم کي خراب خوار ڪرڻو:
نہ تہ هڪ ملڪ کي مالڪ نہ اها مجال ٿئي ها!
جو رٺان ها تنهنجي صنعت تي الاهي روز محشر:
نہ منکان سندم گناهن جو اگر سوال ٿئي ها!
هو خدا جو پير هرجا، وڃان ڪاٿي ها، عزيزا!
جتي پنهنجي خون سوا ڪجهہ نہ پيو حلال ٿئي ها!
ڪيو ڪفر ڳر نہ ايمان تہ ڪٿي رهيو مسلمان:
جي دوئي شمار ٿئي ها ڪٿي ذوالجلال ٿئي ها!
ٿئي ڪيئن قيد قابو نظر ۽ خيال ۾ هُوَ:
نہ خدا خدا ٿي ٿئي ها جي سندس مثال ٿئي ها!
هي مسائلِ تصوف، هي بيان تنهنجو "حيدر":
نہ رکين ها عشق ڪافر تہ زهي ڪمال ٿئي ها!

## هري دریاني "دلگير"

ڪُنڊ جا ڪوڏ ها جيڪي، سي ميخانا ڪٿي آهن!
لٽيندا ڏنگ ها جيڪي، سي ديوانا ڪٿي آهن!
هيئر پي متي ملي ٿي، پر ڪٿي سا موج مدهوشي،
آهي ساقي ڪٿي آهن، سي مستانا ڪٿي آهن؟
پيالا پُر ڪري اڄ پي پيون ٿا، پر پرين پيارا!
پيارينڊ پاڻ ٿي جيڪي، سي پيمانا ڪٿي آهن!
ڪٿي سي، رات ساري جن سان ڳالهائي نہ ٿڪبو هو،
ڪُنڊ جا جي نہ ها هرگز، سي افسانا ڪٿي آهن!
سوين ٿيون محفلون اڄ پي، مگر ڪٿ سي ڪٿي ماڻهو!
جلي ٿي شمع اڄ بہ پي، ليڪ پروانا ڪٿي آهن!

هلي العار لء ٿو سولهن جي سرڪار ڏي هرڪو،
مگر جي جان جا ڏيندا هما لذرانا، ڪٿي آهن!
آهي جايون، اهي جڳهون، اهي وڻ ٽڻ وڻانا سڀ،
مگر جن ڪان منور ها هي ڪاشانا، ڪٿي آهن!
هتي اڳ ها گلستانن جا جهڳٽا، ڏير گلڙن جا،
سنڀالي هل دل نادان! هي ويرانا ڪٿي آهن!
جواني اڄ به جهومي ٿي، مگر "دلگير" مجبوري،
آهي سهنا ڪٿي ۽ سي صنم خانا ڪٿي آهن!

## مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولى"

مٺي منٺار جي خاطر، غمن دردن ڪي چٽرو پيو،
وڃائي خواهشون دل جون، حياتيءَ ۾ ٿي مرٽو پيو.
مون ڻالو پنهنجو جان بازن جي دفتر ۾ لکايو آهي،
قدم اڳتي ڪٿي پارو، وري پٺتي نه ورٽو پيو.
ڪرڻ حاصل رضاي يار معمولي نه ڳالهه آهي،
ڏسڻ؟ منصور ڪي هڪدم، ڪري سر ڏار ڏرٽو پيو.
مٺي محبوب جي مرضي، رکڻ جي واسطي هردم،
ڏکن جي ڏونگرن کي ڏيل ڏهڪائڻ سان ڏرٽو پيو.
وڏي تڪليف ڪاٽڻ بعد، وسبو يار جي در تي،
سڄڻ سورن جي واديءَ مان اکيون پٽوني گذرٽو پيو.
ديار يار هڻن پاسي، ۽ وچ ۾ عشق جو درياءُ،
وکي هٺو سيل سهٽيءَ جو، تيڪو سو تار ترٽو پيو.
ڇيو محبوب سر ڏيندين نه ٿيندين "طالب المولى"،
ڳجهيءَ ۾ پالڻ هاني، شرط هي منظور ڪرٽو پيو.

## حافظ محمد احسن دادو

ڪونه جڳ ۾ ٿو ڏسان تنهنجو ڪو ثاني، جاني! تنهنجي شوڪت ۽ شها آهي شهالي، جاني!
گفتگو تنهنجي مٺي شهد ۽ شڪر کان وڌيڪ، مون سان ڪر گفتگو شيرين زباني، جاني!

دل ڏلير توکي، سا تو وٽ رهي، مون وٽ ناهي،
تنهنجي رخ ۾ ڪمان، تير و تبر، تلوارون،
تير مژگان جو پلي منهنجي رهي سيني ۾،
ڪنهن سان احوال ڪيان آتشِ فرقت جو مٺا!
عمر منهنجي ٻه ڏني توکي خدا زيبِ زمان،
طالبِ ديد رهن تنهنجي سدا تنهنجي در تي،
موت منهنجي ڪان اگهي مون کي ڀسائڻ جلوو،

درد تنهنجو ٿيو پهلوءَ ۾ مڪاني، جاني!
جن چڙهيو مُلڪ دلين جي تي ڪماني، جاني!
ڪا ته مون وٽ ٻه رهي تنهنجي نشاني، جاني!
ساندي پان سيني ۾ ٿو سوز نهاني، جاني!
تون ته ماڻين سدا جوڀن ۽ جواني، جاني!
روز شب ورد انهن جو ٿيو "جاني جاني"!
تنهنجو احسان نه ڏيندو اهو فاني، جاني!

عشق تنهنجي ۾ لهن هاڻ ٿا "احسن" اشعار،
طبع منهنجي ٿي وني آهه رواني، جاني!

## عبدالله "خواب"

جن پاڻ وڃايو آ، سي تنهنجا تمنائي،
جن ڳولي لڌو توکي، سي تنهنجا شيدائي.

مون جڏهن ڏٺو توکي، ٿيو هوش و خرد سب گم،
تو جڏهن ڏٺو مون کي، جهٽ هوش ۾ جان آئي.

تارا ٿا ڏسن مون کي، تارن کي ڏسان ٿو مان،
محسوس پئي ڪي ٿي، شايد شبِ تنهائي.

پيرن جا نشان ڏسندي، منزل نه سجاتي مون،
گم هوس خيالن ۾، منزل هي جڏهن آئي.

طوفانِ حوادث جا، خاموش چڙهيا بادل،
اي همسفرو، منزل آئي ڪِ اجها آئي!

جي فضل ڪندو پاڻان، هن دور جي حالت تي،
ان شانِ ڪريميءَ ۾ ايندي نه ڪمي ڪائي!

آفاق ۾ ظاهر ٿيو سجدي جو نشان منهنجو،
جنهن داغ ڪيا چنڊ ۾، سا منهنجي جبين سائي.

دنياءِ محبت مان ٿيو "خواب" کي هي حاصل،
آغاز ۾ رسوائي، انجام ٿيو سودائي.

لڳائي لينهن جو نعرو، لسنگ ٿالڳا لڄي ڪي،
ڏکئي سڙ پرت جي پر پير پائيندا آڄي ڪي.

نه سوکو عشق آهي، تون نه ڪر سڌ بوالهوس ناحق،
هتي مرندا وري جيئندا پتنگ وانگر ٻچي ڪي.

ڪسوٽي قرب جي اهڙي سڃي محبوب وٽ آهي،
ڪربل ڪوٺا ٻچي ويا سڙ، ٿيا رينا رڄي ڪي.

هزارين هٿ هلاچا هن جهان جي عشق ۾ آهن،
ٻري هن بحر مان لڪتا بهادر ٻر بڄي ڪي.

نه ڳالهين سان ڪٿي آهي ڪڏهين ڪنهن قرب جي بازي،
محبت جي اي يارو، ڏور ڏوريندا ڪڄي ڪي.

لباسِ زهد سان سجاده تي ويٺل گهڻا ڏٺا،
خبر سهڻي سندي، صادق سڻائيندا سڄي ڪي.

دڄي آخر ٻڄي ويا ڪي، ڪينهين جو ويو نشان ڪر ٿي،
"اسد" منزل تي پهتا مرد تي مانجهي سڄي ڪي.



# قصيدو

"انيس" ميمڻ

## آه وطن!

دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!
ٿيا خار سندءِ گلزار مثل، هر وار وطن! اي سنڌ وطن!

هي بخت اٿم، ٿيو تو ۾ جنم، سڀ شهر ڏٺم، سڀڙ ملڪ عجم،
بس تنهنجو قسم، مٺ ڪين لڳم، هندو نہ ڪو دم، ڪشمير ارم،
سک تو ۾ مليم، ناهيم ڪو غم، تو تان سارو جسم، هڏ ماهہ ۽ چم،
قربان سندم، ڪريان تہ ختم، هڙ مال رقم، ارواح اٿم،
همراهہ ٿئين، بيواهہ سندو، آڌار وطن! اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

ڪان روز ازل، فردوس مثل، تنهنجي ريت رسل، ٿي سرمون ڪجل،
تو ۾ جام جبل، تنهنجو صاف ٿيو جل، ۽ شاهہ سچل، جهڙا نيڪ عمل،
تو ۾ علم عقل، پرديس ۾ پل، ترسان نہ اصل، پل هون محل،
ڦڪوان ڦڪل، ڪنهنکي نہ ڪا ڪل، منجهہ جان جنجل، تومن ڏي اچل،
تون جود ڪرم جو آهين سدا ڀنڊار وطن! اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

تون دارِ امن، تو ۾ جاءِ وٺن، جي ڏُتوي اچن، ڪان ظلمِ زمن،
ٿيو واس وٺن جو مشڪ ختن، سان درِ عدن، ڪچ ڪوڏيون لڳن،
ڪنوٺيون ٿيون ڪينون، گوڙيون ٿيون ڳجن، بادل ٿا ڀڄن ۽ مينهن وسن،
مارو ۾ مٽن ٿا پلر پين، شربت نہ چکن، لک شيشا هجن،
سيڪين ستگر، ڪائين پتر، سنگهار، وطن، اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

جي ٻـک ۾ ڳري، مسڪين مري، ٻيو تو ۾ ڍري، دولت جي دري!
اُٺ تنهن کي سري، ناٿي جي پري، ڪٿي خوب ڪري، نـي ڳوٺ وري،
ٿي ذات هيري، چڪي ٿي چري، تنهن کي ڪين سري، ٿي ڳالهه ڳري،
ترسي جي ذري پوندو ته ڏري، چڙي نار نري، هو موٽي وري،
ٻنار اچي ٿا تـو ۾ ٿين زردار، وطن! اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

چـا شام سحر، تنهنجو ٻلڪ ٻهر، ٿيو نـور نظر، اي جـان جگر،
تون صاف اندر جو آهين ٻـهر، ڪيني جـو نڪر، تون دل تي لـ ڏر،
ڪٿندين نـ ڪسر، تون فڪر نـ ڪر، هي منهنجا اڪر تون ڏيان تي ڌر،
جن تو تي قهر، ڪيا زور زبر، تن جو ڪو حشر، ٿيندو نـ مگر،
وٺ صبر کان ڪم، ڪر ڪين ڪو غم، هشيار وطن! اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

ٿا رت* رُئن جي ڌار رهـن، سک ڪين سهن، ٿـا ٻـور ٻـون،
جنات عدن ۾ جـاءِ جين، خـوش ڪين هجن جڻ قـيـد ڪـَنِين،
سي غرق غـمـن ۾ ڪين ڪـچـن، ڪائن نـ ٻين ٿـا سور سهن،
من ٻلتي ورن، شل توکي ڏسن، تـان نيڻ ٺرن، هيءَ آس اٿن،
لاچار وجي ٻـرديس ۾ ٿيا بيمار، وطن! اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

تون قوت ڏئين، ۽ انگ ڍڪئين، ڪوئي نـ ڇڏئين هي آه يقين،
غمخوار حزين جو ڪين ڪرين ٻس و ٻيش ٻرين، ٿو جيسين جئين،
دشمن نـ سوين، يا هـُون لـڪين، تون ڪين هڻين، آفت کان بچين.
شل شاد رهـيـن، آزاد هجين، آبـاد ٿـيـن، ڪا گـوءِ کٽين.
سرسبز رکي، توکي ٿائين ابد، ذاتار، وطن! اي سنڌ وطن!
دلدار وطن، منٺار وطن، غمخوار وطن! اي سنڌ وطن!

ٿي تو کان جدا، ٿيو فاني فنا، چانٺيي نـ ڳهنا ڪـرُ ان جي اڳيان،
ڪي ڪهڙي خطا، يا رب جي رضا، جو لوڙي جفا، توکي ساري سدا.
بس تو کان سوا، ان جـو نـ بچا، هو اچ ڪ سبا هت ايندو هتان،
لاهيندو مـيـارون ونـدو سـعـانـي آهـو نـيـاهـو آه اچـا.
واليءَ کان "انيسا"! هوڙو ڳهري، "مون کي وار وطن!" اي سنڌ وطن!
دلدار وطن! منٺار وطن، غمخوار وطن، اي سنڌ وطن!

# رباعيون

## گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"

جڏن ڇانوَ ۾ ٻهراڙيءَ جو وڻن ڏانهن وري،
طوفان ۾ هر تار جهڪي، سجدو پري؛
ٻڪران کي ٽٽن سخت مصيبت جيئن سهي،
مجبور ٿي ڏس! ياد تو انسانُ ڪري.

خاموش هوائن ۾ به مستي تنهنجي،
ويران مڪانن ۾ به بستي تنهنجي؛
ها جاءِ ڀلا آهه ڪٿي؟ او سائين!
موجود ٿي جنهن جاءِ نه هستي تنهنجي.

گلن سان پريتي جهولي گلستانن جا،
ايڪانت سان آغوش بيابانن جا؛
منسار نه، هر وشق جو داتا هوندي،
افسوس! پريتي پيٽ نه انسانن جا!

بيخود ٿي صنم کي سون گرائي ڀاتي،
هن منهنجي مٽي سان لڳائي ڇاتي؛
ڀاڀوهه سان جڏن حال ٻڌايُن مون کان،
هردي ۾ حقيقت اڪي ڀاتي جهاتي.

ڀانئي ٿو سکيس تو کي تونگر بڻجي،
ڪو پيرُ يا پنڊت يا گداگر بڻجي؛
ڪعبي کي ڇڏي ڏيئي، لڌي ڪاشيءَ مان،
تو سان ته مليس نيٺ، مان ڪافر بڻجي!

ميٺيءَ سان ڪلونا تون ٻڌائين ويٺو.
اڄ ناهي ميان تن ڪي ميڙائين ويٺو؛
تڄ خاڪ سان انسان ڪيل ڪري ڀارانا،
ڪنن ٻاڻ کي قادر تون سڌائين ويٺو!

جڳ ڪا ٻه انمول چيز اکين جي آڏو،
تنهن ۾ ته ڏسان عيب نه ڪو هڪڙو به پيو؛
دلبر ۾ مگر نقص نه ڪو آيو نظر،
چاڪاڻ ته هو آهه وڃڻ کان ويجهو.

هر عيش جو سامان مليو، گهرُ نه مليو،
ٻاڙو ته لڌم، هاءِ! آهو دَرُ نه مليو؛
اي خالق! ٻڪڙيءَ ڪي ٻڌائڻ وارا!
تو دل ته ڏني، پر ڪوئي دلبر نه مليو.

مشڪل ۾ نہ مون آہ ڀري ڏانهہ ڪئي،
ڪلهہ خواهہ سڀان جي نہ ڪا پرواهہ ڪئي؛
جا روڪ مُنهنجي راهہ ۾ آئي آڏو،
ٺوڪر سان هٽائي مون سنئين راهہ ڪئي.

ساگر کان ڪڏهن دور ڪنارو رهندو؟
نظرن کان ڀري ڪين نظارو رهندو؛
اوڀرڪي جڏهن دوست! ڪندو سج روشن،
اولهہ ۾ ڇا ان وقت انڌارو رهندو؟

هڪ تون هجين، ٻيو مان هجان، برسات هجي،
۽ پهرين ملاقات سندي رات هجي؛
سا رات وري اهڙي هجي جنهن جي شل،
اي جان! ڪڏهن ٿيئي نہ پرڀات هجي.

جنهن دل ۾ نہ احساس، اها دل نہ ڪهي،
لهرن کي ڏڪاري، اهو ساحل نہ ڪهي؛
حاصل ٿئي جنهن تي، نہ مسافر کي مراد،
اي سائين! اسان کي اها منزل نہ ڪهي.

تو سانڍ ۾ ٿي ڏينهن گذاري نہ سگهيس،
وڇڙيس، تہ وري لڙڪ ۾ هاري نہ سگهيس؛
سؤ ڀار ڪيم توکي وسارڻ جا جتن،
پر هاءِ ڙي تقدير! وساري نہ سگهيس.

هيءَ ساز پراڻو بہ وڄايون ڪيسين؟
آواز نئين کان بہ لڪايون ڪيسين؟
جيون کي ڇڏي، موت جا نغما ڳائي،
اي دوست! جنازن کي سجايون ڪيسين؟

ڪُنهرجُن جي ڏهاڙي ٿيي لڳي ٻيڙ نٿين،
۽ دل ۾ آئي درد لشون، ٻيڙ نٿين؛
قدرت کان مليل ڪوني مقدر کي ڇڏي،
اڄ دوست! ٻشايون اسين تقدير نٿين!

# قطعا

## شيخ "اياز"

منهنجي هستي، منهنجي مستيءَ سان ملي، ڪنهن الستي حسن جي ھٿان ھٽيي،
دور ڀهتي، آسمانن تي چڙي، راتڙين ۾ چنڊ تارن جي رٽيي؛
۽ پونر جي ساس، گل جي واس ۾، جڻ پرھہ جي ھير جئن آئيي وئيي،
ھائي لٿا لڙڪ سان ڏسندي رهي، مرڪ منڙي زندگانيءَ کي ڏئيي؛
ڪا ھوس ناھي، شاعر هان "اياز"، منهنجي من ڪي آھ دولت اڻ-مٽيي!

---

ڏات منهنجي لاٽ سان چمڪيي ھٽيي، رات ڪيئي چنڊ چوليءَ ۾ ھٽيا.
ماڪ، مڪڙيون، مند-پربون اکڙيون-سوڻين! رنگ، رس ۽ روپ جهوليءَ ۾ هيا،
شعر لکندي وقت ڇا ڇا هو "اياز" ڪيترا اسرار پوليءَ ۾ ھٽيا!

---

لنهن تنهنجو ڏينهن وانگر ٿيو ٽڪيي، ڪيستائين سان لڪايان او پرين!
راز تنهنجو ساز ۾ پيو ٿو لڇيي، ڪيستائين سان نہ ڳايان او پرين!

---

ساز تي ئي ناز آ مون کي مٺا، جنهن بنا هر چيز ئي بيڪار آھ؛
جيت منهنجي گيت آهن، جن بنا، منهنجي ساري زندگاني هار آھ.

---

ڪنهن چيو ٿي آءٌ تنهنجو عڪس هان، هي ڳجهارت تون ٿي سمجهائينم ها؛
عڪس سان ايڏي عداوت ڇا سبب! رنج، غم ايڏا پلا ڇو ڏينم ها؟

---

مان مرڻ، تون منهنجي مرڻي اي ميٺي!
ٽڪيي ٽنڪيي زندگيءَ جي رڃ ۾،
تڙڦيي تسڙيي آرزوءَ جي آڳ ۾،
تنهنجي صورت، ريت ۾ رلندي ڏٺي-
تنهنجن اکڙين ۾ هيو آبِ حيات،
منهنجي پياسي روح جي ھرين نجات!

# آزاد نظم

بشير موريائي

## نئون سال

هر نئون سال ڪٿي سوچ جو سامان ته آهي،
ياد ڏياري ٿو اچي-
سال جي گذري ويا، گذري ويا!
هر نئون سال لڳائي ٿو اچي گهاءُ نئون،
لوڻ ٻرڪي ٿو مٿان زخمن جي
زخم جيڪي ٿيا ناسور وطن منجهه رهي؛
هاڻ سر هاڻ ڪي سڪندا ٿا رهون پنهنجي چمن ۾ رهي!
سوچ-ڌارا ٿي ٻڏي وقت جي ساگر ۾ وڃي
-وقت جو گذريو نه سنئون:
هتڙي ڇا ڇا نه آ بدليو سائي!
اول اول ته حڪومت بدلي؛
وقت شاهد آ ته هر وقت سياست بدلي؛
هڪ ٽڪل سُرڪ جا ماڻهن ڪي ملي صدين بعد،
هوريان هوريان سا مرڪ به ڪسجي ٿي وئي؛
سڏ ڪٿي، سنڌ ڪاڻي صدين بعد
-جيئن اونده ۾ ستارو ٽمڪي،
۽ وري گهور انڌاري ۾ لڪي-
سوچجي ٿو ته اها مرڪ، اها ڪل ڇا ٿي؟
ساڳيا سور ۽ ساڳي سسئي!
- هر نئون سال ڪٿي سوچ جو سامان ته آهي!

## مان اڪيلو ناهيان

مان اڄ سوڍو رهيو آهيان سڄاڳ،
چنڊ جي چانڊاڻ ۾،
رات ڇيڙيو آهي هلڪو مٺڙو راڳ،
ساري جڳ تي،
ننڊ جو گهرو نشو ڇانيل آ:
۾،
آءٌ آڏيءَ جو ٿو ويٺو سوچيان،
"ڇا اڪيلو ٿي اڪيلو،
"آءٌ پنهنجا سور سيني منجهه سانڍي،
"زندگانيءَ جي ڪٺن رستن تان ٿو هلندو رهان؟
"ڇا اڪيلو ٿي اڪيلو!
"سوچ جي ساگر ۾ لهرن ساڻ لڙهندو ٿو وڃان؟"
سوچيان ٿو "منهنجي دنيا آهه ڇا؟
"روپ ٻي آ، رنگ ٻي؟
"يا بسنت آ؟
"يا بهار؟
"باغ ۾ ڪنهن بند مکڙيءَ جو حجاب؟
"يا آ پوري چنڊ جي بي داغ چانڊوڪي؟

"يا ڪنهنجي زلف جي سايي ۾ خوشبودار آ
ڪاني ڪوڙي؟
"يا ڦل گل جي ڳلي ۾ شبنمي قطرن جو هڪڙو
آهي هار؟
"يا محبت؟
"يا شباب؟"

ساٿيو!
مان، جو هڪڙو راهي آهيان سوچ جي نگريءَ
جو، منهنجا دوستو!
مان ڪان سوچيان ٿو،
منهنجي اهڙي قسر جي هر ڪاپنا
محدود آهي،
ڇا، رڳو مان ئي دکي آهيان هتي،
پيو ڪوبہ ناهي؟
ڇا، رڳو منهنجي جهان تي موت جو سناٽو آهي؟
خوبصورت زندگي
هڪڙي ونڊيا وانگي محلن جي حسين آغوش ۾
جهومي ٿي پئي؟
ڇا رڳو مان ئي ڏڌيل آهيان ڏکن جو؟
ساٿيو!
سوچ جي هر هڪڙي ۾ بي خبر لڙهندو وڃان ـ
ڇا اڪيلو ئي اڪيلو،
بي خبر ۽ بي سهارو، سور ٿو سهندو وڃان؟

ڪر پئي، سنسار آ سورن جو گهر،
اي ساٿيو!
رات اڃا باقي آ، ٿيو ناهي سحر،
اي دوستو!
آ اڃا تائين خزان جي قيد ۾ رنگين بهار،
اڄ بہ چمن ويران آ،
اڄ بہ،
اڃا تائين بہ هٿ،
ذلت سندو سامان آ؛
مفلس جو ڪوڙو مان آ؟ ـ
رات چانڊوڪي سهي، ۾ رات آ،
اي ساٿيو!
ـ سوچيان ٿو مان.
"مون کي ـ
"هڪڙي رات جاڳڻ کي ـ آ ڪنهنجو انتظار؟
"جنهن جو اوسيڙو اٿو، پريات آ"ـ
پر،
دوستو!
سوچيان ٿو مان،
"ڇا اڪيلو ئي اڪيلو،
"صبح جي سڪ ۾ پيو سڙندو وڃان؟
"ڇا اڪيلو ئي اڪيلو،
"رات جي راڳن سان ٿو اوڙندو وڃان؟"
منهنجا ساٿي بيشمار،
مون سان شامل ـ
رات جا راهي،
مگر پريات جا پريمي،
هزار.
مون سان، هن اونداهہ جي
۽ سانت جي ساگر ۾،
اهڙا ناڪتا، اهڙا مسافر ٿا هلن،
جي نہ ڪنهن طوفان ۾ ڪڏهين ڊڄن،
جي حسين اوشا جي ڳولا ۾ سدا هلندا رهن،
۽ ...... مان اڪيلو ناهيان.

شيخ "راز"

## ميڪدهء حيات

درد ۾ ولچ سان لبريز زمانو سارو،
وقت آيو ته اجهو ڇانڪي پيو؛
هرطرف شورِ عنادل آهي،
جڏهن گلشن ۾ لڳي آهي باهه؛
جڏهن محفل ۾ پري ٿو ڪو چراغِ سحري؛
خشڪ محفل ٿي وئي، بند ٿيو چنگ ورباب؛
ٿي وئي ختم جواني منهنجي
– يعني ڪا رات سهاني منهنجي،
هڪ پلڪ لاءِ اچي پوري ٿي!

اهڙو ڪو سرد هوا جو جهلڪو،
جنهن ڪيو جسم جي هر تار کي بيڪار ضعيف،
جنهن پڌايو دلِ بلبل جي علالت جو راز،
موٽي سرو سمن جو احوال،
جنهن ڪئي محفلِ گلشن جي خبر،
جنهن ڪئي گرميءِ رخسار جي ڳالهه،
جنهن ڪئي بزمِ طرب باز جي ڳالهه،
جنهن ڪئي عشق جي رفتار جي ڳالهه،
جنهن ڪئي حسنِ فسون ساز جي ڳالهه،
جنهن ڪئي عظمتِ گلچين جي خبر،
جنهن ڏنو ساقيءِ گلفام جو حال:
ٿي ويو دوست، هي خاموش جهان؛
هر طرف موت جو سايو ڇانيو؛
هيڪسي مرده دلي ڇانئي آه؛
زندگي موت جي آغوش ۾ آه؛
ساري عالم تي حڪمران آ سڪوت؛
آسمان تي جمود؛
– گلشنِ زيست جو لڙهي ويو شباب!
ڪشتيءِ عيش و طرب گردشِ گرداب ۾ آهه؛
ڪيئن پڄي ڪوني پلا – دور هو ساحل آهي؛
– حسرتِ بوءِ چمن جو دلِ بيتاب ۾ آ!
– ۽ وري طاقتِ پرواز نه آهي جنهن ۾؟
تو پڌي دوست ڪهاڻي منهنجي،
اٿ، اڃا هل ته هلون ٿي ويو وقتِ سحر،
– گرچه هي منهنجو بدن آهي نحيف!

## طوفان عظيم

تون موں سان پنهنجي مقدر جي گلا ڇو ٿي ڪرين؛
جڏهن موں کي تون پنهنجي راه تان اڇلڻ ٿي پري!
اي منهنجي جان! زماني ۾ رهڻ جو دستور،
جيڪي تو سمجهيو آهي، منهنجي آڏو آهي خام؛
– يعني هي وقت جو طوفانِ عظيم،
ڪيترو وقت ڪوماڻيندو چمن کي، گل کي؟
ڪيترو وقت زماني جي مٿان هوندو جنون؟
ڪيترو وقت فقيرن جي مٿان هوندو غنيم؟
ڪيترو وقت هي خاموش جهان؟
ڪيترو وقت هيءَ انسان جي زبان،
– يعني بند هوندي چپن جي وچ ۾؟

بوءِ گل پيرهنِ گل ۾ رهي ٿي مستور،
جسم ۾ روح جي تابنده رهي ٿي تنوير؛
دل جي آئيني ۾ انسان جي صورت آهي؛
– يعني انسان جي عظمت توقير!
آسمان تان وري ايندي نويد،
ٿي ويندي ساري زماني جي مٿان عيد سعيد،
اي منهنجي جان، اهو وقت پري، ناهي پري؛
تون پلا ڇو ٿي ڊڄين!
اي منهنجي جان، پلا ڇو ٿي ڊڄين؟

موت هڪ وقت تہ اچڻو آهي؛
اڄ نہ آيو تہ سڀان اچڻو آ؛
زندگي خواب آهي، آهہ خيال،
عيش راحت نہ ڪڏهن ساڻ رهي؛
- ويا هتان دارا، سڪندر، خسرو،-
زندگي ڪجهہ بہ ناهي، بي معنيٰ:
ڇڏ تہ ڪجهہ اڳتي وڌان،
- ۽ وڌي، خونِ جگر سان پنهنجي،
پنهنجي تقدير جو هڪ باب لکان!

"مصطفيٰ" جتوئي

## ... اي همدم!

ڇو تنهنجو آهي ڪهڙو خيال اي همدم؟
پنهنجي محبوب وطن کي اسين برباد ڪريون؟
- جتي معصوم نگاهن جا ڦيرن جام هجوم،
جتي اُميد، محبت جا ٽا ٻهڪن چهرا،
آدميت جا اِشارا جتان هر پل پسجن،
اُن کي خودغرض مفادن لئي ڇو قربان ڪريون؟

اي صنم منهنجو انهي ڳالهہ ۾ تون ساٿ نہ ڇڏ،
مان صلح ۽ امن جو شيدائي ۽ خواهان آهيان،
مون کي انصاف جو دستور آهي هت شان بلند،
مون کي هر ذري ۾ آ رنگ گلابي پرتو،
سبز و شاداب ڏسڻ چاهيان ٿو مان پنهنجو وطن،
۽ مٽائڻ ٿو گهران جنهن کي ڇون رنج و محن-

اڄ اي محبوب، محبت جو جهان اڄ جوڙيون،
عشق، آرام ۽ جنت جو نظارو جوڙيون-

ها، جتي ظلم جي ٻڙ ڪنهن کي ڪٿان ٻي نہ اچي،
جتي انسان نہ انسان کان بيزار هجي،
فڪر ۽ علم و ادب، فن جتي آزاد هجن،
جتي زنجير قلم تي ۽ زبان تي نہ هجي،
جتي عصمت سندي عظمت رهي قائم دائم-

ڇو اي محبوب، بدلبو نہ هي ماحول خراب؟
جنهن ۾ انسان کي انسان ٿو پيڙي بيجا،
جنهن ۾ انصاف جي مٽي ٿي ٿئي هر وقت پليد
بي گناهن تي جتي ظلم و ستم آهي روا،
۽ جتي جرم ۽ غداري آهي حبِ وطن!

آ هلي هاڻ، محبت جو نئون شهر بڌون،
جت نہ بيڪار هجي ڪوئي، نہ آزار هجي،
تنهنجي چهري تي جا پيلاڻ رهي ٿي هردم،
وڃي تبديل ٿي لالاڻ ۽ گلگونيءَ ۾،
تون سدا خوش رهين، مان تو سان رهان خوش گڏجي
ڪيڏي شاداب آها دنيا اسان جي هوندي!

اي صنم اڄ تہ نئون رنگ، زماني ۾ ڀريون،
امن و انصاف جي عزت پنهنجو ايمان ڪريون،
حبِ انسان کي ايمان سندي جان ڪريون،
امن و الفت جي لئين بستيءَ جو اعلان ڪريون،
جت محبت جا ملن جام سڀن کي ڀرپور،
جت نہ غمگين هجي ڪوئي، نہ غم جو سامان،
سڀڪو محنت جي مزي سان سدا شاد هجي،
جنهن ۾ انسان سان انسان جي محبت ڀرپور:
آ هلي ڪو تہ محبت جو جهان اڄ جوڙيون،
عشق آرام ۽ جنت جو نظارو جوڙيون!

# ادب لطيف

جهامنداس ڀاٽيا

## شام ۽ صبح

( ١ )

شام جي ديويءَ سدا صبح جي سواگت ڪرڻ لئي رات ساري اوجاڳو ڪندي گذاري، مگر صبح سندس منهن چوهڻ جي چاهه ڪي راهه ڏئي ئي ڪونه!

ڪامل ڪلاڪار اهڙو ته ڪاريگر آهي، جو ويچو پنهي جو ظاهر نه ڪندي، پنهي کي بي سرت اهڙو ته رکندو ٿيو اچي، جو ديوي پنهنجي ديوتا جو ديدار ڪري سگهي ئي ڪين!

آيان ڪان اها ليڪ- چيپ جي راند هلندي آئي آهي: وهڪ مائي اهائي ۽ هندي آئي آهي!

عورت سڪ جو اننت چشمو آهي. ڪيس لاثاني دل آهي. انهيءَ دل ۾ درد آهي. اهو سوز سندس سنسار کي سپنن سان سرسبز ڪندو ٿو رهي. عرصو هوءَ انهن جي سرهاڻ ۾ مست ٿي رهي. اميد جو ڪو اڪٽ توشا خانو اٿس. آخر دم تائين اوسيڙو اٿس. پلڪ پلڪ ۽ فلڪ جي ڦيري ۾ هوءَ آسرا اسراري رکيو ٿي وهي. اکيون آبدار سندس دل جي ويرانيءَ کي آباد ڪرڻ جي ڪنديون ٿيون رهن.

اميد اٿس ته مٺن پويون پساهه پرين پمائي. موت ڪان ڪو ڪنڊ لئي ڪائي. سر مهسائي صبح ۾ سمائجڻ لاءِ سهي سنيري ٿي وهي: مٺن سهاڳڻ جو سهج آخر دم ۾ پائي!

سويرو ٿئي ٿي مٺن، ته شام خبر نه آهي ڪنهن جي شام ولي ٿي بيهي وري ۾ اوسيڙي اون ۾!

اها آتڪ آمر ڪهاڻي جڳان جڳ هلندي اچي ۽ هلندي رهندي. خبر نه آهي ڪهڙيءَ منزل تائين؟

ڪيئن ۽ ڪهڙي نمو: انجام ٿيندو هن راند جو: مگر هوءَ ته گونگا گوڙها

ڳائيندي، رڃ ۾ گهمندي سهاڳ جي لاءِ، رات ساري ستارن جي سنگ ۾، راهه نهاريندي
ٿي رهي!

ڪلا آهي هيءَ جا ڪامل وڪي آهي قائم ۽ دائم روح جي ريلي ۽ دل جي ڪشش ۾

( ٢ )

"سويرو" سوجهري هوندي به اونداهو ڪان آجو ڪينهي. بيپرواهه هوندي به صبح شام لاءِ تڙپي رهيو آهي. ڪيس هڻ ڪنهن جوڙي واريءَ وليءَ جو ڪسڻ آهي. سندس ساهون ٿيڻ جو سٽ نه ساري، هو اندازيءَ جي اوٽ وٺي، سندس سيج چڙهي، سندرتا سندس جون سرڪيون پريندو ٿو رهي. مگر هڻ جي پاسي آئلاٽڻ سان ڪالش چيرڪ لڪيو وڃي، ۽ پوءِ هو تڪڙيون وڪون وجهندو، پهچ اُن جي ڪان گهڻو پري نڪري، دور ديس ۾ آپري اولهائيءَ ۾ ڪم ٿيو وڃي.

سندس نظر نورانيءَ ۾ لمڪ به اهڙو عجيب آهي، جو جان ڪٿي هو اکيون اولهه طرف ڪري، رمٽيءَ جو روپ پسڻ جي ڪري، ته اکيون ڪانٽيءَ جون جهڪيون پنجو وڃن، ۽ هو پاڻ ۾ جلندو سڙندو سفر سارو ڪٿي ڪنهن ڪنيا ۾ آرامي ٿئي، يا وري وڪون وجهي پٺي پار. سمو گذرندو پئي رهيو آهي. جڳل جوڙي جو ميل الاجي ٿيندو ڪڏهين؟ سندن سهاڳ جو پيڙو آد ڪان پڏو پيو آهي. السٽي جو ڳيءَ ڪين آسيس اها ڪئي ٿي ڏسجي ته جڳان جڳ جلندا رهن ۽ لهن ڪڏهين ڪين هڪ پئي ڪي!

شام، سوير جي سهاليءَ منونهن لاءِ سڪي رهي آهي؛ سندس سندرتا جي سُرڪيءَ لاءِ تڙپي رهي آهي؛ سندس جهلڪ جمالي پسڻ لاءِ ڪالڪ آڏائي رهي آهي: مگر اجهاڳ جهاڳڻ جي جرئت ڪيس ٿئي ٿي ڪين ٿي.

اميد ايمان آهي. هوءَ اُن جو پاڻ پڪڙي هلندي ٿي هلي. صبح جي اچڻ جا اهڃاڻ آڻن مَس، ته هوءَ هٽڻ ۽ هستي سموري وڃائي وهڪ ۾ ويندي رهي.
ڪلاڪار هيءَ ڪلا آهي، يا صلاح تنهنجي صبح جي!

( ٣ )

بي سُر ۽ بي تار ٿي صبح ۽ شام پنهنجا ساز وڃائن ته ڇا سنسار ۾ سيج جو سفر سلامتيءَ سان پورو نه ٿيندو؟

حسين، جي پنهنجي حسن جي موت نه پسي، بي حسن ٿي، هرهڪ حسن واريءَ چيز کي ڏنگيندو، ته ڇا سندس آگ اندر جي شانت ٿيندي! ڏسي خاڪ ۾ حسن کي ليٽوندو هن جي دل کي درد نه ٿيندو؟
اهو راڳ آهي!

طوفان پنهنجيءَ تيزيءَ ۽ توانائيءَ ۾ جڏهين جهولا جهرا وڻن ۽ ڀاڙون اکيڙي ٿو ڇڏي، ڇا تڏهين هو راڳ انوراڳ جو لئو ڳائي؟

سيارو جڏهين گلن ڦلن بوستان جا سڳنڌ، پنهنجي سوپ جو سڪو سيج جي حضوريءَ ۾ هر چيز تي ٿو ڇماني. تڏهين اهو جنگ جو ترانو نه آهي ته ڇا آهي؟

اولڌ هه انڌ ڪار جڏهين مسافر جو ماڳ وڃائي، بيگاهه ۽ بي راهه ڪيس ٿو بنائي. ڇا تڏهين اهو امنگ ۽ ترنگ جو اينگ (آلاپ) نه آهي ته ڇا آهي؟

سڀ سمي ته سُرُ هيڪ هلي ڪين ٿوا ٻين هڪويءَ مان ڪوڪ ڪيترين ئي ٿيون لڪرن!

ڪڏهين جيوت پنهنجي جيت جو سرگرم ٿي ڀڏائي، ته ڪڏهين موت پنهنجي هار جو هلڻ هنگام ٿو بنائي.

صبح ۽ شام، ڪلاڪار جي قلم جا جيوت ۽ موت جيان ٻه نقطا آهن. وٿيس ته وڻراهه ۾ جيوت کي جوهردار بنائي، سرضي ڀوبسي ته جنگ جي ميدان تي مُردن جو ڍير لڳائي؛ وس کي لتڇائي سُر-بي سُر، راڳ هلندو هلي ٿو: مگر ڪامل ڪڏهين ڀل اجل ۽ آتل ۾ ڪري ٿي ڪين. انسان جي ماپ ٿي اپوري، ۽ ڇاپ اڌوري ٿي ٿئي.

شام جي ڦيرو نه ڦيري ۽ صبح کي نه گهيري، ته وس ۾ وهوالڌ ٿئي ڪئن؛ ملڪ ۾ ڪترُ ۽ دترُ هلي ڪئن؟ فصل، ڀوڪون، گلن ڦلن اسرن ۽ اپرن ڪئن؟

ويراني ۽ وستي، حيراني ۽ مستي هيڪ ٻئي ڀويان هيج مان هانديون ٿيون هلن - اهي ٻه صبح شام جو چڪرو ڦيرينديون ٿيون رهن.

ڪلا آهي هيءَ سموري عجيبن جي اسرار جي!

اهڙو انجن ڪٿي اوت، اي موت، جو سياهيءَ ۾ ٻه گواهي تنهنجي ڀڙهان، ۽ سوجهري ۾ ٻه سولهن تنهنجي پسان!

صبح شام جا رنگ ۽ ڍلگ ڀسي، رتي رهان رلگ ڀي رلگ ۾ - حدون اکري بيحد جي ميدان ۾ ٻهي، مائيان موج ۽ اوج الستي!

گوبند ڀاٽيا

# ورق ڪان پوءِ ......

[ ناچيز جي مضمونن جو مجموعو ”ورق“ نالي سان ۱۹۴۰ ۾ شايع ٿيو هو. ساڳئي سال ۾، ساڳيءَ لهر ۽ نوع ۾، ڪجهه وڌيڪ مضمون هن ناقص قلم ڪان لکجي ويا هئا. اُنهن مان هڪ ٻه، شايد ڪن مخزنن ۾ ڇپيا به هئا. اهي ڀرت ڪنهن معياري مخزن ۾ پڌرا ٿين، ان خيال سان ٻهريون مضمون هت پيش ڪريان ٿو. پسند پيو ته سلسلو جاري رکبو. - گوبند ]

## اسان جي تهذيب

هندوستان جي لاثاني تهذيب ... ڀارت جي سوني سڀتا، وهڻ جا واٽڪا ڇڏي وساري اچي شهرن جي تنگ عاليشان عمارتن ۾ واسو ڪيو: تڏهين کان سندس جوهر ويو جهڪو ٿيندو.

جبل جيڏين شهري جاين ۾ نه رهي هوا جيي تازگي، ۽ نه آڏو ڪشادا ميدان: تازي هوا جي اڻاٺ ڪان خيالن ۾ تازگي نه رهي: جاءِ جي تنگيءَ دل کي تنگ ڪري ڇڏيو، ۽ فراخدليءَ جي جاءِ تنگدليءَ ورتي.

ملڪ جا محافظ ۽ حڪومت جا مالڪ ٿيا شهري. سندن آڻيءَ روش ڪان ديش جي دل توڙي دماغ ٻئي دونهاڻجي ويا. سڀتا جي گلن جي لالي ويندي رهي. مهانڊي ۾ مٺيا نه رهي؛ دل ۾ جذبات نه رهي. باقي ڪشش ڪير ڪري؟

دماغ ترقي ڪئي ٻر آتيءَ راهه تي. اصليت جو نالو نيشان نه رهيو. نقليٽو وڌي ويو.

اصليت ئي ته سڀتا آهي. نقليٽو ته آهي تهذيب جو سڪٽو نالو. انساني دل جي سياويڪ ڀاون جو اظهار آهي سڀتا.

ويچارن ۾ آها قدرتي رواني نه رهي. جنهن ڪئي اچي پيچيدگي ٻرگهٽ ٿي. سادگيءَ جي جاءِ تسي ورن وڪوٻن واريءَ وائيءَ ۽ زبان درازيءَ کي اسان تهذيب ڪري ورتو. ٻاهرئين ٺاٺ تي لڳجي، اسان ٽامون ۽ سون سمان سمجهيو.

جن معمولي ۽ موڪرا ڪپڙا ٻهريا، سي جهنگلي ليکجڻ ۾ آيا. جن ضرورت کان وڌيڪ ۽ تنگ ڪپڙا ٻاتا، سي سڌريل سڏجڻ لڳا.

حرفت باز حريفن کي هوشياريءَ جي سند ملي. سڌن سنوائن تي ڪم فهميءَ جو ڪارو ڪلنڪ لڳايو ويو. جن ٻازن تسي ٻاڙ يو، سي ليچ سڏجڻ لڳا. جن چترائيءَ سان وسارن جي اکين ۾ ڌوڙ وڌي، تن کي اوچتا جو پد پراپت ٿيو. ديکا ديکي وقت جي ڪسوٽيءَ تي دولاب ثابت ٿي.

تهذيب ٻڃاءَ جي لهر ۾ لڙهي، اڄ اصل اسٿان وسايو آهي. سندس مهانڊي تي لوجيون جا آثار ڏيکاري ڏيئي رهيا آهن. ٻر گلن ۾ رنگت اچي - تنهن لاءِ ايما وقت کپي.

(پوئين فقري جو اشارو ”گهوٽ وسن“ جي تحريڪ ڏانهن آهي، جنهن ۾ لکندڙ ڪجهه عرصو ڪم ڪيو هو.)

-- ۱۲ ڊسمبر، ۱۹۴۰ع

دروازي تي بيٺا هئا. هرڪو پنهنجي پنهنجي لياقت پڄاڻي اڳتي وڌندو رهيو. سڀني جي هٿن ۾ طرح طرح جون سوغاتون هيون. مهانگي سُاهه وارين سوکڙين سُهڻي ۾ جاءِ ورتي. اُهين سڀئي دربار جي اوسيڙي ۾ بيٺا رهيا.

هُن جي جاءِ سڀني جي پُٺيان هُئي. سندس هٿن ۾ هُئي هڪ ٿالهي — سا بہ خالي. سندس چهري جي رونق ٻين جي پيٽ ۾ ڪجهہ اوڙ هئي.

هُنن هڪ ٻئي جي ننڍ وڏائيءَ جي پرسيڄڻ تي ڪئي؛ ۽ هوءَ سانت بيٺي رهي. هُنن جا مهاندا پهڪيا ٿي؛ ۽ هُنَ جي پيشانيءَ مان پشيمانيءَ جا جهلڪا ٿي آيا.

ڪڏهين ڪڏهين سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي خالي ٿالهيءَ ۾ اُئين ٿي ڪريا، جيئن وسيل بادلن مان رکي رکي مينهن جون ڦڙدون ڪرنديون آهن.

دَرُ کُليو — دربان ٻين کي ڇڏي ٻهرين هُن جو آدرسٽڪار ڪيو. هو ڪيڪا وڪا ٿي ويا. سڀني پڇڻ شروع ڪيو، "ڀلا، هن ڇا آندو؟"

ميڙ مان ڪنهن وڏي واڪي ورائيو، "پڇتاءَ جا ڳوڙها".

"ملڪ مڙيو منصور، ڪهي ڪهندين ڪيترا؟"

شاه سڳوري غيرفاني منصور کي ڳائي، کيس وڏيڪ غير فاني بڻايو آهي.

جي هستيون سچ صدق تي قايم ۽ انصاف جون قائل هونديون آهن، تن جي ڪلام ۽ ڪارروائيءَ ۾ غير معمولي ڪشش هوندي آهي. هو جڏهين پنهنجي مقصد جي جنون ۾ اچي جهوليندڙيون آهن، تڏهين سندن آس پاس بہ بي اختيار جهولاڻ لڳندي آهي؛ ۽ جڏهين سندن سوز ڀريو سنيهو وايو منڊل جي تارَ تارَ کي تر ڪندو آهي، تڏهين سارو جڳ جهولي اٿندو آهي. تمام دنيا مستيءَ جو مجسم بڻي، ڪمزور ۽ ڪربلن جي انگ انگ کي جاڳائي سندن لونءِ لونءِ کي ڪانڊاربندي آهي.

منصور مستيءَ ۾ اچي "انالحق انالحق" پڪاريو، تہ پابندين جي محافظن جي پاڙن کي لوڏو آيو، ۽ جڏهين منصور جو خون نارا ٿي زمين تي وهي هليو، تڏهين ڪُل ڌرتي منصور جي رنگ ۾ رڱجي ويئي؛ جت ڪٿ منصوري مستيءَ زلزلو مچائي ڇڏيو ۽ ظالمن جي عمارت هستي لڏي اچي پٽ پئي.

بي انصافي بي بقا آهي. البت سندس زندگيءَ کي ڪافي مهلت ملي ٿي. ڇو تہ خدا ظالم کي چوٽ چاڙهڻ کان پوءِ ئي ڳائي ۾ ڪيرائيندو آهي. ان عرصي ۾ ظالم اُئين پائيندو آهي تہ سندس ساري سر ٿي. پر ڪڏهين ڪنهن پاهہ مٿان لڪيون هلائي ۽ بارود وسائي بہ باهہ کي وسايو آهي! آگ اجهائڻ لاءِ تہ سيتل پاڻي کپي — امرت ڌار کپي!

سردارا اوهين ڪاني وقت شاهراه تي تڪبر سان ٽاپ ٽاپ ڪندي، ڪئين هاين ۽ هجابن کي چيٿاڙيندا رهيا: پاڻ عاليشان محلن ۾ رهي، مسڪينن کي ڪکائين اجهي ٽکر کان به محروم ڪيو. پاڻ کي نهن کان چوٽيءَ تائين ڍڪي، غريبن کي شرم ڍڪڻ لاءِ سڪٿو ڦاٽل ٽڪر به نه ڏنو. اوهين طرحين طرحين طعام کائيندا رهيا، ۽ هوسن جي ابهمن ٻک ٻک ڪندي پران تيا گيا!

سردارا هيئنر حد ٿي چڪي. تنگ آيل مخلوق هيئنر ڇيلاڻي آئي آهي. سندس پيرءِ جنون کي زنجير قابوءَ ۾ رکي ڪين سگهندا. بارود جي برسات پاڻ سندن آهن ۾ وڏيڪ گرمي آندي آهي ۽ سندن زخمن کي وڏيڪ جلايو آهي.

هيئنر هن منصوري مستيءَ کي ڪير روڪيندو؟ سؤ مرندا ته هزار ايندا: هزار ويندا ته لک ايندا! ظلم کي به حد ٿيندي آهي - ۽ هاءِ! تو درد کان دانهن ڪرڻ جي به اجازت نه ڏني. پاڻ کي انصاف جو آقا سڏائي، تو پاڻ تي بي انصافيءَ جو هيءَ ڪهڙو بدترين مثال مڙهيو؟ پاڻ کي مسڪينن جو محافظ سڏائي، تو مسڪينن کي ڪيئن ساڙيو ۽ ماريو؟ دنيا جي اکين ۾ سرمي پائڻ لاءِ، ٻڪاين جي خالي پيٽ ۾ پلال وجهي تون ڏيکارڻ لڳين ته تنهنجا پاليل جانور ڪهڙا نه پٽارا ۽ متارا آهن - ۽ ٺڳدارا! اج اوهان جي چالبازيءَ جي قلعي کلي پئي ...

هيئنر دنيا جاڻي ٿي ته تو مظلومن تي ڪهڙا ڪهڙا نه ويل وهايا آهن. ۽ جنهن جي اکين تي آپسوارٿ جا ڪوپا چڙهيل، تنهن کي پٺي جي درد جو ڪهڙو انيڙو؟ ڏسندي پسندي به پنهنجي هوڏ تي قابو آهين. شايد سمجهين ٿو ته ٻڌندي، من به ٻڙون ۾ هٿ ڦهي وڃي. ۽ هي شهيدي خون جو اجهل آڇل وارو درياءُ، تنهنجي لڏلڏو بنياد کي آکوڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيندو - ياد ڪر، "ملڪ مڙيو منصور، ڪَهِي ڪُهندين ڪيترا"!

(- مٿيون مضمون ١٦ آگسٽ ١٩٤٢ جو لکيل آهي، ۽ اُن وقت "ڪئٽ انڊيا" تحريڪ جي سلسلي ۾ ٿيل حيواني لٺبازي ۽ ملڪ ۾ بندوق بازين ۽ ازين قسم اتياچارن جو پڙاڏو آهي.)

# ۲

## اسان جا

۱- پشو پاشا — جمال ابڙو
۲- ڪهاڻي — گوورڌن محبوباڻي
۳- ”لوئي“ — ”تنوير“ عباسي
۴- تون پڇين ٿو، مان اداس ڇو آهيان؟ — ڪيرت ٻاٻاڻي
۵- ناڪام محبت — عبدالرزاق ”راز“

## ٻين جا

۱- دنيا جا رنگ — والٽيئر
سنڌيڪار: چنا شبير ”ناز“
۲- طوفان — پدماراڄ
سنڌيڪار: هادي بخش لاڙڪ
۳- گل نرگس جو جنم — يوناني ديو مالا تان ورتل
سنڌيڪار: قادربخش نظاماڻي
۴- چنڊ ڏلو...... — ش. مظفرپوري
سنڌيڪار: ش. م. ”ثنائي“

## ناٽڪ

۱- ”واڀيڙو“ — محمد عثمان ڏيپلائي
۲- ڪمدار — ڪشور جيون

## لوڪ ڪهاڻي (سنڌ جي)

۱- ”پاڻ وهيٺي پري“ — محمد ابراهيم جويو

- آکاڻيءَ سان انسان جو چاهه، سندس دلي لاڙو ۽ من جو مشغلو، سندس اجتماعي زندگيءَ جي هڪ تسليم ڪيل حقيقت آهي. ليڪن ورهين کان وٺي، فطري قوتن ۽ سموريءَ مخلوق تي غالب اچڻ، هر قسم جي راحتن ۽ نعمتن حاصل ڪرڻ لاءِ هن جيڪا اڻ ٿڪ ۽ اڻ ڪٿ جدوجهد ٿي ڪئي آهي، سختيءَ جي جن منزلن مان لنگهي، سوڀ ۽ ڪاميابيءَ جي مرڪندڙ چهري جي ڏسڻ ۾، هن کي جيڪا دلي مسرت حاصل ٿي ٿي آهي، تنهن جي روئداد کي ڪجهه چاشنيءَ سان بيان ڪرڻ جو هو هميشه کان عادي ٿي رهيو آهي.

سڄي ڏينهن جي محنت بعد، ٿڪل ٽٽل انسان، انهيءَ ڳالهه جو بيحد خواهشمند رهندو آهي ته پنهنجا ڪارناما ٻين کي ٻڌائي، ۽ ٻين جا ٻڌي. انهيءَ سان ٻڌندڙ خواه ٻڌائيندڙ، سڀني کي خوشي ۽ سبق ميسر ٿيندا آهن؛ سندن احساس برتريءَ کي تسڪين ٿيندي آهي؛ هو تڪليفن ۽ پريشانين کي وساري، ٿوري وقت لاءِ پاڻ تي هڪ بي فڪريءَ ۽ راحت جي ڪيفيت ڇائي ڇڏيندا آهن، ۽ ان سان گڏ اڳتي وڌڻ جا امنگ به منجهن پيدا ٿيندا آهن.

انسان غارن، بيابانن ۽ جهنگن مان نڪري، ٻنين، باغن، ڪارخانن ۽ شهرن ۾ پهتو، ته سندس آکاڻين تي آسپاس جو اثر پيو؛ سندس آکاڻين جي طرز بيان ۾ تفاوت ٿيو؛ ڪهاڻين مان ڦري آکاڻيون، افسانا، ڊراما ۽ رپورتاز وغيره ٿيا؛ پر انهن جو بنيادي روح هميشه اهو ساڳيوئي رهيو آهي ۽ رهندو: "ونڊر — سبق — ۽ امنگ!"

ڪامياب ڪهاڻي اها آهي، جا "ونڊر" سان گڏ "سبق" ۽ "امنگ" به عطا ڪري: اهڙن سهڻن لفظن، جملن ۽ بيهڪ سان پيش ڪيل هجي، جو دل ۾ ڪهي وڃي ۽ انسان بنا ڪنهن ڪوشش يا ترغيب جي ان تي سوچڻ لاءِ آماده ٿئي.

جمال ابڙو

# پشو پاشا

رياست جي عدالتِ عاليه جون شوخ ۽ ڪرڙيون پٿيون، شهر کان ٻري ٽڪريءَ جي مٿان، اڏول ٿيون بيٺيون هيون. عمارت جون ڏکيون ڀتريليون پٿيون، وڏا ٿلها ٿنڀا، ۽ وڏا شاهي در، لهرائيندڙ جي ارادن ۽ منصوبن جو پورو پورو نقشو چٽي رهيا هئا. ٽڪريءَ جي اوچائي، عمارت جي بي رخي ۽ وچ واري ٻوڙي جي رڪاوٽ جڻ ته پاڻ ۾ ٻيٽ ٿي، چاٽي واٽي، هن انصاف جي گهر کي عام بستيءَ کان جدا ڪري رهيون هيون. ويتر ڪارو لوهي ڪوٽ وارو غير ملڪي جهنگلو جڻ ته مڪون آلاري دڙڪا ڏيئي رهيو هو.

هن عدالتِ عاليه ۾ ملڪ جي قانون جي ڇنڊ - ڇاڻ ڪري، ڇپي ڇٽي، فتوائون صادر ڪيون وينديون هيون. هت قانون جي تشريح ٿيندي هئي. قانون کي وٽ - وڪڙ ۽ وَرَ ڏنا ويندا هئا. اهي ڇپيل ڇٽيل ۽ مروٽيل سروٽيل قانون معصوم شهرين جي مٿان پنجوڙ وانگر اڇلايا ويندا هئا. لوهي جهنگلي ۾ جڪڙيل ۽ پٿر جي ديوارين ۾ بند ٿيل دماغن جا گول مول جملا ڳوڙهن، ماڙين ۽ چراگاهن جي کليل هوائن ۾ ڏنڊي جي زور سان هلايا ويندا هئا. عدالتِ عاليه جي چوٽين مان اهي قانونن جا زنجير لڪري، وڃي ملڪ جي سرحدن ۾ کپندا هئا، ۽ سڄو ملڪ زنجيرن جي ڪڙن ۾ جڪڙجي لوهه ٿي ويندو هو.

اڄوڪي ڏينهن عدالت عاليه جي ٻاهران حشام ماڻهن جا اچي ڪٺ ٿيا هئا. ڏکڻ ڏاڍهين ۽ ڏکڻ وارن وارا ڳاڪرو جوان، جڻ ته الائي ڪٿان اچي ڪڙڪيا هئا. گرم هوا ۽ لُڪَ جي ڪري سڙني جون پٽون پڌل هيون. سندن اکيون ڳاڙهيون ۽ سندن زبانون خاموش هيون. سندن اندر ۾ اڌما هئا. ڪوسي جهولي ور ور ڪري عدالتِ عاليه جي پٿن سان ٽڪر پئي کاڌا.

اَن ڏينهن "جابلو شينهن" تي ڪيس هلڻو هو. هو سچ پچ به شينهن جهڙو مڙس هو - ڏکهو ۽ قداور، لنگ مروڙ، رڪ جهڙو ڇيڙهالو. سندس ڏاڙهي، مڇ ۽ مٿي جا وار ڪکا هئا. سندس سڄي بدن تي پوري ٻَچ هئي. ماڻهن سندس نالو "پشو" رکيو هو؛ پر جابلو ماڻهو کيس "پشو پاشا" ڪري سڏيندا هئا. سندس ڇاتي ويڪري، ٻانهون مضبوط ۽ ڳچي پرپل هئي؛ ٽڪون جهڙا پيل پاوا: سندس ڪارين اکين مان شوخي، ضد، اڙٻائي، صاف گوئي ۽ لاپرواهي ظاهر ظهور چلڪي رهيون هيون.

عدالت ۾ غير معمولي چرپر هئي. سپاهين جي اچ وڃ، هٿيارن جي ڇڻ ڇڻ، قانون دانن جا ڪارا جبا ۽ اڇا ڪالر- پوتن وانگر اچ وڃ لڳي پئي هئي. پوليس عملدار، شاهدن کي وري وري سمجهائي ۽ سيکاري رهيا هئا. عدالت جي پٺين جي اوٽ ۾ سيني جي سامهون، ڪنيو ڪلايو، دڙڪن ۽ دٻاون جي ڊپ ۽ اکرن جي پيچ ڏاهه تي رهي هئي. ڏلو وانٺو ٿابتيون ٿاميون ۽ ٻنايون ٿي ويٺون. قانون جا رکپال قانون کي مروڙي ۽ گهڙي رهيا هئا. ائين ٿي ڏٺو ته عدالتي مشينريءَ جي هڙني پرزن انصاف کي ڪهڻ لاءِ ٻڌي ڪئي هئي.

جج صاحب واري ٿلهي تي، وڏي گنبذ هيٺان، هڪ وڏي اڌ گول ميز رکيل هئي. ان جي پٺيان، هڪ ڊگهي، ٽيڪ واري ڪرسي، جنهن جي مٿان فضيلت مآب جو فوٽو ٽنگيل هو. ميز تي وڏن وڏن ٿلهن ڪتابن جون ڏگهيون ۽ پر وارن ڪٺڻ ۾ اکيچار ڪتابن جون قطارون هيون. اوچتو چوبدار "خبردار" پڪاريو- ۽ هڪ ننڍڙو سنهڙو جج هڪ ننڍڙي بند دروازي مان نڪري، وڃي ڪرسيءَ ۾ پيو، ڄڻ ته ڪرسيءَ ۽ ڪتابن ۾ گم ٿي ويو. رڳو سندس سوڙهي ڪاڏي ۽ وڏو مٿو ميز جي پويان نظر پئي آيا، ڄڻ ته ڪرسي ۽ ميز سندس بدن کي ڳڙڪائي ويون هيون، ۽ ڪتابن ڪٺي ڳيٽر ڪان جهليو هئس. هن اکيون مچڪائي، هيڏي هوڏي نهاريو، ڪجهه ڪاغذ اٿلايا، ۽ "پشوءَ" کي مخاطب ٿيو: "ڇا، توسان ناحق آهي؟ ڇا توکي ڦاسايو ويو آهي؟" پشوءَ کي ڄڻ ته باهه وٺي ويئي. ٽپو ڏيئي اٿيو- چي، "ناحق آهي توسان- قاتل آهين تون!" جج صاحب کان ڊرڙي نڪري ويئي، ڄڻ ته سندس راز فاش ٿي پيو هو. وانڍو ٿي جوابدار ڏانهن ڏٺائين، ڪتابن ڏانهن ڏٺائين، فضيلت مآب جي فوٽي ڏانهن ڏٺائين، عدالت جي ڊگهين ديوارن ڏانهن ڏٺائين، ۽ ان ننڍڙي دروازي ڏانهن ڏٺائين جتان پاڻ ڪٿي وانگر نڪتو هو.

پشوءَ جي اهڙا ننڍي هوندي کان ئي عادت هئي: جڏهن چڙيو هوس، سو وري ڦهڪائي ڏيندو هو ۽ وري ان جي ابتڙ ڪري ڏيکاريندو. ننڍي هوندي ڪيس چوندا هئا "تون شڪرگنج واريءَ چوٽيءَ تي اصل ڪونه چڙهي سگهندين"- بس پشو چٽنگ ٿي ويندو؛ چي، "تون ڪونه چڙهي سگهندين!" پوءِ ته سيني جي ڏئي، ڇلانگ ڏيندو، ريڙهيون پائيندو، لٽڪندو، وڃي چوٽيءَ تي پهچندو هو- وري سهڪندو لهندو؛ لهڻ سان لڱوه ڪيو، ان ماڻهوءَ تي ڪاهيو ايندو- پائيندو ته ڪيس دسي، ڪيرائي، گهٽا ڏيئي، چوي ته "ڏٺءِ! تون ڪونه چڙهي سگهندين."

سندس اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ سڀ کهرو هو. جڏهن آيس، منهن تي وهائي ڏيندو- مڙڻ وارو مڙس ئي نه هو. هڪ دفعي، هتو تتو، رئيس گل خان جي اوطاق وٽان لنگهيو. اچ ڪان ساهه ئي ويس. نه ڪيائين هٿ نه تڙ، سڌو وڃي رئيس جو گلاس ڪنيائين. سيني گهٽوني "متان متان" ڪيس، پر هيءَ پار پهه ٿي گلاس چاڙهي ويو- ٿي ئي گلاس اونڌو ڪري چيائين ته "ادا چئو، ڪو ڇوڙي جو گلاس هو ڇا؟"

پشو قدرت جي هڪ اڻ گهڙيل تخليق هو. ننڍي هوندي کان ئي چيڙرو، الڙ ۽
اڙٻو هوندو هو. هو پهاڙن ۾ ڄائو ۽ پهاڙن ۾ پليو: بس پهاڙ هئا، پڙ هئا، ۽ پشو هو-
آيا آيا جيڏا جاڳندا پهڻ. ريڍون ۽ پشو ٻہ ڄڻ تہ چرندڙ پرندڙ پهڻ هئا - پهڻن جي پيٽ
مان نڪتل تازا ٻچڙا- پهڻن جي اوٽ ۾ ۽ پهڻن جي مٿان وتندا هئا ڊوڙندا ۽ ٽپندا. انهن
ئي معلوم ٿيو تہ پهڻ، پشو ۽ ريڍون هڪ ئي شئي هئا، هڪ ئي هوا هئي، هڪ ئي زمين ۽
هڪ ئي پاڻي، جنهن هزارن ورهين کان هن ماڙيءَ ۾ ماڻهو، مال ۽ اَنُ پئي پيدا ڪيا.

پشو ائين پئي وڌيو جيئن ڪو خشڪ جابلو ٻوٽو پٿرن مان ڦاٽي نڪتو هجي. ڳاڙهو
پڙيلو رنگ، پورا جهنڊولا وار - ڳليءَ سان وتندو هو پٿر چنيندو ۽ پنير ماريندو. هڪ
جيڏن سان وڙهندو ليٽندو، ليٽولندو پڄندو ۽ ڊوڙندو. ڏسندي ڏسندي، جوان ٿي ويو - تہ ٻہ
جهڙو پارا

پشوءَ جي ذري ذري مان زندگيءَ جا آثار پيا ٽپڪندا هئا. اصل ماٺ ڪري نہ
ويهندو. ڪنهن کي چڪ، ڪنهن کي چهنڊڙي، ڪنهن کي رهڙ، ڪنهن کي ڇڙ-پيو اڇلون
ڏيندو ۽ ٽاڪندو. سندس اکيون پڻ چمڪنديون هيون. پورهئي مان مزو پيو ايندو هوس.

رحمدل بہ هڪڙو ئي هو. پاڻ ڏي مهڙ هونديس، تہ جهٽ پشيمان ٿيندو. هڪ
ڏينهن ماءُ کي گهٽ وڌ ڳالهايئن - پوءِ تہ ڳوٺ ڇڏي ڀڄي ويو. سڄو ڏينهن گهر نہ آيو.
وتيو لڪن ۽ ٽڪرن ۾ هلندو. لوءِ اڌ رات جو گهر آيو. ماڻس اوسيڙي ۾ چاهہ تي ويٺي
هئي. چلم ٺري ويئي هئي. پشو ماٺ ماٺ ۾ چلم تيار ڪري، لڙ آئي ماءُ کي ڏنو ۽ پڙ ۾
ويهي رهيس. ماڻس سندس وارن ۾ آڱريون ڦيرڻ لڳي ۽ پشو سندس پاسي ۾ سمهي پيو.

پشوءَ پيار بہ ڪيو. ڀرئيس جي نيائيءَ گلناز سان. اکيون چار ٿي ويس. سندس لڱن
۾ سيسرات پئجي ويا. ڳلن ۾ ڪوساڻ ۽ وار وار ۾ لهس. بت ٻڄي ويو. زندگيءَ جو وهڪرو
جو سندس لڱن ۾ پيو سرڪندو هو، ڀڪا پڪ بند ٿي ويو. هن جي طبيعت جو وٽ ڀڪڙ
وارو طوفان ويڙهجي سيڙهجي، ننڍڙو ٿي، وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪو. ڏينهن جا ڏينهن،
اڪيلو ئي اڪيلو، بستيءَ کان ٻاهر سڪل وڻن هيٺيان خشڪ گاهہ لتاڙيندو وتيو. سياري جون
ٿڌيون هوائون ۽ اجڙيل کيت کيس همدرد ۽ هم خيال معلوم ٿيا.

هڪ ئي ڏڪ سان جبلن جي چوٽين کان ٿيندو، تارن جي دنيا ۾ اڏامڻ لڳو. ڄڻ تہ
ڪو ازل جو آواز کيس اچا بہ اڳيرو سڏي رهيو هو. ماڙي ۽ نهر ۽ کيت ۽ خود پشو
سڀ هيٺ پٿرن ۾ ٿي اٽڪيا رهيا. ۽ سندس پيو ڪجهہ، هوائن ۽ آسمانن ۾، ستارن کان
ٿيندو، مٿي ئي مٿي، اڏامندڙ رابيل وانگر، حسن جي طرف، بنا اٽڪ، لس ئي لس، ترندو
ويو. پشوءَ جي هن اڏند ڪنوليءَ کي سندس سنگتين ڇڪي هيٺ آندو، حقيقت جي ڪنڊن
سان زمين جي تهہ تي جڪڙي ڇڏيو. کيس بہ ٿي ٽڪون وهائي ڪڍيائون- چي، "گندي
نالي وڃي گهر ويهہ." پشوءَ جا لشا ئي ٽٽي ويا. ڳهرلهي ويس. ڪاوڙ مان وڏيون وڏيون

پرانگھون پريندو، اچي رئيس جي حويليءَ وٽ اٽڪيو. وچھ وٺي گلناز جون ٻئي ٻانھون ڪٽي ڇڏيائين- چي، "تون منھنجي آھين". گلناز جون پاسي اکيون، ڏکيا ڏکيا ساھ ۽ ڊرو ڊرو ٻڏن، پشوءَ جي ھر سوال جو وٺندڙ جواب ھئا. پشوءَ جي آسماني پيار واري اڏامندڙ رابيل پوپان پر ڪيا. سندس سگھڻ ھوا ٿيندي وئي. سندس نرم ۽ نازڪ پڪڙا ڪومائجي چٽندا ويا. باقي سڪل ڏاندي اچي ھڏن ۾ پئي، جنھن کي وقت جي آوري ۽ کھري چڪيءَ پيھي ساري دنيا جي ذرن ۾ آوھي ۽ آساري ڇڏيو. پشوءَ جي ھڏيلي طبيعت وري اوج تي اچي وئي. گلناز وٺان موٺي، ڪنھن جون ٻانھون مروٽيائين، ڪنھن کي جھلي ڏونڌاڙيائين ۽ ڪنھن کي ڪلھي تي کڻي ڦيريون پارايائين. پنھنجي سنگت سان وڏا وڏا ٺھڪ ڏيئي ڪليو، سندس ھڪ ھڪ ٺھڪ سان چڻ ته غم جو ھڪ جميل ٽڪرو اندر مان نڪري، ڦھڪو ڪري، وڃي ٻئي پٽ تي پيو.

رئيس جي، شروع کان وٺي، پشوءَ سان نه پئي ھئي. پشو ھر وقت پيو پنھنجين سنھڙين پورين مڇن کي وٽيندو ھو. رئيس کي ڏاڍا چڪ ايندا ھئا. چي، "پاڙي – بيڪار. تون کھڙي لاٽ جو پٽ آھين، جو وتين تو مڇون وٽيندو!" پشو پڙڪو ڏيئي اٿيو- چي، "پاڙي آھين تون! بيڪار آھين تون!" پوءِ ته ھنگامو مچي ويو. پشوءَ تي چڙھي ويا. پشو به پڻ چڻن کي سٽيندو ڪٽيندو نڪري ويو.

رئيس ھاڻي ٺوڪون ڏيڻ ۽ ڏنگ ھڻڻ لڳو. ڪنھن کي پٽائڻ، ڪنھن کي مارائڻ ۽ ڪنھن کي لڏائڻ؛ آزار مچي ويو. صدين جي پيٺل سماجڪ پاڻيءَ ۾ رئيس جي ٺاٺوڙن ڏپ مچائي ڏني. پشوءَ پنھنجي سائين کي انھيءَ ڏونڍ کان ڪڍي ٻاھر ڪيو. چي، "ھڏ ھئون اسين، پٽيءَ اگھاڙا رھون اسين؛ پوءِ به اسين ڪميڻا ۽ رئيس چڱو مڙس؟ چڱا مڙس اسين آھيون؛ رئيس ناھي." پشو نه ڊڄڻو ھو، نه سست. رئيس جيستائين سنھيري ٿي سنھيري، تيستائين پشوءَ ڪيترائي اڙٻنگ جوان پنھنجي پاسي ڪري ورتا. نئون خون ۽ نوان امنگ! چي، "ڪيت اسان جا آھن، ڪاريز اسان جا آھن. اسين سڀڪجھ آھيون. اسان جي آڏو ڪون اچي".

رئيس پاھ ٿي ويو. پوڙھا پوڙھا وانڙا ٿي ويا. ھٿ ٺوڪيي پنچات گڏ ٿي. ملا فتوا ڏني- چي، "اوھين ڪافر آھيو. توھان جي جنازي نماز جائز ناھي. توھان کي غسل ڏيڻ روا ناھي". نوجوان سڀ اٿي کڙا ٿيا- چي، "ڪافر تون آھين. غسل توکي نه ايندو". وڏيرڪي پنچات پٽن جي ماڙيءَ وانگر ڍھي، وڃي پٽ پئي.

رئيس پاھ ٻاري ڏني. اناج کڃي ويا. گھر سڙي ويا. ڪيت اجاڙ ٿي ويا. مائرون ۽ ڀينرڙ مائرون ٺڏيءَ ڇانوَ مان ڪڍي، لڪ ۽ لُوءَ جي حوالي ڪيون وينون. بس انھن ٿي "نظام حيات" کي اکوڙيندڙ، پنھنجي اکوڙڻ جو سامان پيدا ڪيو- انڌا ڏنڊ، ٽڪرو ٽڪرو-

وڏي ٻي چيني ءَ سان. ٻوڙهن، پشوءَ کي ڪاهه لاءِ سمجهايو. پشو خفي ٿي، ٻئي هٿ ڪٺي ڪوليا. چي، "اچا ٻه ٽا چئو ته رئيس چڱو مڙس آهي؟ ڪنهن سان ڪاهه ڪجي! چا ٿي ڪاهه ڪجي!"

پشوءَ حڪومت جو سهارو وٺڻ چاهيو. سوچيائين ته ڪا انڌير نگري ته ڪانهي! نيٺ ٻه ته ملڪ ۾ قانون آهي. ڪيس اميد جو ڪرڻو نظر آيو. هن شهر وڃڻ جي ڪ ڪئي.

پشو ٻهريائين سڏو لالي محمد دين وٽ ويو. هو حاجي هو ۽ حافظ هو. ڳوٺ وارن ڪان پيشگيءَ تي اناج ۽ مڪڻ وٺندو هو. پشوءَ ڪانئس قرض گهريو، پر لالو صفا چڙي ويو. چي، "اوهين لاهي ٻاهي ٻي حياءَ ٿي ٻيٺا آهيو. نه ننڍ وڏائيءَ جو ادب، نه چڱي مڙس جو لحاظ. رڳو ڏنڊي جي زور تي ليڪو لنگهي ويا آهيو. ڪير اوهان چورن ڌاڙيلن کي پئسو ڏيندو!" پشوءَ جا تاڪ لڳي ويا. اندرئي سڙي ويس. ڏند ڪرٽي، لوڙهه ڪٺي آيو ڪيائين. چيائين ته "چورا ڌاڙيل! ٻي حياءَ، تون جڏهن هتي آيو هئين تڏهن تو وٽ چا هو؟" لالو ڏڪڻ لڳو. جهٽ ڏهين ڏهين جا پهه نوٽ ڪڍي ڪٺي پشوءَ جي هٿ ۾ ڏنائين. پشوءَ نوٽن کي مروڙي مروڙي ڪٺي لالي جي منهن ۾ هنيو، ۽ ٻويان پير ڪيائين. سوچيائين ته هن ڪم ۾ پئسا پنهنجن ڪان ئي وٺبا، نه ٻين ڪان. هڪدم ٻه چار رڊون ڪاهي شهر روانو ٿيو.

پشو اتي ٻهتو جتي گند جا ڍير، ڪارخانا ۽ دولهان، شور ۽ غل لڳو پيو هو. گهٽيون ۽ رستا ايترا، جو ٻترئي نه ٻوي ته ڪٿان آيا ۽ ڪاڏي ويا. نه وري ڪو ٻورو ڏس ئي ڏئي. هرڪو پنهنجي شخصيت ۾ ئي وڃڙيو پيو هو. سڀڪو وٽ ٻڪڙ ۽ ٻج ٻجان ۾ ٻورو. ائين ٿي ڏٺو ته ڪنهن وڏي مڪار ۽ چالاڪ ڪيڏاريءَ، ڪنهن خاص ۽ ناپاڪ مطلب ڪاڻ، هن سڄي شهر کي، انجڻ وانگر ٿي هلايو: جنهن انجڻ جا پرزا ۽ ڪلون، هي موڳا ۽ ٻي جان ماڻهو هئا. انجڻ جي رٽ ۽ ڪٽ ڪٽ ۾ ڦيري، جڏهن هي انساني نٽ ۽ بولٽ، طاقت ڇڏي، گرگهلا ٿيي ٿي ويا، ته مشين جي تيز رفتار مان نڪتي، زور سان وڃي ٿي ٻٽ تي ٺهڪو ڪيائون— جتي چپا ٿي ڪنجي ڪنا ٿيي ٿي ويا......

پشو اچي هڪ لام ڪئي ليڊر وٽ نڪتو. ڪاڏيءَ جا ڪپڙا، ڪاڏيءَ جي صدري، ڪاري عينڪ ۽ لڪڻ هٿ ۾. فرينچ ڪٽ ڏاڙهي، جڻ ته سرٽيفڪيٽ تي مهر. مٿان ڪچ ۾ ٽيلهو، چڙ منڊيءَ تي ٽڪ. ڪمرو سهڻو سينڪاريل ۽ در تي ٽانگو هڪيو حاضر. پشوءَ پانيو— ڪنهن غلط هنڌ اچي نڪتو آهيان. اچا اڳيرو وڌيو ته ليڊر صاحب واڪو ڪري ڪيس ٻاهر ترسڻ لاءِ چيو. نيٺ ڪيس اندر گهرايائين. حال احوال وٺي، ڪيس لمبو ليڪچر ڏنائين. چي، "ميمبر ٿيو. شاخ قائم ڪيو. چندو گڏ ڪيو. لنڊن ڪاتيدارن سان لهي هلو. ڏسو نه، اوهين سچا آهيو، اڻ ڄاڻ آهيو، ڀڪيا آهيو، ٻي وس آهيو........" ۽ الائي چا چا چئي ويو. پشو ڪجهه نه سمجهي سگهيو. نيٺ ليڊر صاحب کين دلداري ڏيئي، ٻاهر ترسايو. چي، "درخواست لکائي وٺ. مڙ ٻئي چڱي ٿيندي". پشو اچا ٻاهرئي ويٺو هو، ته رئيس گل خان اچي نڪاءَ

ڪيو. ٻنا هڪ سڏو اندر هليو ويو. ليڊر صاحب ڪيس ڪلي ڪيڪر ڪئي. ٻارنها ٺهڪ ڏنائون. رئيس سئو روپيه چندو ڏنو، جو ليڊر صاحب جي صدريءَ ۾ غائب ٿي ويو. ٻشو سٽ ڏيئي اٿيو، ڏلدني ٻڪوڙجي ويس. چيائين ”ٻاڙي! سچوا ٻڪيوا بي ايمان!“

ٻشو هڪ وڪيل وٽ ويو. وڪيل صاحب ننڍو نينو جوانڙو هو. ٻئي مشڪيو. چي، ”يار اسين ته پيٽ جا پوڄاري آهيون. اميرن مان ٽڪا ڪوڙ وٺنداسون. اڻ پڙهيل ۽ ابوجهه ئي اسان جو شڪار آهن. هي گلم ۽ غاليچا سڀ انهيءَ جو ثاهه اٿئي. ملڪ جي قاعدي موجب تنهنجي ڪابه مدد ڪانه ٿي سگهندي. في ڏين ته ڪوڙو ڪيس ٺاهي ڏيانءِ- ٻوءِ ڪٿي تنهنجي قسمت. اوهان جي مصيبت، اسان جي ڪمائي. ٻي مدد مون وٽ ڪانه اٿئي. ٽڪو مان واندو آهيان“. ڪيڏي نه مڪاري هئي هن جي صاف گوئيءَ ۾! خود فريبيءَ جي انتها! جهل جو چيهه! ٻشو چپ چاپ اٿي ڪڙو ٿيو.

بي دليو. ڊرڪندو، رڙهندو اچي هڪ ٻئي وڪيل وٽ اڪتو. وڪيل صاحب اڌ ڀڄ عمر جو هو. سندس ڪمرن ۾ قانون جي ڪتابن ڪان وڌيڪ مارڪس ۽ لينن جا ڪتاب هئا؛ فلسفي ۽ ادب جي ڪتابن جا ڍير. هن جا پرون البت منڀرو چڪيل هئا. سندس نرڙ ۾ هر هر گهنج پئي پيا. سندس منهن اڌ تائين گنجو هو. هو سنهو سڪڙو هو. ڳالهايائين ٿي، ته اظرون هيٺ ٿي ڪيائين. هر هر هٿ ٻئي مهٽائين. اندر جي اڻ تڻ ماس ئي ڪوري وئي هيس. سندس ٽڪل ۽ گهنجيل اکيون نا اميديءَ، بي وسيءَ ۽ مونجهاري جا دٻا هئا. ٻشوءَ جي ڳالهه ٻڌي، جڻ ته خفي ٿي ويو. ڊگهيون سنهيون ٻانهون ڪري ميز تي رکيائين. ٻنهي هٿن کي موڙي، واڇن کي هيٺ پرو ڊرڪائي، ڪٿي سوال ڪيائين: ”ٻوءِ ڇا ڪجي؟“ گهوڙي کن وات ڪليل ئي ڇڏي ڏنائين. ٻوءِ گهٽوني ڪجهه چئي ويو- چي، ”اوهين اڻ پڙهيل آهيو. اڻ ڄاڻ آهيو. ڪجهه نه ٿا ڄاڻو. ڪجهه نٿا ڪيو. پڙهڻ کان سواءِ ڇا ٿيندو؟ اوهين ناسمجهه آهيو. اوهان تي ظلم ٿيندو رهندو. امير جو غريب تي، ڏاڍي جو هيڻي تي. هيءَ قاعدو آهي. اوهين مظلوم آهيو، ڇريا آهيو- هيڻا آهيو.........“ ٻشو، ٿپ ڏيئي اٿي ڪڙو ٿيو. سندس اکين ۾ شرارت ٻرجي آئي. ٻئي ٺريون ميز تي کوڙي، ديو وانگر وڪيل صاحب جي مٿان ٿي بيٺو. وڪيل صاحب هيسجي ڪرسيءَ ۾ جهڪي ويو. اکيون مڃڪائي ٻشوءَ ڏانهن ڏٺائين. ٻشوءَ ساڻس اکيون ملائي چيو ته ”ڇريو آهين تون! هيڻو آهين تون! ظلم آهي توسان!“ اديب صاحب جي لوڙهه ۾ جڻ ته ڪنهن مترڪا هڻي ڪڍيا- هڪ ... ٻه ... ٽي. هو ڪرسيءَ ۾ ڊرڪندو ويو. ڪنڌ لوڏي لوڏي ڪتابن کي ڏٺائين. ڏاڍيءَ جهڙين رڱن سڄيل ٻانهن ڏانهن ڏٺائين. جڻ ته خاطري ٿي ڪيائين. ٻوءِ اچا ٻه ڪرسيءَ ۾ جهڪي ويو.

ٻشوءَ کي ڏاڍي بجان آئي. هيانو تي نور ٿي پيس، جڻ ته النجي ٻئي آيس. گهڙيءَ کن لاءِ دل شڪستو ٿي پيو. خيال ڪيائين ته هي ليڊر، وڪيل ۽ آفيسر سڀ رئيس سان

ملت آهن؛ دانهن ڪنهن کي ڏبي؟ سوچيائين تہ "ٻن ٽي ڀاڱي اسين تہ ڀاڻ ٽي ظلم پيا ڪيون — ظالم اسين پاڻ آهيون ......" ٻشو اهو سوچي ڏاڍو خوش ٿيو. ڄڻ تہ ڪو سچو هيرو لڌو هئائين. سندس دماغ ٽڪڙو ٽڪڙو ڪم ڪرڻ لڳو — "هي رئيس ۽ ليڊر تہ رحم جوڳا آهن؛ ٻنهنجي ڪڌ ڀاڻ پيا ڪوٽين." ٻشو سوچيندي، سوچيندي، شهر جي ٻاهرئين حصي ۾ اچي نڪتو، جتي رڳو ڪارخانا هئا. هن شور ٻڌو، ڏٺائين تہ هزارين غريب اٺي ڪوا ٿيا هئا، سندن هٿن ۾ جهنڊا هئا؛ متڙڪا هئا ۽ ٻانا. هو نعرا هڻي رهيا هئا. سندن اڳواڻ هڪ نڪڙي ٻوش هو، هو بلند آواز سان چئي رهيو هو: "هنن ڪلن جو ساھ اسين آهيون؛ هنن ڪارخانن جو روح اسين آهيون؛ اسان جو ڀڪهر سوٽي ٿو ٿاهي. اسان جو ڀورهيو اماھ جنس آهي — مڙوڙي آهي، سرمايو آهي. اسان جي ڪٺيل طاقت آڻ ڪٽ آهي، جا ڪين ڪجري ۽ اڻ ٻوريءَ ورهاست کي لوڙهي ۽ ٻوڙي ڇڏيندي ......"

ٻشوءَ جي ڇاتي ڦوڪجي ويئي. سندس نسون ڦنڊجي ونيون. سندس اکيون چمڪڻ لڳيون — ڄڻ تہ ڪو نئون ئڏو نوراني ڪرڻو سندس ٻدن ۾ پهندو جذب ٿيندو ويو. ٻشو اتي ڏينهن جا ڏينهن رهي پيو. نون اميدن ۽ نون امنگن سان ٽمٽارتي، هو ڳوٺ ڏانهن واپس وريو.

ٻوٻون سڄ ٻڙن، ڪيتن ۽ ڳوٺن کي ڳاڙهو ڪري رهيو هو. ٻشو هڪ چپ تي چڙهي ٻيٺو. ڳوٺاڻن جا ٻڌب سندس چوگرد ٻيٺا هئا. ٻشوءَ جو وار وار ڪڙو هو. چوڌاري ڦري ڏٺائين. سندس هٿ ۾ لٺ هئي. ولي جو ان کي زور ڏٺائين، تہ اڏ مان ٻجي ٻيئي. ڄڻ تہ اڏوهي ڪاڏل ٻراڻو نظام ٽوڪو ڏيئي ٽٽي پيو. ٻشوءَ ٻئي مُٺيون مٿي ڪيون — "ڇا اوهين هيٺا آهيو؟ چريا آهيو، ٻکيا آهيو، بيڪار آهيو؟ ياد رکو اوهين انسان آهيو. اوهان درياهَ موڙي ڇڏيا. اوهان تَڪبّرَ ٽاڪي ڇڏيا. اوهان ٻڙن مان اَن پيدا ڪيو. اوهان لوٽ زمين کي آڪيڙي، ڪانئس زوريءَ گل ۽ ٻوٽا ڇٽايا. اوهان جبلن جي پيٽ مان ٻاڻي ٻومي ڪڍيو. اوهان جنهن تي وار ڪيو، تنهن ڪنڌ نوايو. فرشتن اوهان کي سجدو ڪيو. قدرت اوهان جي ٻانهي آهي. اوهان ٻورهيت آهيو، پيدا ڪندڙ آهيو. ٻورهيو بادشاهہ آهي. آئو تہ اسين واڳون ونون. آئو تہ اسين ونڊ ورڇ ڪريون. اچو تہ سڀني کي خوشحال ڪريون. اچو تہ ٿار ۾ ٿڌڪار پيدا ڪريون. اچو تہ اَن ۽ ميوي جا انبار لڳايون. اچو تہ مائرن ۽ سندن ٻچن کي ٻي اونو ڪريون. اچو تہ انسانيت جي واڌاري جي ڏک کي صاف ڪيون، ڪنڊا ۽ ڪرڙ ٻئي اڇلايون. اسان جي آڏو ڪو نہ ايندو. جيڪو ايندو ڪک ٻن ٿي ويندو، لڙهي ويندو. اسين ڪڏهن نہ هٽنداسون. اسين ڪڏهن نہ مرنداسون — ڇو تہ اسين ماڻهو آهيون — ٻورهيت آهيون!"

ڳوٺاڻن ۾ سيءَ ٻنجي ويو، سندن رت ۾ ولولو هو. ٻشوءَ جو هڪ هڪ جملو سندن ٻدن ۾ لئين لئين خون جي ٻچڪاري هڻي رهيو هو. ڪيتراڻي اڙٻنگ جوان اچي ٻشوءَ جا ٻالهن ٻيلي ٿيا. ٻشوءَ جي آڏو راهون کلي ٻيئون. هيءَ لئين چٽنگ واچوڙي وانگر وچڙندي

ويئي. جاپلو جوانن جا جٿا پشوءَ سان ملندا ويا. غارن ۾ ڇَرن ۾ هٿيارن جي جهنڪار لڳي ويئي.

هڪ اونداهيءَ رات جو، ڏکڻ ۾ ور وڪڙ غار ۾ سائين صلاحون ڪيون. منجهائن هڪ الڙ جوان هو، جنهن کي مس مڇن جي ساول ۾ ڏاڙهيءَ جي ريهه لٿي هئي. سندس هٿ ۾ ڪرات ڦر واري چمڪندڙ ڪهاڙي هئي. ڪنڌ هيٺ ڪيو، هڪ پٿيءَ ڪاٺيءَ جون ڇيٽيون پئي لاٿائين. ڏيڏيءَ آک سان نهاري چيائين ته "دير ڇا جي آهي؟ رئيس جي سسي......!" ائين چئي ڪاٺي ڪپي ٻه اڌ ڪيائين. چي، "ڪهڙ ۾ ڳدام، رڳو هڪ ٺيڪيءَ جو ڪاچ آهن". سڀني وٺي واه واه ڪئي. پشوءَ جي نرالي طبيعت کي اها ڳالهه اصل نه وڻي. ڇَهڙ ڏيئي سڀني کي چپ ڪرايائين. ڪڙڪو ڪري چيائين ته "ڇا اسين به رئيس آهيون، جو ڪيٽ ساڙيون ۽ ماڻهو ماريون؟ اسين نه خوني آهيون، نه ڏاڙيل آهيون. ڇو پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻون؟"

پشو آرام سان ماڻهو ڳڏ ڪندو رهيو ۽ طاقتوَندو رهيو. ڪين سمجهائيندو ۽ سيکاريندو رهيو. جدا جدا ماڙين جا جوان پشوءَ وٽ ايندا رهيا ۽ نوان امنگ ۽ نوان خيال ڪٺي پکڙندا رهيا.

گلناز پانيو هو ته پشو بس سندس ئي سوچا ڪندو، پر ويچاري تڙپندي رهي. ڏينهن جو اميد ۽ رات جو انتظار. هن پشوءَ تي حق ئي پانيو. هن ئي ته پشوءَ جي لوٽ دل ۾ پيار پيدا ڪيو هو! هن نٿي ڄاتو ته اهو پيار وڏي هڪ چشمو ٿيڄي چڪو هو، جنهن مان ڪيترن ئي اجڙيل غنچن سرڪيون ئي پريون. ويچاري نيايا سوڪلي ڏڪجي پئي. پشو نه اچڻو هو، سو نه آيو. ڪيس پشوءَ جا اکر ياد پيا. "نازو، اچ ته دنيا کي پيار ڪرڻ سيکاريون" ــ اهي اکر سندس ڪنن ۾ وڄڻ لڳا ــ "نازو اچ ته دنيا کي پيار ڪرڻ سيکاريون!" نازو بيتاب ٿي، اٿي. واقعي ضرورت هئي دنيا کي پيار سيکارڻ جي! هوءَ وڃي پشوءَ ۽ سندس سائين سان ملي.

پشو ۽ نازو، عورتون ۽ مرد، اتساهه ۽ امنگ سان، ماڙين ۽ ڳهرن کي گلزار ڪرڻ لڳا. ڳڏجي اپائڻ لڳا ۽ ڳڏجي کپائڻ لڳا. وڏيرپ ۽ وڏائي واءَ ٿي ويئي. پورهيتن جي پنچات اڳني وڏڻ لڳي. پنچاتي دڪان ۽ پنچاتي اسڪول کلي ويا. ڪٻٽي ۽ ڪشتي، ملهه ۽ ونجهوٽيءَ جا مقابلا ٿيڻ لڳا ــ سندن چهرا چمڪڻ لڳا. پارڙا کاڻ ۽ کيڏڻ لڳا. سادن سودن ماڻهن جي هڪ سادي سودي اڏاوت ڪڙي ٿي ويئي. پورهيتن وڏي اتساهه سان هيءَ اڏاوت جوڙي هئي، جنهن ۾ ڏڏيون هيرون ٿي لڳيون ۽ ڪنڊڙون ۽ ڪير ٿي ورهايا. هنن پنهنجن شخصي نفعن کي ڪٽي، ڏمڪ هڻي، هن اڏاوت جي پيڙهه کي پڪو ۽ پختو ڪيو هو. ان جو ڳارو، پگهر ۽ پيار سان ڳاهيو هو. انساني محبت ۽ ڀڏيءَ جي هن سادي ۽ سهڻي ڪوٽ

سان رئيسن گهٽائي نڪر هنيا، پر ڳوٺاڻا پنهنجي هن تخليق جي بچاءَ ۾ سر ڏيڻ لاءِ تيار هئا. سچ ته تخليق مٽي ته خالق مٽو- نقش ويو ته نقاش جيءَ جا ڪندو؟ گهر ڊهي ته سرون ۽ سرونا ڪيئن رهندا – رهي ڇا ڪندا؟

حيوانيت ڦٽڪڻ ۽ ڇٽڪڻ هٿڻ لڳي – وڏيرن ۽ وياج خورن، ناڪن ۽ سانڍن وانگر ڳوٺاڻن جي پدل ڪوٽ ۾ ڏرڙ ۽ ڪوڙا ڪوٺڻ گهريا؛ پر پشو ۽ پنچات سندن ڏند ڀوڙي ڇڏيا ۽ چنبا پچي وڌا. پيلا ڪير پنهنجي بهشت سان نڪري پرائي دوزخ ۾ ويندو! رئيسن هٿ پير هلائي ڇڏيا ڪيو، ۽ ليڪ وچي شهرن ۾ پناهه ورتائون. پشوءَ جي طاقت وڌي وڌندي ۽ ڳوٺن جا ڳوٺ ويا سندس پيار ڀرئي پيغام جي ليپٽ ۾ ايندا. ماڙيون سبز ۽ سايون ٿي ويئون. اناج ۽ ميوا جام ٿي ويا. پيار ۽ امن جون هيرون ٿي لڳيون. انسانيت ٽڙندي رهي.

اخبارن وڏيون وڏيون سرخيون ڏنيون. ساڻهن "جبابلو شينهن" جا ڪارناما وڏي دلچسپيءَ سان پڙهيا. اديب ۽ عوامي ليڊر کيس "هيرو" سڏڻ لڳا. رئيسن، سيٺين ۽ سندن حڪومتي پالڪن ۾ ٿرٿلو پئجي ويو – جي، "پشو باغي آهي، چور آهي، ڌاڙيل آهي، ڪافر آهي!" رياست جو جاسوسي کاتو وٽ-پڪڙ ۾ لڳي ويو. ائين اچي مڙيا، جئن مکيون ڀونءِ تي. نوس نوس شروع ٿي ويئي – هر خوشبوءِ کي خطرناڪ سڏيو ويو. ڪوڙيون رپورٽون موڪليون ويئون – ويچارا رپيو روز ڪٺندڙ سپاهي پلا پيو ڇا ٿي ڪري سگهيا، ڇاٿي ڏسي سگهيا. ڪاغذي رپورٽن جي ڏگين سان هڪ وڏو خيالي بدبدو ٺاهي، سينهن بنائي، فوجي ڪارروائيءَ جو حڪم ڪيو ويو. مڪار ۽ ڪانئر لوابن پيار ۽ محبت جي ڪوٽ کي ڪيرڻ لاءِ پاڻن کي پاڻن سان وڙهايو. پنهنجا پنهنجن سان ٽڪرايا. وطن جا فوجي پاڻ هڪ هم وطن ڳوٺاڻي تي پلٽجي پيا. بي ضمير اخبارن وري به وڏيون سرخيون ڏنيون ۽ فوجي ڪارنامن جي ساراهه ڪئي.

پشو بي خبر نه هو. هن کيت ۽ گهر ساڙائڻ نٿي گهريا. هو کيتن جو ۽ ڦلن جو، ماڻهن جو ۽ سندن ٻچن جو رکپال هو. هن ڳوٺ وچي مٽي لاهن تي پڌايا. ۽ پوءِ پنهنجا ساٿي وٺي اڳيرو وچي لنڪ جهلي بيٺو. رات جو وڳڙو، ڪاري پاٽ اونداهه، ٻهاڙ ۽ ٻهڻ، پشو ۽ ڳوٺاڻا، صدين جا ساٿي ۽ پراڻا حال پاڻي، هڪ ٻئي جو ڏڍ ۽ اجهو ٿي هڪٻئي دشمن جي مقابلي لاءِ پاڻهن ٻيلي ٿي بيٺا. جبلن ۽ ماڙين جا اهايل جوان، رائيفلون ڪٺي پهڻ کي ڍال بنائي ڇپي ويهي رهيا.

اڌ ديءَ رات جو رياستي فوج اچي لانگهائو ٿي. جابلو جوانن ڏوڙيو لائي ڏنو. انسانيت ۽ حيوانيت جو ٽڪر ٿيڻو هو سو ٿي ويو. صدين جا خشڪ پٿر رنگجي لعل ٿي ويا. فوج ۾ ڀاڪر ڪتو پئجي ويو. هو پڳڙن والڪر ڀڄڻ لڳا. انسانيت اڏول، بلند ۽ مٿاهين رهي. خريد ڪيل جسم، "جسم" جي ئي بچاءَ ۾ محو رهيا. اکي ڇپي، پهڻ کي آڏ بنائي، سر

جو سانگو رکي، جوابي حملو ڪري ڏنائون. جتي ويڙهه ڇڙي ويئي. فوجي بہ ڀڙن کي
ڀڃون ڪري رهيا هئا. گولين جي بوڇاڙ ۽ دونهين جا ڪڪر هئا.

گونائي نازو، پاڻيءَ جي ڪُني ۽ باروت جو ٿيلهو کنيو، ڀڙن ۽ ڀِٽڻ تي ڊوڙندي
ٿي رهي. هڪ هنڌان ٻئي هنڌ، هر هر ڦري ڀشوءَ وٽ ٿي آئي- ۽ وري ڪنهن زخميل جي
دانهون تي ڀڄي ٿي ويئي. گولين جي مينهن ۾ سندس همت ۽ همدردي، سادگي ۽ سونهن،
پيار ۽ فرض، ڪنوڻ وانگر تجلا ڏيئي رهيا هئا.

ڪهسان جي لڙائي هلي رهي هئي. ٻيون پهر ٿي چڪو هو. پورهيت پورهيتن سان
وڙهي رهيا هئا. مزورن جو ٺاهيل بارود مزورن کي ساڙي رهيو هو. سندن مشترڪ دشمن،
ڪارو ۽ ڪوجهو، وڏين ڏاڙهن وارو، شيطان مثل، دونهي جي ڪڪرن ۾، ڪڇيون هڻي
رهيو هو. ڇو ته ڄاڻائين ته "ڪارائيندو ۽ ڊڪائيندو" هٿ ڪري، نانگ وانگر ڏنگي رهيو هو.

ڀشوءَ پنهنجو بارود خلاص ٿيندو ڏٺو. هن پنهنجا سڀ جيترا ماڻهو مرندا ڏٺا. ڪيس
ڪيت بچائڻا هئا. ماڻهن ۽ آئنده جون اميدون بچائڻيون هيون. انسانيت جو جهنڊو اوچو
رکڻو هو. ڏيون نيايو ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچائڻو هو. انسانيت جا پيغمبر سلامت رکڻا هئا ۽ جنگ
جاري رکڻي هئي. سڀ ڳالهيون ڳڻي، هن هٿڻ جو حڪم ڏنو. رکو ٿورڙا ساٿي ٻري ٻري
ڪري بيهاريائين، جي رائيفلون ڇوڙيندا رهيا- جڏهن دشمن دوکي ۾ رهي. ٻيا ساٿي، خاموشيءَ
سان، زخميلن کي کڻندا، غارن ۽ چرن ڏانهن روانا ٿي ويا. هاڻي اٺ ڏهه جانباز وڃي
بچيا. ڀشو اشاري سان هڪ هڪ کي واپس موڪليندو رهيو. نيٺ وڃي ٽي ڄڻا رهيا- ڀشو،
نازو ۽ سندن هڪ ويجهو دوست شيرل. ٽيئي ساٿي لڳيتو جدا جدا هنڌن تان گوليون ڇوڙيندا رهيا.

رات، دونهون ۽ بارود جي.باه! ٿڪ، زخم ۽ اڃ! ڀشو، نازو ۽ شيرل- وڙهندا رهيا
۽ هڻندا رهيا. اوچتو بارود کٽو، چمڪاٽ ٿيو، ۽ ڀشو ڀولاٽي کائي ڪريو. نازو ۽ شيرل
پهچندا ويا. سندن گوليون چڻڻ بند ٿي ويئون. فوجي سپاهي زور ۽ شور سان وڌڻ لڳا.
ڀشوءَ جي زخمن مان رت ڦينڍيون ڪري وهڻ لڳو. نازو وائڙن وانگر هيڏي هوڏي
ڏسڻ لڳي. آڱرين سان وهندڙ رت کي روڪڻ لڳي. وقت تيزيءَ سان سرڪي رهيو هو.
ڀشو ٿيڪون ڏيئي اٿي ويٺو. هن آخرين نيايو ڏنو- ته "جنگ جاري رکجو، ڪارخاني
وارن سان ضرور ملجو، فوجن ۾ پنهنجو پيغام موڪلجو!" فوجي سپاهي مٿي چڙهي رهيا هئا.
باه جو درياه وهي رهيو هو. ڀشوءَ نيسٽن هٿن سان بندوق کڻي ڀڙ جي ٽڪ تي رکي. هو
مشڪيو- ته "نازو تون وڃ!" نازوءَ جي زبان بند ۽ ڏوڙي خشڪ هئي. سندس اکيون
ڦاٽل ۽ چپ ٿورا کليل هئا. هوءَ ٻئي سهڪي. ڪنڌ سان ٽڪرو ٽڪرو "نہ نہ" ڪيائين.
ڀشوءَ رائفل کڻي ٺڪاءَ ڪيو. ته "مان بہ اچان ٿو". هو وري مشڪيو ۽ شيرل کي
آڱر سان اشارو ڪيائين. شيرل، نازوءَ کي ڪرائيءَ کان جهلي، مٿي جبل جي چوٽيءَ ڏانهن
ڀڳو. ڀشوءَ جي روح کي جهڙي اچي وئي- پاڻائين ته سڌ ڪري نازوءَ کي پنهنجي پاسي
۾ ويهاري. نازو ڀڙن تي گهلبي ۽ رڙهي ويئي- سندس ڪنڌ ڦٽي هو، ۽ اکيون ڀشوءَ ۾
هيون- وڃي چوٽيءَ تي پهتا. ڀشو ڀٽڻ جي اوٽ ۾ گوليون ڇوڙي رهيو هو- فوج ڪيس

وڪوڙي ويٺي هئي- سپاهي مٿس چڙهي ويا. نازوءَ هنيانو ڦاڙي ڏانهن ڪئي ... "پشو!" ...
جڻ تہ آسمان ڏري پيو، جبل ڦاٽي پيا ۽ ماڻهن ڪيهون ڪيون. نازو ست ڏيئي پوئتي ڀڳي-
پر شيرل جو مڙدالو هٿ ڪيس جبل جي پٺي پاسي ڪهلي ويو- ڪنهن اونهي کوهہ ۾، پشوءَ
کان ڏار، اوندهہ ۽ انڌڪار ۾. پٿرن ۽ پهڻن، گلن ۽ ٻوٽن، ماڻهن ۽ ٻچن هڪ گنڀير ۽
خاموش ماتم ڪيو. سون ڀڳهرندو رهيو ۽ سٽ اپائندو رهيو. فوج دمبهو هنيو- "ياعلي!"
زخميل پشوءَ کي ڪنڌاڻ سان ڪنيو ويو. گهنيل ۽ پوساٽيل پشوءَ پنهنجي آخرين چال ڪيڏي،
جي "منهنجا سڀ ساٿي مارجي ويا." فوج پنهنجي فتح تي ناز ڪندي، دف وڄائيندي، پشوءَ
کي گرفتار ڪري موٽڻ لڳي. وڏا وڏا پہاڪ پربت هزارن ۽ ڪروڙن سالن جي ٻاهہ ۽
ٻاڦ کي وڏي ڪ سانڍي نہ سگهيا- ڌنڌ ڪري اکيون ڦوٽاري فوجي دف ۽ دمبهي جي
هرهڪ آواز جو جواب، وڏي سڏ، زور زور سان چار چار پنج پنج دفعا ڏيڻ لڳا. غوغاءَ
مچائي ڏنائون- سندن گجگوڙ ماٿرين ۽ غارن ۾ گولن ۽ بستين ۾ زلزلا پيدا ڪري وڌا.

رياستي فوج زلزلن کان بي خبر، ڪاٺءِ ڦوند ۾ پرجي، وڏي ٺاٺ ۽ اڊمبر سان اچي
شهر پهتي. اخبارن وري بہ وڏيون وڏيون سرخيون ڏنيون. فوج ۾ انعام ورهايا ويا.
پشوءَ جي جسم کي قابو ڪري، چاتو ٿي ويو تہ سندس لڳايل چڻنگ اجهامي ويندي. پر اها
تہ لباڙ هئي، لاف هئي، خود فريبي هئي، چرٻائي هئي. بس ڪرڪني ٿيل سماج جي ڏڏندڙ
ٽوليءَ کي چار ڏينهن جيئدان مليو- اج نہ ڪيري سڀاڻ ڪيري!

پشوءَ کي ڦاسائڻ لاءِ خاص جج ۽ آفيسر مقرر ڪيا ويا. ڪيني جو ناٽڪ هلي پيو ۽
ٿيو. ڪارن جڳين وارن پنهنجون تقريرون ڪيون. جج صاحب وڏي ڪرسيءَ ۾ ڪنهوڙي
جي پليان وڏين ڊگهين پٽين جي وچ ۾ ويٺو هو. سندس چوڌاري ڪتابن جون ٿهيون هيون.
چوبدار سندس مٿان بيٺو هو. هو اکيون مچڪائيندو رهيو. هن گهوريندڙ ڪتابن ڏانهن ڏٺو،
ڪارن جبن وارن ڏانهن ڏٺو، پوليس ڏانهن ڏٺو، ۽ ڪورٽ جي ڊگهن وڏن ساڳ جي
درن ڏانهن ڏٺو. هن مجرم وانگر اکيون جهڪايون ۽ فتوا ڏني.

"تون ڏوهي آهين- توکي ڦاسي ڏني ويندي!"

پشو ذرو بہ نہ لڏيو. شينهن جهڙو مڙس اٿي بيهي رهيو. ڏاڍي ٺڏائيءَ ۽ وڏي يقين
سان چيائين تہ "ڏوهي تون آهين، ڦاسي توکي ايندي: مان ڪڏهن نہ مرندس."

ٻاهران وڏي زور سان نعرو لڳو- "پشو پاشا زنده باد"! عدالت عاليہ جو لوهي جهنگلو
جڻ تہ ٽوڪو ڪري ٽٽي پيو. سندس وڏو شاهي گنبذ ٽڪاءَ ڏيئي ڦاٽي پيو. ان جي چوٽيءَ
سان ٽڪرلدڙ ڪڙا ۽ زنجير ڇڇي مٽيءَ ۾ ملي ويا. انساني جوش جو اپرندڙ سمنڊ وڏا ڪٽڪ
ڪٽي، ٽڪر هڻندو، عدالت عاليہ جي ڪنڌرن مٿان ڦرانجي ويو.

ڦاسي گهاٽ مان سوين ۽ هزارين پشو اڏامندا نظر آيا. سندن سر ترڪءَ تي هئا. سندن
ڪپڙا رڳجي لعل ٿي ويا هئا. ويا گڏ ٿيندا. ڪارخانن ۾، فوجن ۾، ڪيٽن ۾ ۽ جبلن جي
ماٿرين ۾، ۽ غارن ۾. سندن هٿيارن جي جهڪار ۽ نازوءَ جا آلاپ هوائن ۾ واچوڙا پيدا
ڪري رهيا هئا- تکا ۽ تيز واچوڙا، جن هر پٿيءَ اڏاوت کي اکوڙي ٿي وڌو: وڏا ۽
اوچا واچوڙا، جن زمين جي ذرن کي آسمان تائين ٿي پهچايو.

گوورڌن محبوباڻي - اجمير

# ڪهاڻي

[ هڪ گجراتي گيت جي آڌار تي لکيل ]

ڳوٺ جي الهندي ڇيڙي تي صرف اموئي هڪ کوه هو. ڳوٺ جون سندريون گهڙو کري ان کوه تان پاڻي ڀرڻ اينديون هيون. صبح يا شام جي وقت، جڏهن سورج پنهنجي لاليءَ آڪاس جي نيلي اڱڻ ۾ ڦهلائي ڇڏيندو هو، تڏهن کوه جو پروارو وايومنڊل انهن ڇيلين جي ٽهڪن ۽ چوڙين جي مڌر جهنڪار سان گونججي اٿندو هو. انهن چنچل ڇورين جو روپ، رنگ، جوڀن ۽ لوڏ ڏسي، کوه جي اندر ۾ عجيب هلچل مچي ويندي هئي. هن جي هردي ۾ هڪ انوکي جذبات جون لهرون اٿنديون هيون. سوچيندو هو، "ڇو مون سان ڪا ٻه اکر به ٻولي نٿي- الائي ڇو؟ سڀ پنهنجي مستيءَ ۾ محو آهن. پاڻ ۾ ئي مذاق ڪري، ٽهڪ ڏيئي هلي ٿيون وڃن!" ويچاري جي دل جون تمنائون دل ۾ ئي رهجي وينديون هيون. هو البيليون ته موٽي وينديون هيون ۽ ويچارو کوه لاچار دل جي امنگن کي دٻائي سانت ٿي ويندو هو.

اهو روزانو دستور هو. مگر هڪ ڏينهن ...... جڏهن رات-راڻيءَ پنهنجي ستارن لڳل ڪاري ٻوتي آسمان مٿان ڦهلائي ڇڏي هئي، جڏهن اوچن وڻن جي وڻين مان سوسات ڪري لنگهندڙ هوا ڪو مڌر ساز وڄائي رهي هئي، تڏهن اوچتو آواز آيو - 'ڇم... ڇم... ڇم... ڇم'! ان اويلي ويڙهي هيءَ آواز ڪهڙو؟ ڇا آڪاس مان ڪا اپسرا هيٺ ڌرتيءَ تي اچي رهي هئي؟ شام جي سندر نظارن جي نشي ۾ اڌ ٻوٽيل اکيون کولي کوه حيرت مان چوطرف نهاريو. وري آواز آيو... 'ڇم... ڇم... ڇم... ڇم...' ۽ وڻن جي اوٽ مان هڪ نوراني ناري ڇيلهه تي گهاگهر رکي، ڌيري ڌيري کوه ڏي وڌڻ لڳي. هيءَ ڪير هئي؟ مانگ ۾ سندور، مستڪ تي چمڪندڙ چندي، سرير تي ريشمي ڪپڙا، گلابي رنگ، هٿن تي لال مينڌي ۽ پيرن ۾ ڇم ڇم ڪندڙ مڌر ڇير... نوڙيءَ ۾ ٻڌل گهاگهر کڻيءَ تان گسڪندي هيٺ پهتي. کوه جي هردي ۾ هلچل پيدا ٿي، ۽ آواز آيو، "تون ڪير آهين سندري؟"

ان نوورليءَ کوبه جواب ڪونه ڏنو؛ صرف حيرت وچان هن چوطرف نهاريو. کوه مرڪيو. مڌر آواز ۾ پڇيائين، "سندري! تون شايد هن ڳوٺ ۾ نئين آئي آهين. اڳ ته مون ڪڏهين به توکي ڪونه ڏٺو آهي."

"جي! هن ڳوٺ ۾ آئي مون کي اڃا ڏينهن ٿيا آهن،" سندريءَ ڪومل سُر سان چيو، "تازو شادي ڪري ساهرن ۾ آئي آهيان."

"اڃا ڏينهن ٿيا آهن تنهنجي شاديءَ کي؟ ٻوءِ نئين ڪنوار ٿي، تون ڪاٿي پرڻ ڪيئن آئي آهين؟"

سندري شرمائجي ويئي. لڄ وچان سندس ڳلن تي هزارن گلابي ڪلن جي لالائي ڊوڙي آئي. چپ کي چڪ ڪري آهستي چيائين، "ڇا ڪريان؟ منهنجو پتي پوڙهو آهي. هن ۾ ايڏي طاقت ڪانهي، جو پاڻ پاڻي ڀري. گهر ۾ ٻيو ڪو ڪونهي، سواءِ اسان ٻن جي."

"پوڙهو پتي؟ تنهنجي پوڙهي سان شادي! اهو ڪيئن؟"

سندريءَ جي اکين ۾ آنسو تري آيا. ڏکاري آواز ۾ چيائين، "اسان جي سماج جا اهڙائي ڪرتوت آهن. چانديءَ جي چمڪ منهنجي پيءُ جي اکين تي انڌ جا ڪوپا چاڙهي ڇڏيا، ۽ هن منهنجي سڪيلڌي ڌيءَ کي قربانيءَ جي ٻڪري سمجهي، مُٺ رپين ۾ نيلام ڪري ڇڏيو."

"ڏاڍو ظالم آهي زمانو، نهايت برو آهي اهڙو سماج،" ڪوهه سرد آهه ڀري چيو. "پر تون هن اوبلي وڳڙي اڪيلي ڇو آئي آهين؟"

"ڏينهن جي وقت سان گهر کان ٻاهر ڪين نڪرندي آهيان،" سندريءَ چيو.

"اهين ڇو؟"

"لڄ ايندي آهي مون کي- متان منهنجون جيڏيون سرتيون ۽ پاڙي واريون مون کي چيڙائين ۽ تنگ ڪن!"

"ٺيڪ- تنهنجو نالو؟"

"چمپا...... ۽ تنهنجو؟"

"ماڻهو مون کي 'پنگهٽ' جي نالي سان پڪاريندا آهن."

ٿوريءَ دير لاءِ ٻئي خاموش رهيا. چمپا گهاگهر پري چيلهه تي رکي. پنگهٽ پيار سان پڇيو، "وري ڪڏهن ايندينءَ؟"

"سڀاڻي هيڏيءَ مهل،" چمپا ورائيو. ۽ پوءِ هوءَ ڇم ڇم ڪندي ڪوهه جي نظرن کان غائب ٿي ويئي.

ٻئي ڏينهن .......

پنگهٽ پڇيو، "تون اداس ڇو آهين، چمپا؟"

"منهنجي قسمت ۾ ئي اداسي لکيل آهي! سورهن سالن جي جوان ڇوڪريءَ ۽ ٻاهٺ سالن جو پيرو گهوٽ- ڪهڙو نه الٽو آهي دنيا جو دستور- انڌو آهي اسان جو سماج."

”چو، تون شاديءَ مان خوش ڪين آهين؟ تنهنجو پتي تہ بيحد شاهوڪار آهي. ڏس! تو کي سهڻا ڪپڙا ڏنا اٿس، دلڪش ڳهڻا ڏنا اٿس. زيور تہ زالن لاءِ سڀڪجهہ هوندا آهن.“

”تون بہ دنيا جي انسانن جيان ڀولو آهين، پنگهٽ! عورت جي دل ڪنهن ايترو سمجهيو ناهي. هر عورت هم عمر ساٿي چاهيندي آهي. ويچار تہ ڪر، منهنجي زندگيءَ جي بهار ايترا هاڻي شروع ٿي آهي، مگر هن جي زندگيءَ جي خزان بہ ختم ٿي چڪي آهي. ڪٿي چمڪندڙ چنچل جواني ۽ ڪٿي گهنجيل پوڙهي پيشاني؟ ويران واريا سي زمين پر جڏهن ندي لهر چل چل ڪندي گهڙندي آهي، تڏهن ان ويرانيءَ کي سرسبز ڪرڻ بدران پاڻ سڪي سُڪ ٿي ويندي آهي. سمجهين ٿو، پنگهٽ! منهنجا امنگ، منهنجا جذبا ۽ منهنجا ارمان ڪنهن ڪان اڳ ئي ڪومائجي ويا! دل جون تمنائون دل ۾ ئي پوسائجي ويون!“

”منهنجو بہ اهڙو حال آهي، سکي!“ پنگهٽ چيو. ”مان بہ چاهيندو آهيان تہ ڪا مڌرچين ۾ پنڻ پنڻ ڪري مون سان ڳالهائي، ڪا منهنجي دل جو حال مون سان اوري؛ پر ڪاٻہ سندري مون ڏي ڏيان ئي ڪين ڏيندي آهي. هڪ تون آهين، جنهن منهنجي سالن ڪان اڻڏٺل نراش ابلاشا کي آشا جي جهلڪ ڏيکاري آهي. مون سان سنبنڌ رکندينءَ، چمپا؟“

”چو ڪين؟ مگر سنسار وانگر تون بہ سوارٿي نہ ثابت ٿين!“

”مان ۽ سوارٿي؟ اڙي واه! جيون جو اپڪار ڪرڻ ئي جنم ڪان وٺي منهنجو فرض رهيو آهي: مان سنسار کي اهو امرت ڏيندو رهيو آهيان، جنهن بنا شايد ڪو جيئي نہ سگهي.“

”پڪو سنبنڌ رکندين مون سان؟ پنڊو اٿئي تہ دوست اهو، جو مصيبت ۾ ڪم اچي. مشڪل ۾ ئي مترن جي سچائيءَ جي پريکشا ٿيندي آهي، پنگهٽ!“

”تون ڪو ويچار نہ ڪر. ضرورت پيئي تہ مان تو لاءِ سڀ ڪجهہ ڪندس.“

”ٺيڪ. مان روز رات جو تو وٽ ايندس، ساري رات تو سان مٺڙيون مٺڙيون ڳالهيون ڪندس. هن پوڙهي لاءِ مون کي نفرت آهي، سخت نفرت.“

ان ڪان پوءِ جڏهن روز رات جو چمپا جو پوڙهو پتي، آڌي جي ڏري ڪاٺي سوڊل ٿي ننڊ ۾ الوٽ ٿي ويندو هو، تڏهن چمپا چيلهہ تي گهاگهر رکي، ايندي هئي پنگهٽ وٽ. ڳالهين ئي ڳالهين ۾ پنهي جي پريت جو ٻج ويو پڪو ٿيندو.

هڪ رات چمپا پاڻي ڀري، سوڊل ئي موٽڻ لڳي. پنگهٽ ذرا حيرت سان پڇيو، ”ڇو اڄ ايتري جلدي وڃين؟ چو، اڄ ڳالهيون نہ ڪندينءَ؟“

”طبيعت ٺيڪ ناهي هُن جي،“ چمپا البت اداس سُر ۾ وراڻيو. ”ڪالهہ ڪان دم جو دورو تيز ٿي پيو اٿس.“

پنگهٽ ڪجهہ ڪين. چمپا تڪڙي تڪڙي هلي وئي.

۽ ان کان پوءِ برابر ڪيترا ڏينهن هوءَ پنگهٽ وٽ ڪين آئي. ويچارو پنگهٽ! رات ٿيندي هئي تہ گهوٽ ڪان ايندڙ سڙڪ تي اڪيون وجائي وهندو هو، ۽ چمپا جي اوسيڙي ۾ ساري رات جاڳندي گذاريندو هو، مگر هوءَ ڪين ايندي هئي. هن سوچيو "شايد چمپا ملي ويئي، اصل لاءِ ..."

ليڪن هڪ آڌيءَ رات جو، جڏهن هن چرڪ ڀري اکيون کوليون، تڏهن هن چمپا کي سامهون زمين تي ويٺل ڏٺو- ڇوڙيل وار، سفيد ميري ساڙهي ۽ چوڙيون غائب .هوءَ گوڏن ۾ منهن وجهي سڏڪا ڀري رهي هئي. حيرانيءَ مان پنگهٽ پڇيو، "روئين ڇو ٿيي، چمپا؟"

"مان وڌوا ٿي ويس- منهنجو پتي گذاري ويو."

"ڇا چيئہ؟ گذاري ويو! ڪڏهن؟"

"اڄ صبح جو...... هاڻي منهنجو ڇا ٿيندو؟"

"ڇو؟"

"مان بيواهہ ٿي چڪي آهيان- هاءِ! مون ڇا ڏٺو ڇا مائيو هن دنيا ۾؟ ڏس پنگهٽ، اڄا تہ منهنجي پيرن تان پوري مندي بہ ڪين لٿي آهي- ڪهڙو منهن ڪٽي وهندس سماج جي وچ ۾!"

"ڇو، ڇو- سماج توکي ڇا ڪندو؟"

"ڇا ڪندو؟ مان سماج جي نظرن ۾ ڪري پيس، پنگهٽ!"

"عورتون مون کي نپاڳي سمجهي، مون کان پاسو ڪنديون، ۽ ڪامي ڪتا پهرين منهنجي مذاق اڏائيندا ۽ پوءِ پنهنجي ناپاڪ خواهشن کي پوري ڪرڻ لاءِ هرطرح جون شيطاني ڪاروايون ڪري، مون کي ستائيندا. مان ڇا ڪريان؟ منهنجو تہ ڪوئي آڌار ئي نہ رهيو!"

"چري آهين، چمپا! .وني وڃ مائٽن ڏي."

"مائٽن جي گهر جا دروازا بہ مون لاءِ بند ٿي چڪا آهن، پنگهٽ! وڌوا ڌيءَ کي پيءَ بہ گهر ۾ اجهي ڏيڻ کان ڪيٻائيندو آهي. چو طرف راهون بند آهن. مان بيوس آهيان، پنگهٽ!"

"اوه، ڏاڍا برا آهن سماج جا قانون."

"ليڪن منهنجو قصور ڪهڙو؟ مون لاءِ تہ شادي برٻادي ثابت ٿي. هاڻي منهنجي هيءَ سندرتا، منهنجي هيءَ جواني يا تہ رڙندي رنندي لوسائجي ويندي، يا هوسي ڪتن جو شڪار ٿيندي."

"پوءِ ڇائي ڪرڻ چاهين؟"

"آئي آهيان تو وٽ- تون ئي تہ منهنجو سچو ساٿي آهين."

"مان؟... مان توکي ڪهڙي مدد ڏيئي سگهندس؟"

”شرڻ ڏي مون کي پنهنجيءَ گود ۾...“

”ڇا تون خودڪشي ڪندينءَ؟“ ڪوهه چرڪ ڀري پڇيو، ”نه نه مان توکي ائين ڪرڻ نه ڏيندس: آپگهات مها پاپ آهي!“

”منهنجي لاءِ ته ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو به ڪونهي. ڀنڀوٽ! سماج جون حيواني لتون مون کي لتاڙڻ لاءِ تيار آهن. سماج جا ليکيدار، ٻگهڙ بڻجي منهنجي هر انگ کي چيرڻ ڦاڙڻ لاءِ پنهنجون لال لال اکيون ڦاڙي مون ڏي تڪي رهيا آهن. مون کي بچاءِ انهن ظالمن جي چنبن مان!“

”مان توکي اجهو ته ڏيان، چمپا،“ ڀنڀوٽ چيو، ”پر خبر اٿيئي ته ان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟ دنيا مون کان منهن موڙي ڇڏيندي: مان ويران ٿي ويندس، برباد ٿي ويندس.“

”مگر تون ته انجام ڏنو هو، ڀنڀوٽ! مشڪل ۾ منهنجي مدد ڪرڻ جو.“

”پر مان لاچار آهيان. ذرا ويچار ته ڪر، مان توکي شرڻ ڪين ڏيان. توکي منهنجي آغوش ۾ پيل ڏسي ماڻهو هميشه لاءِ مون کان منهن ڦيري ڇڏيندا. منهنجو امرت جهڙو پاڻي تنهنجي مرده جسم سان ملي زهر بڻجي پوندو، ۽ پوءِ ڳوٺ جا ماڻهو هن طرف کان لنگهندا به ڪين: سندربون پلجي به هن طرف ڪين ايندءيون. ڏيري ڏيري منهنجو جسم سڪي ٺوٺ ٿي ويندو، ۽ پوءِ منهنجي ويران جسم ۾ ڇپرا اچي پنهنجا ڏيرا ڄمائيندا. نه نه مان توکي اجهو ڏيئي ڪين سگهندس!“

”بس! ڊچي وئين ايتري ۾؟ وڏو پرسارٿي ٿي سمجهيس. ڀاڻ ڪي، سوارٿي ڪٿي جو! اگ ته وڏيون ڀناڪون ٿي هڻيي پنهنجي سچائي جون، ۽ هينئر........ پر تنهنجو ڪهڙو ڏوهه! مان پيواهه جو آهيان: پيواهه کان هرڪو ٿو چرڪي. خبر ناهي مون کي ڪهڙو داغ لڳل آهي... مون سوچيو هو ته هن خود غرض دنيا کان منهن موڙي، مان هميشه لاءِ پاڻ کي توسان ملائي ڇڏيندس؛ پر تون به ٻين جيان رس لوڀي نڪتين! جڏهن ساريون راتيون تنهنجي بغل ۾ ويهي توسان ڳالهيون ڪندي هيس، تڏهن تون ڪهڙا نه وعدا ڪندو هئين؛ مگر هينئر جڏهن دائما وصل لاءِ تون وٽ آئي آهيان، تڏهين ائين ٿو ڳالهائين. گويا مون سان تنهنجو ڪو واسطوئي ڪين هو! مو چيو هوم 'جڏهن سماج مون کي ڏهاڳ جو ڏليل ڏنو آهي، تڏهن تون مون کي سهاڳڻ بڻائي، هميشه لاءِ پنهنجي سيني ۾ سمائي ڇڏيندين': پر تون به اول درجي جو مڪار ۽ ڪپتي ثابت ٿئين!“ چمپا اٿي کڙي ٿي.

کوهه جو جگر ڪنبي اٿيو. هن جي اندر ۾ هڪ عجيب هلچل شروع ٿي وئي. ڏڪندڙ لهجي ۾ هن چيو، ”ترس، چمپا!“

”ڇا لاءِ؟“

”مون کي ويچار ڪرڻ ڏي.“

"ويچار؟ هاڻي؟ ڀهرين، جڏهن پريت ۾ رڪيئي تڏهن ڇو نه ويچار ڪيئي؟ پر مان نه وڃان ٿي. وري موٽي تو وٽ ڪالهه ايندس. ها! پر هڪ ڳالهه ياد رکج: جڏهن ڳوٺ جي ماڻهن واتان منهنجي بيهودي پچار ٻڌين، تڏهن مون کي ڏوهه نه ڏج، پنگهٽ! چڱو اخرين الوداع ......"

پنگهٽ جي دل تي چوٽ لڳي. هن رڙ ڪئي، "چمپا! موٽي آءُ!"

"موٽي اچان؟ ڇو؟"

"اچ اچ! مان توکي پاڻ سان ملائڻ لاءِ تيار آهيان. جڏهن سماج توکان منهن موڙيو آهي، تڏهن مان توکان منهن ڪيئن موڙيندس. خوب ڄاڻان ٿو ته توکي اڄهي ڏينهن کان پوءِ تنهنجو ۽ منهنجو موت لازمي آهي، پر ڀلائي ڪندي مرڻ به ته امرتا جو درجو پائڻ آهي. اچ! منهنجي آغوش ۾ اچ!"

خوشيءَ وچان چمپا جون اکيون چمڪي اٿيون. هن ڊوڙ پاتي- ۽ پوءِ پنگهٽ جي ٻانهيءَ ۾ ڏڪاءُ ٿيو...



تنوير عباسي

# «لوئي»

مون هن کي سڃاتوني ڪين. ان ۾ منهنجو ڏوهه نه هو؛ واقعي هو ڪافي بدلجي ويو هو. مليو به سالن کان پوءِ هو. هن جي منهن ۾ ڪڏون پنجي ويون هيون؛ وار ڦٽل هئس، جن ۾ شايد ڪن ڏينهن کان تيل نه وڌو هئائين. سندس رنگ ڪڻڪ اس ۾ پيل ان جيان لهسجي ويو هو. ڪپڙا ميرا ٿي ويا هئس، ۽ قميص جا بٽڻ کليل هئس؛ اندران سندس پکهر ۾ ميري ٿيل گنجي ظاهر ٿي رهي هئي.

مون کي اعتبار ئي نه آيو ته هي ڪو ساڳيو رفيق آهي، جو مون سان پورو سال گڏ پڙهيو هو. جنهن جو منهن پڙبل ۽ رنگ نکريل هوندو هو، جنهن جا وار سدائين سليقي سان سنواريل هوندا هئا، ۽ جنهن جي نراڙ تي هڪڙي چڳ سدائين لهرائيندي نظر ايندي هئي. ۽ سدائين صاف پئنٽ ۽ رنگين بش شرٽ ۾ ملبوس نظر ايندو هو.

مان ۽ رفيق ڇهين درجي ۾ گڏ پڙهيا هئاسين. ان زماني ۾ جڏهن ماستر اسان کي پڙهائيندو هو، ته هي نوٽبڪ تي ماستر جي ڪارٽون ۽ ڇوڪرين جي اسڪيچن ٺاهڻ ۾ مشغول نظر ايندو هو. ۽ جڏهن ڪلاس پوري ٿيڻ بعد هو مون کي اهي ڪارٽون ڏيکاريندو هو، ته اسين ٻئي گڏجي وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندا هئاسين. ۽ ٿوري دير بعد هن جي چپن تي هڪ مرڪ ڪيڏندي نظر ايندي هئي، ڄڻ ته انهن ٽهڪن ڏيڻ سان هن کي سندس محنت جي پوري قيمت ملي وئي هجي.

سڄو سال هن ماسترن جي ڪارٽونن ۽ ڇوڪرين جي اسڪيچن ڪڍڻ ۾ گذاري ڇڏيو، ۽ جڏهن لتيجو نڪتو ته ظاهر هو ته هو ناپاس ٿي ٿيو.

ان کان پوءِ، هن سان گڏجڻ جو موقعو گهٽ ملندو هو. ڇو ته مان پاس ٿي ويو هئس. ۽ هي ساڳئي درجي ۾ ماسترن جا ڪارٽون ۽ ڇوڪرين جا اسڪيچ پيو ڪڍندو هو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، مون کي خبر پيئي ته هن کي اسڪول مان ڪڍيو ويو آهي. هن بورڊ تي هيڊ ماستر جو ڪارٽون ٺاهيو هو. ان ڏوهه ۾، اسڪول کان نڪرڻ بعد، وري هو مون کي نظر نه آيو، ۽ مون به ڪراچي ڇڏي، حيدرآباد ۾ پنهنجي تعليم جاري رکي.



"سنڌ جي نينگر"

— چترڪار؛ سيد ظفر علي شاه

اڄ ٽن سالن بعد جيئن ئي مان چانهه ڀڻ جي خيال کان هوٽل ۾ گهڙي رهيو هئس، ته هن مون کي پاڻهن کان جهلي پاڻ ڏي ڇڪيو. واقعي ٻهرين مون هن کي سڃاڻو ئي ڪونه؛ پر ٿوري غور سان ڏسڻ بعد، معلوم ٿيم ته هو ساڳيو رفيق آهي - اسڪيچن ۽ ڪارٽونن وارو رفيق، جنهن جو منهن پربل هوندو هو، ۽ مون سان ڪڏهن ڪڏهن وڏا وڏا ٺهڪ ڏيندو هو.

مان هن کي پنهنجي گهر وٺي آيس. هن مون کي ٻڌايو ته هن کي گهر مان ڪڍيو ويو آهي - انهي ئي فن جي شوق سببان. سندس والد جو چوڻ هو ته هو رنگن برشن تي اجايو خرچ ٿو ڪري ۽ سدائين سندس ڪپڙن تي رنگن جا داغ نظر اچن ٿا - بيڪار پيو ٿو وقت وڃائي. ان ڪري اهو شوق ڇڏي ڏئي. پر هو بدستور تصويرون چٽيندو رهيو. ڪڏهن درياءَ جي مست لهرن جون، ته ڪڏهن اوڀر تي اڀرندڙ شفق جي وڻندڙ لالائيءَ جون.

انهيءَ کان پوءِ گفتگو جو موضوع ڦري، ان وقت جي حالتن تي آيو. هي اهو وقت هو، جو ماڻهن ۾ پنهنجي قوميت جو احساس اچي چڪو هو، ۽ هر طرف کان پنهنجي تهذيب کي بچائڻ جا آواز اٿي رهيا هئا. نوجوان طبقو ڪافي سجاڳ ٿي چڪو هو، پر رفيق نهايت جذباتي ٿي ويو هو. هن چيو "هاڻي پيو سڀ ڪجهه ڇڏي، مون پنهنجي وطن کي تصويرن ۾ چٽڻ شروع ڪيو آهي." هن مون کي ڪجهه تصويرون به ڏيکاريون - "سکر براج"، "لئنسڊائون پل"، "سنڌي نينگرين جو ڪوهه تي جهرمٽ"، "سنڌي ٻڪرار پنهنجي ٻڪرين سان"، "ڪوٽڙي براج جي ڪنڌيءَ سان خانه بدوشن جا لڏا" - انهن سڀني نظارن کي هن رنگن جي قيد ۾ آڻي ڇڏيو هو. هن شاهه جي بيتن کي تصويرن ۾ پيش ڪرڻ شروع ڪيو هو. "نوري"، "سسئي" ۽ "مارئي" - اهي سڀ هن چٽيون. انهن ۾ مون کي "مارئيءَ" جي تصوير ڏاڍي وڻي - هن ۾ ڏيکاريو ويو هو ته هڪ عاليشان محل ۾ مارئي ٽٽ تي ليٽيل آهي، هن جا وار پريشان آهن، ۽ سندس سادا ۽ ميرا ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿي ويا آهن، ۽ هوءَ انهن قاتل ڪپڙن مان ظاهر ٿيندڙ اوگهڙ کي لوئيءَ سان لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي.

"هن تصوير جي قيمت گهٽي ٿيندي؟" مون هروڀرو ڪانئس پڇيو. "هن تصوير جي قيمت؟" هن جي چپن تي طنزيه مرڪ ڊوڙي وئي. "ماڻهن وٽ پئسو ڪٿي آهي اهڙن تصويرن تي خرچ ڪرڻ لاءِ؟ هن کي فلم ائڪٽريسن جون اڌ اگهاڙيون تصويرون کپن -" ائين چوڻ سان هن جي دل ڀرجي آئي، ۽ چيائين "پاءِ! اسان جو عوام بکيو آهي - هن کي جنس جي بک، روح جي بک...... آهي. هن جو به ته ڏوهه نه آهي. هن کي ته ڪنهن نه ڪنهن طرح سان پنهنجي بک مارڻي آهي - ۽ آرٽسٽ؟ اهي به بکيا آهن. پيٽ جا بکيا. گويا هي به هڪڙو بک جو سودو آهي. آرٽسٽ عوام جي بک مٽائن ٿا ۽ عوام آرٽسٽن جي..."

پر ٿي ڏينهن مون وٽ رهڻ بعد، هو روزگار جي تلاش ۾ نڪري ويو...... ۽ سندس خط مون ڏي ايندا رهيا - ڪڏهن لاڙڪاڻي مان ته ڪڏهن سکر مان؛ ڪڏهن ڪٿان

تہ ڪاڻن ڪٿان: مهربانيءَ تڪوا تڪوا خط لکندو هو ۽ پوءِ آهستي آهستي ڪري خط لکڻ بہ بند ڪري ڇڏيائين. سندس خطن ۾ سدائين سندس فن جي قدر نہ ٿيڻ جو ذڪر هوندو هو.

هڪ سال بعد، اوچتو هن جو خط آيو، جنهن ۾ هن پنهنجي اچڻ متعلق لکيو هو.

جنهن ڏينهن هو اچڻ وارو هو، تنهن ڏينهن مان اصل اسٽيشن تي ويس. گاڏي اچڻ تي مون ٽرڪ ۽ انٽر ڪلاس گاڏا گولڻ شروع ڪيا. خلاف توقع هو هڪ سيڪنڊ ڪلاس گاڏي مان سوٽ ڪيس ڪٺي هيٺ لٿو.

مون ڏٺو تہ هو ساڳيو رفيق هو. اسڪول وارو رفيق، جنهن جا گهگهر وار هئا ۽ وار سليقي سان سنواريل هئا، ۽ هڪڙي چڳ سندس پيشانيءَ تي لڙڪي رهي هئي، ۽ هو هڪ اوچي سوٽ ۾ ملبوس هو.

هن گاڏيءَ مان لهڻ شرط سوٽ ڪيس ڪوليءَ جي حوالي ڪيو ۽ مون سان چنبڙي ويو.

گهر وٺي اچڻ بعد، مون هن کي چيو، "تنهنجي حالت هاڻي سڌري وئي آهي- شايد هاڻي دنيا تنهنجي فن جو قدر ڪرڻ لڳي آهي......!"

"ها......!" هن هڪ ڦڪيءَ مرڪ سان چيو. "چو تہ مون هاڻ دنيا جي "جذبات" جو قدر ڪرڻ شروع ڪيو آهي." ائين چئي، هن سوٽ ڪيس کوليو، ۽ هڪ تصوير ڪڍي، ٽڏو ساهہ پري، ان تي حسرت واري نظر وڌائين، ۽ پوءِ وڌائي مون کي ڏسڻ لاءِ ڏنائين.

مون هن کان تصوير وٺي ڏٺي...... اها ساڳي "ماروءَ" جي تصوير هئي- اها ساڳي، جيڪا هن اڳئين سال مون کي ڏيکاري هئي. فرق فقط اهو هو تہ هن جي ليڙون ليڙون ٿيل ڪپڙن مان بدن جي اوگهڙ ظاهر ٿي رهي هئي- ۽ هن جي "لوئي" لهي وئي هئي---!



ڪيرت ٻاٻاڻي

# ٿون پڇين ٿو مان ڇو اداس آهيان؟

ٿون پڇين ٿو "مان ڇو اداس آهيان؟" نہ معلوم ڇو ويٺي ويٺي اداسائي دل تي ڇانئجي ويندي آهي. دل جي اونهائيءَ ۾ هڪ تنهائي محسوس ڪبي آهي: تنهائيءَ ۾ هلڪو ڇينڊو دردا من جو پکيڙو اڏامندو عرش جون ڪئين منزلون طي ڪندو، ان وسريل يادوارين جهڳهيون ۽ نظارا ڳوليندو رهندو آهي ...

هيءُ نواب شاه جو ننڍڙو نگر آهي. هن شهر جو هرهڪ رستو، هرهڪ گهٽي، هرهڪ جڳهہ، هرهڪ پٽ مون کي سڃاڻي. مان ڪوڙ ڪونہ ٿو ڳالهايان! مون کي بادشاه پير دستگير جو قسم آهي. ٻڌي ڏسو، هرهڪ پٽ کان تہ مون مٿس ڪيترا پيرا پوسٽر لڳايا هئا؛ ڪيترا پيرا چاڪ سان لکيو هو: انقلاب زنده آباد! هندستان آزاد! هندو مسلم ڀائي ڀائي! ٻڌي ڏسو نہ هرهڪ رستي ۽ گهٽيءَ کان تہ مون ڏينهن ۾ گهڻا دفعا مٿن ڊڪون ۽ ڊوڙون ٿي پاتيون، ڏڪا ٿي کاڌا ۽ سندن خاڪ پنهنجي جسم سان ٿي مَليي! ڏسو تو مان ڪي شاهدي ڏين ٿا يا نہ!

پلا مون کان اهو ولس هاءِ سڪول وسري سگهي ٿو، جنهن جي ننڍڙي باغيچي ۾ مان پنهنجن هم عمر سنگتين سان شام جو ويهي، موربون ۽ ڪجرون، ٻالڪ ۽ ميٺي پوڪيندو هوس. گل ۽ ٻوٽا لڳائيندو هوس؟ مون کي ڪير ٻڌائيندو، تہ اهي منهنجا لڳل گل ۽ ٻوٽا ڪيئن آهن؟ مرجهائجي ويا آهن يا اڃا بہ انهن ۾ اها مهڪ ۽ مشڪ موجود آهي ۽ سورج جي ڀرپور ڪرڻي ۾ پنهنجا ننڍا ڪڙا ايئن، ڪر موڙي کوليندا آهن؟ جي ها، تہ ڪهڙو منهنجو رفيق منهنجن لڳايل گلن جي جيءَ سان پرورش ٿو ڪري؟ مان ڪيس سلام ٿو موڪليان. ڪ ڇائي تہ انهن گلن جي سگند هوا جي تهن تان اڪرلدي منهنجي هن نرڳ جهوڙيءَ ڪرنيءَ ۾ ضروري اچي منهنجي دماغ کي طراوت ڏيندي.

پلا هن پنهنجي دوست جيٺي جو گهر ڀلجي سگهندس؟ ان گهر جي تہ سرسر منهنجي واقف آهي. اتي ٿي تہ ڀريون دفعو منهنجي دل گم ٿي وئي هئي. مون هرهڪ سيرُ ڪري پنهنجي دل کي ڳوليو؛ پر مون کي ڪٿي بہ نہ ملي. مون کي ڪهڙي خبر، تہ ڪو ان کي چورائي ويو آهي ۽ اها دل مون کي قيام وري واپس نہ ملندي. ۽ چورا اهو بلڪل منهنجي

نظرن جي سامهون شرارت ڀري نظرسان مشڪي رهيو هو. مون کي، اها حياتي ڀرڻ وسرندڙ
ڳوڙهي اڄ به ياد آهي. هن وٺي لوڙهيءَ راند ڪئي. نوڙي ٻن ڇوڪرين وٺي هلائي ۽
هن ٽپا پئي ڏنا. عورت هونئن ئي سونهن جو ڀنڊارو؛ پر جڏهين مٿس جوانيءَ جي مدرتا ۽
چنچلتا ڇانيل هوندي آهي، ته هوءَ سونهن جو بيباڪ آبشار بڻجي پوندي آهي! هن جي
انگ انگ ۾ مستي هئي، للڪار هئي، سندرتا هئي ۽ زندگيءَ جي اڇل هئي. مان ڇاهيان نه
ڇاهيان، بازي هارائي ويٺو هوس. تير ڇُٽي ويو هو، تنهن کي واپس تيردان ۾ آڻڻ، ڪنهن جي
وس جي ڳالهه نه هئي.

ڀلا هو محمد بخش ڪاسائي ڪٿي؟ هو برابر ڪاسائي پر دل ته ڪنول جي گل جهڙي
ڄر هيس. مون کي ڪلهي تي کڻي وتان گهمائيندو هو، ڏڍڻ چُڪائيندو هو ۽ جيرا ٻڪيون
کارائيندو هو. جڏهين ٻچاڙيءَ وارو پيرو ڳوٺ موڪلائڻ لاءِ ويس، تڏهين پنهنجي دستار
سان اکين جو پلڪون اگهي، پيار ڀريون ڳالهيون پئي چيائين، ”ننڍڙا ديوان، ٻيءَ تي
ڏينهن ترس. ڪوٽڙيءَ جا ڀلا، نارو شاهه جون نارنگيون، سکرنڊ جا ٻير، محرابپور جا پيڙا
ته ڏؤ تي کائي پوءِ وڃ.“

تون پڇين ٿو مان ڇو اداس آهيان؟

هيءَ حيدرآباد جو سهڻو شهر آهي. ڪيترا ڀيرا مان هن تواريخي شهر جو ديدار ڪرڻ
آيو هوس. ڏس هيءَ قليلي پنهنجي قوهه جوڀن ۽ مستيءَ ۾ پئي وهي. سندس ڳهڙ...
ڳهڙ... ڳهڙ جو آواز اڄا ٻيو ڪتين پيو. مهاڻا پنهنجن ٻوندين، ٻتيلن ۽ مڇڻ ۾ ويٺا،
مستيءَ جي هالاري جبل ۾ پنڪڻ جا ورلاپ ڪن.

پرسان ئي هيٺ لهي، مائي ڏائيءَ جو ڏوڏو ۽ ڇٽي کائي وڃڻ ڪان سواءِ تو هان حيدرآباد
۾ جهڙا آيا تهڙا لـ. مبارڪ آهي مائي ڏائي تنهنجو هٿ، جنهن ۾ ايڏي شيري آهي، جو
ماڻهون تنهنجي ڏوڏي جي هاڪ پڌي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هٿ ٿا اچن. اڄڪلهه اتي
مائي ڏائي هوندي يا ڏائيءَ جي پوٽي هوندي؛ پر اها ڏوڏي ۽ ڇٽيءَ جي هاڪ ۽ شيري
سڄي سنڌ ۾ مشهور هوندي.

هاڻي اچي ميرن جو هيءَ پڪل قلعو ڏسو. ميرن جي صاحبيءَ جو پويون نشان. قلعي
ڏسندي تاريخ جا ڪيترا ورق اکين اڳيان گذري ٿا وڃن. انگريزي حڪمرانن پنهنجي
سوڀ جا پُتلا به هت ٺهرائي ڇڏيا آهن. ڀلا وقت جي سرڪار انهن داغن کي مٽائڻ لاءِ
ڪهڙي ئي ڪوشش ڪري؟ پرسان ئي مياڻيءَ جو ميدان آهي، جتي شيردل ٻروچ انگريزي
گولين جو مهاڏو ڪندي زمين تي ڪريا هئا. اڄ ڪير انهن جي شهادت جي تاريخ لکي ٿو.
يا انهن جي دليريءَ جا ورق وساريا ويا آهن؟

پرسان ئي ڪوٽڙي آهي. پلن جو پٽڻ. ڪوٽڙيءَ جو تازو سيڪيل پلو کائڻ سان، رب
جو سُنهن، بهشت جو ميوو ياد اچي ويندو هو. هتي ئي پيڙيءَ تي چڙهي، سنڌوءَ جي چنچل

لهرن مٿان، چانڊوڪيءَ رات جو اسان سير ڪيو هو. رات جي خاموشي، چانڊاڻ جي سيتلتا ۽ لهرن جي مدهوشيءَ ۾ منهنجي دوست جيڪو دل جو الاپ "او منهنجا پرديسي پريتم، تنهنجي ياد ستائي،" بلند ڪيو هو، سو اڄ به هوا جي لهرن سان ٽڪرجندو رهي ٿو، ۽ ڪڏهين ڪڏهين اها زخميل دل جي پڪار بدن ۾ بجليءَ جهڙو سيسرات پيدا ڪندي آهي.

تون پڇين ٿو ته مان ڇو اداس آهيان؟......

هيءَ شڪارپور آهي، منهنجي دوست ڪڪوءَ جو جنم آستان. هينئر منهنجو دوست مون کان رسي ويو آهي ۽ مون وٽ وري اچڻ وارو نه آهي؛ پر سندس يادگيريون ۽ سندس شهر جا واقف نظارا مون وٽ ڇڏي ويو آهي. اڪيلي ڪڪوءَ جي اڪيلي ناني، منهنجي به ناني هئي. سندس سڪ ۽ ممتا مون کان اهو به ڀلائي ڇڏيندي هئي ته هوءَ ڪڪوءَ جي ناني آهي يا منهنجي ناني!

هيءَ شهر آهي، جتي ڪيترا سنت ۽ ڪوي پيدا ٿيا. ان ئي مٽيءَ مان سنڌ جو نوجوان باغي شاعر 'اياز' جاڳيو، جنهن جي گيتن جي گونجار ساري سنڌ ۾ ڦهلجي وئي. اڄ به اهو نظارو ياد آهي، جڏهين 'اياز' سيني روايتن ۽ بندشن کي ٽوڙي 'رام باغ' جي هڪ عوامي ميڙ ۾ پنهنجو محبوب گيت ڳايو هو: "او باغي! او راڄدروهي! ڀارت جي بلوي جا باني..." اڄ اهي روح پرور نغما سنڌي عوام جي چپن تي نچندا هوندا ۽ پرورش پائيندا هوندا.

هيءَ هاٿي در، هيءَ لکي در. شام جو دلفريب ۽ من موهيندڙ سمو! ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي چانگ! ڇا هي سڀ وسرڻ جهڙيون ڳالهيون آهن؟

۽ سنڌ واهه! ڪڪو چوندو هو، "جن جي گهر 'سنڌ واهه' وهي، سي گنگا وڃن نه گودڙيا". اونهاري جو وقت هو. ساري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان نوجوان شاگرد ڪانفرنس جي موقعي تي اچي ڪٺا ٿيا هئا. خوب گرما گرم بحث ٿيو، ڪشمڪش ٿي، تقريرون ٿيون، ٺهراءَ پاس ٿيا. ۽ پوءِ هو سنڌ واهه تي شيلا! پاڻيءَ ۾ ٽڙڳڻ، انبن جي رس چوسڻ، گوشت تي ڄڃا هڻڻ ۽ ٽپيون ڏيڻ. هن سير جي سوچ ۾ موسيقي جو ميٺاج هو، نرتيه جي مڌرتا هئي، چترڪاريءَ جي رنگيني سمايل هئي.

بلڪل ويجهو سکر آهي – سنڌ جو فخر! سکر ڀلا ڪو ڏسڻ جو شهر آهي؟ بس دل تي چٽڻ جو آهي. "هڪڙو ڇيڙو" اکين کان پري ٿي نه ٿو ٿئي ته پيو ان کي ٿيلهو ڏئي ٿو اچي اڳيان بيهي. چڙهو نه معصوم شاهه جي مناري تي- ڄڻ عرش جا سير ڪيو. مٿي پهچڻ سان ائين محسوس ڪندا ڄڻ اهڙي بلنديءَ تي پهچي چڪا آهيو، جتان قدرت جي هن وسعت کي پنهنجي گود ۾ سمائي ڇڏيو.

اچو ته سکر براج جو لطف وٺي اچون. هيءَ سنڌوءَ جي ڇاتيءَ تي انسان جي فتح جو ڪمرپٽو پڌل آهي. ستر دروازن جو بند، جنهن سنڌوءَ جي مدمست پاڻيءَ کي لغام ڏيئي وس ڪيو آهي. هيءَ سنڌ جو جياپو آهي، ڪيتن جو روح آهي. اها اونهاري جي هڪ دلربا

رات، جا مون براج جي پل تي ڪي گهڙيون گهاري هئي سا قيامت پر نه ڀلجي سگهندس. ٻانهيءَ جي مٿان چانديءَ جي چادر، ٻانهيءَ جي گهوگهراهٽ جو انوکو آلاپ ۽ لهرن جو رقص!

هٽ بکر آهي، زنده پير آهي، پرسان روهڙي شريف آهي ۽ ٻانهيءَ جي وچ ۾ ساڌ ٻيلي جو ٻيٽ. درياءَ شاه جي ڇاتيءَ تي هيءَ ننڍڙو ٻيٽ آنند جو آستان آهي: ڪيترا ڀيرا درشن ڪرڻ کان پوءِ به دل ڍاپڻ جي نه آهي. ڀلا قدرت جي سونهن مان به ڪڏهين ڪير ڍاپو آهي! آرتوار جي ڏهاڙن تي ڇا ته ڀيهه هوندي هئي! سڄو سکر اچي اتي گڏبندو هو. اهڙن موقعن تي آنند وچان مور ۽ ڍيلون پنهنجا کنب پکيڙي جا رمت رنديون هيون سا ڀلائڻ جي نه آهي!

تون پڇين ٿو ته مان ڇو اداس آهيان؟ ...

هيءَ آهي سنڌ جو بهشت - ڪراچيءَ جو سندر شهر. هن شهر سان منهنجو لڳاءُ آهي. ڇو ته ان سان منهنجيون ڪيتريون يادگيريون وابسته آهن. هن شهر جون گليون ۽ ڪوچا، باغ ۽ وندرگاه، تعليمي ادارا ۽ سياسي مرڪز مون کان هزارين ميل دور هوندي به مون کي ايترو ويجها آهن، جيترو منهنجي اکين جون ماڻڪيون.

هيءَ ڏس ته ڊي. جي. سنڌ ڪاليج! مان جيڪي آهيان سو سڀئي انهيءَ جي بدولت. ڪاليج جا شاهي گنبذ، آڳنڌ ۾ وڇايل ساوڪ جا غاليچا، ڪلاسن ۾ پيل بينچون، ڏاڪڻ جا ڏاڪا، ۽ ٿنڀي تي هٿ سان اڪريل هيءَ منهنجو نالو، منهنجي اڳيان ائين بيٺا آهن، جڻ ڪالهه ڪالهوڻي آهي. ۽ هيءَ ميناراز هاسٽل، جنهنجي ڪوٺي نمبر ۹۲ منهنجو چار سال آرامگاه هئي. انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ مون ڪهڙا خواب پاليا هئا: دوستن سان ڪهڙيون رهاڻيون ڪيون هيون ۽ محفلون مچايون هيون. اهي سڀ نه وسرندڙ داستان آهن.

هاڻي اچو ته ڪياماڙيءَ تي هلون، جتان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي منهوڙي جو ديدار ڪرڻ ٿا هلون. هيءَ لڪشميءَ جو مندر آهي. عربي سمنڊ جون ڇوليون مندر ناچڻين جيان تال سان قدم ملائينديون، مندر جي ديوار کي چمنديون، ڌيمي چال سان چم چم ڪنديون واپس ٿيون وڃن. هيءَ ڪجهه ڏس، واريءَ سان ليٽيجي ان سان ملي پنهنجو وجود وڃائي ٿي ڇڏي. ديوار سان ٽڪرجندڙ لهرون پاڻيءَ جون بوندون ائين ٿيون ڦهلائين، جڻ موتين جي ورکا ٿي ٿئي. هن لافاني آستان تي مان ڪيترا ڪلاڪ ليٽي پوندو هوس ۽ عربستان جي ڪناري تان هلندڙ ڇولين جي محڪمتا ۽ نيلي آسمان جي وسعت جا دلفريب سنيها ٻڌندو هوس.

هيءَ آٿو آرٽلري ميدان جي ڇهين نمبر جڳهه جي سورهون نمبر بالڪني. انهيءَ بالڪنيءَ تي ڪيئن افسانا چيٽي سگهن ٿا. ان سان منهنجو جيءُ جڙيل آهي، روح جو سنبنڌ آهي ۽ اها منهنجي حسرتن جو آئينو آهي. انهيءَ بالڪنيءَ ۾ پهريون دفعو مون پنهنجي پريتما کي ڏٺو هو. هر روز انهيءَ بالڪنيءَ هيٺان، نت نيم، مان کير واري وقت کير پيڻ ايندو هوس. کير مان منهنجي دل کي تقويت ملندي هئي يا نه: پر پرينءَ جي ديدار مان ته دل کي

بي پناهه مسرت ملندي هئي. هر روز، صبح ۽ شام دل جي ڌڙڪن کي تيز ڪري، دل لاءِ تسڪين هٿان ٿي ڇاتي ويندو هوس. اڄ ضرور ڪو نه ڪو ڪير پڻ جي ڇاتي سان پنهنجي نور نظر کي انهيءَ ٻالڪنيءَ ۾ ڏسڻ ايندو هوندو، ڪيئن مبارڪ هجي اها ٻالڪني!...

نورو پربان عيدگاهه ميدان آهي. انهيءَ ميدان تي تاريخ جا باب لکيا ويا آهن. اهو ١٩٤٦ وارو زمانو هو. بهادر ساموندي خلاصين انگريزي حڪمرانن جي بي عزتي ۽ گهمنڊ جو جواب رائفلون سڌيون ڪري بغاوت سان ڏنو. نونهال خلاصين جهازن تي قبضو ڪري گولين جو جواب باروت سان ڏنو. ڪراچيءَ جو شهر اڀامڻ لڳو. سڄي خلق اچي عيدگاهه ميدان تي ٺٽي. ڳاڙها، ساوا ۽ ترنگا جهنڊا هڪ ئي ميدان تي ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڦڙ ڦڙ ڪندا رهيا. پنهنجي ڪسڪندڙ طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ سامراجين عوام تي گوليون هلايون. ۽ اهو اُن سالن جو معصوم بوري ٻالڪ منهنجي بلڪل اڳيان سورهيه سپاهيءَ وانگر ڪريو. ڪيس ڪن لاءِ گود ۾ کنيو. سندس شهيد خون سان لال ٿي ويس. هڪ ڏينهن ۾ انهيءَ ميدان جي سرزمين تي اُن شهيدن جي اتهاس جا ورق لکجي ويا، جن کي ڪير ڀلائي سگهي ٿو؟ اڄ به انهيءَ معصوم ٻالڪ جي بي باڪ شهادت جي مُرڪ منهنجي اکين جي تارن ۾ عڪس ٿي آهي.

... ۽ انهيءَ منهنجي ڪراچيءَ کان اڄ آءٌ وڇڙيل آهيان!



عبدالرزاق "راز"

# ناڪام محبت

تمام ٻڙي شرناءِ تي لاڏو ٿي وڳو. لوهي ٽات ٻڪي، اونداهيءَ رات ۾، ٻهڙن کي چيرينديءَ، اڳتي ٿي وڌي. ابلخ گهوڙي ڪڏهن هڪيو ٿي. ڊرائيور رين کي ڊرو ڪري، هن جي ٻنيءَ تي ٺڪي ٿي ڪئي. ٻگيءَ ۾ هڪ نوجوان ڪنهن گهري سوچ ۾ وٺو هو. هڪ ننڍڙو هنڌ ۽ هڪ ٽين جي ڪاري پيٽي ٻگيءَ ۾ رکيل هئا. ڊسمبر جي شروعات هئي. آسمان تي جهڙ هو. ڪجهه وڏيڪ ٿڌ ڪانه هئي، پر اتر جي هوا ڪري بدن ۾ سيانو ٿي ايريو. ڊرائيور ڪنگهي، نڙيءَ کي صاف ڪري، پنهنجي ڳلي تي زور ڏيئي ڳائڻ لڳو- "تنهنجي ياد ستائي ٿي"- آواز اهڙو بي سُرو هو، جو طبيعت تي ڇڻ بار ٿي معلوم ٿيو. نوجوان جا خيالات منتشر ٿي ويا. هو راڳ جي لفظن تي غور ڪرڻ لڳو. ڊرائيور جي الهيءَ راڳ ڏيڍ منٽ کن جناءِ ڪيو؛ وري اچي کيس کنگهه ورايو. نوجوان "ڪنون ڪنون" ڏي تمام گهٽ ڌيان ڏنو- وري ڪنهن ماضيءَ جي ياد ۾ مبتلا ٿي ويو. شرناءِ تي "هو جمالو" وڄي رهيو هو، ليڪن آواز جهيڻو ٿي لڳو. هوا سوساٽ ڪري ٿي لڳي. دهل جو آواز ڪنهن وقت بي سرو ٿي ٿي ويو. گهوڙو پنهنجي تيز رفتار سان منزل جي طرف ڊوڙي رهيو هو. ڊرائيور کيس ڇڪاريون ڏيئي رهيو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سندس وات مان "هئي هئي سن" جو پيارو ٻول ٿي نڪتو. هلندي هلندي گهوڙي جو جوٽ ڇڄي پيو- "خدا جي شل مار نه پوئي!" ڊرائيور چيو، ۽ گهوڙي کي ڇڪاري ڏيئي بيهاريائين. گاڏيءَ تان لهي، جوٽ سان نوڙيءَ جو ٽڪر ڳنڍي، وري گاڏيءَ تي چڙهيو- ۽ گهوڙي کي هڪل ڪري چيائين، "هل پٽ هل". پسينجر ڏانهن نظر ڦيري چيائين، "سائين هي رستو ٻهريون پيرو آيو آهيان". نوجوان جو خيال ٽٽي ويو، ۽ جواب ڏنائين، "هي ڳوٺ ته سالن کان آباد ٿيو آهي. جڏهن مون ڳوٺ ڇڏيو هو، تڏهن فقط ڏهه گهر هئا. هاڻي پنج ست وڌيا هوندا". ڊرائيور پڇيو، "تو ڪڏهن ڳوٺ ڇڏيو هو؟" مسافر جواب ڏنو، "ادا اٽڪل اڍائي سال کن ٿيندا. سان ڪراچي ۾ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو آهيان. هاڻي اتان ٿو اچان." ڊرائيور چيو، "پوتارا ڪراچي ته ڏاڍو وڏو ملڪ آهي، چوندا آهن ته جاين جون پنج پنج ماڙيون ٺهيل آهن. موٽران لاريون ۽ ٽراماں ته جام آهن- ڇڻ پئسن ۾ گاڏي

جو ڪاڏي ويندا پيون آهن. ٻڪين وارا ته ويچارا مٺو پيئندا هوندا!" مسافر جواب ڏنو، "ٻڪين وارن کي ته چڱي ڪمائي ٿيندي آهي. سرڪاري ڪامورا ۽ وڏا ماڻهو ٻڪين تي چڙهندا آهن. زالائو عالم ته گهڻو ڪري ٻڪين ۾ چڙهندو آهي."

ٻڪيءَ وارو خاموش ٿي ويو. الاجي ڇا ٿي سوچيائين، ۽ نوجوان پنهنجي خيالات ۾ محو ٿي ويو. هو سوچي رهيو هو ته اڍائي سال اڳي پوئينءَ رات هو ڪيئن رحيمان سان مليو هو، جنهن کيس چيو هو ته "تون ڪٿي ڪمائي اچ؛ مان تنهنجي واٽ پئي تڪينديس!" وري هن کي رحيمان جون ملاقاتيون ياد آيون- ۽ رحيمان جو پير ڪبڙشاهه ۾ انجام ته "پيرل! مان تنهنجي آهيان؛ حياتيءَ تائين تنهنجي رهنديس!" نوجوان پنهنجي ڪپيءَ ٻانهن کي ڏٺو، جنهن ۾ هٿ ڪونه هو. هن خيال ڪيو ته رحيمان وٽان ٻئي هٿ سلامت کڻي ويو هوس؛ هاڻي هڪ هٿ ڪپائي ٿو وڃان. رحيمان پڇندي، ته چوندو ساڻس ته "تنهنجي محبت جي نشاني آهي. پڻهين کين بابا کي چيو هو- 'خيرل، تنهنجو پٽ ڏور آهي؛ نه ڪم جو نه ڪار جو. نڪمو سڄو ڏينهن ويٺو کوهه تي چوريون تاڙيندو وتي! لفنگو ڪنهن جاءِ جو! هڙي کي پنهنجي نينگر ڪين ڏيندس!'"

خيرل کي ڏهه ايڪڙ ٻني هئي. کيس ٻه پٽ هئا: وڏو ميرل ۽ ننڍو پيرل. پيرل کي ڳوٺ جي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو هو. ميرل پيءُ سان گڏ ڪڙت ڪندو هو. پيرل چار درجا ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهيا ۽ پوءِ ملان وٽ مسيت ۾ قرآن پڙهڻ شروع ڪيائين. قرآن ختم ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو مال چاريندو هو ۽ انهيءَ جي ڳاهه ٻني جو ڪم سندس حوالي هو. ٽي سال ٿيندا ته ملڪ ۾ ٻوڏ پئي. خيرل جو پڪل فصل ٻڏي ويو، ۽ مال متاع سمورو لڙهي ويو. جانيون بچائي پنجن ماڻهن جو قافلو پنهنجي ڳوٺ کان نڪري هڪ نئين ڳوٺ ۾ اچي پهتو؛ جنهن ڳوٺ طرف هيءَ ٻڪي وڃي رهي هئي. شرفو ان ڳوٺ ۾ اڳي ئي آباد هو. کيس رحيمان نالي هڪ نينگر هئي. خوبصورت ڇوڪر هئي، ليڪن غريب؛ طبيعت جي گنڀير، بلند حوصلي ۽ شريف. شرفو ڌيءَ جي طبيعت جي بلڪل ابتڙ هو- لالچي ۽ ڏوڪيباز، ڪوڙو ۽ فريبي. ڊرائيور وري پنهنجي ٻي سري ڳلي تي زور ڏيئي ڳائڻ لڳو. آواز تي نوجوان جي خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. شرناءِ تي جهمر وڄي رهي هئي. آسمان صفا ٿي چڪو هو. شرناءِ تي جهمر پائيندڙن جي تاڙين جو آواز چڱيءَ طرح ٻڌڻ ۾ ٿي آيو. نوجوان وري پنهنجي خيالن ۾ غلطان ٿي ويو. هو ڪيئن هڪڙي ڏينهن فجر جو رحيمان سان کوهه تي مليو هو. اها سندن پهرين ملاقات هئي. پيرل توڙي ڳوٺاڻو هو، پر هڪ مهذب نوجوان هو- ملان عيدن جي صحبت جو هن تي گهڻو اثر هو- آهستي آهستي محبت جون سڀ منزلون گذرڻ لڳيون. رحيمان ۽ پيرل، پيرڪبڙشاهه جي درگاهه ۾ هڪ ٻئي جي خاطر جان قربان ڪرڻ جو انجام ڪيو هو. هو سوچي رهيو هو ته 'ڪبڙشاهه جو فقير به عجيب هو؛ ڏهه پنا وٺي ڪيڏيون نه دعائون ڪيون هئائين، ۽ هن پنهنجي خواب جو به احوال ڪيو هو.

ته سائين ڪبڙ شاهه ڪين پنهنجي جا هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺي وصيت ڪئي هئي، ۽ يقين ڏياريو هو ته جن جا هٿ ڪبڙ جي هٿ، تن کي خوف نه خطرو.' پوءِ خيرل ڪين نه پيرل جي شاديءَ جو پيغام شرفوءَ وٽ ڪئي ويو هو، جنهن ڪاوڙجي ڪيس رکو جواب ڏنو هو ته "خيرل! خيال ته ڪر! پنهن لفنگوءَ بيڪار، ۽ تون سچو ۽ ڪنگال. ڀلا منهنجي ڌيءَ تنهنجي گهر ۾ ڪيئن رهي سگهندي؟"

پيرل جي غيرت جاڳي اٿي. ملان عيدن جي خودداري ڳوٺان ڳوٺ مشهور هئي. ووڻن جي وڻ من وزير صاحب کي به اهڙي منهاني پڙاڻي هئي، جو وزير جا ڪن ڪڙا ٿي ويا. آخر پيرل سندس شاگرد هو. هو راتوواهه ڳوٺ ڇڏي نڪتو هو. اٺ ميل پنڌ ڪري اسٽيشن تي پهتو هو. جتان ريل گاڏيءَ ۾ سوار ٿي اچي شهر پهتو هو ۽ ٽڪين جي ڪارخاني ۾ سوا رپيو ڏهاڙيءَ تي ڪم شروع ڪيو هئائين. مولوءَ جيي پيرل سان ياراڻي ٿي وئي هئي — مولو مشين جي ڪم مان چڱو واقف هو ۽ اڍائي روپيا روز ڪٺندو هو. هڪ مهيني کان پوءِ مولوءَ هڪ مزورن جي انسوسئيشن ٺاهي. چار آنا ماهوار چندو رکيو ويو. فئڪٽريءَ جا سڀ مزور ۽ مستري ان جا ميمبر ٿيا. مستري مولوءَ يڪراءِ صدر چونڊيو ويو هو. پيرل مولوءَ جو ساڄو هٿ هو. انسوسئيشن جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. روز وڌائڻ لاءِ سخت تقاضا ڪئي وئي، حالتن کي چڱيءَ طرح واضح ڪيو ويو. زندگيءَ جي ضروريات جا اگهه چوٽ چڙهي ويا هئا. ڪارخاني جي مالڪ وٽ انسوسئيشن جا ٺهراءَ پيش ڪيا ويا. ڪارخانيدار کي جيتوڻيڪ گذريل سال پندرهن هزارن جو فائدو پيو هو — اهو پندرهن هزارن جو انگ انڪم ٽئڪس وارن جي بندين تي چاڙهيل هو؛ درحقيقت فائدو ان کان پٽو هو. هيرو منشي انڪم ٽئڪس جي مصيبت کان بچڻ لاءِ به بندبون ٺاهيندو هو. ملڪ جي ورهاست کان پوءِ به هيرومل پاڪستان ۾ رهجي پيو ۽ هو حساب ڪتاب ۾ پڙ هو. انڪم ٽئڪس ۽ سيل ٽئڪس وارن جي اکين ۾ سرمو پائيندو هو. مجال، جو ڪنهن کي ڪڙڪ پوي. پر، ڪارخانيدار مزورن جي تقاضا جو خيال ڪونه ڪيو ۽ هنان ڪوڪ ٿي چيائين ته "مرضي پوءِ ته ڇڏي وڃو؛ باقي روز ڪونه وڌندا فئڪٽريءَ جا خرچ اخراجات وڌيل آهن. وزيرن ميمبرن عملدارن جي خوشامد ڪرڻي ٿي پوي. ميان ڪٽي ڪٽي ته روڪڙا ۾ ڏيڻا ٿا پون. سوڪڙيون ڀاڪوڙيون ۽ هزارن روپين جون ٿين ٿيون. آخر پاڪستان آهي، اسان هندو ماڻهو — ميان اٿين نه ڪيون ته ڪئي رهون؟ اهڙا خرچ ڪتابن ۾ توراڻي لکيا آهن!" ڪارخانيدار انگريزي تعليم يافته هو. چڱي گهراڻي مان هو، پر مزورن جي خون ۾ پليو ۽ وڏو ٿيو هو. سندس پيءُ به سخت ڪنجوس هو. پهريائين هڪ ننڍڙي مشين هئس. وڏو سودخور ۽ ڪورٽي مشهور هو. پٽ لاءِ وڏو ڪارخانو ڇڏي، پاڪستان ٺهڻ کان ٽيءَ مهينا اڳ، پرلوڪ پڌاري ويو.

پيرل اسٽرائيڪ جو دردناڪ واقعو ياد ڪري رهيو هو. لاٺي چارج جو نقشو هن جي اکين اڳيان ڦري آيو. مولو ۽ پيرل زخمي ٿيا هئا. مولو ته ٻه ڏينهن بيهوش هو. مولوءَ جي خوش ٿيڻ کان پوءِ، پنهنجي دوست ڪراچيءَ روانا ٿي ويا هئا، جتي مولوءَ کي پنج روپيا روز ٿي مليو ۽ پيرل کي ٽي روپيا. هڪ سال کان پوءِ کين هڪ هڪ روپيو ترقي ملي هئي. پيرل مائٽن ڏانهن وڏيري اسماعيل جي معرفت خط لکندو هو. خيرل ۽ ميرل وڏيري جي زمين تي ڪڙمت ڪندا هئا.

دهلن ۽ شرنائي جو آواز ويجهو پڌڻ ۾ ٿي آيو. ڳوٺ ويجهو هو. گهوڙي جا سنب مٽيءَ ۾ هڪ عجيب آواز ڪري رهيا هئا. هن جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي- شايد ڳوٺ جي سڪ هئي، محبوب جي محبت هئي، يا مائٽن جي ملڻ جي اڪير هئي. سندس خيال ڪپيل هٿ ڏانهن ويو. رحيمان چوندي، ”مٺي! هٿ ڪڏانهن ڪيءَ!“ سندس هٿ کڄڻ جو سمورو واقعو هن جي دماغ ۾ ڦرڻ لڳو: هڪ رات جو ڊيوٽي ڏيندي، مشين جي پرزن ويڙهي، سندس اک لڳي ويئي هئي. ان رات کيس ڏاڍي هڏڪي ٿي پئي هئي. هن سوچيو ٿي ته کيس رحيمان ياد ڪيو آهي. رحيمان جي تصورات ۾ کيس جهوٽو اچي ويو، ۽ سندس ٻه آڱريون مشين ۾ اچي چيڀرجي ويون. فرسٽ ايڊ ملڻ کان پوءِ به کيس آرام نه آيو ۽ کيس اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو. هن جو هٿ پچي پيو هو. هٿ ڪپائڻ کان سواءِ ٻيو چارو ڪونه هو. فئڪٽريءَ مان کيس پنج سو روپيا هرجانو مليو هو، ۽ هن سموري وقت ۾ ڇهه سو روپيا ٻيا جمع ڪيا هئا. هن کي رحيمان جي منڊيءَ جو خيال آيو، جا هن ڪاري در تان ٽيونجاهين روپين خريد ڪئي هئي. محبت جو نذرانو رحيمان جي سرڪار ۾ پيش ڪرڻو هو- ٽيونجاهه روپين واري منڊي. هو سوچي رهيو هو ته هن سوغات تي رحيمان ڪيترو نه خوش ٿيندي. ۽ کيس هٿ وڃائڻ جو سخت افسوس هو. ايتري ۾ پير ڪبوشاه جي قبر اچي ويئي. بکيءَ کي اتي بيهاري، پيرل چوديواريءَ ۾ اندر لنگهي ويو. رات جو وڳڙو هو، قبر لاٿيءَ ۾ ڪونگهرا هڻي رهيو هو. پنج آنا قبر تي رکي، قبر کي چوچ مان چمي ڏيئي ٻاهر نڪتو. دهلن جو آواز بند ٿي ويو هو. ڪتن جي ڀونڪ جو آواز پڌڻ ۾ ٿي آيو. بکي ڳوٺ ۾ پهتي. اڌ رات جو وقت هو. سندس گهر سامهون اٽڪل پنجاهه قدمن تي هو. بکي اچي جهوپڙيءَ جي سامهون بيٺي. دروٽ بيهي، پنهنجي پاءِ ميرل کي سڏ ڪيائين. ميرل کي ننڊ جو گهيرٽ هو، ۽ خيرل يڪدم اٿي ٻاهر نڪتو. اڍائي سالن جي وڇوڙي کان پوءِ پٽ کي ڏسي، خيرل جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. پيرل پيءَ جي پيرن تي ڪري پيو. پيرل کي فئڪٽريءَ جي مليل اوس ڊريس بدن تي پيل هئي: پيءَ پٽ کي ٻانهن کان وٺي کٽي ڇاتيءَ سان لاتو. هنڌ ۽ پٽي کٽي اندر آندائون. پيرل جي ماءُ به وڌي آئي. وڏيءَ اکير سان ٻاکر پائي پٽ سان ملي، ۽ اڇنگارون ڏيئي رڻ لڳي. سڀ جهوپڙيءَ ۾ اچي ويٺا.

پيرل پڇيو، "اماں خير ته هو، اڄ ڳوٺ ۾ ڍهل ٿي وڳا. ڪو شادي وهانءُ هو ڇا؟"

ماءُ اکين ۾ ڳاڙها آڻي چوڻ لڳي، "ابل! اڄ رحيمءَ جو وهانو ٿي ويو". پيرل وسو ٿي ويو. سندس دل جي دنيا هيٺ مٿي ٿي وئي، دماغ چڪر کائڻ لڳس.

خيرل چيو، "شرفو وڏو سوئر آهي؛ لوڀي ڪنهن جاءِ جو. ويچاري رحيمان دانهون ڪندي رهي ته شادي ڪانه ڪندس؛ پر لالچي حرامخور ست سو روپين جا ڏسي هرڪجي پيو". پيرل جي ڄڻ زبان ٿي لڳي وئي هئي. سندس نرڪهت تي چٽڪ ننهن اچي ويو هو. ڪر سر ويٺو رهيو.

ماٿس چيو، "ست سو روپين تي ڪٺي موسل جهڙي ڌيءَ وڪيائين! بدشڪلو، ڪائو، مٿو واحدو پٺي ڳڊ ڳڊ ٿيو. موڙ ٻڍي پنهنجو منهن ڪارو ڪرڻ آيو هو".

ست سو روپيا، ست پاڪستاني وڏا ساوا نوٽ سندس دماغ ۾ ڦري رهيا هئا. واحدوءَ جي هڪ پوائٽي شڪل سندس اکين اڳيان گهمي رهي هئي. هن واحدوءَ ڪي ڪونه ڏٺو هو؛ ڄڻ سندس اکين اڳيان هڪ ديو، حورڪي کڻي ٿي ويو. وٽس به ته ٻارهن سو روپيا روڪ هئا. هن جي آڌو هيئنر ٻارهن سو روپيا، ٻارهن پنسن جي برابر هئا - آخر اهي ڪهڙي ڪم جا!

خيرل ٻٽ ڪي ڳر سر ڏسي چوڻ لڳو، "سان بي ايمان وٽ ويس. ايلاز منهون ڪيون ماٿس ته 'ڪجهه ترس! پيرل جاڻ آيو. شهر مان ڪمائي ايندو. تنهنجو ٻڌو پالهو ٿي رهندو،' پر هن ڪي ڪا چٽڪ لڳي وئي. چئي- 'تنهنجو چوڪر لفنگو، شهر ۾ وڃي رولن جي سنگت ۾ جوا ڪندو هوندو. چوريون ڪندو هوندو. ڇا سونندو؟ اهو شهر ۾ سري کپي ويندو،' سون ڪي نه ڏاڍو تاءُ آيو، پر چپ ڪري سوني آيس. اڳئين اربع تي اهو فيصلو ٿيو: سائين باغن شاه وچ ۾ پيو، جنهن اهو ڪم لاهيو".

پير ڪبڙ شاه جي فقير جو خواب کيس ياد اچي ويو. دل ۾ هو چوڻ لڳو- "اهو سڀ ڍونگ آهي- سڀ مڪر ۽ فريب. انسان جي مجبوريءَ جو فائدو ورتو آهي. انسان جي قسمت تي مذاق ڪرڻي آهي." ماٿس چيو، "ويچاري رحيمان هنجون هاري رهي هئي، پر هن قاصائيءَ ڪي ڪو رحم ڪونه پيو. ستن سون بد ذات جو مٿوني ڦيرائي ڇڏيو. ويچاري نينگر پيءُ ٿيڻ تنهنجي سڏ سڏاءُ لهڻ ايندي هئي. ڏاڍي سڪ هيس؛ پر ابل، سڀ قسمت جون ڳالهيون آهن!"

پيرل ڪو جواب ڪونه ڏنو. آخر ڳالهه جو موضوع بدلايو ويو، ۽ ڪراچيءَ جون خبرون چارون هلڻ لڳيون. پيرل بي دليو جواب ڏيندو رهيو

آخر پٽس چيو، "ابا هاڻي سمهي پئو. ٿڪو هوندين!"

پيرل ليٽي پيو. صبح جو پيرل جي کٽ خالي هئي- جا پوءِ هميشه خالي رهي.

---

والٽيئر (۱۶۹۴ع–۱۷۷۸ع)

سنڌيڪار: چنا شبير "ناز" شڪارپوري

# دنيا جا رنگ!

(۱)

سڄيءَ دنيا تي حڪومت ڪندڙ فرشتن مان ميڪائيل جي حڪم هيٺ ايشيا کنڊ هو. هڪ رات 'سٿيا' جي رهاڪو 'بابڪ' وٽ ويو، ۽ چوڻ لڳس، "بابڪا! 'فارس' وارن جا گناهه حد کان زياده وڌندا وڃن ٿا. ڪالهه هڪ ميٽنگ ۾، جيڪا آسمان تي سڏائي وئي هئي، فيصلو ڪيو ويو آهي ته فارس جي رهاڪن کي هنن جي گناهن جي سزا ڏني وڃي، يا فارس شهر کي تباهه ڪيو وڃي. سو تون وڃ، ۽ فارس جي رهاڪن جي هلت چلت ڏس. پوءِ اچي مون کي ٻڌاءِ ته هو ڪهڙيءَ سزا جا حقدار آهن......؟"

بابڪ جواب ڏنو، "سڳورا فرشتا! آءٌ اڳ ڪڏهن فارس ڪين ويو آهيان، ۽ نه ورري ڪو اُتي مون کي سڃاڻي!"

"اهو ته هيئنون سٺو،" ميڪائيل چيو. "تون ڪنهن جي پَرِ ڪين وٺندين. وڃ، توکي آسمان وارن جو حڪم مڃڻ گهرجي. تون ڪنهن کان نه ڊڄجانءِ جتي ويندين اتي تنهنجي چڱي آڌرڀاءُ ڪئي ويندي. آسمان وارن جي روحاني طاقت تنهنجي مددگار ٿيندي."

بابڪ پنهنجي ڏاچيءَ تي سوار ٿيو ۽ هڪ ٻه نوڪر ساڻ ڪري فارس ڏانهن روانو ٿيو.

ٿورن ڏينهن جي مسافريءَ کان پوءِ...... هن 'سنعار' جي ميدان تي فارس جي فوج کي هندستان جي فوج سان وڙهندو ڏٺو. هن هڪ سپاهيءَ کان پڇيو، "هن جنگ ڪرڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ ٻه پاڙيسري پاڻ ۾ ڇو ٿا پيا وڙهن؟"

"نه يوتاڻن جو قسم آهي،" سپاهيءَ جواب ڏنو، "مون کي ڪائي خبر ڪانه آهي، ۽ منهنجو ڪهڙو سٺو ٿيڻو آهي جو اها خبر لهان؟ منهنجو ڌنڌو آهي وڙهڻ ۽ مرڻ سان سپاهي آهيان. مون کي پگهار ملندي آهي. پنهنجي جان تيريءَ تي رکي وڙهندو آهيان. پنهنجن يارن ٻچن جو پيٽ پاليان ٿو. مون کي ته پئسا گهرجن. جنگ مان ڪو واسطو ڪونه اٿم. زر مون کي خريد ڪري سگهي ٿو ۽ مان زر جي عيوض زندگي وڪڻي سگهان ٿو.

جيڪڏهن هندستان وارا مون کي گهڻي ڀڳهار ڏيندا ته مان انهن جي فوج ۾ داخل ٿيندس ۽ فارس وارن سان وڙهندس. جيڪڏهن جنگ جو سبب معلوم ڪرڻ گهرو ٿا، ته وڃي اساڻجي سردار کان پڇو!"

بابڪ، سردار وٽ ويو...

"مان ڇا ٻڌايانء؟ مون کي پاڻ خبر ڪانهي. مان ته گاديءَ جي هنڌ کان گهڻو پري، هڪ ننڍي شهر ۾ رهندو آهيان. جڏهن مون کي خبر پئي ته هندستان سان جنگ شروع ٿي ويئي آهي، تڏهن پنهنجي فوج ساڻ ڪري هليو آيس."

"ڇا اوهان جي سپاهين کي به ڪا خبر ڪانهي؟" بابڪ اچرج ۾ پنجي پڇيو.

"نه، هو به مون وانگر دولت ۽ عزت جي ڪَلَّ نڪتا آهن. ڪنيائون ته غازي، جي مئا ته شهيد."

"پلا هن حالت ۾، مون کي جنگ جو سبب ڪيئن معلوم ٿيندو؟"

"اوهان اسان جي وڏي سردار کان پڇو؛ شايد هُو اوهان کي ڪجهه ٻڌائي سگهي!"

بابڪ وڏي سردار جي خدمت ۾ حاضر ٿيو...

سردار هُن کي چيو، "هن جنگ جو سبب معمولي آهي. اڄ کان ويهه سال اڳ فارس جي شاهوڪار ۽ هندستان جي هڪ ڪارخاني جي منشيءَ ۾ ڪو جهڳڙو ٿي پيو هو، جنهن جي سزا دنيا ڀوڳي رهي آهي. اسان جا وزير ته اسان کي پڪ ٿا ڏيارين ته هن جنگ ۾ انسانيت جي ڀلائي آهي؛ هن جنگ ۾ فارس جي ڀهبودي آهي: پر ڳالهه ڪا پئي ٿي سمجهجي. لکن ٻارن کي ڇورو ڇنو ڪيو ويو، لکن مائٽن جون هنجون خالي ڪيون ويون، ۽ ڪيترين زالن کي بيوهه ڪيو ويو. ڇو؟ بس خواهه مخواهه......!"

پٺي ڏينهن جنگ جي ميدان ۾ مشهور ٿي ويو ته چاڻ صلح ٿيو. پر سردارن جي حڪم سان سج اڀرڻ کان ٿوري دير پوءِ، وري لڙائي شروع ٿي ويئي. رت سان سپاهي هولي کيڏي رهيا هئا. انسانن جو رت پاڻي سمجهي وهايو ٿي ويو. بابڪ اکيون ڦاڙي سڀڪجهه ڏسي رهيو هو. سپاهي ڪپڙن هٿ ڪرڻ لاءِ زخمي سپاهين جون سيسيُون ڪپي رهيا هئا. سڄي جنگ جي ميدان ۾ ترارين جا چمڪاٽ نظر ٿي آيا. انسانن جون سيسيُون گهنٽن جي سسين وانگر ٽنگي رهيون هيون. رت جا ڦوهارا نڪري رهيا هئا- بس ڄڻ قيامت هئي.

بابڪ فوجي اسپتال ۾ ويو، جتي زخمين جي ملم پٽي ڪئي ٿي ويئي. انهن مان ڪيترا ته ڊاڪٽرن جي بيپرواهيءَ ڪري مري ٿي ويا. هو رڙيون ۽ دانهون ڪري رهيا هئا؛ پر ڪوبه ڪول پيو ٻُڌين.

"آه!" بابڪ چيو، "فارس جا رهاڪو، انسان نه پر حيوان آهن. هو مرندڙ انسان کي پاڻيءَ جو ڍڪ به ڪين ٿا ڏين. ميڪائيل جو چوڻ ٺيڪ آهي. فارس کي ضرور تباهه ڪيو ويندو."

ان کان پوءِ صلح ٿي ويو ۽ بابڪ پنهنجو خيال ڀلائي ڇڏيو.

( ٢ )

هڪ وڏي دروازي مان لنگهي هُو شهر ۾ ويو. ماڻهو پراڻين روايتن ۽ پراڻين جاين جي ڏاڍي ساراهه ڪندا آهن. پر اها ڳالهه ته هرڪو مڃيندو ته پراڻي زماني جون شيون اڻ وڻندڙ هونديون آهن.

شهر جو اندريون حصو جتي ڪيترا دڪان هئا، تمام گندو هو، ۽ اتان بدبوءِ اچي رهي هئي. وري گراهڪ ۽ دڪاندار ڇا ڪري رهيا هئا......؟ ان گند ۽ بدبوءِ کي وڌائي رهيا هئا؛ دنيا جي بُراين ۾ اضافو ڪري رهيا هئا. ڪُوڙن ۽ مڪرن جو تعداد وڌائي رهيا هئا. بابڪ کي ڏاڍو غصو لڳو.

هو اڳتي وڌيو ۽ هڪ مندر ۾ گهڙي ويو......!

مندر ۾ ڪيترائي ماڻهو ويٺا هئا. انهن جي چهرن تي مايوسي پکڙيل هئي. هو ڏاڍا اُداس هئا. هڪ ناچڻ نچي رهي هئي. سندس گهنگرن جو آواز ويتر اُداسي پيدا ڪري رهيو هو. طبلي جي ڏڪ ڏڪ جو آواز غمگين ماحول کي ويتر غمگين ڪري رهيو هو. ٿوري دير ڪان پوءِ، ٻي چار سزور اڳتي وڌيا، ۽ هڪ وڏو پٿر سوري پاسي ڪيائون. جنهن جي هيٺان باهه ٻري رهي هئي، اُلا ۽ دونهان نڪري رهيا هئا. اُها ڪُنڊ تمام اونهي هئي. ڪن ماڻهن هڪ لاش کي کڻي انهيءَ ۾ اُڇو ڪيو. پر نيٺ ڍڪائو ٿيا ۽ پوءِ خاموشي ٿي ويئي. بابڪ جي دل کي ڏاڍو صدمو رسيو ۽ سوچيائين، "ڇا هي ماڻهو لاشن کي ٻاري ساڙيندا آهن، جتي هو ديوتائن جي پوڄا ڪندا آهن. بس هاڻي مون کي خبر پيئي ته فارس ۾ ايتريون بيماريون ڇو ٿيون ٿين؟ ماڻهو بيمار ڇو ٿا رهن؟ هي بدبوءِ......... دونهون......... خراب هوا......... خراب ماحول.........! بيماريون نه پکڙبيون ته پيو ڇا ٿيندو؟ بهتر ته ائين ٿيندو جو هڪ زبردست زلزلو پيدا ڪري، فارس کي تباهه ڪيو وڃي، ته ان جاءِ تي نئون شهر ٺهي ۽ نوان ماڻهو اچن، جيڪي هنن وانگر حيوان نه هجن!"

( ٣ )

بابڪ کي رات جي ماني پنهنجي هڪ سپاهي دوست جي زال وٽ کائڻي هئي. ان کي پنهنجي مڙس وٽان مهمان جي اچڻ جو خط مليو هو. انهيءَ عورت جي جاءِ شهر کان ٿورو پاسيرو هئي ... هو شهر جو سير ڪندو پئي ويو.

هن ڪيترا مندر ڏٺا جيڪي تمام سهڻا ٺهيل هئا، ۽ هو انهن جي ساراهه ڪان سواءِ رهي نٿي سگهيو. انهن مندرن جا پوڄاري پڻ سٺا ۽ قيمتي ڪپڙا پهريو ويٺا هئا. انهن جي موسيقي پڻ ڏاڍي سريلي هئي. بابڪ جي دل ٿيا ڏيڻ لڳي ۽ خوش ٿيندو، اڳتي وڌندو ٿي ويو.

رستي جي ٻنهي پاسن کان فوهارا لڳل هئا. انهن مان پاڻي نڪري رهيو هو، ۽ ننڍا ننڍا ساوا ٻوٽا ڪهڙا نه سهڻا ٿي لڳا! بهار جي موسم، ساون وڻن جون قطارون ۽ انهن

جي هوبان عاليشان سهڻيون ڏٺيل جايون، رستا بالڪل صاف، ڪٿي ڪو داغ به نظر ڪونه ٿي آيو ------ هو پنهنجي ميزبان جي گهر ۾ داخل ٿيو ----!

گهر ڪهڙو نه عمدو ٺهيل هو: هر شي پنهنجي جاءِ تي سهڻي نموني رکيل هئي، ۽ جنهن ڪوٺيءَ ۾ هن کي وهاريو ويو هو، سا نهايت ذوق ۽ نزاڪت سان سينگاريل هئي!

بابڪ خيال ڪيو، "انسان جي فرشتي جو سفر الاجي ڪيئن آهي! اهڙي سهڻي شهر کي جيڪڏهن تباهه ڪيو ويندو، ته پني نوع انسان جو بيحد نقصان ٿيندو!"

( ۴ )

ماني کائڻ کان اڳ ۽ ماني کائڻ کان پوءِ هن کي اهڙيون حرڪتون ڏٺيون، جن ڪري کيس ڏاڍو افسوس ٿيو. سپاهيءَ جي زال هڪ خوبصورت نوجوان جج سان پيار ۽ محبت ڀريون ڳالهيون ڪري رهي هئي. سپاهيءَ جهڙو ڏسڻو وائسڻو جوان پنهنجي زال کان وڏي عمر جي هڪ رنڌ زال ڏانهن پيار ڀرين نگاهن سان ڏسي رهيو هو، ۽ هيڏي هن جي پنهنجي زال ٻئي نوجوان، جج، سان ڪنڊ ۾ لڪي ڳالهيون ڪري رهي هئي.

فرشتي، بابڪ کي جيڪا دل جي راز معلوم ڪرڻ جي طاقت ڏني هئي، تنهن وسيلي هو انهن جي دل جي حال کان واقف ٿي ويو. کيس چا معلوم ٿيو؟ بس اها، ته ماڻهن جي دل ۾ گناهه موجود آهن. هن آسمان ڏانهن نگاهه ڪندي چيو، "هيءَ سوسائٽي يڪدم فنا ٿي ويندي- حسد ۽ انتقام- هن دنيا کي برباد ڪري ڇڏيندا. ايتري قدر جو روزانو پيا خون ٿيندا ۽ ڦرڙها پيا ڦرندا. مڙس يا ته پنهنجن دشمنن کي قتل ڪندا يا انهن جا دشمن انهن جي زالن سان ملي کين قتل ڪندا. فرشتي کي گهرجي ته اهڙن واقعن ٿيڻ کان اڳ هن شهر کي برباد ڪري ڇڏي-!"

( ۵ )

هو ايا پنهنجن خيالن ۾ محو هو، ته هڪ بزرگ شخص ڏٺائين، جنهن کي ڪاري پوشاڪ پيل هئي. هن نوجوان جج سان ملڻ ٿي چاهيو، جج هن کي ڪاغذن جو فائيل ڪڍي ڏنو ۽ اکر به کين ڳالهايائينس.

"هي ڪير هو؟" بابڪ پڇيو.

"هي شهر جو هڪ مشهور وڪيل آهي. هن پنهنجي عمر جا پنجاهه سال قانون جو دور ڪيو آهي، ۽ پيو ماڻهو جيڪو جج آهي، سندس عمر پنجويهه سال ٿيندي ۽ ٻه ڏينهن به قانون کي کين ڏنو اٿائين. هي پوڙهو وڪيل بيروزگاريءَ ڪري اچي هتي ڦاٿو آهي. هو جج جي بدران ڪيسن جا فيصلا لکندو آهي."

"هي نوجوان جج سچ پچ اهڙو عقلمند آهي ڇا، جو ڪراڙن کان اهڙيءَ طرح صلاحون پڇندو ٿو رهي! ڀلا هي ڪراڙو پاڻ جج ڇو نه ٿيو؟"

”او هان سمجهو ٿا،“ انهيءَ ماڻهوءَ وري چيو، ”هتي محنت مزوري ڪندڙن ڪي عزت جي نگاهه سان ڪين ڏٺو ويندو آهي. هي نوجوان پنهنجي پيءُ جي دولت ڪري جج ٿيو. فارس ۾ انصاف ڪرڻ جو فرض نه وڪيو ويندو آهي.“

”هن بدقسمت مُلڪ ۾ نوڪري نه، انهن کي ملندي آهي، جيڪي شاهوڪار آهن، جن جي دولت کين انهيءَ لائق ڪري ٿي، جو هو عزت نه خريد ڪري سگهن ٿا؟ جتي انصاف ڪرڻ جو فرض وڪيو ٿو وڃي، اُتي فيصلا نه وڪامندا هوندا- انصاف نه وڪامندو هوندو-!“

هڪ فوجي آفيسر چيو، ”انهيءَ تي عجب ڪائڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟ مان پاڻ فوج ۾ عهدو خريد ڪيو آهي. مون کان وڌيڪ تجربيڪار ماڻهو جيڪي سپاهگيريءَ جي ڪم ۾ هوشيار آهن، سي اڃا سپاهي آهن. پر مان پنهنجي دولت ڪري وڏو عهدو ورتو آهي. فارس ۾ غريبن لاءِ ڪا جاءِ ڪانه آهي- انهن کي رهڻ جو ڪو به حق نه آهي- هي مُلڪ اميرن جو آهي، جيڪي غريبن جو خون چوسي دولت ڪٺي ڪن ٿا.“

بابڪ کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ ڪيس فارس ملڪ جي قسمت تي ڏاڍو افسوس ٿيو، جتي اميرن ماڻهن جي پُٽن کي نوڪريون ملن ٿيون- ”جتي قابليت نه آهي، اُتي دولت سڀڪجهه ڪري ٿي. ڇا فارس جا رهاڪو انصاف ۽ سچ جا حامي نه آهن؟“

ايتري ۾ هڪ ٿلهو ماڻهو اندر آيو. هن فوجي آفيسر کي چيو، ”مان چاليهن هزارن ڪان وڌيڪ توکي قرض ڪين ڏيئي سگهندس؛ ڇو ته هن دفعي مون کي تمام ٿورو وياج مليو آهي.“

جڏهن بابڪ انهيءَ ٿلهي ماڻهوءَ بابت پڇيو، ته کيس ٻڌايو ويو ته هو فارس جو هڪ وڏو زردار آهي- ”فارس ۾ ڪيترا ننڍا ننڍا نواب ۽ جاگيردار آهن. هو هن کان پئسا وٺي، ملڪ جون کي زمينون کيس ٺيڪي تي ڏيئي ڇڏيندا آهن، ۽ هو غريبن تي ظلم ڪري، انهن کان پئسا ڦريندو آهي!“

بابڪ چيو، ”هي ملڪ ضرور تباهه ٿيندو.“

( ٦ )

بابڪ کي فارس جي رهاڪن جي حالت تي ترس اچي رهيو هو. ”هو بيوقوف ڪهڙو رستو وٺيو ويا آهن؟ سندن منزل ڪٿي، ۽ وڃي ڪيڏانهن رهيا آهن؟ افسوس!“ پوءِ هن ارادو ڪيو ته ڪنهن ٻڙهيل طبقي جي ماڻهن سان ملي. شايد هنن سان ملي هن جو اهو ارادو ڦري سگهي.

ٻئي ڏينهن هو هڪ مدرسي ۾ ويو، جتي استاد ديني علم سيکاري رهيا هئا.

شهر ۾ خبر ڦهلجي ويئي ته هو مدرسي کي سڌارڻ آيو آهي. ڪيترا استاد هن وٽ آيا ۽ هڪ ٻئي تي چغليون هڻڻ لڳا. چون پيا، ”سائين مون کي رکو ۽ ٻين سڀني کي ڪڍي ڇڏيو!“

بابڪ سوچڻ لڳو- "هي ماڻهو ته ڪهڙا آهن؟ عالم آهن، پڙهيل آهن، ماڻهن کي ڏين جي تعليم ڏيئي رهيا آهن- پر پاڻ ڪهڙا ڪم ڪن ٿا! ڪميڻا ماڻهو، هڪ ٻئي جون گلائون ڇو ڪري رهيا آهن؟ هڪ ٻئي جا اعمال ڇو ظاهر ڪري رهيا آهن؟ ڇا هو پاڻ ۾ ٻڌي ڪري نٿا سگهن؟ ڪهڙا نه خود غرض انسان آهن! پنهنجي پاڻ تعريف ڪرڻ به ڪا تعريف آهي! چڱو ماڻهو اهوئي کي چئجي جنهن جي تعريف ٻيا ڪن. هاڻي انهن کي سڌارڻ جي ضرورت آهي. سندن سڌارو انقلاب ڪري سگهندو: نئون زمانو، نيون شيون، نوان ماڻهو، نوان اسڪول ۽ نوان شاگرد. شل ڪو وڏو تهر فارس مٿان ڪيري، ته جيئن انهيءَ مٽيءَ مان هڪ نئون فارس اڀري- جتي اهي برايون نه هجن."

(٧)

ٻورن ڏينهن ڪان پوءِ، هن ڪن بزرگن کي ماني جي دعوت ڏني. سڀ اٿين پهچندا آيا، جيئن ماکيءَ مٿان مکيون ڪٺيون ٿينديون آهن- کائيندا به پيا وڃن، ۽ ڳالهيون به ڪندا وڃن: چوڏاري مکين واري ڀون ڀون لڳي وئي. بابڪ کن لاني پڌو ته هو يا ته پنهنجي پنهنجي تعريف ڪري رهيا هئا، يا ويچارن ٻين جون گلائون. جيڪڏهن ڀلجي ڪو چڱي ڳالهه پيو ڪري، ته ٻئي کي آها خراب ٿيڻي لڳي. بيڪار لفاظيءَ جو هي هڪ اهڙو مقابلو هو، جنهن ۾ سڀ شوق سان ڀرو وٺي رهيا هئا. تڪوا پهچندڙ، ڪرندڙن کي لتاڙي رهيا هئا: ٻئي پوندڙ اڳ ڪنندڙن کي ڏسي سڙي رهيا هئا: ۽ ڪڏو ڪڏ هلندڙ هڪ ٻئي کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا- مطلب ته زندگيءَ جي فضوليات پٺيان ڊوڙ ڊوڙان لڳي پيئي هئي. بابڪ جي ڪاڻ ئي آيو- "بس فارس تباه ٿيڻ تي آهي......!"

(٨)

مهمانن جي وڃڻ ڪان پوءِ هو هڪ ڪتاب پڙهڻ ويٺو. هڪ عشقيه افسانو!- محبت جو واهيات افسانو- چرپانپ ۽ موت جو اظهار. هو ڪاوڙجي ڳاڙهو ٿي ويو. لکيل هو: "گل ڏاڍا سهڻا ٿيندا آهن. بلبل انهن کي پيار ڪري ٿي. باغ ۾ بهار جي موسم اچي ٿي ۽ باغ کي ڪنوار وانگر سينگاري ٿي. خزان جا ظالم چنبا پير انهن کي ختم ڪيو ڇڏين ٿا. آه! زندگي محبت آهي ۽ محبت زندگي......" اهڙي قسم جون ٻيون ڪيتريون واهيات ڳالهيون، هن انهيءَ ڪتاب ۾ پڙهيون.

هي اديب ڪهڙو رستو اختيار ڪيو ويٺا آهن؟ ڇا هي اديب پنهنجي قوم کي فنا ۽ برباد ڪرڻ گهرن ٿا؟ هو پاڻ ئي ننڊ ۾ آهن، ته قوم کي ڪيئن سجاڳ ڪندا؟ هو انقلاب ڇو نه ٿا آڻين؟ ليکڪ جا پوڄاري...... نانگ جي پڇي وڃڻ ڪان پوءِ به پيا ليڪي کي لٺيون هڻن. هو پنهنجي سوسائٽيءَ جون خرابيون ڇو نه ٿا ظاهر ڪن؟ پراڻي طريقي جي پوڄا ڇو ٿا ڪن؟ زمانو اڳتي ترقي ڪندو وڃي ٿو ۽ هو پٺتي پوندا وڃن ٿا. انقلاب...... اي انقلاب......! تون ڪٿي آهين؟ تنهنجون طاقتون ڪٿي آهن؟ ڇا تون مردو آهين؟ امير

غريبن جو رت چوسي رهيا آهن، ۽ اڄوڪا شاعر انهن جي ساراهہ ۾ شعر چون ٿا - بادشاهہ ظلم ڪري رهيا آهن ۽ اديب انهن کي رحمدل ۽ انصاف پسند سڏي رهيا آهن!"

هن ڪتاب پڙهي پورو ڪيو ۽ هوا خوريءَ لاءِ ٻاهر نڪتو. ٻاهر نڪتو سي تہ سندس ملاقات هڪ بزرگ شخص سان ٿي. بابڪ کيس سڄي ڳالهہ ٻڌائي. بزرگ چيو، "دنيا جو دستور اهوئي آهي. سدائين هميشه رهنديون آيون آهن. اسان سمجهون ٿا تہ اسان وارو زمانو ڏاڍو خراب آهي. پر اسان جا وڏا چوندا هئا تہ ادب سٺو بہ ٿيندو آهي ۽ خراب بہ. اسان جون نظرون عوام جون خاميون جلد ڏسن ٿيون، پر خوبيون نہ. دنيا ۾ هر شيءِ مان انسان کي فائدو رسي ٿو، پوءِ چاهي اها خراب شيءِ هجي. اوهان انهن ماڻهن کي ماڻيءَ جي دعوت ڏني هئي، جيڪي ڪجهہ بہ نہ ڄاڻندا هئا. فقط ڍاڙون هڻي رهيا هئا. سياڻا ماڻهو اهي آهن، جيڪي پنهنجي زندگي پاڻ سنوارين ٿا."

اٺين چوندي اهو بزرگ بابڪ کي پير مغان وٽ وٺي آيو. انهيءَ جي ڳالهين بابڪ جي دل تي گهرو اثر ڪيو. خيال ڪيائين تہ "فارس ۾ نيڪيون بہ آهن ۽ برايون بہ. چڱا بزرگ بہ رهن ٿا ۽ خراب ماڻهو بہ - هيءَ دنيا آهي ۽ اهي آهن دنيا جا رنگ. چڱايون سدائين مان پيدا ٿين ٿيون. پر چڱاين مان بہ ڪڏهين سدايون نڪرن ٿيون. دنيا ۾ چڱا ماڻس گهٽ آهن ۽ خراب ماڻهو گهڻا. خراب ماڻهن جون سدايون، چڱن ماڻهن جي چڱاين کي لڪائي ڪين سگهنديون. پر چڱن جون چڱايون، خراب ماڻهن جي مداين کي ضرور لڪائي سگهنديون."

( ۹ )

بابڪ مقدس فرشتي ميڪائيل وٽ واپس ويو ۽ انهيءَ کي سرڳستي ڳالهہ ٻڌايائين فرشتي چيو، "تون ٿو چئين تہ 'فارس ۾ ڪي چڱا ماڻهو بہ آهن؛ دنيا فاني آهي؛ جيڪڏهين ساري دنيا چڱي نہ آهي تہ ڇا ٿي پيو!' بابڪ! تون دل جو ڍيڄا نرم آهين. فارس جا رهاڪو ننڍ ۾ آهن. انهن کي ضرور سزا ملڻ گهرجي. جنهن قوم جا ماڻهو انقلاب کان ڊڄن ٿا - جنهن قوم جا ماڻهو پنهنجون بڇرايون روڪي نٿا سگهن - انهيءَ ملڪ کي ۽ انهيءَ قوم کي تباهہ ٿيڻ گهرجي: دنيا انهن لاءِ آهي، جيڪي پنهنجي پاڻ عزت ڪن ٿا، ۽ جيڪي انصاف جي حمايت ۾ اڳتي وڌي ثابت ڪري ڏيکارين تہ هو دنيا ۾ رهڻ لائق آهن...!"



اصل – پ. پدماراڄ جو
سنڌيڪار: هادي بخش لاڙڪ
خيرپور (سنڌ)

دنيا جي، سال ۱۹۵۴ع وارن،
بهترين مختصر افسانن ۾ شمار ٿيل

# «طوفان»

طوفان جي تيزي وڌندي رهي، ۽ ريل ٻڻ ليٽ آئي هئي. جڏهن هن سيڪنڊ ڪلاس گاڏي ۾ قدم رکيو، تڏهن کيس پنهنجي گهر جي آرام ۽ آسائش جي يادگيري دل تي تري آئي. طوفان جي سوسات سندس خيالات ۾ رخنو وڌو ۽ وري کيس پنهنجن ٻچن ۽ گهرواريءَ جو خيال ستائڻ لڳو– "شايد هو منهنجي سک سلامتيءَ بنسبت سوچيندا هجن!"

گاڏيءَ جي چئني ٻنچن تي مسافر براجمان هئا، ۽ راءِ سندن چهري مان ئي پروڙي ورتو ته هو گاڏي ۾ وڌيڪ مسافرن داخل ٿيڻ جي بلڪل خلاف هئا. راءِ هن گاڏي مان نڪري ٻئي ڪنهن خالي گاڏي ڏانهن جڳهه ڏسڻ جو خيال ڪيو، پر هڪ ته ڪوليءَ سندس سامان اڳ ۾ ئي گاڏي اندر رکي ڇڏيو هو، ۽ ٻيو ته گاڏيءَ جي سيٽي ٻڻ وڄي چڪي هئي. پنهنجي چٽي، ٿرماس ۽ ٽفن باڪس مٿينءَ سيٽ تي سنڀالي رکندي، راءِ هڪ سمهيل مسافر جي پيرن کان ويهي رهيو. سڀئي مسافر شايد ڪنهن ڏورانهين منزل تي آسهيا هئا. هن ڏٺو ته سندن بوٽ ٻنچن هيٺان پيل هئا، هنن پنهنجا ڪوٽ لاهي ڪلين ۾ ٽنگي ڇڏيا هئا ۽ پاڻ رات جي ڪپڙن ۾ ڊگها ٿيا ليٽيا پيا هئا. پرسان واري سيٽ تي هڪ نوجوان مرد ۽ عورت پاڻ ۾ سنهيون سنهيون ڳالهيون ڪري رهيا هئا– هو زال مڙس ٿي ڏٺا. سامهون واريءَ سيٽ تي هڪ ڪَرَڙوَڏِ اخبار پڙهي رهيو هو، ۽ باقي راءِ واريءَ سيٽ تي سمهيل نهايت مزي سان گونگهارا هڻي رهيو هو.

راءِ ريل گاڏيءَ ۾ سگريٽ نوشيءَ جي بلڪل خلاف هو، ۽ اهڙي نموني ۾ کيس هر هڪ مسئلي لاءِ ڪافي ڪجهه خيال هئا. زندگيءَ جون پنجاهه منزلون هن نهايت ڪاميابيءَ سان طي ڪيون هيون. ڪامياب وڪيل هئڻ ڪري، هن کي هر مسئلي تي ڳالهائڻ جي ڪافي مهارت حاصل هئي. اڄ ڪلهه هن وڪالت کان رٽائر ڪيو هو، ۽ عوامي جلسن ۾ تقريرن ۽ تبليغ کي پنهنجو شغل بڻايو هو. اڄ به راءِ ان سلسلي ۾ مئوحدن جي ميڙ کي خطاب ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو.

اوچتو طوفان جي تيزيءَ سبب، ڪمري ۾ اونده انڌوڪار ڇانئجي وئي. پرسان ويٺل هڪ همراهه، جو هڪڙو جاسوسي ناول پڙهي رهيو هو، راءِ کان ٽائيم دريافت ڪيو:

”منهن جي خيال ۾ نو لڳا آهن،“ راءِ مزي سان وراڻيو.

”ڪيتري نه اونداهي ڇانئجي ويئي آهي!“ راءِ جي ساٿيءَ عجب مان پڇيو. راءِ جواب ڏيڻ بدران هُن جي مُنهن ڏانهن غور سان نهاريو. هو لڳ ڀڳ راءِ جو هم عمر ٿي ڏٺو، ۽ راءِ حيران هو ته اِن عمر ۾ جاسوسي ناول مان سندس همسفر ڪهڙو لطف حاصل ڪري رهيو هو.

راءِ کي پنهنجي تندرستيءَ تي ناز هو. سندس زال راءِ کان وڌيڪ پوڙهي معلوم ٿيندي هئي. هو زال کي اڪثر چوندو هو ته ”ماڻهو توکي منهنجي وڏي ڀيڻ ۽ کي ماءُ سمجهندا آهن!“ راءِ سچ پچ ته ٥٢ ورهين واري پٽ جو پيءُ نٿي لڳو. پٽس راءِ جي گادي وسائي هئي ۽ پيءُ جي جاءِ تي وڪالت شروع ڪئي هئائين.

زوردار هَوا لڳڻ ڪري، گاڏي جون دريون بند ڪيون ويون هيون. ڪڏهن ڪڏهن برسات جون ڦُڙيون گاڏي جي اندر ڪوڙي ٿي آيون. سرديءَ سبب سامهون ويٺل جوڙي هڪ ٻئي جي قريب اچڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر هيڏانهن هوڏانهن نظر ڊوڙائڻ بعد وري پريرو ٿي ويٺا. ”هت ايتري بي حجابي مناسب نه ٿيندي“- نوجوان پنهنجي ساٿيءَ عورت کي سُرڪندي ٻڌايو. نوجوان سگريٽ دکايو ۽ وڏا ڪش هڻندو رهيو. عورت جي گھنڊيدار وارن مان هڪ ڳُٽ سندس ڳلن تي ڪري ناچ ڪرڻ لڳي. راءِ اندازو لڳايو ته ”هيءَ حسين عورت قريب قريب سندس ڌيئرن جي ئي هم عمر هوندي!“

برسات وڌندي رهي. طوفان جو گوڙ شور، ريل جي گڙگڙاهٽ تي غالب هو. اوچتو گاڏي جو دروازو زور سان کليو ۽ ٻاهرين هوا اندر ڌوڪي آئي، ۽ ان سان گڏ هڪ عورت جنهن جا ڪپڙا پاڻيءَ ۾ ٻسيل هئا، اندر داخل ٿي. جلدي هر گوشي کان احتجاج جو آواز بلند ٿيو. پر عورت بلڪل اطمينان سان دروازو بند ڪري، ڪنڊ ۾ ويهي رهي. هُن جي ڪپڙن مان برسات جو پاڻي ٽمي رهيو هو. راءِ جي سامهون ويٺل پوڙهي مسافر ٽوڪ ڪئي، ”ڇا توکي خبر نه آهي ته هي سيڪنڊ ڪلاس گاڏو آهي؟“

”اڙي بابا! هڪ غريب لاچار جي ٻهڻ مان اوهان کي ڪهڙي تڪليف ايندي. مون مسڪين بيواهيءَ جي ڪا مدد ڪريو. مون کي يقين آهي ته ڪنهن غريب کي بک وگهي مرڻ نه ڏيندو.“

راءِ هُن ڏانهن غور سان نهاريو ۽ هن جي اکين ۾ چمڪ محسوس ڪئي- هُوءَ ٽيهن ورهين جي ٿي لڳي ۽ هُن جي مهانڊي مان بُک ٿي بکيي؛ پر جيئن هن چيو ٿي، تيئن هرو ڀرو مرڻ جهڙي ڪا نه ٿي لڳي. جڏهن هُن راءِ اڳيان خيرات لاءِ هٿ ڊگهيريو، تڏهن هُن اصول خاطر پئسي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. هُوءَ سامهون ويٺل پوڙهي جي پيرن تي ڪري

پئي، مگر ڪجهه ڪين وريو. ڏکو ڏيندي پوڙهي ڪاوڙ مان چيو، ”ٽري وڃ! هلي وڃ!“
”بابا، اٺين چوٿ مان نه سوناءِ. مون کي پڪ آهي ته (راڻيءَ ڏانهن اشارو ڪندي) هين سائينءَ وانگر تون بي قياس نه آهين. هو آسانيءَ سان ”ن“، ”ل“ چئي سگهي ٿو. هن کي دل ۾ ڪو قياس ڪواهي“. راڻيءَ کي هن عورت جي مذاق تي خيال ضرور ٿيو، مگر ڪري ڪجهه نٿي سگهيو. پوڙهو منجهي پيو ته هن کي پئسو ڏيڻ جان ڇڏائي، يا پنهنجي هين سائين وانگر بنهه انڪار ڪري ڇڏيس. آخر هن مٿين دل سان فقيرانيءَ کي چيو، ”معاف ڪر!“
”مان هن گاڏي ۾ اِها اميد ڪٺي آئي هيس ته امير ماڻهو مون کي بک وگهي مرڻ کان بچائيندا، ۽ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن جو قوت گذران ملي ويندو. مون اهو نٿي چاتو ته پئسي بجاءِ ڌڪا نصيب ٿيندا. مان اهو به ڄاڻان ٿي ته ميڙن ٿي مسافرن کي منهنجي بيڪسيءَ لاءِ همدردي ضرور آهي“. راڻيءَ جي پرسان ويٺل مسافر ڪتاب پڙهڻ بند ڪيو ۽ هن ڏانهن تڪيندي پڇيائينس ”تون ڪٿان جي آهين؟“
”بابا! اوهان جهڙا رئيس ٿي ڪٿي رهي سگهن ٿا. توهان محلاتن جا مالڪ آهيو، جتان اسان جهڙن پينڻن کي تڙايو ويندو آهي. اسان غريبن کي جتي رات پئي اهو اسان جو گهر آهي“.
”هيءَ ته ڏاڍي زبان دراز ٿي معلوم ٿئي،“ پوڙهي راڻيءَ کي انگريزيءَ ۾ چيو.
”مون کي انگريزيءَ ۾ نه ڳالهايو، بابا! آءٌ ڏاڍي ڏکويل آهيان.“
راءِ منزل مقصود تي عنقريب پهچڻ وارو هو. هن کي اميد هئي ته سندس استقبال لاءِ ماڻهو اسٽيشن تي آيا هوندا. طوفان جي تيزي بدستور وڌندي رهي، هو وڄن جي ڪِرڻ جا آواز ٻڌي رهيو هو.
پينو عورت حسين جوڙيءَ ڏانهن نهاريندي چيو، ”هوڏانهن ڏسو منهنجي لنڊڙي آڱر ۽ نوجوان بابو! اڄ مون تي ڪا ڪهل ڪريو ۽ بابوءَ کي چئو ته ڪجهه ڏئيم. مون غريب کي ٻي سهائي ڇو ٿا موٽايو؟...... ڇا اڄ جو بابوءَ سان جهيڙو ٿي پيو آهي؟...... اڙي لنڊڙو بابو ته سگريٽ ٿو ڇڪي. اڄ کي ڪُهرجي ته هن کي ان عادت کان روڪي ...... واه واه! لنڊڙي اسان ته هاڻي ڪلي ٿي.“ نوجوان زوردار ٽهڪ لڳايو ۽ چيائين ته ”تون اسان وٽ نوڪري ڇو نه ٿي ڪرين؟ اسان توکي ساني ۽ لٽو ڪپڙو ڏينداسون.“
”ڪجهه ڏيوس ۽ ڇڏيوس ته وڃي!“ نوجوان عورت مڙس کي مخاطب ٿي چيو. ”مون کي خبر آهي ته انڊڙي اسان ڏاڍي رحم دل آهي. هاڻي پوڙهو بابو به ڪجهه ضرور ڏيندو. مون کي، هن کي ناراض ڪرڻ نه گهربو هو. مون کي معلوم آهي ته هو ڏاڍو رحمدل آهي.“ گاڏي ۾ راڻيءَ کان سواءِ، هن پينڙو عورت کي هر ڪنهن مسافر ڪجهه نه ڪجهه ڏنو. راڻيءَ پنهنجن خيالن ۾ محو هو. هن جي اسٽيشن نزديڪ اچي رهي هئي، ۽ هو هڪ گهري سوچ ۾ غلطان هو.
ريل ليٽ رُڪي. راڻيءَ کي ڪجهه وقت ته خبر ئي نه پئي. هو يڪدم چرڪ ڀري اٿيو ۽ چئي ڪولي هيٺ لهي پيو. پينو فقيرانيءَ راڻيءَ کي سامان ڪڍي هلڻ لاءِ چيو ۽ هن به

انڪار نہ ڪيو. راڻا پليٽ فارم پار ڪري ڇپري ۾ ويهي رهيو. فقيرياڻيءَ هُن جو گرم سامان کڻي آرام واري ڪمري ۾ رکيو. اسٽيشن تي روشنيءَ جو ڪوبہ نانءُ نشان ڪونہ هو. هُن ڪجهہ ڏوڪڙ ڪڍي فقيرياڻيءَ کي ڏيڻ گهريا، جي هوءَ وٺي ۽ ڪجهہ لفظ چوندي رمندي رهي.

راڻا سخت پريشان هو، ۽ ويٽنگ روم ۾ قدم رکندي هن جو دماغ عجيب الجهن ۾ گرفتار ٿي ويو. اهڙي پوائنٽي ۽ خطرناڪ طوفان ۾ هيرو سوگهو جهاز ٿي مشڪل ڳالهہ هئي. راڻا جا ڪپڙا برسات ۾ پُسي چڪا هئا. هُن بئگ مان اونو ڪوٽ ڪڍي پاتو، مفلر گلي جي چوگرد ڦيريو ۽ ٿڌ جي مقابلي لاءِ تيار ٿي ويٺو. راڻا جي نگاهہ ريل جي چرندڙ بتين تي پئي، هن سمجهيو تہ ڪو ماهر اسٽيشن تي ضرور هوندو. هو ماهر نڪتو ۽ هُن جي نگاهہ بہ چرندڙ سُهالين تي پئي، جي پليٽ فارم پار ڪري رهيا هُئا. نزديڪ وڃڻ مان راڻا کي معلوم ٿيو تہ هڪ اسٽيشن ماستر ۽ ٻيو ڪُولي هو.

”مون کي شهر ڏانهن وڃڻو آهي.“ راڻا هُنن کي ٻڌايو.

”ناممڪن: رستا قطعًا بند ٿي چُڪا آهن: رستي جو هرهڪ انچ وٺن جي ڪرڻ سبب بند ٿي چڪو آهي. هرهڪ چيز درهم برهم آهي. ٽيليفون سروس بہ بند ٿي چُڪي آهي. توهان کي ويٽنگ روم ۾ رات بسر ڪرڻي پوندي. اسان کي تار پهتي آهي تہ طُوفان جي سختي اڃا ٣٦ ڪلاڪ رهندي.“

”پر ويٽنگ رُوم ۾ ٻيو ڪوبہ ماڻهو ڪونہ آهي“، راڻا پريشانيءَ مان پڇيو.

”اسان مجبور آهيون، جيڪي ڪجهہ آهي، سو اهو آهي. اوهان کي حالتن پٺاندڙ منهن ڏيڻو آهي“- اسٽيشن ماستر مٿيون جملو چوندي هليو ويو. راڻا نااُميديءَ مان واپس اچي آرام ڪرسيءَ ۾ دراز ٿيو. جيتوڻيڪ هوا ۽ برسات جو پاڻي باقاعدي اندر اچي رهيو هو، تڏهن بہ راڻا کي دروازي بند ڪرڻ جو خيال ئي ڪونہ آيو. هڪ عجيب ۽ اوچتي ڊپ اچي راڻا کي سوگهو ڪيو. اوندهہ طوفان جي وڌندڙ تيزي راڻا جا حواس باختہ ڪري ڇڏيا.

اوچتو ئي راڻا جي نگاهہ هڪ پاڇي تي پئي، ۽ هن اندازيءَ ۾ هڪ سايو ڏٺو، جو ڪمري ۾ داخل ٿيو. راڻا ٽارچ جي روشني ڪئي ۽ ساڳيءَ پنڌ عورت کي پسيل ڪپڙن ۾ ڏٺو، جا سرديءَ سبب ڏڪي رهي هئي. هُن جا آلا وار سندس مُنهن کي ڇهندا پيا هئا ۽ سندس ڪپڙن مان پاڻي ٽمي رهيو هو.

”اوهان دروازو ڇالاءِ بند نہ ڪيو؟ اُئين ڪيو ها تہ ايتري سردي محسوس نہ ڪيو ها.“ هي جملو فقيرياڻيءَ بلند آواز سان چيو، جيئن راڻا ٻُڌي سگهي. راڻا ڇالنگ ڏئي اٿيو ۽ دروازي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر زوردار هوا سبب دروازي جا ٻُلٽ آڪلي پيا. پوءِ ٻنهي گڏجي ڪرسيون ۽ ميزون دروازي جي تاڪن سان لڳائي ان کي مضبوط ڪيو.

راءِ حيران هو تہ شروع ۾ هن دروازو بند ڇو ڪين ڪيو! يڪدم ويجهڙائيءَ ۾ هڪ ڌماڪي جو آواز ٿيو.

"شايد ڪا پٿر ۾ ڄاءِ ڪري پئي. ممڪن آهي تہ هن جاءِ جو ڪو حصو هجي. توبهہ! ههڙو طوفان مان ڪڏهن بہ نہ ڏٺيران"، فقيرياڻيءَ بلڪل بي پرواهيءَ سان چيو. راءِ جي پريشاني وڌي وئي، ۽ هن ٽارچ جي روشني فقيرياڻيءَ جي مُنهن طرف ڪئي- فقيرياڻي ٿڌ سبب ڪنبي رهي هئي. پنهنجي بئگ کولي راءِ هڪ گرم لوئي ڪڍي ۽ عورت کي ڏني، جا هوءَ پنهنجي بت کي ويڙهي ويهي رهي.

راءِ بک محسوس ڪئي ۽ بئگ مان بسڪوٽن جو دٻو ڪڍي، عورت ڏانهن نهاريو، جا ٻڙ ايڪايل ٿي لڳي.

"ڪجهہ بسڪوٽ کائيندينءَ؟" راءِ هن کي صلاح ڪئي.

"اوهان ڇا چيو؟" طوفان جي شور ۽ گهمسان سبب عورت راءِ جا لفظ ٻڌي نہ سگهي. راءِ عورت ڏانهن وڌيو ۽ ويجهو اچي کيس ڪجهہ بسڪوٽ ڏنا.

"مون وٽ تہ کائڻ لاءِ اِجهو هيءَ آهي"، راءِ نهايت نرميءَ سان چيو. راءِ اهي لفظ چئي پنهنجي بئگ تي وڃي ويٺو. راءِ کي عورت جي موجودگيءَ ۾ البت ڪجهہ اطمينان هو. ان کان وڌيڪ سائي، اهڙي وقت ۾ پيو کهڙو ٿي سگهيو ٿي. عورت کي بي فڪر ڏسي، راءِ خيال ڪيو تہ شايد هوءَ اهڙين مصيبتن سان هري مري وئي آهي.

راءِ گهڙيءَ ڏانهن ڏٺو- رات جا نَوَ لڳي چڪا هئا. هن ائين ٿي محسوس ڪيو، ڄڻ هن کي وئي ڪافي عرصو ٿيو آهي. "جيڪر ٻي اسٽيشن تي لهان ها؛ خواهہ مخواهہ هن ننڍڙيءَ اسٽيشن تي لهي مصيبت ۾ ڦاٿس. شهر هتان صرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي ۽ ٻي اسٽيشن کان بہ سولائيءَ سان پهچي سگهان ها!" اوچتو راءِ جي خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو ۽ سوچيائين تہ جيڪڏهن هيءَ جاءِ ڪري پوي تہ هتان نڪرڻ جي صرف هڪ ئي واهہ آهي، سا بہ ڪرسين ۽ ميزن سان بند ڪئي وئي آهي. راءِ عورت ڏانهن وڌيو ۽ کانئس پڇيائين، "تون سمجهين ٿي تہ هيءَ جڳهہ ڪري پوندي؟"

"ڪين ڇنجي- ڏسڻ ۾ تہ ڪافي مضبوط آهي. پر شايد طوفان وڌيڪ طاقتور هجي"، پينو عورت نهايت ئي اطمينان سان جواب ڏنو. راءِ واپس وڃي پنهنجي جاءِ تي ويٺو ۽ عورت سُري سندس پرسان ويٺي. راءِ چيس، "پري کان اسان هڪ ٻئي کي ٻُڌي نٿا سگهون. مون ٿي ڄاتو تہ طوفان ڪو اهڙو تيز ٿي سگهي ٿو." عورت نهايت ئي بي فڪريءَ سان چيو. "فڪر نہ ڪريو، اسان هڪ ڪان ۾ آهيون. هُن ٽڪٽ-بابوءَ تہ مون کي هلنديءَ گاڏيءَ مان لاهي ڦٽو ڪيو، ۽ اهوئي سبب آهي جو هيئر اوهان وٽ ويٺي آهيان. ان هولدي بہ مون کي ڪا شڪايت ڪانهي. توهان مون کي کائڻ لاءِ ڪجهہ ڏنو آهي ۽ ٿڌ کان بچاءَ

لاءِ گرم ڪپڙو پهرايو آهي. جيڪڏهن ڪجهه اڳڀرو وڃان ها ته اهڙي حالت ٿئي ها. انسان کي کهرجي ته هر حال ۾ دل نه هاري: فڪر يا ڳڻتيءَ مان ڇا هٿ حاصل!"

"توکي ڪو ميٽ ماڻٽ آهي؟" راءِ پنهنجو پاڻ تي هن سان اهڙيءَ کهراڻپ سان ڳالهائڻ تي خار کاڌا. عورت ڏاڍيان ڳالهائڻ بدران راءِ جي نزديڪ ٿي ويٺي ۽ چوڻ لڳي:

"هر ڪنهن کي پنهنجا عزيز قريب آهن. ٻيءَ شرابي آهن. ماڻهو چوندا آهن ته هُو منهنجيءَ ماءُ جو قاتل آهي... مان باقاعدي ڪا شادي ڪانه ڪئي آهي؛ پر هڪ بدمعاش مان پيٽ اٿم. منهنجو مڙس پڻ شرابي ۽ پڪو جواري آهي. سڄي ڪُٽنب جو بار منهنجي سِرَ تي آهي. ٻچڙا ننڍا آهن، جي اڃا پڻ لائق ڪين ٿيا آهن. منهنجو مڙس منهنجي پورهئي مان هر روز آٺ آنا شراب تي خرچيندو آهي، ۽ مون کان ڏاڍو ڏڦيندو آهي. مان سمجهان ٿي ته صرف شرم مٽائڻ لاءِ هُو شراب نوشي ڪندو آهي."

"هر روز ڪيترو ڪمائيندي آهين؟" راءِ هُن کي ٻيو سوال ڪيو.

"ڪڏهن ته پنج رپيا به ٿي ويندا آهن. پر بعضي کي حضرت ته هڪ ٽامي جو ڏوڪڙ به ڪين ڏيندا آهن. پر ڪنجوسن جي هٿن مان ڪجهه ڪڍڻ کي آءٌ چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿي." راءِ ٽارچ جي روشني هُن جي مُنهن ۾ هنئي ۽ ڏٺائين ته هُوءَ مُرڪي رهي هئي. راءِ هن جي مُشڪندڙ مُنهن ڏانهن تڪيندي خيال ڪيو ته 'هُوءَ پنهنجي جسم کي ڪنهن ڌاريي جي حوالي ڪرڻ وقت ٻيو دفعو ڪڏهن به نه سوچيندي'.

"توهان مون ڏانهن اهڙيءَ طرح ڇو گهُوري رهيا آهيو. مان هيتري ايتري خُوبصورت نه آهيان، جيتري اڳ هُيس."

راءِ کي اهڙي بيحيائيءَ واريءَ گفتگو تي نفرت لڳي ۽ چيائين ته "مان تنهنجي شڪل ڏانهن تڪي ڪين رهيو هوس، پر ٽارچ وسائڻ وسري ويئي هُيم."

اوچتوئي اوچتو هڪ زبردست ڌماڪو ٿيو... دروازي وارو سامان ٽُٽي پرزا پرزا ٿي ويو ۽ دروازو زور سان کُلي پيو... راءِ ڇلانگ ڏيئي وڃي عورت جي بغل ۾ ويٺو، ۽ عورت کيس ٻانهن کان وٺي دروازي پرسان ڪُنڊ ۾ هوا کان محفوظ جڳهه ۾ ويهاريو، ۽ پنهنجون ٻانهون راءِ جي گردن ڏانهن آڇلايون. راءِ کي هن جي ٻاڪر مان تقويت ۽ گرمائش پهچي رهي هئي.

"ٿورو ويجهو ٿيءُ، ۽ پنهنجون ٻانهون منهنجي ڳچيءَ ڏانهن وڌاءِ ته ٻنهي کي وڌيڪ آرام محسوس ڪندين. ٻاهر تون ته سرديءَ ۾ ڏڪي رهيو آهين."

پاڻ عورت ٿورو وڌي راءِ سان لڳي ويٺي ۽ راءِ هُن جي گرم ڇاتيءَ جو اثر محسوس ڪرڻ لڳو. عورت پنهنجو ڪلام جاري رکندي چيو، "هيءَ ڪُنڊ وڌيڪ محفوظ آهي... ٻاهوءَ کي ننڍڙيون ٻارڙيون آهن، جن جي باري ۾ شايد سوچي رهيو آهي! منهنجي جهوپڙي پڻ تباهه ٿي ويئي هوندي، خبر نه آهي ته منهنجن ٻچن جو ڇا حال هوندو. اميد اٿم ته پاڙي وارا ضرور هُنن جي مدد ڪندا. منهنجو مڙد چڱو ماڻهو نه آهي. هو هن وقت به نشي ۾ مخمور هوندو." راءِ هن عورت جي ڳالهين ڏانهن ڪو به توجهه نه ڏنو. هُو صرف هُن جي گرم جسم کان واقف هو. اوچتو راءِ ڪجهه جُنبش محسوس ڪئي، ۽ عورت کي پنهنجي ٻاڪر ۾ سوگهو ڪيو، ۽ هُن جي دل ۽

جذبات ۽ هڪ ولولو ڪڙو ٿيو؛ عورت، راءِ جي سٿر ڪي نرم ٿپڪي لڳائي، جنهن مان ظاهر هو ته هُوءَ سڀڪجهه سمجهي رهي هئي. آهستي آهستي، ۽ ...... پوءِ آخر راءِ جو دماغ ڪم ڪرڻ ڪان جواب ڏيئي ويٺو. راءِ جي پيرن کي لٺڊ اچي ويئي هئي. هُو عورت کان ڪيسڪي ٿورو پرڀرو ٿي ويٺو. عورت جي مُنهن ڏانهن شعاع ڪيائين ۽ هُن ڏٺو ته هُوءَ اکيُون لٺڊ ۾ ستل هئي- ۽ هُن جو منهن چنڊ والگر پاڪ ۽ سپاجهڙو ٿي لڳو. طوفان جي تيزيءَ ۾ ڪا گهٽتائي ڪانه آئي- پر راءِ ٿڪاوت سبب سمهي پيو.

جڏهن راءِ سجاڳ ٿيو، تڏهن برسات بند ٿي چُڪي هئي - باقي هوا جي تيزي برابر ساڳي هئي. پينُو عورت غائب ٿي چُڪي هئي، ۽ صبح جا پنج لڳي چُڪا هئا. راءِ آئي ڪڙو ٿيو ۽ هُن جا گوڏا درد وچان ڏکي رهيا هئا. هُن پنهنجن کيسن تي هٿ ڦيريو ته پئسُون غائب ڏٺائين. راءِ کي ته اهو خواب خيال ۾ ڪين هو ته ڪا پينُو عورت چوري ڪري سگهي ٿي. ممڪن آهي ته رات جي سُولجهاري ۾ ڪٿي وڃائجي ويو هجي. هن پهريائين ڪمري ۾ تلاش ڪئي ۽ پوءِ پاهر پليٽفارم جاچڻ لڳو. جتي ڪٿي تباهيءَ جا آثار نمودار هئا. ڪجهه ماڻهو ريل جو بند وٺيون ٿي آيا. شايد شهر کان ايندا هجن. ڪجهه پري اسٽيشن تي زخميل ماڻهن جي ڪنجهڻ جو ڪمزور آواز اچي رهيو هو. ريلوي ٽڪيٽ-گهر طوفان جي زد ۾ اچي چُڪو هو. ڪٻٽ، ڪرسيون ۽ ٻيو سامان ٽاس ٿي ويو هو. اجا ٿوري اونداهي هئي ۽ جئن هُن جي اکين هلڪيءَ روشنيءَ ۾ ڏسڻ شروع ڪيو، تئن هن هڪ خاموش جسم ڏٺو، جنهن جو هيٺيون حصو جاءِ جي ڪرڻ سبب پوريل هو. هن ٿارج ٻاري- ۽ کيس معلوم ٿيو ته هُوءَ ساڳي پينُو عورت هُئي! راءِ چرڪ ڀريو ۽ نئڙي هُن جي پيشاني ڏٺي، جا ٿڌي ٿي چُڪي هئي. عورت جي هڪ هٿ ۾ راءِ جو پئوُن هو ۽ ٻئي هٿ ۾ ڪجهه نوٽ ۽ سڪا هئا، جي ظاهراً ٽڪيٽ-گهر جي تجوڙيءَ مان نڪتل هئا. شايد ٽڪيٽ ڪلارڪ جان بچائڻ خاطر آفيس ڇڏي ڀڳو هو. راءِ جهُڪيو ۽ بار بار هُن جي پيشانيءَ کي چُميو. هن جي اکيان گذريل رات جا واقعات تري آيا. هي آهوئي پيارو جسم آهي، جنهن گذريل طوفاني رات ۾ راءِ لاءِ اطمينان ۽ سڪون جو سامان مهيا ڪيو هو. ۽ هُوءَ پاڻ طوفان جو شڪار بڻجي چُڪي هئي. راءِ کي پنهنجن پئسن جو ڪو ارمان ڪين هو، ۽ هن چوريءَ لاءِ راءِ عورت کي جوابدار نٿي سمجهيو: راءِ عورت جي مجبورين کان بخوبي واقف هو. پينو عورت، راءِ کي اهڙي وقت ۾ ساٿ ڏنو هو، جنهن وقت هُن جي ويجهو نه سندس زال هئي ۽ نه ڪو يار.

ڪيترن ئي ماڻهن جا آواز قريب آچي رهيا هئا. راءِ آٿي بيٺو ۽ ڪجهه سوچڻ لڳو. اوچتو هُن کي خيال آيو. راءِ هُن جي هٿ جون آڱريون ڍريون ڪيون، ۽ پئسا ڪڍي واپس ٽڪيٽ-گهر جي ڪليل دراز ۾ آڇلايا. پنهنجو پئون راءِ واپس وٺڻ نٿي چاهيو: راءِ سوچيو ته هن جي ڪا نشاني سندس ساٿيءَ وٽ رهڻ گهرجي. نهايت آهستگيءَ سان پئونءَ مان راءِ پنهنجي نالي وارو ڪارڊ ڪسڪائي ورتو، ۽ اڳتي وڌي ويو ....

قادر بخش نظاماڻي

# گل نرگس جو جنم

## [يوناني ديو مالا جو هڪ ورق]

[گل نرگس جي پيدائش بابت يوناني ديو مالا ۾ دلچسپ قصا آهن، جن مان قديم روم جي مشهور شاعر اوويد جي قصي جي بنياد تي هيٺ ڪهاڻي هيٺ پيش ڪجي ٿي.]

قديم زماني ۾، ”نرگس“ جي نالي سان هڪ بيحد حسين، خوبرو ۽ نوعمر جوان هوندو هو. نرگس اهڙو ته سهڻو ۽ سوپياوان هو، جو جيڪا به نوجوان ڇوڪري کيس ڏسندي هئي ته هڪدم مٿس ڇڪن ٿي پوندي هئي، ۽ سندس محبوبه بڻجڻ لاءِ پئي تڙپندي هئي. مگر هن نوعمر نينگر جي دل ۾ ڪنهن لاءِ به جاءِ نه هئي: هن جي ڪنهن ٿي اک نئي ٽڪي پئي. پنهنجي حسن تي کيس ڏاڍو ناز هو. سهڻي کان سهڻيون ڇوڪريون پاڻ ڏي سندس ڌيان ڇڪڻ لاءِ وس ڪنديون هيون، پر هو نيڻن جي نگاهه کان ڪين ڪائيندو، انهن سندن اڳيان لنگهي ويندو هو، ڄڻ هنن جو ڪو وجود ئي نه آهي. هنن دل ٻڪل ۽ بيقرار ڪمارين لاءِ هن کي ڪا به ڪشش ڪانه پئي ٿيي.

هن جي فراق جي اهڙين ڦٿڪڻ ۾، ”ايڪو“ (پڙلاءُ) نالي هڪ جل پري به هوندي هئي. ايڪو جي ڏکدائڪ حالت تي ’نرگس‘ کي ڪڏهن ڪو ڪهڪاءُ ڪونه ايندو هو. جهنگلن ۽ جهنگلي جيون جي ديوي ”آرتيمس“ جو جل پري ايڪو تي ڏاڍو راز هوندو هو. پر خود ’آرتيمس‘ ويچاري وري ڪائنس وڏيڪ جبري ۽ بااثر ديوي، ”زيئس“ جي رفيق حيات ۽ محبوبه، ”هيرا“ جي ڏمر هيٺ هئي - ڇاڪاڻ ته ’هيرا‘ کي شڪ هو ته ديوتا ”زيئس“ ڪائنس لڪي وڃي جل پرين سان عشق جي پينگهن ۾ عيش مائيندو رهندو آهي.

چنانچه جڏهن پنهنجي شوقين مزاج خاوند ۽ آڪاشن جي سڀ کان طاقتور ديوتا ’زيئس‘ جا پيرا ڪڍندي، هيءَ زوراور ديوي سندس تلاش ۾ سرگردان ڦري رهي هئي، ته ڪنهن مهل اوچتو هن جل پريءَ ’ايڪو‘ کي ڏٺو، جا گل ۽ خوشبين ۾ محو هئي. هن کي ميٺن ڇهڪندو ٽهڪندو ڏسي، ’هيرا‘ برداشت نه ڪري سگهي، ۽ بدنصيب ’ايڪو‘ تي سندس ڏمر وڄ وانگر نازل ٿيو. ’هيرا‘ ڇڙي کيس پاراتو ڏنو ته هوءَ پنهنجي ان تيز زبان کي آئندي

فقط پين جي آخرين لفظ دهرائڻ لاءِ استعمال ڪري سگهندي - مگر ان سان پنهنجي دل جون خواهشون يا پين جا اوائلي لفظ ڪڏهن به نه چئي سگهندي!

'ايڪو' لاءِ هيءَ عذاب بيحد ڳرو هو. خاص طرح جڏهن هوءَ به ڪيترين ئي پين بي نصيب ڇوڪرين وانگر 'نرگس' جي برهه ۾ بيمار هئي.

هاڻي هوءَ هن سويا جي ٻٽلي جي پٺيان ڦري ته سگهي ٿي، مگر ساڻس ڳالهائڻ يا دل جي ورونهه ونڊڻ کان بيوس ٿي چڪي هئي. هن حالت ۾ هڪ اهڙي جوان جو ڏيان هوءَ پاڻ ڏانهن ڪيئن ڇڪائي سگهندي، جيڪو ڪيترين ئي سهڻين کي روهه ۾ رلائي چڪو هو!

مگر خدا جي ڪرڻي ڏسو، جو هڪڙو ڏينهن اهڙو آيو جنهن ۾ ائين ٿئي لڳو، جڻ هن جي ڀاڳ ٻڌايو آهي.

'نرگس' پنهنجي سائين کي سڏي رهيو هو. هن رڙ ڪئي، "آهي ڪو هتي"! ۽ 'ايڪو' هڪدم دهرايو "هتي - هتي"!

جل پري وڻن ۾ لڪل هئي، ۽ 'نرگس' جو ڪيس ڏسي نه سگهيو، تنهن وري به هڪل ڪئي، "هيڏي اچو"! بس، اهوئي اکر هو، جنهن جي اچارڻ لاءِ 'ايڪو' تڙپي رهي هئي. هن پنهنجي روح جي اولهاين سان ان "آچو"! کي ورائيو، ۽ ٻانهون کولي وڻن مان ٻاهر نڪري آئي.

هيلو 'نرگس' هن کي ڏسي ڪاوڙ ۽ گهمنڊ سان ٻئي طرف مڙيو. "ائين هرگز نه ٿيندو،" هن چيو. "فقط موت کان پوءِ مان تنهنجي اختيار ۾ آهيان!"

'ايڪو' ليلائي "تنهنجي اختيار ۾ آهيان" جا اکر دهرايا; مگر 'نرگس' وڃي چڪو هو. ٺوڙائي جي ٺٺيل ۽ عشق جي ماريل 'ايڪو' پنهنجي اداسي ۽ نراسائيءَ جا سور پيڻ لاءِ وڃي ڪنهن لوڪلي غار ۾ پاڻ کي لڪايو، جو هن لاءِ هاڻي سک ۽ راحت جو ڪو به امڪان ڪونه هو. اهڙين سڃين ۽ لوڪلين جاين ۾ هوءَ اڄا تائين زنده آهي - ۽ چون ٿا ته ڏکن ۽ وڇوڙي جي وڏن ڪيس ايترو ته ڏتوڙي ڇڏيو آهي، جو هاڻي سندس فقط آواز وڃي بچيو آهي.

ان طرح 'نرگس' عشق ۽ محبت کي ٺوڪرون هڻندو پنهنجي راه تي هلندو ويو. هڪ ڏينهن سندس گهايل ڪڏجي ڏٺيءَ درٻاڌيو - دعا هئي ته "شل هيءَ هيلو حسن، پاڻ به عشق جي آزار ۾ اڙجي!" - ۽ سندن اها دعا قبول پئي.

'نرگس' هڪوار هلندي هلندي ٿڪجي، هڪ شفاف اوجل پاڻيءَ جي تلاءَ ڪناري تي پهتو، ۽ پنهنجي پياس اجهائڻ لاءِ جيئن پاڻيءَ تي جهڪيو، ته ان تي پنهنجو عڪس ڏسي دنگ رهجي ويو، ۽ آتس مفتون ٿي پيو. بي اختيار رڙ ڪري ويس: "هاڻي سمجهيو اٿم ته پين ڪيترو نه منهنجي هٿان ستو هوندو، جو هاڻي ته آءٌ پاڻ ئي پنهنجي عشق جي آتش ۾ ڪامي

رهيو آهيان. مگر آه! ڪيئن ٿي ان حسن کي پهچان جنهن کي هن پاڻيءَ تي پيو ڏسان؟ گهوڙا! ٿي ان کي ڇڏي به نٿو سگهان! هاڻي ته فقط موت ئي مون کي هن کان جدا ڪندو!"

ٿيو به ائين — تلاءَ جي شفاف پاڻيءَ تي پنهنجي عڪس جي مٿان هو هميشه لاءِ گهور وجهي ويهي رهيو ۽ پنهنجي ئي فراق جي جهوريءَ ۾ جهرندو ۽ ڳرندو ويو. جل پري 'ايڪو' سندس ويجهو موجود هئي، پر بيوس بڻي رهي ۽ سندس ڪا به مدد نه ڪري سگهي. فقط جڏهن موت جو فرشتو 'نرگس' جي مرحبا لاءِ آيو ۽ هن آخري ڀيري پنهنجي عڪس ڏي نهاري "الوداع — الوداع" جا اکر اچاريا، تڏهن 'ايڪو' به پنهنجي آخرين موڪلائيءَ طور انهن اکرن کي دهرائي سگهي.

چون ٿا ته جڏهن هن جو روح موت جي دنيا جي پاهرينءَ نديءَ تان پيڙيءَ ۾ پار اڪري رهيو هو، تڏهن آخرين ڀيري 'نرگس' ديوتا پنهنجي عڪس ڏسڻ لاءِ پاڻيءَ تي جهڪيو.

جل پريون، جن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ هن هميشه ٺڪرايو ۽ ڌڪاريو هو، سي اجل ۾ به مٿس مهربان ٿيون ۽ سندس جنازي کي دفن ڪرڻ لاءِ ڳولڻ لڳيون؛ پر ان کي لهي نه سگهيون. جنهن جاءِ تي هن جو لاش پيل هو، اتي هڪڙو نئون ۽ بيحد سهڻو گل ڦٽو پيو بيٺو هو: پوءِ جل پريون سندس پٺيان هن کي "نرگس" سڏڻ لڳيون.



"ش" مظفرپوري
سنڌيڪار: ث. ر. "ثنائي"

# چنڊ ڏٺو.........؟

رات ڪافي گذري چڪي هئي.

ان رات جو چنڊ زياده چمڪندڙ ۽ حسين هو. هوا ۾ ڪافي مستي هئي، ۽ شبنم ۾ ڪافي خنڪي. اشرف دريءَ وٽ بيهي، ٻاهر حد نگاهه تائين ڦهليل سرسبز زمين ۽ گهاٽن وڻن تي هڪ نظر وڌي. چنڊ جاڳي رهيو هو. جڻ اشرف کي چئي رهيو هو-

"مون ڏٺو آهي...... مون ڏٺو آهي......"

چنڊ ڇا ڏٺو هو؟

چنڊ ڏٺو ته هڪ نوجوان دوشيزه آهستي آهستي قدم کڻندي، اچي دريءَ جي ڀرسان بيٺي، ۽ دريءَ جي تاڪ کي آهستگيءَ سان کڙڪايو. اشرف معنيٰ خيز نظرن سان هن کي ڏٺو، ۽ جلدي ئي پنهنجي ڪمري جو پوئيون دروازو کوليو. دوشيزه تيزيءَ سان ڪمري ۾ داخل ٿي ۽ دروازو وري بند ٿي ويو...... هو ٻئي ڪجهه عرصو خاموش رهيا ۽ هڪ ٻئي کي ڏسندا رهيا. دوشيزه ڏاڍي گهٻرايل هئي. هن جو سينو ڌڪ ڌڪ ڪري رهيو هو، ۽ ساهه منجهي رهيو هو. هوءَ گهڙيءَ گهڙيءَ، ڪڏهن دريءَ جي طرف ۽ ڪڏهن دروازي جي طرف ڏسي رهي هئي. جڻ هن کي خوف هو ته ڪوئي اچي نه وڃي...... ڪيس ڏسي نه وٺي. ان وقت دوشيزه جي اکين ۾ هڪ عجيب وحشت هئي- جهنگل جي ان نازڪ ۽ ڀاڄي ڪان ٻه ڇڙندڙ هرڻيءَ وانگر، جنهن کي جڻ شڪاريءَ جي آهٽ ڪَنِ پئي هجي- هوءَ پنهنجي حلق ۾ گهڙيءَ گهڙيءَ ساهه کڻڻ وقت ڪا رڪاوٽ محسوس ڪري رهي هئي. جڏهن اشرف هن کي ڏٺو ته هن جي چپن ۾ جهٽ گهڙيءَ لاءِ لرزش پيدا ٿي- جڻ هن ڪجهه چوڻ پئي گهريو. الاجي هن ڇا پئي چوڻ چاهيو...... خبر نه آهي ته هوءَ اشرف جي اکين ۾ ڇا ڏسي رهي هئي، جو يڪدم ڪجهه چوڻ لاءِ بيقرار ٿيندي پئي ويئي. الاجي اشرف جي خاموشيءَ ۾ ڪهڙو آواز هو، جنهن کي ٻڌي دوشيزه تي خوف پئي طاري ٿيو. هن جي جسم ۾ هڪ دفعي ته اهڙي لهر ڊوڙي آئي، جو ڄڻ ڪنهن تي چولي هيٺ پٺيءَ جي هڏي تي هڪدم ڪو جيت چڙهي ويو هجي.

هي ٻئي اڃا خاموش هئا، پر ان خاموشيءَ ۾ هڪ بي چينيءَ جي جهلڪ هئي.
پوءِ چنڊ ڏٺو-

اشرف جي چپن تي هڪ هلڪي مجرمانه مُرڪ آئي ۽ اوجهل ٿي وئي. هيءَ مرڪ ائين اڀرندي رهي ۽ اوجهل ٿيندي رهي. دوشيزه انهيءَ مرڪ جي راز کي پروڙي چڪي هئي. ان ڪري ئي فضا ۾ خنڪيءَ هوندي به هن جي پيشانيءَ تي پسيني جا باريڪ قطرا جمع ٿي ويا هئا، جن کي هن رئي جي پلاند سان اگهي ڇڏڻ جي به ڪوشش ڪئي.

چنڊ ڏٺو...... اشرف ڪرسيءَ تان اٿي دوشيزه جي قريب پلنگ تي وڃي ويٺو، ته هوءَ خوف وچان ڏڄي، اٿي ڀڄي رهي...... ڄڻ هن ڀڄي وڃڻ ٿي چاهيو- ۽ جڏهن اشرف هن کي وهارڻ خاطر سندس نازڪ ڪلهن تي هٿ رکيو، ته هن جي جسم ۾ هڪ بجلي ڊوڙڻ لڳي، جسم ڏڪڻ لڳس، ۽ هن جي ساري چهري تي پگهر جا باريڪ باريڪ قطرا اڀري آيا. جڏهن اشرف هن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو، هن کي پاڻ سان گڏ وهارڻ گهريو، ته هوءَ ڪجهه اهڙي نموني ٿي ويئي، ڄڻ جهٽ ڪان پوءِ اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳندي.

چنڊ حيران هو ته جا دوشيزه پنهنجي مرضيءَ سان ڪنهن نوجوان جي ڪمري ۾ پوئين دروازي ڪان آئي هجي، تنهن ۾ ايترو خوف ۽ پرانپ ڪيئن ٿي سگهي ٿي... نه ته آئي ئي ڇو هئي؟ ... ها... اِهو چنڊ کي معلوم نه هو ته هوءَ آئي ڇو هئي. ايترو ته چنڊ جي سمجهه ۾ اچي ويو هو ته هوءَ اشرف سان محبت نه ڪندي هئي، ۽ نه ڪا وري هنن ٻن جي وچ ۾ اهڙي رشتي جي جهلڪ ٿي ملي، جنهن مان ثابت ٿئي ته هو ٻئي رات جي اُنڌيري ۾ چوريءَ چوريءَ هڪ ٻئي سان اچي به ملندا هئا- بلڪ هي صاف ظاهر هو ته هنن ٻن جي وچ ۾ ته دوريءَ ۽ پرانپ جي هڪ وڏي ديوار حائل هئي... ته آخر ڪهڙي ڳالهه هئي، جنهن هن کي مجبور ڪري اشرف جي ڪمري ۾ آندو هو، جتي هن جي جان تي مُردن جهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويئي هئي! هي راز چنڊ کي معلوم نه هو.

"ضرور ڪو ڀيد لڪل هوندو ان ۾"- چنڊ سوچڻ لڳو. "هن ڌرتيءَ جي ڪابه زندگي، ڪابه ڳالهه ڪنهن راز ڪان خالي ڪانهي... ۽ ڌرتيءَ جو سڀ ڪان وڏو، سڀ ڪان پيارو راز هيءَ هو، جو هڪ ڪنواري دوشيزه دنيا جي نظرن ڪان بچي، رات جي گهريءَ چپ چپات ۾، پاڻ ئي پنڌ ڪري... ڏڪي ڏڪي قدم کڻندي، ڌڙڪندڙ دل سان، ڪنهن نوجوان جي ڪمري ۾، چور دروازي ڪان داخل ٿئي- هڪ اهڙي نوجوان وٽ، جو هن جي دل ۽ جذبات لاءِ پرايو هو، نامحرم هو... آخر ڌرتيءَ جي ڇاتي ڦاٽي ڇو نه ٿي پوي؟"

تنهن ڪان پوءِ، چنڊ هڪ نظر ڳوٺ تي وڌي... سڄو ڳوٺ ستل هو... ڳوٺ جو چوڪيدار به ستل هو... هر طرف زندگي آرام ۾ هئي... صرف هوا هلي رهي هئي... وڻن ۽ گيت ڳائيندڙ زمين سان گسندي -"شون ...... شون"- هڪ عجيب ۽ انوکو گيت ڳائيندي. رات هر گهڙيءَ گذرندي ٿي وئي، ۽ شفاف چانڊوڪيءَ ۾ ماڪ جي آلاڻ ڪري ڌنڌ پيدا ٿي چڪو هو. رات جي هن ڪيفيت ماحول کي وڌيڪ وڻندڙ ۽ رومانوي ڪري ڇڏيو هو.

هيءَ خوبصورت ۽ روماني رات، جا ڪنوار وانگر سهڻي ٿي لڳي ۽ اهڙي ئي سجايل پئي نظر آئي ... آهوئي روپ ۽ آهوئي سينگار ... چنڊ ته ڄڻ اڄوڪيءَ رات جي ڪنوار جي مٿي جو ٽڪو ٿي لڳو — اُن دوشيزه جو سارو سينگار ... سارو رنگ ۽ رس هن رات غصب ڪري ورتو هو. اڄوڪيءَ رات جيان، اڄوڪيءَ رات جي تنهائي، اڄوڪيءَ رات جي ڌڪ ڌڪ ڪندڙ دل ۽ اڄوڪيءَ رات جو تصور هن دوشيزه اُن رات لاءِ ڪيو هو، جڏهن هوءَ ڪنوار ٿيڻي هئي — جڏهن هوءَ ساري سينگار سان ڇم ڇم ڪندي ڪنوار جيان ڏوليءَ مان لهندي. ليڪن اُها رات اڃا دور هئي ۽ هيءَ رات آئي هئي ... ۽ هيءَ رات: جڏهن سينگار هن جو نه هو، جڏهن هن جي اکين ۾ ڪاجل نه هو... هٿن ۾ ميندي ڪانه لڳل هئي ۽ ڳلي ۾ چنبيليءَ جو هار ڪونه هو... جڏهن هن کي ڏوليءَ ۾ وهارڻ خاطر هن جون سهيليون ڪونه هيون ... نه نغما هئا نه سهرا، نه شهنايون هيون...... ڪجهه به ڪونه هو. مگر ... اڄوڪي رات ته هن جي عصمت جي خون سان سندس مٿي تي سهاڳ جي تلڪ رکڻ خاطر، هڪ سازش ڪئي ويئي هئي — ان لاءِ هن جا جذبات سڏڪا ڀري رهيا هئا، ۽ رڳ رڳ ۾ ڪيس ڪنڊا پئي چڀيا.

۾ چنڊ کي ڪجهه به معلوم نه هو ته هن جي هيءَ ڪيفيت ڇو آهي؟ هو ته صرف اِهو ڏسي رهيو هو ته سندس چانڊوڪيءَ وانگر دوشيزه جو دامن بي داغ آهي — مگر هو سمجهي رهيو هو ته صبح ٿيڻ کان اڳ، هڪ داغ هن جي دامن تي ۽ ٻيو هن جي دل تي لڳڻو هو...... ٻيون داغ — اِهو ته چنڊ کي پنهنجي چهري تي هونئن ئي هو.

ليڪن ان ۾ کهڙو ڀيد هو. آخر اِها ڳالهه کهڙي هئي، جنهن هڪ دوشيزه کي مجبور ڪيو هو ته هوءَ پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان قيمتي سرمايو کڻي، پاڻ ئي هڪ لٽيري وٽ پهچي وڃي، ۽ پنهنجي بي بها خزاني جي لٽجڻ جو انتظار ڪري!... اِها هڪ تمام دردناڪ ڪهاڻي هئي. ان ڪهاڻيءَ کي ڌرتيءَ تي رهڻ وارا ٻڌي ٿي سگهيا. جيڪڏهن چنڊ ان ڪهاڻيءَ کي ٻڌي وٺي، ته هميشه لاءِ وسامي وڃي — اِها ته ڌرتيءَ وارن جي دل آهي، جو اهڙيون بيشمار ڪهاڻيون ٻڌڻ کان پوءِ به انهن جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ بند نٿي ڪري...

هيءَ ڪهاڻي ڏاڍي مختصر هئي.

دوشيزه جي پيءَ چوري ڪئي هئي. ڏوهه ثابت ٿيو هو... پنچايت فيصلو ڏنو هو ته چور کي ڳوٺ ۾ سزا ڏيڻ بعد، ٿاڻي تي موڪليو وڃي. اڳين ٻين چورين جو الزام هن تي مڙهيو ويو هو. ۽ هاڻي صبح جو انتظار هو. سج جي ڪني ڪڍڻ سان ئي هن جي پيڙي پيءَ جي سکل کَلَ تي چهبڪ وسڻا هئا ... هن ڄاتو پئي ته هن جي پيءَ سان کهڙو نه حيوانيت ۽ بي رحميءَ وارو سلوڪ ٿيڻو هو! ان سلوڪ جي تصور سان ئي هن جي جسم جا وار ڪانڊارجي ٿي ويا. ڳوٺ ۾ ائين ڪڏهن ڪونه ٿيو ته ڪنهن مجرم کي پنچايت به سزا ڏني، ۽ پوءِ ان کي قانون جي حوالي ڪيو وڃي — ليڪن هن دفعي ته ڳوٺ جي وڏيري اِهو حڪم ڏنو هو!

وڏيري جي انهيءَ ظالماڻي حڪم جي ﻫﮫ هڪ ڪهاڻي هئي. اها ڪهاڻي اڄوڪيءَ رات کان هڪ سال اڳ شروع ٿي هئي. جڏهن ڳوٺ جي رنگيلي نوجوان هن دوشيزه جي ابرندڙ جوانيءَ کي ٻريءَ نظر سان ڏٺو هو - جوانيءَ کي جواني هميشه ٻرين نظرن سان ڏسندي آئي آهي — ليڪن انسانن وانگر جواني ﻫﮫ امير ۽ غريب ٿيندي آهي. جڏهن امير جي ڌيءَ جوان ٿيندي آهي، ته ان تي تلوارن ۽ ڀالن جو سايو ڪيو ويندو آهي... ۽ جڏهن غريب جي ڌيءَ جوان ٿيندي آهي، ته آن ديوار کي ﻫﮫ ڊاهي ڇڏڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي، جا هن جي جوانيءَ تي پردو وجهي سگهي.

جن عصمتن جي حفاظت تلوارون ۽ ڀالا ڪندا آهن، آهي اهڙيون ته نازڪ ٿين، جو ٻريءَ نظر لڳڻ سان ئي داغدار ٿي ونديون آهن، ۽ انهن جي ”داغ“ کي ڪڏهن ته ڪنهن جي خون سان ﻫﮫ صاف ڪيو ويندو آهي. ليڪن جن عصمتن جو محافظ ايمان کان سواءِ ٻيو ڪوﺑﮫ ڪونه هوندو آهي، انهن کي لٽڻ خاطر، ڪڏهن تلوار جي تيز ڌار کان ﻫﮫ ڪم ورتو ويندو آهي.

هيءَ دوشيزه ﻫﮫ غريب هئي. ان ڪري هن کي ﻫﮫ پنهنجي حسين ۽ جوان همجنن جي سزا ملڻ گهربي هئي - ۽ جڏهن هن جي آبروءَ جي تلاش ۾ رهڻ وارو دشمن پنهنجي عاشقاڻ لڳاءَ سان هن کي مات نه ڪري سگهيو، ته هن دوشيزه جي زندگيءَ جي راه ۾ قدم قدم تي ڪنڊا وڇائي ڇڏيا. ان هوندي ﺑﮫ هوءَ ڪنڊن کان نڪرندي رهي... نوجوان وٽ طاقت هئي... دولت هئي. ڀلا هو هڪ ميري ۽ گندي مزور جي ڌيءَ جو ضد ۽ سرڪشي ڪيئن برداشت ڪري ٿي سگهيو! ان ۾ ته هن جي توهين هئي: آسمان جي بلندي، زمين جي پستيءَ ڏانهن جهڪي ۽ پستي پنهنجي غرور ۾ اچي بلنديءَ کان دور ڀڄي - ايتري وڏي بيعزتي بلنديءَ لاءِ ناقابلِ برداشت آهي. بلنديءَ جي سيني ۾ پستيءَ جي خلاف نفرت ۽ انتقام جا شعلا ڀڙڪو کائي اٿيا، ۽ هن نوجوان پڪو ارادو ڪيو ته هو دوشيزه جي قرارکي پائمال ڪري ڇڏيندو.

ان نوجوان جو نالو اشرف هو.

۽ هن دوشيزه جو نالو —— هن جو ڪوﺑﮫ نالو ڪونه هو. هوءَ محض ڇوڪري هئي - جوان ۽ خوبصورت دوشيزه، ۽ غريب - غريب جو ﺑﮫ ڪو نالو ٿيندو آهي؟ جيڪڏهن هجي ﺑﮫ، ته ڪير ياد رکندو آهي! هن جي نالي جو دنيا ۾ ڪوﺑﮫ ڪم ڪونه هوندو آهي. غريب جيڪڏهن مرد آهي ته هن جو ٻکهر گهرجي، ۽ جيڪڏهن عورت آهي ته هن جي جواني. اشرف کي غريب پيءَ جو ٻکهر ملي رهيو هو، ليڪن غريب ڌيءَ جي جواني هن کي نه ٿي ملي.

هڪ ڏينهن اهڙو ٿيو، جو دوشيزه جي ماءُ سخت بيمار ٿي پئي. هن کي الائي ڇا ٿي پيو هو... ليڪن اُنهن پئي معلوم ٿيو ته هن کي ڪنهن خطرناڪ بيماريءَ اچي پڪڙيو آهي... تيز بخار هئس. ۽ هوءَ رکي رکي بخار جي شدت کان ڪنجهي رهي هئي. دوا ميسر نه هئي ۽ دعائن سان ڪم نه پئي ٿيو. مولوي صاحب پاڻي پڙهي ڏنو، تعويذ لکي ڏنو:

مگر خدا کي هڪ غريب عورت کي صحتمند نہ ڪرڻو هو. ان ڪري ڪو بہ اثر ڪونہ ٿيو. خدا جي رحمت بہ تہ سچائي رخ ڪندي آهي ... ۽ جڏهن اڌ رات گذرڻ بعد مريضہ جي حالت خطرناڪ ٿي ويئي، تہ ان جو ئي ايمان موٽ خدا جي رحمت کان مايوس ٿي، هن جي هڪ خوش نصيب ٻندي اشرف جي در تي پهچي ويو. سو آتي ان ڪري ويو هو تہ ڪا دوا ڪٿي اچي — ڪجهہ رپيا ڪٿي اچي، ۽ رات ٿي رات ۾ پر واري ڳوٺ کان ڊاڪٽر گهرائي وٺي. اشرف هن کي گهر ۾ سڏايو، ڇو تہ اچانڪ هن جي دماغ ۾ هڪ سازش جاڳي آئي هئي.

ٿوري ئي دير بعد هو مجرم هو. زيورن جي هڪ پيٽي سامهون رکيل هئي، ۽ ٻاڙي وارا ڪجهہ ماڻهو آسپاس کٺا ٿي ويا هئا ... هو چور هو ... هو لڪي لڪي گهر ۾ داخل ٿيو هو... زيورن جي پيٽي ڪٿي پڄڻ جي ڪوشش ۾ هو، تہ پڪڙيو ويو هو! هر شخص جي دل بلند آواز سان اعلان ڪري رهي هئي — "هي ڪوڙ آهي ... هي دوکو آهي": ليڪن زبان چئي رهي هئي — "هي سچ آهي. بلڪل سچ". ڇو تہ دولت قانون کي بہ خريد ڪري سگهندي آهي، تہ ايمان کي بہ ... هن کي خدا جي رحمت کان مايوس ٿيڻ جي سزا يڪدم ملي ويئي!

صبح ٿيندي ئي مريضہ ٺيڪ ٿي ويئي. الائي هوءَ ڪيئن بيمار ٿي هئي ۽ وري هوءَ ڪيئن خودبخود چاڪ بہ ٿي ويئي — ۽ جڏهن پنچات اچا ڪارا پڌرا ڪري ڇڏيا، تہ ڪنهن دوشيزه جي ڪن ۾ آهستگيءَ سان ڪجهہ چئي ڇڏيو — هوءَ تہ ڄاڻندي هئي تہ هي سڀڪجهہ ڇو ٿيو آهي ۽ ڪيئن ٿيو ... البت هي هن کي هاڻي معلوم ٿيو تہ اشرف معاف ڪري سگهيو ٿي، بشرطيڪ ...

۽ انهيءَ شرط دوشيزه کي هڪ وڏيءَ آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو. روئي روئي هن جو برو حال ٿي ويو. پر ڪنهن بہ ڪين ٿي ڄاتو تہ هن جي روئڻ جو سبب صرف هڪ ٿي نہ، پيو بہ هو. ان تصور کان هوءَ ڏهلجي ويندي هئي. هن جي پيءُ جي ڪَسَ تہ ڳوٺ پرئي لائي ويندي ۽ ٿاڻي پهچي جو ڪُجهہ بہ ٿيندو، ان کان پوءِ سندس پيڙهو ۽ ضعيف پيءُ زنده بہ رهي سگهندو؟ هوءَ اهو سڀڪجهہ ڪيئن ڏسي سگهندي... ڪيئن پڌي سگهندي! هوءَ پنهنجي پيءُ کي بچائي سگهي ٿي، بشرطيڪ ... بشرطيڪ ... بشرطيڪ هوءَ اڄ رات ...

هن جي ڪنن ۾ اهو آواز گونجي رهيو هو — "اشرف بابو اڄ رات پنهنجي ٻاهر واري ڪمري ۾ انتظار ڪندو." هوءَ هڪ اهڙيءَ آتاهڻ تي بيٺي هئي، جنهن جي هڪ طرف سمنڊ هو، تہ ٻئي طرف کاهي. سارو ڏينهن هوءَ روئندي رهي ۽ سوچيندي رهي ... سوچيندي رهي ۽ روئيندي رهي.

شام ٿي ۽ وري رات آئي —

۽ رات جڏهن اڌ هيڏي اڌ هوڏي هئي، تہ چنڊ ڏٺو: هڪ دوشيزه آهستي آهستي قدم کڻندي اچي اشرف جي دريءَ وٽ بيٺي. پوءِ دروازو کليو. هوءَ اندر ويئي. پوءِ چنڊ هيءَ بہ ڏٺو تہ دوشيزه جي اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ اشرف جي چپن تي مُرڪ ... ۽

پوءِ دري بند ٿي ويئي... ۽ جڏهن دري کُلي ته چنڊ ڏٺو، اشرف دريءَ ۾ بيٺي دور دور سرسبز زمينن ۽ گهاٽن وڻن جي طرف الائي ڇا گهوري رهيو هو. ۽ دوشيزه، ... گهائل روح ۽ مجروح عصمت سان ٻنهين جي وچ واري پيچري تان هلي رهي هئي. چنڊ جي دل ٿي ته ڀڪوڙي هن دوشيزه جي اکين جا ڳوڙها ٿي پوي.

هن چوريءَ کي ڪنهن به ڪونه ڏٺو. هن چوريءَ جي ڪابه سزا ڪانه هئي. صرف چنڊ ڏٺو ۽ چنڊ شاهدي ڏيڻ لاءِ آسمان تان لهي زمين تي نٿي اچي سگهيو.

ان کان پوءِ چنڊ هن دوشيزه کي وري نه ڏٺو. سندس شفاف ۽ غم آلود شعاعن، هن جي بي ترتيب وارن ۽ سندس باهه جي شعلي وانگر دکندڙ ڳلن کي وري نه چميو... هوءَ دوشيزه ڪٿي وڃي لڪي هئي؟ آخر هوءَ چنڊ جي نظرن کان ڪاڏي اوجهل ٿي ويئي هئي؟ ڇا چنڊ سڀڪجهه ڏسي ورتو هو، جو ان ڪري هن اکيون چار ڪرڻ نه ٿي گهريون؟ مگر چنڊ ته بي زبان هو. هن کي ڪهڙيءَ ڳالهه جو خوف... پوءِ چنڊ به پنهنجي خود به نگاهن کان اوجهل ٿي ويو. ۽ جڏهن هن ٻيو دفعو آسمان جي پردي کان ڏٺو، ته هڪ جهوپڙيءَ جي ٻنيان، وڻ جي ڇانوَ ۾، هڪ بيمار ۽ لجس عورت کي ڏٺو... ها! هيءَ اها هئي... مگر هيءَ هن حال کي ڪيئن پهتي؟ هن کي ڇا ٿيو هو. ڇا ٿيو هو؟ هوءَ بيمار ڇو ٿي ويئي هئي. هوءَ ڪومائجي ڇو ويئي؟ هن جي چهري جا سٽڪندڙ گلاب مرجهائجي ڇو ويا؟

چنڊ سمجهي ورتو ۽ اداس ٿي ويو.

ان سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ ڌرتيءَ تي اشرف ۽ آسمان تي چنڊ هو، ۽ دوشيزه جي زبان ته گونگي ٿي ويئي هئي. هن جو پيءُ ته اڃا تائين حيران هو ته اشرف هن کي ڇو معاف ڪيو!

ماءُ پريشان هئي ته هن جي ڌيءَ کي ڇا ٿيو آهي: ڪيس هي ڪهڙو روڳ لڳو آهي ۽ ڪيئن لڳو آهي... ان کي جن جو سايو ڪٿي پيو؟ هي ڪهڙو نه موذي جن هو، جو خدا جي ڪلام سان به نه ٿي ڀڳو!

هڪ رات چنڊ جڏهن پنهنجي رُخ تان ڀورو نقاب هٽايو، ته هن ڏٺو: وڻ جي ميٺان ڪجهه به ڪونه هو. هو هن کي سڄي ڳوٺ ۾ ڳوليندو رهيو: مگر دوشيزه ڪٿي به نظر ڪانه آئي. ها! هن ڳوٺ جي قبرستان ۾ هڪ نئين قبر ڏٺي... انهيءَ دم، ڪڪر جي هڪڙي ٽڪر چنڊ جي چهري تي چند گهڙين لاءِ نقاب وجهي ڇڏيو.

چنڊ حيران ٿي ويو...

ڇا ائين به ٿي سگهي ٿو ته جڏهن ڪنهن دوشيزه جي روح کي ڪو صدمو ٿو پهچي، ته هوءَ اهو صدمو نه سهي، دائمي طرح دنيا کان منهن لڪائي ڇڏي!

چنڊ جي دل ۾ آيو ته آسمان جا سڀ تارا ٽڪر ٽڪر ڪري، انهيءَ نئين قبر تي وجهي ڇڏي.

ع. ڏيپلائي

# واپيڙو

(ڪڇي ۽ ٿريءَ ٻوليءَ ۾ هڪ سچو عبرت خيز ناٽڪ)

[جنن سنڌ ۾ ڪي هندو "ر" کي "ڙ" ۽ "ڙ" کي "ر" ڳالهائيندا آهن - مثلاً "جهڙو" کي "جهرو" ۽ "ڪرڻ" کي "ڪڙڻ" - تئن ڪڇ ۾ گهڻو ڪري "ج" يا "ز" جو اچار "جه" وانگر ڪندا آهن ۽ "جه" جو وري "ج" وانگر - مثلاً، هو "عجب" کي "عجهب" چوندا آهن ۽ "جهلي" کي "زلي": ڪ کي ک، د کي ڌ، ٿ کي ٺ، ڳ کي گ، ب کي ٻ، گهه کي گ؛ ۽ بعضي ته "هه" کي ٻڌ هنداني ڪوله آهن - مثلاً "ٻاهر" کي "ٻار" چوندا آهن. ڏکڻ خواهه ڪڇ ٻنهي ۾ هي به رواج آهي ته جمع جي "ن" کي "ٻن" اچاريندا آهن - مثلاً "ڪيتن" کي "ڪيتبن"، "ڪتابن" کي "ڪتابن"،

هيٺ ناٽڪ ۾ آيل ڪن اهڙن لفظن جي معنيٰ هتي ڏجي ٿي، جي سنڌ ٻن لاءِ نوان آهن:

ٻوٰ = ها؛ جهبو (جي ٻوٰ) = جي ها؛ هيڏر = هينئر؛ ڪُرو = ڇا؛ لي‌ٰ = ۽؛ ٻـاوا = ميان، سائين؛ ڪين = ڪنهن؛ ٻنّ = ٻ؛ دوجهڪ = دوزخ؛ ٻيشت = بهشت؛ زَلي = جهلي؛ ٻڙُوڻ = گهٽڻ؛ رونسڻ = مارڻ؛ عاجـرود = عاجز؛ ڪينچو = ڪيسو؛ واٻي = وهابي، جيڪو ٻيرن جون ڪرامتون نه مڃي (واپيڙو - اسم تصغير)؛ ٻوري = جهوري، ڪُٽي ماري؛ ڪارٽين = ڪارهين، ٻارهين؛ ڪمابو = وڃايو؛ ٻهون = تمام گهڻو؛ مون = منهن؛ نون = لڱهن؛ مڙيٰ = سڀئي؛ ليتارو = چونڪو؛ آگهوڻ = آکاڻ، ڪٿاڻ؛ ٻنيونيو = لاٿون، هوا ۾ ڦرندڙ چيز؛ ميل = متر؛ چمتڪاري = ڪرامتي؛ موٺابي = محابي؛ جهور = زهر؛ موٻتون = محبتون؛ اينڦلوئنجا = انفلوئنزا، لٽان = له ته؛ ٺُرهوڙو = ريت مرجات؛ ڪيرڇ = وحشي؛ ڏيڪر = ڏيکاءِ؛ مـٿي = سڀئي.]

## ڪردار

| | |
|---|---|
| حافظ سليمان | گهه جا واپاري |
| قاسم | |
| احمد | |
| ڪريو ڏلو | |
| ميانجي | مسجد جو پيش امام |
| پير صاحب | هڪ قادري مرشد |
| حسين | هڪ سمجهدار ۽ جوشيلو مريد |

۽ ٻيا نمازي ۽ حاضرين مسجد.

وقت - ١٩١٩ع، ۽ اڄ ڪالهه.

هنڌ - ڀُڄ (ڪڇ)، ۽ اڄ افريقا ۾ هر جڳهه.

## ٻردو ٻهريون

[شهر ڀنڀ جي هڪ ٻيرائي مسجد- جمعي جو ڏينهن- جماعتي با ادب ويٺا آهن- ميانجي خطبو پڙهي ٿو]

ميانجي- (کنگهڪار ڪري) ٻنهي جا مسلمان ڀائروا ني مرشدين سڳورين جها معتقدو! آن کي ٻڌايان، اڄوڪو ڏينهن الله سائين وٽ تمام ڪيئن سڳورو آئي؛ ڪڙي لاءِ، تہ ان ڏينهن حجهرت پاتشاهہ رحمة الله عليہ ٻنهي جهي مولا پاڪ سين واصل ٿيا هئا. حجهرت جهو قدم مڙني ولين سڳورين تي آئي- تيئنڪري جيڪي ماڻهو ڪن ٻئي مرشد جا مريد آهين، سي حقيقت ۾ پاتشاهہ جها مريد آهين.

پاتشاهہ جهون ڪرامتون ني سوجها تان ڄاڻين لکين آهين، ٻئي آهين منجا هيڪڙو موجبو ايڙو آئي، جين منجا گهڻي هدايت حاصل ٿيئي ٿي.

او اي، تان پاتشاهہ جو هيڪڙو مريد وفات ڪري ويو؛ جين ٿائي ماڻهو آنکي قبر ۾ رکيي لي وريا، تڏهن منڪر ني نڪير ٻئي آويا- ان ڪنان پڇيئون "توجهو رب ڪيڙو آئي؟ ني توجهو نبي ڪيڙو آئي؟ ني توجهو ڏين ڪيڙو آئي؟"

تان ان جباب ڏنو تہ "باوا! مونکي تان نکا آئي کبر رب جهيي، نکا نبي جهيي، نکا ڏين جهي؛ آءٌ تان هيڪڙي پاتشاهہ کي سڃاڻان، جيو، ٻيو ڪين ٻئي نہ-" تڏهن ملڪ سڳورا ويا الله سائين وٽ، ني ان کي سمورو حال سڻايئون. الله سائين حڪم ڪيو تہ "وڃي هيور جو هيور دوجڪ ۾ وجوس!"

ملڪ سڳورا آويا مُڙدي وٽ. جيڙو اندر گهڙيا، تان حجهرت پاتشاهہ ٻئي منج ويٺو هو، سو جڪدم ٻنهين کي ڇلي، ني ڏسي، ني گوڏين ڀيڻ ڏيئي، وڃي رهيو!

تڏهن آهين وائيڙو ٿيي پڇيو، "اي سائين! اسان کي ڪڙي لاءِ ڏسيو آئيئي؟"

چي، "آئين نبي مونجهي مريد کي عجهاب ڪرڻ آويا آئيو نہ؟ سو هاڻ ٻڌين تان آءٌ تو آن کي ٻڌايان، ٻوءِ جي مون ڪنان پڇي ويا، تہ ٻلين ٻيا عجهاب ڪر جوا"

ملڪين سڳورين ڏيڙي جور لڳايا، پڻ پاتشاهہ جهي گوڏين ايڏان نسري نہ سگيا. تڏهين عاجز ٿي ٿيي چيئون، "ٻلا سائين! اسان کي ڪيئين قول ڇڏيندين؟"

پاڻ فرمايئين، "جهي آئين مون کي لکي ڏيو، تان هاڻ ڪڏهين ٻئي مريد کي عجهاب نہ ڪندا، تان آءٌ آن ڇڏيندس؛ نتان ايڙي ڏاڍ ڪندس، جو انجهي ٻهشت منجا لڄت هلي ويندي- ٿين دوجڪ منجا ڏيشت!

ملاڪين چيو، "ٻئي سائين! هيور هتي مس ني قلم ني ڪاڳج ڪيان آويا؟" تان پاتشاهہ جهٽ ٻنهي جي ڪيڏهي منجها مس ني قلم ني ڪاڳج سب ڪڍي......

حافظ سليمان (وچ ۾ ڳالهہ ڪپي)- اڙي ٻليت! خدا جي گهر ۾ ٻيهي ڪوهہ ٿو ڪوڙ ڪرين؟ سيمبر تي ٻيهي اهڙا ٻناڪ هڻندي ان جو ٻڌ ۾ نٿو ٿيئي؟

هڪ جماعتي- اڙي جبان جهل ڙي وايپوا؟

تون تہ ڪو ڪافر ايئين، اسين ٻوري وجنداسون ءِ!

ٻيو- ڏسو ڪُرو تا؟ رونسيوس تتا؟

ٽيون- ٻڙٻوس!

چوٿون- ساري وڄجو سردود، نہ ڦاٽيا لڌ رودا
(ڏماڪو ڪن جماعتي ڪاوڙجي اٿن ٿا؛ تہ
وري ٻيا ٽي ٽپ ڏيئي، حافظ سليمان جي چوڌاري
بيهن ٿا ۽ يڪزبان چون ٿا:)
- ڪبردارا جي ڪو هيڏان آيو آئي، تان
پيربن تان آورت ۾ ڳاڙهو تيو پيو هوندو، ني
بوءِ اسان کي ٻلين شئيد ڪري ڳنجوا
ٻيا جماعتي- اسين آن سيٻني منڪرين کي
جهينم روالو ڪينداسين!
ٻهرين مان هڪ جماعتي- اسان سُوَحدين جو
هيڪڙو هيڪڙو آن جهيڙين ڏنين لاءِ ڪافي
آئي. ڪُري لاءِ، تہ اسان جو سائين مولا پاڪ
هميشا جيئرو آئي، ني آنجها سائين سيب مري ويل
ني متي ۾ دڦن ڪيل آئين. جڏا ايڏان ودو تان
سٿي، تان ڪبر تان پوليان. اني ڪارئين جي
داوت ڪيئي لائين...
(ٻالڪو تڪڙ مان تڪبير چوي ٿو؛ ميانجي
لٺ ۽ خطبي جو ڪتاب چڏي نماز ليني ٿو.
سب جماعتي نماز لاءِ اٿي بيهن ٿا. پردو
ڪري ٿو)

پردو پيو

پير صاحب جو بنگلو

[پير صاحب طولن کي ٽيڪ لڳايو، گاديءَ
تي ويٺو آهي؛ مريدن سان ڪچهري پري پئي
آهي. پير صاحب ارشاد فرمائي ٿو:]
پير صاحب- حضرت ڏستگير جا سچا مريدو،
ني معتقدوا اج پان" جي مرشد سڳوري جو ڏنائو
آئي، ۽ پان لاءِ ڪُسي ڪرڻ جو موقو آئي؛
آو ڪين، تہ پان جو مرشيد سڳورو پان جهي ڏنيا
ني آخرت جو جمان آئي.

حضرت پاتشاہ پير ڏستگير قدس الله سره العزيز
جون ڪراستون لي موجبا تان ڪروڙين اربيہ
آئين، پڻ ان مان هيڪڙو تمام ڪين جبرجسّت
آئي. آو.اي، تہ هيڪڙي ڏين ۾ ڻ ڪسّت جي
ڪيال سين ڏريا ڏجلي جو ڪپ ڳئي، ہنڍ جي
مولاپاڪ کي جاڏ ڪنڌا پئي آليا؛ هيڪڙي هند
آويا، تان آنين جي ڪنين مبارڪ تي جناني روڻ
جو آواج آويو. پاڻ ان ڪنان پڇيئون، "اي
مائي! تون ڪُري لاءِ تي روئين؟ ني توکي
ڪيڙو ڏرڏ آئي؟ ني تو ڪرو ڳمايو آئي؟"
مائي روڻدي روئندي چيو، "ٻاوا! آئين
ہنڍ جي وات ڳيو، ني آليا ويو؛ مونجهي روڻ
کي آئين ڪرو ڪنڌا؟"
پاڻ فرمايئون، "اي ڪيئن نسائين ٿيئي،
ڪ ڏستگير ڪين سڪل واري ساوڙ ع ونا
لنگي، ني ان جو هٿ نہ ڳنيا"
مائي چيو، "سائين! آئين ڏستگير هوندا، تہ
پين لاءِ هوندا، مون جهو سڪل آن ڪنان
جور آئي".
تڏين پادشاہ کي ڏوڙو جلال آويو، ني
فرمايئين تہ "مائي! هيڏر جو هيڏر ہنڍ جي
سڪل سٿاءِ!"
تين تي مائي چيو، "سائين! آئين آرڏ ٻرڏ
جيڏ تا ڪريو تان سڻو ڳال، پڻ آن ڪنان
تيندو ڪي ني نان. ڪنير، سو سائين ڳال اِيءَ
آئي، تہ سُولجهو ڏنيا سولسار ۾ هيڪڙو پتر هو؛
ٻيا چيه پتر ني تري ڏيئون تان ان ڪنان اگ
وڦاتي ڪري ويا هوئا. سو مون ان جو پرڻو
پهڙن دام ني ڏوم سين تي ڪرايو. جهڏين
او ہنڍ جي پائيڙي ني جڄ سُودو پاچو وريو،
تڏين اڙ سارو پيڙو هن ساڳ مونجهي اکين

ڀي روبرو ڪَرڪ تي ويو! ھاڻ آءٌ تان آئين ڪي ساريو، روح اچي اتي تي رونان. ان ڪي ٻارون وربھ تيا: آئين ماڙوئين ڪي مچليئين ڪاڌو هوندو- لي مچليئين ڪي ٻيئن مچليئين، ني سي تان سب هجر تي ويا هوندا. ڀلا آئين ڪي ائين ڪرو ڪندا؟ اوئين ني نائيق مون گريب ڪي ٻيا ڪال ڪرايو، لي ستا سور جاڳايو، لي ......"

جيڪو، مائي جو ايترو چوڻ، لي پادشاه پير کي جھلال چڙھ. سندن موُن مبارڪ ڳاڙھو لال ٿي ويو، ني هڪل ڪيئون چي "مائي! تون ٻنھ جي پٽ کي سڏ تان ڪر!"

مائي سڏ ڪيو، تان ڏريا ڏڇلي سڇي ۾ کھوڙ لشاد سڄي ويو. پاڻ هڪل ڪيئون ته "ٻيو سڏ ڪر!" مائي ڪيو ٻيو سڏ، تان وري ان لڪائي تي ڏريا سڄو آيو ٿي ويو! پاڻ هڪل ڪيئون ته "ڪر ٽيرو سڏ"- جيڪو مائيءَ ٽيرو سڏ ڪيو، تان ڏولين ڏمامين ني ڏڙتيئڻين سرنائين جو آواج آوڻ لڳو، لي او سڄو ٻيڙو اچي ڏريا جي ڪپ سين لڳو، ني ان مائي جو پٽ لي لونُ لي ٻيا مڙوي ماڻو اچي ڪيئر سلامتي سين آتريا: سوآيا! ايڙا سوجڄا حجھرت ڪريم جا لکين اھارا!"

(سڀ ماڻھو "سبحان الله"، "سبحان الله" ڪن ٿا. ميانجي اچي ٿو)

ميانجي- سائين قبلا! اج تان ٻانجھي مسيت ۾ وڏو لشاد ٿيڻ تسي هوڙو؛ ٻس پادشاه پير کٽي ناريو!

پير صاحب (حيران ٿي)- آو ڪين؟

ميانجي- ٻاوا! اڙ اِبن، تہ اج مون ڪُتبي ۾ حجھرت پادشا پير جسي تاريڦ تي ڪيي، اي ان جا مناقبا تي سوجڄا تي سڻايا، تان هيڪڙو واپيڙو وچ ۾ ڦٽاڪا چوڙڻ لڳو- چي، "تون پليت آھين، لي ڪوڙ تو ڪرين، ني الان، لي فلان......"

پير صاحب (جوش مان ڳالھ ڪبي)- ٻوءِ ان پليت کي رونسيان نتي؟

ميانجي- سائين، اسين تہان ڪئَرَ ان کي رونسي ني ٻرڙي وڄون، پڻ ماڻو هو ڏيلي جھو: اسان چيو ته ڏيلي جھا ميمڻ ائين آنجھا مريد، سو ڪتان آئين ته ڪُڻي تيو.

پير صاحب (جلال مان)- اڙي ڪو آئي، جو هيڏر جو هيڏر وڃي ان واپيڙي کي ڳني اچي؟

حُسين (ٽپ ڏيئي)- قبلا، حاجر هي ڳُلام! آءٌ انْ واپيڙي کي ڳٽي تو سڄاڻان: ڳالو آئيس سليمان، لي سڏينس تا حافد؛ ميمڻ آني ڏيبلي جھو، لي مريد آني سولبيي ٻچمائي جو، ني...

پير صاحب (ڳالھ ڪبي)- ٻو، ٻوا! جڪدم ڳني اچينس، ته ڪبونس ڪا ڏمال.

(حسين وڃي ٿو پردو ڪري ٿو).

## پردو ٽيون

(ڪچ ۾ ميمڻن جي اوطاق- قاسم، ڪريمڏنو ۽ احمد ميمڻ گيھ ڏاهي رهيا آهن. حافظ سليمان اچي ٿو).

حافظ- السلام عليڪم!

احمد- ماليڪم سلام!

حافظ- ڪاڪا ڪريمنا، ڪر خبر، چوري لڌي؟

ڪريمڏنو- ابا چوري ڪٿان لبندي؟ نڌڻڪا کھوڙا، ڪٿيااڻا هسوار. ڀلا هتي پوليس وارين کي ٻڪھار ملي ڏوھ رويا، سي ٿا ٻانھنجو چوراٻل گيھ واپس ڪرائين؟ آنھين وڃي ٻڌ جي هنبڊي ڳرم ڪئي!

حافظ- سو وري ڪيئن؟ جماندار چور ڪي گھرايو ٻ ڪونه ڪڙَ؟

ڪريمڏنو- ابا گوراڻين تہ سڀني، پر سڀني کي ٽو ڪرائيس- جي "ڇني ڏي پٽر، ڇني ڏيا بابا! ڏس، هي تہ جهيڙا، تہ جهيڙا، باجارين پيا ڪئين، ني مجا پيا ڪرن، ني تون هيڪڙو اچي اتي ڦاٿو آهين، سو سڀئي ڪٿي ڇڏ پترا سچ مان نيڪ نيتارو آئيا!"

حافظ- پوءِ تون ڪجهين ني ڪول؟

ڪريمڏنو- مون چيومانس "اي سائين! "ائين بابا پتر مان ڪوهين سڀي ڪندو ڪئي؟" تہ اکيون ڪڍي چيئين "ہو ڪُرو، تولاءِ ڪري پرائي پٽر کي روئني ورجان ڪيئن؟" مون چيو، "سائين تون پرائي پٽر کي مَ روئنس؛ اسين وڃي ٿا پڌ جي ڪرم کي ڪنيون!"

حافظ (کلي)- ٺهيو، اي ڪهي بہ لڏو، سو ڏنو- پلا جتي "انڌير نگري چرپٽ راجا" لڳو پيو هجي، اتي "ٽڪي سير ڀاجي ٽڪي سير کاجا" نہ هوندو پيو ڪچاڙو هوندو!

احمد (کلي)- هائو، هائو؛ هوءَ ٻڪرن واري ڳالهہ ڪانہ ٻڌان؟

ڪريمڏنو- نہ، پلا اوءَ ڪئن آهي؟

احمد- هتي جو راڄ صاحب ڪو وڏو شڪار تي. اتي ڪنهن ٻڪهاڙيءَ کي ماري وڌئين؛ وري ان جي تازين چاول پچڙين تي آبس رحم، سي ڪٽي اچي پاليئين. پلا راجائي ٻڪهڙ، اچ لنڊا سپائي وڏا؛ اچي ساماڻا، ۽ ويجهيا. ٻپ مان ڪين ڪو چوي نہ - سي ائين اچي ويجهيا جو جهنگ ني پري ويا. ماڙهوئين جو ڪيئون لشڪان. هنن لاچار ني ولي‌عهد کي دانهون ڏني، تنهن آئين کي مارڻ جي موڪل ڏني. راڄ کي آئي چڙ- تنهن ڪيو حڪم تہ "جيڪو راجائي ٻڪهڙ کي ماري، ان کي ٻارون مٽينا زبل!" ان تي راجڪمار ولي‌عهد کي بہ آيا خار، تنهن حڪم ڪڍيو تہ "جيڪو راجائي ٻڪهڙين کي مارڻ جي ڪوڙي رپوٽ ڪري، ان کي ٻوءِ وريهہ ٽيپا!" پوءِ جيڪو پڻ ٻڪهڙين جي سارڻ جي رپوٽ ڪري، ان کي ڪوڙو بڻائي، ڏنس بہ ورهيہ جيل، تہ ڊپ منجهاران ڪو رپوٽ نہ ڪري- ۽ ٻڪهڙ سڀ مارجي ويا!

(سڀ ٺهڪ ڏيئي کلن ٿا)

حافظ- پلا سيٺ احمد، ڪر خبرچار، اجوڪي اکهوتريءَ جي؟

احمد- ادا! اڄ ڪراچي تہ آهي الهتر، بالي اتي تہ ٻڌون ٿا تہ نوي جي هڙتال پوندي.

حافظ- ۽ ڏيهاو...؟

قاسم- ڏيهلي جي چڻي مٽڪي آئي آهي، اتي آهي الهٽ.

حافظ- تڏين ٺيڪ آهي، ٻان کي نفعو خاشو ٿيندو.

قاسم- پيلي نفعو تہ ڪٿرَ وڏيڪ ٿئي، پر تون پيرين فقيرين سين رهاپين ڪونہ!

حافظ (کلي)- سو نفعو ڪو پيرين فقيرين جي اختيار ۾ آهي ڪئن؟

ڪريمڏنو- پٽ! پيرن فقيرين جي اختيار ۾ تہ ڪٿي نہ هوني، پر هينئر وڏيءَ يارهينءَ جي سوقعي تي ڪٿرَ پير صاحب ڳهٽو ڪيهہ وٺن تہ پڻي روپيا مڻ تي وڏيڪ نہ جڙي پون؟

حافظ- واهہ! شرڪ جي ڪمين ۾ پاڻ ويهي ڪيهہ ڏيون؟

احمد- پان تہ پنيشين سين ڏيندا سون، پوءِ هو وٺي تيڏانهن وڃي ڪن!

ڪريمڏنو- اڙي پانهنجو اِن ۾ ڪچاڙو وڃي، تہ ڪيهہ شرڪ ۾ ٿا ڪر آئين ڪ توحيد ۾؟ پاڻ تہ

ٻانسون واپاري ماڙهو، ٻان کي ته چورين کي
به وڪڻو ته ساڌن کي به وڪڻو!

حافظ – ڪاڪا! جيڪي چورين کي ڪنجيون
ٿا وڪڻن، سي به مون اکئين سين ٻڌا ڏٺا آهن.
ٻان به جي ڏسي وائسي به ٿي رڳو پنهنجي
لالچ تي شرڪ جي ڪم لاءِ ڪيهه وڪڻنداسون،
ته ٻان ٻڻ ان ۾ ڀائيوار ٿينداسون، ۽ خدا پاڪ
جي سرڪار ڏاڍي لاشريڪ آهي. قرآن پاڪ ۾
فرمايو اٿس ته اسين ٻيا سڀ گناه ته بنا توبه جي
به بخش ڪري ٿا سگهون، پر شرڪ هرگز
ڪونه بخشينداسون.

احمد – ٻيلي اهڙا ويچار ڪيئه ته ٻان به واپار
ڪيو جيڪو ڪيو.

حافظ – ميان! ٿوري ڪٿي گهڻي برڪت؛
جيڪا مالڪ الملڪ کي منظور هوندي سا ئي ٿيندي؛
لهاڻي نه ملي ته ڪٿي چڏي ٻيٺداسين .........

(حسين اچي ٿو)

حسين (حافظ سليمان کي) – اڙي هل ڙي
واپيڙا! سائينءَ سڏ ڪرايو اٿيئي!

احمد – ڏٺي نه! مون ته چيو ٿي پيرصاحب
کي ڪيهه جي گهرج ضرور هوندي، ٻڻ...... ٻڻ
تون ويندين، ته ڳالهه کي ٿنائي ايندين؛ آءٌ
ٻانهي ٿو وڃان.

حسين – اي ميان! تو کي نه؛ سائينءَ هن
کي سڏايو آئي.

ڪريمڏنو – سائينءَ کي ڪهي سين ڪم، سو
احمد نه ته آءٌ ئي ٿو ٻيڙو هلان.

حسين – سائين کي ڪي لتو ڪيي، ٻڻ هن
جي ٻان تي ڪيي!

ڪريمڏنو (چرڪ ڀري) – هن جي ٻانهن؟
ڪوه ڀلا؟ آهي ته ڪثير؟

حسين – اڙي ڪثير تان آن واپٽين ۾ آو يو ڪتان؟

ڪريمڏنو – ميان! اسان کي واپي متان چونين؛
اسين شاه قادري عليه الرحمت جا سچا مريد آهيون.

حسين – اي آنين تان ڪٿي هوندا، ٻڻ هي واپيڙو
هيڏ ر ٻڻ مسيت ۾ ڦشاد مچائي آو يو آئي آن"!

احمد (ڪنڌ لوڏي) – هون، اٿين چڱ،
'ڪائي وسوڙي ور ڪي، ته مؤسر ويو آهي اک
ڳنهڻ، مورڳو ٻي ٻڻ وڃائي آيو': ڪيهه جيڪي
وڪيائين، مورڳو وڃهندو ڪنهن مصيبت ۾!

حسين (حافظ کي) – اي هاڻ هلين ٿو واپيڙا؟!
مسيت ۾ تان ايءَ ڪينچي جهيڙي جيان ڦر ڦر
ٻني هلايئه؛ هاڻ سائينءَ وٽ هلڻ ڪنان ٻيو
ڏ رجين؟

حافظ – هل هل، مون کي خدا پاڪ ڪنان
سواءِ ٻئي ڪنهن جو به ڊپ ناهي.

حسين (ڪنڌ لوڏي) – هونئون، اي ترڪ
تال اني تو ڪرئين: سائينءَ کي ڪمو آو يو ته
اِيءَ تو واري وڏيءَ ڏاڙيءَ واري سسي پنهونئي
جينءَ ڦرلدي ٻئي ويندي!

حافظ (ڪلندي ۽ هلندي) – ميان! حياتي
موت خدا پاڪ جي اختيار ۾ آهي، ويچارا پير ته
خود پنهنجي نفعي نقصان جو به اختيار نٿا رکن.

حسين (ٺهڪ ڏيئي) – تون اتي ٻوهچ تان
سٺي، ٻوءِ ونئي جون ڪبرون ٻانيوي ٻيا ٻالد ٻنڙا
ڏيندا. ڏسون ته ايءَ جيان اتي ڪين تيي آڳهڙائي!

(وڃن ٿا)

ڪريمڏنو (ڳنٽيءَ مان) – هاڻي الائجي ڇا
ٿيندو. هي آهي بيوقوف، هلو ته پيرصاحب کي
منٿ ڪري هلي جند ڇڏايونس.

احمد (ڪلي) – هانو، نه ته لئي اٿي لاشو
ته ڪٿي ڏيلي ٻيڙو ڪريونس!

ڪريمڏنو (پريشان ٿي) - ميان ٽڪ ٻٽ ٿي - اهڙي وائي ۾ ڪيا!

قاسم (کلي) - ٻيلي احمد! ڪاڪو ڪريمنو سندس شادي ٻڻ هنان ڪرائيندو. هو ته ڇڄ ان ڏيلي نيندس. تون وڃي ويٺو آپ سوڻ ڪريئين!

(وڃن ٿا)

## ٻرڊو چوٿون

(ساڳئي پير صاحب جي ڪچهري، سيٺ پرسومل ٻه پير صاحب اڳيان گوڏا جهڪائي ويٺو آهي)

پرسومل - قبلا سائين! ڪُڇون نڪين ٻڌون، تي اندر ۾ ٻيا اُچون. آن مسلمانين ۾ وايي، ني اسان هندوئين ۾ آريا سماجهي، ٻنين گهڻجي بام ڪٿي ٻاري آئي: ساري مُلڪ ۾ فساد ڪٿي وڏا آئينين. ڪال اسين ٻڻ سري گنيس ماراجهه جي مندر ۾ ويٺا هوناسين، ٻاوي پيلاجهراءِ ڏاڍي مٺڙي تان سريلي تان ڏرڏيلي آواجهه ۾ ويٺي ڪٿا ڪيي ته "هڪڙي دفي سري پاربتي ڏيويءَ سنان تي ڪريو، تان ٻنڊ جي ٻُت جي ميل منجها پتلو ٺاني، لي اُن ۾ پسا ڦونڪي، ني ان کي ترار ڏيئي ڏرواجهي تي ٻوريدار ڪيو، تان سَڄَڻُ ويتجهندي وڃا ڪو اندر نه اچي گني. ان ٻي ٻورو ڏلو، تان سيو ماراجهه ٻڻ آويو. پتلي ان کي ٻڻ اندر نه ڇڏيو، تين تي ان کي جو آويو گصو، سو ٺوڪي تو ڪڍيس ترار، تان ان جي سسي ڦرسوتي جين ڦرندي، ني وڃي پاتال ۾ ڪري. تڏين ڏيوي پاربتي روڻ لڪيي، چي "تو لي مولجهي پتر کي ماري ودو، هيور آءٌ ڪرو ڪريان!؟"

سيو ماراجهه تان هو ٻهون چمتڪاري، تين لڪا کي هم، ني نڪا ڪيي تم - جڪدم هڪڙي هاٿي جي ٻچڙي جي سسي ڪپي، لي ان جي ڪنڌ تي لڳائين، تان او جيئرو تي پو - ني ان جو نالو تيو شري گنيش ......"

ٻاوا! ايتري ڪٿا ٿي، تان اتي هيڪڙو سنڌي آريو چيلو، جيڪو هيو ڏ ڏيلي جهي جهل منجها نڪري ني اتي آويو آئي، سو تو وڃ ۾ چئي، "تو ٻون! تو ٻون! جهين چائي هووي، تين سنان ٿي ڪين ڪريو هوئين ڪين؟ جو ٻُت جهي ميل منجها سڄو سارو پتلو ٺئي ويو!" تين تي اچي مندر ۾ فساڌ ٿيو. شري گهنيش جا پوجاري تان ان کي ڪٽڻ رونسي لي ٻُرڙي وڃن، ٻڻ ٻٽس شامو شراف مير ٻوري آئي ڪاشو ماڙو، ني مُراڙ وٽڻ، تين جي مُڏايي ڪٿي جهور جو ٻڪ ٻري ويا. پس ٻاوا! ملڪ ويو مَنجهي منجها نڪري. ڪلجهگ آئي گهور ڪلجهگ. اج ماڙو اوليائين لي ڏيوتائين منجها ٻڻ ٿا ٽرين. تڏين تان سائين ملڪ منجها پرڪتون ني سوبتون ني صوبتون سبئي نڪري ويون آئين، ني منڌين تي ميڻن ٻڻ ٽتا وسين، ني جهنگين ني جهيڙا ني فساد ني اپڦلوتجها لي ڪهر ٺائي ڪرو ڪرو ٻيا سٺون......

(حافظ سليمان ۽ حسين اچن ٿا)

حافظ (بي فڪريءَ سان) - السلام عليڪم...

پير صاحب (آواز کي جلال سان) - اڙي وايڙا! توجهو مٿو ڦري ويو آئي ڪين؟ انَ سيءَ منجها بيجهار ٿيو آئين ڪ؟

حافظ (مرڪي) - ڪوهه سائين؟

پير صاحب (ساڳي طرح جلال سان) - تو اج اسان جي مسيت ۾ ڪُري لاءِ فساد مچايو؟

حافظ (ساڳيءَ طرح مرڪي) - مسجد تہ خدا پاڪ جي هئي، اوهان جي هجي ها تہ آءٌ منجهس نمازني ڪين پڙهان ها!

پير صاحب (ساڳيءَ طرح) - پڻ ڦارائي تہ اسان آئي نہ؟

حافظ (ٺورڙو ڪنبير ٿي) - اوهان خدا لاءِ ٺهرائي آهي يا پنهنجي ملڪيت بنائي آهي؟

پير صاحب (ڪجھہ ڏرو ٿي) - ڪنير مسهت تان ڪٿي ڪدا جي آئي، پڻ تو ان ۾ ڪهڙو فساد ڪُري لاءِ ڪيو؟

حافظ - مون تان ڪوڙ ڪول ڪيو: هن انهنجي ميانجي خدا جي بيت ۾ مينبر تي بيهي، پير پڏي ڪٿي جبل جيڏا ڪوڙ ڪيا، تنهن تي مون ٽوڪيو مينس تہ "ڪجھہ خدا جو خوف ڪر" - تہ اوهان جي ماڻهوئين ڪٿي ڪوڙ مچايو ۽ تيرو ر ڪئي!

پير صاحب (جلال مان) - پاتشا پير جي موجبين ڪي تون ڪوڙ تو چئين؟

حافظ (سنجيدگيءَ مان) - پير صاحب! معجزا تہ فقط نبي سڳورا ڪندا آهن، پيو ڪو بہ معجزا ڪري ني اٿو سگهي.

پير صاحب (ٺورو ڏرو ٿي) - ڪنير موجبا ڪان ڪرامتون: ڪُرو اولياءَ الله جا ڪرامتون لٿا ڪرن؟

حافظ (مرڪي) - پر پير صاحب! اوهين پاڻ بہ ڪٿي غور ڪريو، تہ هڪ تہ قبر اڳيئي سوڙهي، پيوري سوڙدي مٿان تي ٽي چٿا پيا ملاڪٽا ڪن؛ پوءِ جيسين بادشاہ پير منڪر نڪير کي پيو روڪسيندو ۽ پڙريندو، تيسين خود مريد جو تہ ڪچڙ ميرو بہ لڪري ويو هوندو. ملائڪن جي عذاب ڪان اڳ، تہ عذاب اتي پئي آيس - پوءِ ايءَ بہ ٿي ڪرامت؟

(پڏندڙن ۾ چڻ پڻ شروع ٿي وڃي ٿي)

هڪڙو - پيلي چئي تان ٺيڪ تو!

پيو - ڳال تان ڏل مين پئي ڪُٻي!

ٽيون - ڏسو تان سٺي، مردود ڪبن نہ اچي ڪهراہ تيو آئي!

چوٿون - ڏليلين ڪي تان وڃائي ڇڏيئين!

پنجون - هي تان ڪو پِنڊ ڇڪو واڳي آئي آن*!

ڇرسومل - هي تان اسانجهي آريا سماجهيئين ڪنان پڻ چڙي ويو!

ڇهون - ڏل ڪي ٿي اجهاري ڇڏيئين!

ستون - پيلي آءٌ تان پيهار هيڪڙي ڪڏا ڪي وِسونڊس!

اٺون (رڙ ڪري) - اي سائين! هن ڪي ڀار ڪيو، تتان هتي پڻ فساد مچندو: هي ڪيترا ماڙو تان هيورني پيا ڪرڀاون ڳالهيون ڪرنين، متان آوي نہ اسان ڏيتگهير جي ڪُلاسين ڪي ڪُصو، ني ڏڏنڻ ڪي ڪڙن جهون نڏيون!

پير صاحب - اڙي نياڳا، نپٺا، نڪر هتان، وڃي ڀار ڪارو مون ڪر. آنجهي ڪُهرڙ سوابي پچمائي آن ڪي ڪاري لي تُرڙي منجا ٿي ڪڍي ڳيڙو آئي: آنجها تان قلب ٿي ڪارا تي ويا آئين.

هڪ مريد - توبہ توبہ! توبہ توبہ! ڦڏائي ڇڏيئنس، ني وڃائي ڇڏيئنس. هاڻ تان پيڙي ٿي وڌجي ويس، ني پُڻ ٿي ڪوڙ پچڏس!

حافظ (مرڪي) - اها الله کي ٿي خبر آهي تہ منهنجو پڻ ناس ٿيندو يا هن آن واري مرشد جو ناس ٿيندو. مونجيي پيڙهي وڌي يا پير صاحب جي. وڌائڻ ويجهائڻ سڀ الله پاڪ جي وس ۾ آهي: پيرين جي وس ۾ ڪين بہ ڪونهي، هي رڳا ڏنا پيا ڏيپنيان!

پيرصاحب- لاحول ولاقوت! اڄ ٿي سڀ ڪس
اسانجو پوترو چاڙيو آهي، ني اڄ ٿي تو هي
ٻاگو ڪارٿجيبو پٿون ني ٻاراتا ڏي. (جلال
مان) اڙي مياڻ نڪرين تـو ٻار، ڪ ڪرايئين
ڪا ٻچ؟

حافظ (مرڪي)- اوهان گهرايو هو، نڏهين
آيس، پيو مون کي ڪا آن وٽان فيض وٺڻ جي
ڪتي ڪاڙ پيٺي هئي!

(مرڪندو ٻاهر نڪري- دروازي تي
قاسم، احمد ۽ ڪريم ڏنو انتظار ۾ بيٺا آهن.
ڪريم ڏنو ڀاڪر ٻاتي چوٽس ٿو)

ڪريمڏنو- ڀٽ! توکي تہ اڄ الله ڪٿي
هين ڪيرچين ڪنان بچايو آهي؛ مون تان ڀانيو
تہ مٺو ني ويٺا!

حافظ (ٺهڪ ڏيندي)- ڪاڪا! ڊپ ڪجي
هڪڙي ڏٺيءَ جو، پيو هنن ڀيرڙن کان چالاڪ
ڊججي، جي ٻاڻ ٿي ٻاراتي کان ڪنبيو وڃن؟
هي تہ اسان کان بہ ڪمزور آهن: رڳو دهل
وانگر ٻاهريون ڏيکر پيا رکن ۽ پوکين کي
پيا ڦرين!

(حسين ڊوڙي اچي ڀاڪر ڀانـي هٿ
چميس ٿـو)

حسين- اڙي واه ڙي ڏيلي جا ميهڻ واه،
هجار هجار رحمتون هونيئي، ڏل ٿي ٺاري ڇڏيئي.
ڀلي هيور تان مون کي ٻڻ ڪا هدايت ڪر.

حافظ- ميان! آءٌ ڪهڙي وڏيڪ هدايت
ڪريان، قرآن شريف وڃي پڙهہ، تہ مڃو اٿين

هدايتين سين ڀريو پيو آهي تہ 'جيڪي گهرو سو
هڪڙي ڏٺيءَ کان گهرو؛ نفعو نقصان سڀ ان
هيڪڙي ڪنان سمجهو: ڪنهن ٻڻ انسان اڳيان
سر نہ جهڪايو'.

حسين- ٺيڪ آئي، ٺيڪ آئي، مون تان
هيور اقرار ڪيو تہ :-

ٿاٿي ڏٺيءَ ري ڪا ڏرڳاہ!

احمد- ڀلي قاسم! وضو تـان مون جـو ٻڻ
ٻجي پيو آهي!

قاسم- ٻاڻ وارين پيرين جو اِي حال آهي
تان هٽران سيٽي مريدين جا وجو پيا ڀڃندا.
(ڪريمڏني جي ڪلهي تي هٿ رکي) ڪيئن ڪاڪا!
قصو ڪٿي پٺو آهي؟

ڪريمڏنو- ڀلي، جي اهو مولوي عبدالرحيم
ٻچي موجود آهي، تہ گهڻين جا روهہ روليندو؛
پر اسان جو تہ پيريءَ ۾ مرشدين ڪنان ايمان
نہ ڦيرايو- ميان! شاهہ قادريءَ جي اولاد کان
جيڪي ڦيريا سي ڦٽريا!

حافظ (ٺهڪ ڏيئي)- اهو ڀهاڪو هو اڳي،
هاڻي تہ چئو تہ "جيڪي پيرين کان ڦريا، سي
جٽريا! هن چار مان جيڪي آزاد ٿيا، تن لڪ ڪنيو".

حسين- ٺيڪ، ٺيڪ، شاہ ڀٽائي ٻڻ چيو آئي ڪہ
جيئو "پيٺر پنوران، جيڪي ٻڳيون ني سي.
سي چڻيون."

(سڀ ڪلن ٿا پردو ڪري ٿو)

كشور "جيون"

# ڪمدار

| ڪردار | | | |
|---|---|---|---|
| عبدالقادر خان | ... | ... | وڏيرو |
| رحيم بخش | ... | ... | ڪمدار |
| مولاڏنو | ... | ... | تپيدار |
| رسول بخش | ... | ... | سنڌي هاري |
| اختر علي | ... | ... | مهاجر هاري |
| نوران | ... | ... | رسول بخش جي ماءُ |
| جمن | ... | ... | رسول بخش جو پاڙيجو |

پهريون نظارو

(ڏينهن جو پهريون پهر. وڏيرو عبدالقادر خان پنهنجي اوطاق ۾ کٽ تي وهاڻي تي ٽيڪ ڏيئي اهليو ويٺو آهي، ۽ تپيدار مولاڏنو پيراندي ۾ ڪاٺ جي هڪ موڙي تي ويٺو آهي)

تپيدار- ته پوءِ، سائين ... مان خاطري رکان!

وڏيرو- بلڪل خاطري! اسان اهڙي ڪم ۾ ڪڏهن ڪا ڪوتاهي به ڪئي آهي؟

تپيدار- نه ... قبلا، ڪڏهن نه! آخر اِن ۾ اوهان جو به ته شان آهي. وقت بوقت آفيسر گشت تي نه لڪرن، ته جيڪر هي جاهل هاري وڻ کهوڙو نه ڇڏن ڏين. اڳئين ڀيري جيڪا منزل ٿي، ان جي ساراهه ته مختيارڪار صاحب به هڪ هڪ سان ٿي ڪئي- جنسي ساراهه جا ڏڪ ٿي پريائين! چڱو، سائين، مان هينئر موڪلايان ٿو!

وڏيرو- ائين ڪيئن ٿيندو ...... اڄ منجهند هتي ٿي ڪيو!

تپيدار- اوهان جي نوازش- هميشه پيا اوهان جو ڪائون؛ پر اڄ ٿورو تڪڙو آهيان- اوهان جي ٿي ٻنين جي معافيءَ جا فرد ڏاهڻا اٿم: سڀاڻي صاحب هوندن ٿي اوهان جو مهمان آهي- هيئي ٿي ڪاغذن تي صحيحون وٺي ڇڏيندو سانس.

وڏيرو- پوءِ ته خان صاحب آڏي ڇڏيندين! ڀلا هنن سيلين جي زمينن جو ڇا ٿيو؟ اهو ڪم به پنهنجو ڪري سمجهه- ناليءَ ۾ الاٽ منهنجن

هارين کي ڏينديون، ۽ رهنديون تنهنجي دعا ساں آهي ته- اسان وٽ! تنهنجا انصاف ڪوڙ وڃائيا- اهو يقين رکج!

تپيدار- رئيس اهڙيون ڳالهيون وري چالاءِ ٿا ڪريو! اوهان ۽ اسان کي ورهايو آهي؟

(ايتري ۾ ڪمدار رحيم بخش اندر گهڙي ٿو اچي، ۽ ٻنهي جو ڌيان ڌانهنس ڇڪجي ٿو وڃي)

وڏيرو (آتاوليءَ سان)- ڏي ڪا خبر؟!

ڪمدار- پوتار! اوهين ڳڻتي نه ڪريو، سڀ ٺيڪ ٺاڪ ڪري آيو آهيان. ڌڻي ۽ ڌڻيءَ کان سواءِ ته اڄ ڪوبه ڪم ٿئو ٿئي. هنن پناهگير هارين ته اسان جي ڳوٺ جي هارين کي ٻاڻ مچلو ڪري ڇڏيو آهي. هو به هينئر پناهگيرن جيان سرڪار کان خود پنهنجي لاءِ ليز تي زمين گهرڻ جون تياريون ڪري رهيا آهن، ۽ ٻڌو ڪڍي بيٺا آهن ته هاڻي انهن زمينن ۾ وڏيري کي ڏيئوڻ نه ڏيندا سين.

وڏيرو (تپيدار کي)- مون کي ته اڳيئي پرون ٿي پيا. مون ته ڪهڙيئي هاءِ گهوڙا ڪئي ته هندن جون ڇڏي ويل زمينون انهن پناهگيرن کي نه ڏيو. ڏسو هينئر ملڪ ۾ ڪيڏو نه ظلم مچي ويو آهي!

ڪمدار- پوتار! ان ۾ هيئن وهلور وڃڻ مان ڪهڙو فائدو؟ چا پيا طريقا ڪٿا آهن! تپدار صاحب جيڪڏهين اسان سان سچو ٿي بيهي ته... ڪيئن تپدار صاحب، اوهان جو ڪهڙو رايو آهي؟!

تپدار (ڪجهه جهجهڪندي)- پناهگيرن کي هٽ لائڻ معنيٰ ڪکر ۾ ڪوڙو هڻڻ! مٿان "هاري حقدار ڪاميٽي" وارن ته اسان جي نڪ ۾ دم آڻي ڇڏيو آهي. مون ته مختيارڪار صاحب کي اڳيئي صلاح ڏني ته هندن جون ڇڏي ويل زمينون سنڌي زميندارن کي ملن، ۽ پناهگيرن کي ڪارخانا ڪڍي، اتي ڪم ۾ رلائجي؛ ۽ اسان معمولي ماڻهن جي ادا اڄ ڪير ٿو ٻڌي!

وڏيرو- پاڪستان ٺهيو؛ هندو هتان ويا؛ پر اسان کي ڇا هڙ حاصل ٿيو؟ ڪجهه سمجهه ۾ ٿي ٿو اچي. جتي ڪٿي پناهگير ڇانئجي ويا آهن. هنن ملڪ ئي تباهه ڪري رکيائون. مون کي ته هينئر جتي ڪٿي سچ پيئي نظر اچي.

ڪمدار- قبلا ... ڳڻتي ڀاڻ کي ڪرڻ نه گهرجي. قانون جيڪڏهين مدد نه ڪندو ته اسين پنهنجن طريقن سان پناهگيرن کي ڀڄائينداسين. اها سيلين جي زمين ٻس ٻيش به پنهنجي آهي!

(ڪمدار جي لفظن تي وڏيرو ٻوڏ ۾ اچي، تپدار ڌالهن ڏسڻ لڳو- ۽ ٻئي اچي ٺهڪن ۾ پيا)

ڪمدار (پنهنجي ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي)- سائينءَ کي چوان ... ها- باقي رهيو سوال پناهگير هارين ۽ سنڌي هارين جي سازباز ٿيڻ جو، ان لاءِ به اهڙو ته چار وڃايو اٿم، جو هڪٻئي جي ڏاڙهي نه ڇڏي تري ڪن، ته منهنجو لالو رحيم نه رکجو!

وڏيرو- اڙي ... پرخيال سان ... توکي ته خبر آهي ته پناهگيرن جي وڏي پٺ آهي- سمجهه ته حڪومت ئي سندن آهي. اسان جا سنڌ جا وزير- سي به هڪ پاڻ- تن جا وري ڪم سدائين پٽتا- تن جو ڏڄي ڏڄي ٻنهه ساهه ٿو نڪري!

ڪمدار- سائين ... بس! اوهين ڇڏل آهيو. هي وارڪو آس ۾ آچا نه ڪيا اٿم! هارين ۾ جهيڙو وجهائي، تماشو ڏسڻ ته ڪوئي مون کان اچي سکي. صرف پٺ ۾ پوتار هجي، واجٽ نه وڃايان، ته مان پنهنجي پيءُ جي تخم مان پيدا نه ٿيو آهيان!

(اتي ۾ هڪ مهاجر هاري اخترعلي، اوطاق اندر گهڙي ٿو اچي)

اخترعلي (وڏيري کي ڏسي سلام ڪري) - اوهان جو مزاج شريف؟

وڏيرو - بلڪل ٺيڪ آهي! ڏي خبر اخترعلي خان، ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟

اختر - ٻيو سڀ خير! اڄ اوهان جي درٻار ۾ هڪ معمولي دانهن کڻي آيو آهيان. آهي ته برابر معمولي، پر جيڪڏهن ان جو ڪو تدارڪ نه ٿيندو ته ......

وڏيرو - ڇو نه تدارڪ ٿيندو... اهڙي ڪهڙي دانهن آهي؟

اختر - سائين، اوهان کي ته ڄاڻ آهي ته هن ڳوٺ ۾ اسان جو ڪو به ويجهو سٽ مائٽ ڪونهي: جيڪي آهن سي به ايترو ته ٿوري پڪوڙي ويا آهن، جو ڏک ۾ واهي ٿي نٿا سگهن ... اسان کي ...!

وڏيرو - آها ... پرواهه نه آهي. اسان تو کي ڪٿ ته نه ڪهريو آهي!

اختر - سائينءَ جن کي الله تعاليٰ وڏي حياتي بخشي. مگر پکوڙ جي پورهئي جي ڪمائي هين راتون رات چوري ٿي وئي ... ؟ ...

وڏيرو - چوري ... ؟ اسان جي راڄ ۾ چوري! ڪنهن تي اهڙي شامت آئي آهي. ڳالهه ڪر ... ڀلو ٻڌاءِ ته وارن کان جهلي، ڏاڙهي مڇون ائي، منهن ڪارو ڪرائي، گڏهه تي سڄي ڳوٺ ۾ نه گهمارايانس، ته مان هن ڳوٺ جو وڏيرو نه آهيان - ڳالهه ڪر ...!

اختر - پوتار! اسان جي هت ڪنهن سان دشمني ڪانهي. هتي اچي به اسان غريب آدمي پنهنجي پيٽ پالڻ لاءِ ٿي عاجز آهيون. هندستان ۾ اسان کي ڪهڙو ڏک هو. جيڪو هتي نه اٿئون! اسان جو ته نه هي آهي، نه هڙ هو!

وڏيرو - اڙو، ڇي ڪهوباٽو! اخترعلي سڌين سڌي ڳالهه ڪر - اهي پناهگيرن وارا وٽ سٽ نه وجهه!

ڪمدار - سائين هارين ۾ ٿوري خود هنن پناهگيرن ۾ به ڪي اهڙا ته چور ۽ لُچ نڪري پيا آهن، جو اسان جو آن به چوري ڪرڻ کان نٿا ڊڄن. اهڙن کي هڪدم پوليس جي حوالي ڪرڻ کپرجي. (ٽپيدار ڏانهن منهن ڪري) ٽپيدار صاحب! ڏسو ... پنهنجي اکين سان ڏسو!

ٽپيدار - چور ۽ لُچ ته هر ڪنهن ذات ۾ آهن، رحيم بخش خان! اڙي اخترعلي، تون ته سنڌي اهڙي صاف پيو ڳالهائين، ڄڻ ٻنهه اسان جو پنهنجو سنڌي ٿي ويو آهين! تنهنجو فرض آهي ته اهڙن پناهگيرن جا نالا سرڪار کي هڪدم ڏي، جيڪي غونڊا ۽ لوفر آهن - متان سڪن گڏ آلا به نه سڙي وڃن ڪڏهن!

اختر - سنڌ جو داڻو پاڻي منهنجي پيٽ ۾ آهي سائين! سو، سنڌ سان محبت منهنجو ايمان آهي - باقي، معاف ڪجو... اهڙي ڪوڙي چغلخوري مون کان نه ٿيندي!

وڏيرو - تڏهن هيئن ڇو نه ٿو چوين ته تون رڳو اسان جي هارين کي ۽ ڳوٺ کي ئي بدنام ڪرڻ چاهين ٿو!

اختر - مون کي خدا پاڪ جو قسم آهي ته منهنجي اها نيت نه آهي. منهنجي سڄيءَ منڊ جو فصل لٽجي ويو آهي! حضور، ماڻهن رسول بخش کي اکين ڏٺو آهي، منهنجو آن ڍوئي ڏکي ڳاڏيءَ ۾ پريندي!

وڏيرو- ڪمدار... هي ڪهڙي رسول بخش جي ڳالهه ٿو ڪري؟

ڪمدار- سائين ... اهو ساڳيو رسول بخش، جو پاڻ کي ڳوٺ ۾ هاري حقدار ڪوٺائيندو آهي!

وڏيرو- اهوساڳيو... رسول بخش...؟ ڪمدار، ... ڪيس اڄ ئي ڪان جهلي، ڪهلي اچ هتڙي! سندس ڪهر پنهنجي پاسي ۾ ئي ته آهي!

(ڪمدار اوطاق ڪان ٻاهر وڃي ٿو. وڏيرو اخترعلي ۽ کي، پرسان پيل خالي موڙي تي ويهي رهڻ جو اشارو ڪري ٿو، ۽ پوءِ پنهنجي مڇن کي وٽ وجهڻ ٿو لڳي- ڄڻ پنهنجي طاقت جي اظهار ڪرڻ ڪان اڳ تياري ڪندو هجي.)

ٽپيدار- چڱو سائين ... مان هينئر هلان ٿو.

وڏيرو- ڇا رسولي جو مزو نه ڏسندين؟

ٽپيدار- مون کي دير پئي ٿئي. منزل لاءِ ڪيترو ئي باقي بندوبست ڪرڻو پيو آهي- ڄڻ پٽ جي شادي ڪرڻي اٿم.

وڏيرو- ڇا رسولي ڪان ڊڄين ٿو؟- ٽي سکهي تو! "هاري حقدار ڪاميٽي" جو سيڪريٽري جو آهي!

ٽپيدار- نه ... نه ... اِن ۾ ڊڄڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي: ڪو حيوان ته آهي ڪوله جو ڪائنس ڊپ ٿئي.

(ايتري ۾ ڪمدار اڳيان ۽ رسولو پٺيان اوطاق اندر گهڙن ٿا ۽ وڏيرو اُٿل ڏيئي اٿي وهي ٿو)

وڏيرو (بناوٽي منهن ڻاهيندي)- رسول بخش، ... بابا ... هي تو ڪهڙو ظلم ٻاري ڏنو آهي ڳوٺ ۾! هوڏانهن هارين جي حمايت ٿو ڪرين ۽ هيڏانهن پناهگير هارين جي چوري پيو ڪرائين. مان نه جهليان ها اختر کي، ته اڄ ڪاهي پيو وڃي ها سڌو پوليس ۾!

رسولو (وائڙن جيان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي)- هي سراسر ڪوڙ آهي ... مون کي ڪابه خبر ڪانهي.

وڏيرو- تڏهين هي اخترعلي ڪوڙ پيو ڳالهائي!

رسولو- قبلا، مون کي ڪابه خبر ڪانهي. ٿي سگهي ٿو، هو ڪنهن شڪ جو شڪار ٿيو هجي، يا ڪنهن جي چوڻ تي ......!

ڪمدار- سائين هي سوچڻ ڪان سواءِ سچ نه ڪندو ... حڪم ڪيو ته سندس ڏاڙهي پٽي هڪدم ٽري ڪريان!

رسولو (جوش ۾)- خبردار جو اڳتي وڌيو آهين. گهر ۾ گهرائي ڪنهن شريف انسان جي عزت وٺڻ ڪان اوهان کي ٻڏي مرڻ گهرجي!

(رسولي جي لفظن تي وڏيري کي غصو ٿو لڳي ۽ سچ ڪي ٽاءُ ڏيندي اخترعلي ۽ کي چوي ٿو)

وڏيرو- ميان اخترخان... اٿي ... لاهينس هاڻ ٺڪو. ڪهلي وڃوس ٿاڻي تي ... هي ائين سڌرڻ وارو نه آهي.

(اخترعلي ۽ جي اٿڻ ڪان اڳ ئي رسول بخش اٿي ٿو کڙو ٿئي!)

رسولو- ڪير آهي جو منهنجي پڳ جو ٿالهو ونندو! آءُ پاڻ ٿاڻي تي وڃڻ لاءِ تيار آهيان. ڪمدار، هل اسان سان تون به گڏجي! (ٻاهر ويندي) اخترعلي خان، تو کي دوکو ٿيو آهي، تو کي ڪنهن ڀنڀلايو... ڀورين تون هلي منهنجي گهر جي تلاشي وٺ- پوءِ ٿاڻو پري ڪونهي!

ڪمدار- اوهان هلو- ڪهڙي ۽ ٿو پڇاڙو!

(ڪمدار، ڪنگهڪار ڪري رسولي ۽ اختر جي پٺيان نهاري ٿو، ۽ رسولي جا باقي لفظ وڏيري ۽ ٽپيدار جي ڪنن ۾ سمائجي وڃن ٿا)

# ٻيو نظارو

(هڪ ڪکائين جهوپڙي، جنهن جي ڇوڏاري ٻلڪرن جو لوڙهو ڏنل آهي- اڱڻ ۾ رسول بخش جي ماءُ نوران ڪڻڪ صاف ڪري رهي آهي. اندر ۾ آختر علي ۽ رسولو اندر کوڙي ٿا اچن).

رسول بخش- هيءَ آهي منهنجو گهر ... ڇيو ڇيو ڪري جانچ ! ٻلي... جيڪڏهين تنهنجي اناج جو هڪ داڻو به هتان نڪري ته جيڪا سزا توکي وڻي سا تون مون کي ڏي!

(نوران ڪڻڪ جو اڌ ڇريل ڇڄ ڌرتيءَ تي ڦٽو ڪري اُٿي بيٺي ۽ پنهنجي پٽ جي پرسان اچي، آختر عليءَ جي شڪل کي عجيب نموني گهورڻ لڳي)

نوران (پٽ کي)- هي... ڪير آهي ...رسولا! ڇا ٿيو آهي؟

رسولو- ڪجهه نه امڙ! ڪجهه به نه ٿيو آهي. آختر علي، زميندار وٽ داڻهين ويو آهي ته گذريل رات مون سندس اَن چورايو آهي.

نوران- اَن چورايو آهي! ڇا... هي خواب نه لڌو ٿهي!! ميان تنهنجو دماغ ته ٺڪاڻي آهي نه! منهنجو پٽ ۽ ڪنهن جو اَن چورائي! مان سندس هٿ ڪپي ڇڏيان. نوران جو اولاد ڪڏهين به چوري ڪري نٿو سگهي. بک ڪٽي سگهي ٿو، گهري ڪري کائي سگهي ٿو، مري به سگهي ٿو... پر چوري ڪري نٿو سگهي... سمجهه ميان!

رسولو- امان، ڪيس گهر جي تلاشي وٺڻ ڏي. زميندار جي ڪمدار ٿي اِها ڪيس ڪئي ۾ وڌي آهي- ڪمدار ٿي هن کي برغلايو آهي.

آختر- نه... نه... مون کي ...ڪنهن به برغلايو نه آهي!

نوران- تڏهين ... توکي ڪهڙي ثابتي آهي؟

رسولو- زميندار جي منهن تي قسم کڻي چيائين ته ماڻهن مون کي اناج چورائيندي اکين سان ڏٺو آهي. ٻل تلاشي وٺي ۽ دل جو گمان دور ڪري، نه ته اسان جي بدنامي ٿيندي.

امان ... حقيقت هيءَ آهي ته زميندار ۽ ڪمدار اٿا چاهين ته اسان سنڌي هارين ۽ پناهگير هارين ۾ سازسلوڪت هجي: تنهنڪري اسان ۾ ڪلفت پيدا ڪرڻ لاءِ ٿي هو اسان کي وڙهائڻ جا آهاءَ وٺي رهيا آهن.

نوران- مگر... رسولا ... مون توکي ڪيترا ڀيرا سمجهايو آهي ته زميندار سان ڪهي هل- ٻين هارين جي واسطي اسين ڇو پنهنجي جان جوکي ۾ وجهون. پنهنجي پيٽ قوت لاءِ، پنهنجي زمين ڪافي آهي; پر تون ڪٿي ٿو ٻڌين منهنجي. جڏهين کان هارين جو پاسو کڻڻ شروع ڪيو اٿيئي، تڏهين کان ڪا نه ڪا آفت ڪٽي پيو اچين. ڪڏهين پنهنجو اهو سر به ڪوائيندين- مان توکي چوان ٿي ... ها!

رسولو- امان ... هينئر تون اهو روئڻو ڪٽي ويهندينءَ يا ... (آختر کي) اچ آختر خان.

(رسولو، آختر کي پاڻهن کان وٺي جهوپڙيءَ اندر گهلي وڃي ٿو ۽ نوران وائڙن جيان ڏانهن نهاريندي رهي ٿي)

نوران- عجيب ڇوڪرو آهي! روز هڪ نه ٻيو لعنتائو پنهنجي سر مٿان ڪڻي پيو اچي. هاءِ... مان هن کي ڪيئن سمجهايان!- پاڻ جيترو هجي ها، ته ڇا ڪو اِئين گهر جي تلاشي اچي وٺي ها! ٽنگون نه ٽڪرا ٽڪرا ڪري رکي ها هن گهر اندر گهڙندڙ جون!

(اختر هتين خالي ٻاهر نڪري ٿو ۽ رسولو سندس پٺيان ٻاهر نڪري ٿو)

نوران – اجايو پنهنجي پڙڪاڻ پيو ڪري اچي، پنهنجي عزت وڃڻ کي ڇڱو ڪر آهي؟

اختر – مگر ... مان ڇا ڪريان ... مان ته سمجهي ويو آهيان ... اسين ڪيڏانهن وڃون ... هيڻ پکهر ۽ خون سان پيدا ڪيل ...

(ٻاهران "ما ما" ... "ما ما" جو آواز هنن جي ڪنن تي پوي ٿو، ۽ جمن ڏهن ورهين جو ٻالڪ اندر ڊوڙندو اچي ٿو)

جمن – ما ما ... ماما ... قلو وڳڻ کي چوريءَ ۾ جهليو اٿن.

رسولو – ڪٿي آهي قلو؟

جمن – پوليس ٻـ اچي ويتي آهي. چون ٿا ته هن ڪڪ جي گاڏي چورائي آهي.

اختر – ڪڪ جي گاڏي! اها ڪڪ منهنجي ٿي هوندي! مان اجهو ٿو ڪيس ڦاسيءَ تي چاڙهيان!

(اپترو چئي وڃڻ جي ڪوشش ٿو ڪري).

جمن – اها ڪڪ تنهنجي ڪـ آهي. قلو چوي ٿو ته اها ڪڪ وڏيري جي ڪمدار رحيم بخش جي آهي!

رسولو – ڪمدار ۽ ڪڪ ... اها ڪڪ سندس ڪـ آهي. شايد پٺس قبر مان آڻي اچي پوکي هئي ... ڪوڙو ڪنهن جاءِ جو.

نوران (اڳتي وڌي) – ميان هينئر ڪيڏانهن ٿو ٻاهر پڄين ... تو اسان جي خاندان جي بيعزتي ڪئي آهي. پلڪ وڃڻ ڪان سواءِ مان توکي ٻاهر نه ڇڏينديس.

رسولو – امان، اختر کي ڪجهه نه چئو ... مون کي خبر آهي ته سندس اپترو ڏوهه نه آهي، اهـا شرارت آهي تـ ان ڪمدار جي ٿي آهي، ڪڏهين اچي ويو هت ته ڇيٽي جيڏا داڻا ڪري ڇڏيندو سانس.

اختر (رسولي کي ڀاڪر پائيندي) – رسول، مون کي معاف ڪرا مون کي واقعي ڪمدار رحيم بخش قسم ڪئي پڙ ڪايو ته هن توکي ڪڪ چورائيندو ڏٺو ... پر توکي پکوڙڻ جي ڪوشش ڪندي پکڙي نه سگهيو! ۽ مان ٻـ ڪهڙو نه بيوقوف آهيان، جو ويساهه وسوڙي وانگر هن تي اعتبار ڪيم. مون کي وري پيو چوي ته "وڏيري جي ڪچهريءَ ۾ آءٌ رسولي تي ڪيس ٻڌندس. هو سرڪش ماڻهو آهي. اسان جي هارين کي مرگهو ٿي اسان سان لڙائي نه ڇڏي". الله اڪبر، دولاب ۽ فريب جي ٻـ ڪا حد ٿيندي آهي!

نوران – هينئر مون سمجهيو ... اهو رحيم جو پٽ پاڻ کي سمجهي ڇا ٿو! وڏيري جي منهن تي لاڪ نه لاهيانس ته ... لوڻيو ماريو ... لٽڻ سان اچي ڪمدار ٿيو آهي!

(نوران جوش ۾ اچي ٻاهر نڪرڻ چاهي ٿي، رسولو کيس روڪڻ جي ڪوشش ٿو ڪري)

(پردو ڪري ٿو)

محمد ابراهيم جويو

# ڀاڳ-وهيڻي ڀري

(سنڌ جي هڪڙي لوڪ ڪهاڻي)

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙو ڪو غريب شخص هو، تنهن کي گذران جي تنگيءَ اهڙو ته اچي ورايو، جو لاچار ٿي ڪا واهه نه ڏسي، گهرواريءَ کي چيائين ته ”آئي لپ ڪا ٻلاند ٻڌي ڏينم ته پرديس ۾ وڃي ڪٿي قسمت آزمايان - باقي هتي ته ويٺي ويٺي ٻنهي ويلا ٿا ٻڇي وڃنسون!“ جوڻس تنهن تي اندر آئي وڃي ڳانو ٿپا اٿلايا پٿلايا؛ پر نَسَّ ۾ هٿ گهمائي ڪٿي جو ڏسي ته آٽي جي اَنَ ۾ چپٽي ٻه ڪاڙ ليپ! دل ڏاڍي ڪري، چُلهه مان چار جون ٻه چار مليون پري، اجرڪ جي پلئو ۾ ٻڌي، آئي مڙس کي هٿ ۾ ڏنائين ته ”هي اٿي مانيءَ ٻن جهو آنو! پرتين الله کي! ٻنيان جي تو کان ليڪل ڪانهي؛ ورجانءِ مڙيو ني سيکهيرو!“

مڙس ويچارو ٻڪي جو اڀتو سبتو ور ڏيئي، اجرڪڙي ڪلهي تي رکي، آئي ٿيو ڪڙو: نه سوچيائين نه ويچاريائين؛ جيڪو رستو منهن سامهون آيس، الله توهار ڪري، اهو وٺي ٿيو اڳتي روانو. هلندي هلندي، همراهه کي سج لهي ويو؛ ست اڌ پنڌ جي ٿي ڪري، ليڪ اچي هڪڙي ڳوٺ پهتو ٿيو. ڳوٺ پرايو؛ نه ڄاڻ نه سڃاڻ؛ ڪيڏانهن وڃي ڪيڏانهن وڃي! اچا انهيءَ پيچ-ڪهڙ ۾ ٿي بيٺو هو، ته پري کان مُلّي جي بانگ جو آواز ڪن تي پيس؛ سو، لهاربندو نهاربندو، اچي الله جي گهر جي دروازي وٽ بيٺو؛ همت ٻڌي، وضو ساري، پنن گناهن جون دل ئي دل ۾ معافيون پنندو، لنگهي ٿيو اندر. ملو به بس مسجد مان نڪرڻ تي ئي هو؛ سو، جو اوپري ماڻهوءَ کي ايندو ڏٺائين، ته دهلجي بيهي رهيو- سالي احوالي ٿيڻ کان پوءِ وڃي دلجاءِ ٿيس. ليڪ هٽ کان جهلي، ٻاڻ سان وٺي، آئي ٻاهر سجري ۾ ويهاريائينس، ۽ وات الله جون ملڻ ٿوپيءَ جهڙيون ٿلهيون ٻه مانيون آڻي آڏو رکيائينس. هيءُ مولائي ٻه هو سڄي ڏينهن جو بکايل؛ ويتر جو ڪيو هٿائين صبح کان وٺي ايڏو سارو پنڌ - سو، لاڳاپي لاهي، ڪوڏو ڀڃي، ويٺو مانين تي ... ته چڙبائين جو هڪڙو پورا! پوءِ ته ملي کي پنهنجيءَ اجرڪ جي ٻارت ڪري، آئي جو آئي، ڪنڌ هيٺان سروٽو ڏيئي، ٽڪ تي سنئون ٿئون ٿي سمهي رهيو، ۽ سهڻ سان اهڙن ته کونگهرن ۾ ٻڇي ويو، جڻ ڏس ته پيهي تي چڙهيو مڙس جهار پيلو هڪلي!

مُلي جي دل ۾ اچي آئڙي ته هي "الله جو بندو ابڙي سفر تي نڪتو آهي، سو ٿمر ته ڀاڻ سان ابترو ڪنيو ٿي ڪول ائس- ڏسجي ته انهيءَ اجرڪ جي پلئو ۾ ڇا پڙو ائس، جو سمهڻ مهل به ان جون ڀارتون ٿيو ڪري!" ڪولي جو ڪئي ڏسي، ته چلهه جي سڙيل چار ڪان سواءِ ٿيو ته ان ۾ ڪي به ڪينهي! قادر جي قدرت تي حيران ٿي، چپ چاپ، جيئن ڳنڍ ڇوڙي هئائين، تيئن ئي ان کي موٽائي ٻڌي، اتي جو اتي اجرڪ کي هڪ پاسي ڪري رکي ڇڏيائين.

صبح جو جڏهن ڪڪڙن دس ڏنا ۽ ملي بانگ ڏني، تڏهين هو غريب شخص ننڊ مان اکيون مهٽي اٿيو، ۽ مُلي کان موڪلائي، اها ساڳي پنهنجي ڦاٽل. آجرڪڙي ڪلهي تي رکي، ٿيو اڳتي راهي. پنڌ ڪندي ڪندي، جڏهن پورا ٻه پهر ٿيا، ۽ سج ٺهه ڪاپار تي آچي بيٺو، تڏهن هن جون ڄنگهون اڳتي هلڻ کان ٺهه جواب ڪيئي بيهي رهيون. اڳيان ڪنائي، ساموهون واري هڪڙي گهاٽي ڇهچ سائي وڻ هيٺان ساٿو ٿي ڪري ٿيو، ۽ ڏسندي ڏسندي، ڪجهه ٿڪ کان، ڪجهه هيٺائيءَ سبب، هڪدم ننڊ ڪجي ويس.

ٻچاڻ ڪو انهيءَ وڻ تي هڪڙا ٻه طوطا- ماسو ڀائج- رهندا هئا، ۽ ٺهه اوڏيءَ مهل ٻاهران سير سفر ڪري واپس موٽي مٿان لام تي اچي ويٺا هئا. ويهڻ سان، ڀائج چيو ماسي کي، "ماما، ڙي، ماما! ڪا آکاڻي ٻڌاءِ!" تنهن تي وڏي طوطي ورندي ڏني، "ڙي، بابا، آکاڻيون اسان پوڙهن جون ڪهڙيون! پر خدا ٿو ڪرين ته ڀلا ڪن ڏيئي ٻڌ! هيءُ جيڪو غريب شخص ساٿو ٿيو ستو پيو آهي، تنهن جي اجرڪ جي پلاند ۾ چلهه جي سڙيل چار ٻڌي پئي آهي- جيڪا جولس هن کي آئو ڪري ڏني آهي- پر هن ابوجهه کي اصل جي اها خبر ٿي ڪاهي! خالي پيٽ، ننڊ مان جاڳندو ته اٿي جي ٻه ران رَڪ ڏسي، هن جو الائي ڇا حال ٿيندو!" اها ڳالهه ٻڌي ننڍڙي طوطي کي قياس اچي ويو، ۽ وڏي طوطي کي ليلائي چيائين، "ماما، ڙي، ماما! ٻوءِ ته هن وات ويندي مسافر جي ڪا واهر ڪرڻ کپي؛ نه ته پرديس ۾ غريب جو ڪنهن ٿي رلي ويندو!" تنهن تي وڏو طوطو ٻڙڪو ڏيئي اٿي اڏاڻو، ۽ انهيءَ ئي گهڙيءَ هڪڙي چنبي ۾ مٽيءَ جو ذرو، پئي چنبي ۾ ڪڻڪ جو داڻو ۽ چهنب ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو کڻي موٽي آيو، ۽ اچڻ سان ننڍي طوطي کي چيائين، "سيکهه ڪر، اجرڪ جي ڳنڍ ڪول، ۽ چار هاري پري ٿئي ڪر!" ٻوءِ هن ڇا ڪيو جو مٽي، ڦڙو ۽ داڻو ٽيئي اجرڪ جي پلئو ۾ وجهي، جيئن ڳنڍ اڳي هئي، وري تيئن ٻڌي ڇڏيائين، ۽ ڪنب چنڊي، خوش ٿي، ننڍي طوطي کي چيائين، "هاڻي ويهي ڏس رنگ الله جا!"

ابتري ۾، هو سڀاڳو شخص به پاسا ورائيندي اٿيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاري، دل ۾ سوچيائين ته "ڪا ڀاهڙي دڪائي مانيءَ جو لولو پچائي وٺان- پيٽ ۾ گراهه هوندو، ته ٻوڙي ڪنهن ڏسنن ڏاري به وڃي رسبو، نه ته جهنگ ۾ رات پئي ته محشر ٿي ڇٽ!"-سو جهٽ جهٽ ڪري، ڪاٺيون ميڙيائين، ڪک گڏ ڪيائين، چڻنگ ڪيئي باهه مچايائين،

۽ پوءِ اجرڪ کي ڇڪي لڳو ڳنڍ کولڻ ته آئو پسائي، ڪو ڪڇو ڪو مانيءَ جو ٽڪڙو ڳوڙهي وئجي. ٿڙ تڪڙ ۾ ڳنڍ جو ڪٽي کوليائين ... ته سچو وڻ خوشبوءِ سان واسجي ويو ... ۽ اکيون ڦاٽي ويس! اعتبار ئي نه پيو اچيس. ڇا ڏسي ته ڳهه ۾ پڳل، ڪوسي ڪوسي ڪاڪ جي ڪٽني ڦلاند ۾ پڌي پيئي آهي! دانهن نڪري ويس، ۽ ڏچندي ڏچندي، پڻ آڱرين سان چپٽي ڀري، ڪٽي جو وات ۾ وڌائين، ته ٽاڪ لڳي ويس! ڪا لذت ۽ مزاج هو ڪٽنيءَ ۾! يڪ ٿيس ته "خواب ۾ ڪو بهشتي ڪاڏو پيو کان - هن ڌرتيءَ تي اهڙو ڪاڏو، بادشاهن کان سواءِ، اسان جهڙن هٿ - ٺورهيتن جي نصيب ۾ ڪٿي!" بس، پوءِ ته جهڙي هيس بک، تهڙو اونڌو ٿي، ڪٽنيءَ تي ڪري پيو. آڇي ٻي ايماليءَ وراڻس ته "شل پوري پوي: ڪو ڦري نه وڃي!" کائيندو به وڃي ۽ چاچيندو به وڃي ته ڪيتري ڪٽي ۽ ڪيتري بچي! بک اهڙو ته بي سُرتيو ڪري وڌو هوس، جو پهريائين ته پتو ئي ڪونه ٿي پيس؛ پر آهستي آهستي، جڏهن ٿوري ڪُڪ ساهي ڪيائين ۽ ڪجهه هانءَ ڀُل ٿيس، تڏهن ڏٺائين ته "ڪٽني ته ڳنڍ ۾ اوتري جي اوتري پيئي آهي! جيتري ٿو کان اوتري ٿي وڌي! چوندا آهن ته ڪاڏي ڪوهه ڪٽني ويندا آهن، پر آهي ڪوهه ڪي پيا! هيءَ ته قدرت جي ٻتر جتر وانگر اناج جي اکٽ امانت ٿي ڏسجي، جنهن تان جيترو لٽجي اوترو آن تي اڳيئي ڀڪو پيئو آهي!" بس، ائين ويچاريندي ۽ کائيندي، کائيندي ۽ ويچاريندي، جڏهن ڏٺائين ته هاڻي ڪٽني ڍِڍ منهان ٻاهر ٿي نڪري، تڏهن هٿ ڇنڊي اوڳرائي ڏيئي، ڇڪي ڪٽي ڳنڍ کي ٻڌائين؛ ۽ اجرڪ کي ٻُوهي ڪلهي تي رکي، پنهنجي ستل بخت جي بيدار ٿيڻ تي ٻهار ٻهار ٿيندو، هڪدم آئي واپس پوئتي هلڻ لڳو.

مڙس کي ڪا خوشي هئي! هوا جي جهوٽن سان ڳنڍ جهومندو، پکين جي مٺن مٺن نغمن سان ڳنڍ ڳائيندو ۽ جهونگاريندو، وڻن جي لڏندڙ لامن ۽ ٿوڪندڙ پنن سان ڳنڍ نچندو ٽپندو، بنهه ننڍڙن معصوم ٻارڙن وانگر پنيون پرانگهون پريندو، سج بيٺي ٿي موٽي آڇي انهيءَ ڳوٺ ۾ پهتو، جتي ويندي ويندي رات جا چار پهر گذاريا هئائين. سڌو وڃي مُلّي سگوريءَ کي حجري ۾ سلام وارياٿين، ۽ ساڻس دير دير تائين خوش خير عافيت ڪندي ڪندي، آخر ۾ وري به ڪيس پنهنجيءَ اجرڪ جي ڳالهه ڪري، آئي جو آئي هيٺ تڏي تي ڍ ڪهو ٿي سمهي رهيو. ملي دل ۾ سوچيو، "اڃان ڪالهوڻي ڪالهه هي خدا جو پانهو ويو هئي پرديس ڪمائڻ - اڄ پيو موٽي وڃي پنهنجي ملڪ: ڇي، 'پنهنجي قسمت پاڻ سان ڪنيو پيو وڃان!' پيو ته وٽس ڪي به ڪين ٿو ڏسجي - اجرڪ جو پلئو سو اهو ساڳيوئي ٻڌو پيو اٿس...!" ائين ويچاريندي ويچاريندي، هن جي دل جي قاضيءَ هن سان احوال اوريو ته جيڪڏهن قدرت جو ڪو ڪرشمو آهي، ته اجرڪ جي انهيءَ ئي ڳنڍ ۾ آهي، جنهن ۾ ڪالهه رات چار پڌل هئي!" سو، وڃهه وٺي، هن آئي اجرڪ جي اها ڳنڍ کولي. ڳنڍ کلڻ سان، ڪٽنيءَ جي خوشبوءِ وڃي مُلّي سگوري جي مغز ۾ جايون ورتيون.

پوءِ ته خطا جي گهر انسان ڪان پنهنجي پرائي جو خيال ڇڏائي ويو ۽ نفس پليت جي چوڻ تي لڳي، اکيون بند ڪري، اچي ڪنيءَ تي ڪڙڪيو. جوش ۾ يڪساهيءَ جڏهن پندرهن ويهه لنبڙ هٿي لاٿائين، تڏهن وڃي هوش جاڳيس: جي "هي ڇا! امانت ۾ خيانت! سو لا پاڪ ڪيئن سرميندو؟ وڏي ڳالهه ته هن شخص ڪان ڪيئن ڇان ڇنندي؟" سر سُڪي سڳوري جو هٿ ۽ وات آهي ئي چرندا رهيا! اِتي اکيون کوليون. جڏهن ڪَنيءَ ۾ هن ڇتائي ڏٺو، تڏهن تيرس وٺي ويس: ڏٺائين ته ڪني ته اوتري جي اوتري ئي ڀني هئي! هيءَ اسرار الاهي ڪهڙو؟ پوءِ ته هن ڇيهه ڪري ڇڏيا ڪاڻ ته ڪاڻ جي ماڳ، پر جيڪي ٿانو برتن، مٽ ۽ ديڳڙا وٽس موجود هئا، اهي سڀ ڪَنيءَ سان چوٽيارا ڀري، لڪائيءَ پاسيرا ڪري ڇڏيائين، ۽ جهٽ جهٽ ڳنڍ ڪي اڳين وانگر ٻڌي، اجرڪ ڪي آڻي جو آئي امانت پاسلامت رکي، پانهن وهاڻو ڏيئي، زير زمين جيتامڙن کي ٻه ڪاڏي پهچائيندڙ رازق رب رحيم جا لکين احسان ۽ ڪروڙين ڪرم ڳڻيندي، ۽ شيطان لعين تي لاتعداد لعنتون موڪليندي، ملو سڳورو سڄي سان سمهي رهيو.

صبح جو سوير جڏهن ڪڪڙن پهريان دس ڏنا، ۽ ماو اچا نڪ ۾ پيو هو، تڏهن هو شخص جاڳيو، ۽ هٿ منهن ڌوئي، ملي کي بانگ صلواة لاءِ ڌونڌاڙي اٿاريائين، ۽ پاڻ اجرڪ ڇيله سان ٻڌي، ٿيو انهن ئي پيرن تي واپس پنهنجي ڳوٺ روانو. ڀلا جنهن ماڻهوءَ وٽ اهڙي اُلهه نعمت هجي، تنهن کي ڏينهن اڌ جو پنڌ ڪهڙي شي آهي! وات تي هڪڙي واهه جي ڪپ تي ويهي، ڪنيءَ مان هڪڙو چڙهه ٻه کيائين؛ ۽ اچا سج لڙهوئي مس هو، ته اچي پنهنجي گهر ٽڪاءُ ڪيائين. جوئس کيس ڏسي وانڙي ٿي ويئي: چيائينس، "هيءَ وري ڪهڙي سخري؟ جهڙو وئين اهڙو ورئين!" مڙس جواب ڏنس، "چري، ڏيرج ڪرا هئين خالي ڪوله موٽيو آهيان. هان، هي وٺ! پنهنجي قسمت انهيءَ ڳنڍ ۾ اٿئي!" مائي تنهن تي تپي باهه ٿي ويئي– چي، "ڇاني ۽ چار تنهنجي قسمت ۾ هوندي ته هوندي؛ منهنجي قسمت ۾ ڪانهي!" مڙس ورائيس، "سوڳي، ڀاڳيءَ ڪان اڳي ڪڙوا نه لاهه! تون وڏي دل ڪري، اندر وڃي ڳنڍ کولي ته ڏس!" جوئس، تنهن تي منهن ڦوڪي، ڏند ڪرٽيندي ۽ ٻٽ ڪي موڙا ڏيندي اندر گهڙي ويئي، ۽ چله تي ويهي دل ۾ چيائين ته "ڳنڍ جوڙي، چار ته موڙئي چله ۾ اُجلي ڇڏيان، ته من ٿانون ماڇڻ ۾ ڪر اچيرا" ائين سوچي، آپهرائي ۾ ڳنڍ جو ڪئي کولي، ته هيڪر ته کيهه جي هڳاءَ ۽ ڪنيءَ جي سڳنڌ ۾ ٻنهه ٻڌي ويئي: ڀئي ڀئي، اپڙ ڪو ڪاٿي، اکيون جو ڀتيائين ته سامهون تازي تازي، ڪوسي ڪوسي ڪَني ڏسي، اصل ٽيٽ سر جيئي ڀئي! ڪرنهه جوڙي، جو وات ۾ وڌائين، ته واچون ئي لڙي ويس! پاهران، مڙس واڪو ڪري چيس، "انڌي، سمجهه ته اِها پنهنجي ڀني اٿئي! ڪڻڪ جي ئي ڪانهي! جيترو ٻئي ان مان ڪڍندين، پاعمر، اوترو ئي ڀيئي اِها توکي ڏيندي!" پوءِ ٻئي زال مڙس ڪلي، خوش ٿي، پلٽي ماري، گڏجي، ڪني ڪاڻ ويهي رهيا.

اهڙيءَ ريت جڏهن ٻه، چار ڏينهن خير جا گذاريائون، تڏهن زال مڙس کي صلاح
ڏني ته ”وڃ! وڃي بادشاه کي دعوت ڏئي وٺي اچ ته کٽي ڪاراٻولس- ان ۾ پنهنجو ئي
شان آهي. منگهرا ماڻهو پنهنجا ڳوٺ ۾ گهٽائي آهن، جي هولن ئي پيا پنهنجي قسمت تي جلن
ٻڃن، تن جي ماڻهوءَ تي ٻه ته کي مگ ڏريون! هميشه لاءِ الهن جي مُوس کان ڇٽي
ٻولداسين. بادشاه ٻاڻ وٽ مالي ڪاڻ ايندو، ته چائين ٿو، ملڪان ملڪ پنهنجي ڪيتري
ناموس ٿي ويندي!“ مڙس ورندي ڏنيس، ”ابائي نه ٿيءَ! ڳوٺ جا ماڻهو ٻوءِ ٻه پنهنجا ٻاڻر
آهن- الهن کان ڪهڙو پيو؟ ٻاڻ-زورن کان ٻچ پري! سياڻن چيو آهي ته ڏاڍن جي نه
اڳيان هجي، نه پويان! ٻاڻ غريب ماڻهو، ڪن لڪايو ويٺا آهيون- پنهنجو ڪهڙو ڪر، جو
بادشاهن کي ويٺا دعوتون ڏيون! آنان مينهان دا ڪيها ميلا- او چرن جهنگ او چرن ٻيلا! دعا
وٺي گهر ته اهڙي لٽور لٽور کان مولا پاڪ شل پناه ۾ رکي!“ پر مڙس هڪڙيءَ تي، زال
ٻيءَ تي- آخر ويچارو مجبور ٿي پيو، ۽ هڪڙي ڏينهن، ڪنڌ تي ڪاتي، ڏچندي ڏچندي،
وڃي بادشاه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، ۽ پٽاڻ پالڊ وجهي، منٿون ميڙيون ڪري، بادشاه
سلامت کي دعوت ڏئي پنهنجي گهر وٺي آيو.

بادشاه آيو ته هن سان گڏ سندس نوڪر چاڪر، ڪاراڙا ڪمدار، امير وزير- ڏمبلي
جو ڏمبلو- اچي مڙيو. لڪون وڻانجي ويون: تن تي آيريون سيريون رليون ۽ ميريون
سيريون چٽل ڦاٽل چادرون ٻرجي ويون. لڪر جا پيالا ۽ ٻاٽيون ڪُٽ خلق لاءِ، ته
ڻالهيون ۽ ٻاڪڻان اميرن وزيرن لاءِ اچي ويا. بادشاه سلامت کي، ماڻهن سڀني کان پري،
ٻڙائي وڇائي، آن تي ريشم جي لوڪي ٻڪيڙي ويهاريو ويو، ۽ هن جي سامهون ڪاٺيءَ
جا طباخ آڻي رکيائون. پوءِ هٿ منهن ڌوئي، ڪرڙي ڪري جڏهن سڀري تيار ٿي سڀ
اچي دسترخوان تي ويٺا، تڏهين هو غريب شخص ڪنبندو ڪنبندو، پنهنجي اها ڪنيءَ واري
ميري ڪپ جهڙي، ٻراڻي ڦاٽل اورڪ ڪٽي وڃي بادشاه جي سامهون هٿ ادب جا ٻڌي،
ٻڙائيءَ کان هيٺ، پٽ ۾ گوڏا ٻيجي ويٺو، ۽ عرض ڪيائين، ”حضور آءٌ غريب، ٻانهيءَ
جو ٻار، سائينءَ جن جي جُٺي- جو ڪجهه اٿر، سو هيءَ آهي!“ ائين چئي، گڏي جو ڪٽي
ڪوليائين، ته سڀني دعوتين جون ناسون ٽڙي ويون! خود بادشاه، جوڪر غريب جي پنهه
ٻُني تي اچلي جهڙي اجرڪ سامهون ڏسي، ڪاوڙ ۾ ٿوڪجي اصلي ڦاٽڻ تي اچي ويٺو هو،
سو ٻڌ هيتري سرهاڻ ۽ سڳنڌ هوا ۾ ٻکوڙجندي ڏسي، هڪدم ڍرو ٿي ويو! بس، پوءِ ته
سڀ لڳي ويا ڪنيءَ کي ڪاڻ، ۽ حيرت ۾ اکيون ڦاڙي لڳا هڪ ٻئي کي تڪڻ ته
”هيءَ جادو ڪهڙو، جو جيتري ٻني هتي مان ڪُٽي نڪري، اوتري ٻئي ان ۾ پرجي!“
ڪائي ڪاڻي، جڏهن سڀني پنهه لڪان‌تار اچي ٿيا، تڏهين بادشاه پنهنجي ها ۾ ها ملائيندڙن
اميرن، وزيرن ڏانهن منهن ڪري چيو، ”هيءَ بهشتي خوراڪ ته بادشاهن وٽ سولي ٿي-
هن جهنگ جي جانور وٽ ان جو ڪهڙو قدر؟“ سڀني آواز ۾ آواز ملائي چيو، ”برابر،
جيئندا قبلا! اصل اها آهي ئي اوهان جي ان ڏاڏن جي خود خدا وٽان آندل! خبر نه آهي

ته هن چٽ جي هٿ هاڻي ڪيئن چڙهي ويٺي آهي؟" پوءِ بادشاهه هن ڏانهن نهاري مرڪيو،
۽ پاڻ-ڏاڍن سان ٻچ الڪائڻ واري هن غريب شخص ڏانهن ٽانڊن جهڙيون ٻرندڙ غضب
جون اکيون کڻي نهاريائين؛ ۽ نه ٻچا نه ڳاچا، ڪنيءَ جي ڳنڍ هٿ ۾ سوگهي ڪري،
پاڻ اڳيان ۽ سندس پٺ-لشڪر لکن جو ٽولو پويان، ٺهڪن مٿان ٺهڪ ڏيندا اتي
اڳتي هليا!

هيڏانهن ويچارو هيءُ مسڪين شخص انهن ٽن پيرن تي اٿي سهمجي سُسي ويهي رهيو،
جڻ سالن کان ڪنهن پيرن ۾ کيلون ٺنبي، اتي ڪوڙي سوگهو ڪري ڇڏيو هجيس. وات
سان واڪي نه اڪليس. اکين اڳيان اوندهه اچي ويس. دير دير تائين، وائڙن وانگر بت بڻيو
اُت ويٺو رهيو، تان جو جوٽس روئندي روئندي اچي هٿ کان ورتس، ۽ هو ساڻس، ٻڌو جو
ٻڌ ٻڌيو، جيئن هو تيئن، چپ چاپ پٺ ورائي، پير پير ۾ ڏيندو، سوتي گهر هليو ويو.

ٻئي ڏينهن، غريب شخص زال کي چيو، "پنهنجي ڀاڳ ۾ جيڪو ڀاڳو آيو، سو پاڻ
کان زوران زوريءَ کسجي ويو: هاڻي هتي هٿين خالي ويهڻ سان ڪهڙو فائدو؟ وري ٻه
ڪا آني لپ ٻڌي ڏينم ته وڃي ڪنهن جبل سان ٽي مٿو ڦوڙي اچان!" زال ويچاري ٻه چا
ڪري! اٽو گهر ۾ هجيس ته ٻڌي ڏئيس! سو، وري ٻه چلهه جي ڇار جا ٻه چار ٻڪ ميڙي
ڀوتڙي ۾ ٻڌي، ڪڇي هٿ ۾ ڏنائينس، ۽ هو ٻه ڪنڌ هيٺ ڪري ساڳيا اڳوڻا پير وٺي
اُتي اڳتي هليو. ويندي ويندي، وات تي اچي وانگر مُلي وٽ راتاهو ڪيائين. ۽ سڀاڻ
تائين هن کان صبر ۽ شڪر جون صلواتون پڙهندي، ٻئي ڏينهن ٺاڪ منجهند جو وڃي انهيءَ
ساڳي وڻ وٽ دم پٽيائين، ۽ انهيءَ ٿي گهڙيءَ ويٺي ويٺي اک لڳي ويس! الله جي ڪرڻي
اهڙي، جو آهي ساڳيا ٻه طوطا - مامو ڀاڻج - ٻه انهيءَ مهل اتي ويٺا هئا. جڏهن طوطن جي
نظر هن غريب شخص تي پئي، تڏهين وڏي طوطي هن ڏانهن اشارو ڪري ننڍي طوطي
کي چيو، "سچ چيو اٿن، 'هيٺو هرڪنهن وهنو!' هتان راند هارائي، جهڙو هو تهڙو خالي
هٿين موٽي آيو آهي. ڀوتڙي ۾ اهائي ساڳي ڇار ٻڌي پئي اٿس!" تنهن تي ننڍي طوطي
پڇيو، "پوءِ، ماما، ان جو علاج!" وڏي طوطي نه ڪجهه نه پڇيو - هڪدم ڦڙڪو کائي
اتي اڏاڻو. گهڙيءَ ۾ ڪوهه قاف جبل تان پاڻ-وهڻيءَ پريءَ جي نرم نرم پيرن جا ننڍڙا
ٻه پراڻا پادر کڻي آيو، ۽ انهن کي پريان ڏُٻي جي پاڻيءَ ۾ پسائي، جهٽ جهٽ وڃي
ڀوتڙي جي پلاند کي ڇوڙي، ان جي ڇار هڪ پاسي هاري ڇڏيائين، ۽ ان جي جاءِ تي
اهي پاڻ-وهڻيءَ پريءَ جا ٻه ٻنهه آگر جيڏا پادر ڳنڍ ۾ ٻڌي ڇڏيائين! پوءِ موٽي وڃي
پنهنجي ڀاڻج جي پر ۾ مٿي وڻ تي ويٺو، ۽ چيائينس، "هاڻي ويٺي ويٺي، هيءَ تماشو ٻه
اڳو پوءِ ڏسي ڇڏج!"

اِتي هو شخص ٻه اکيون مهٽي، لڱ ساهي اٿيو، ۽ ماڻيءَ لولي پچائڻ لاءِ ڪاٺيون
ميڙي، ۽ باهڙي دکائي - جهڙو تو اٽي ملڻ لاءِ ڀوتڙي جي ڳنڍ کولي ... ۽ تهڙو پادرن
جو ٽو ٽوس تي اچي وسڪارو ٿئي! پاڻ-وهڻيءَ پريءَ جا ٻنهه آگر جيڏا پادر ڦنڊي ڦنڊي

اصل ٻوڙا ٻه ـ ڪراڙيا ڳيتلا ٿي پيا، ۽ غريب جو جيڪو ٿي هڏ چرٻو، سو ٿي سڻي ڪَٽي
موٽ ڪيائون. هـن جي هٿي، جا دانهن مٿان دانهن ٻٽي ٻَٽي ـ جي، "گهوڙا، مون کي
ڪهڙيءَ ڪنيءَ ڪنيو؟ مون پاڻ سان پاڻ ئي ڪيا! سچ چيو اٿن 'جهڙي ڪرڻي تهڙي
ڀرڻي!' "... اتفاق جي ڳالهه اهڙي ٿي، جو اڃا هن ائين چئي بس ئي ڪين ڪئي، ته پادرن
مُنهِي وچي پنهنجي اصلوڪي شڪل ورتي، ۽ نه تو ڏٺو نه مون ڏٺو ـ موئي، چپ چاپ
ٻوتڙي جي پلاند ۾ چنبي هٿي پنجي رهيا! هن کي حيرت وٺي وئي ته آخر هيءَ ڪهڙي
ماجرا ٿيا ڳنڍ کوليم ته موچڙا وسي ويا. ۽ چيم 'جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي'، ته چڻ
هٿ ۾ وٺي انهن کي ڪنهن جهلي بيهاري ڇڏيو! ائين سوچي، هن ٻوتڙي جي پلاند کي
ڪٽي ڳنڍ ڏني ... ۽ پوءِ، دير دير سان، ڪو ڪرڻ لاءِ، ڪٽي ٿو جو آن کي وري ڇوڙي،
ته آهي ئي اڙنت جيڏا ڏوٽ سڪل ڪرڪڻ وريو ٿا اڇيو وٺنس! بس، پوءِ ته الله ڏني،
ڀلهو سهي! وري به جڏهن چيائين "جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي"، تڏهن وڃي جند ڇٽيس!
اِتي هن کي پنهنجي ملڪ جو بادشاهه سلامت ياد اچي ويو، جنهن ڪانئس آلهه تلهه ڪسي
صفا سچو ڪري ڇڏيو هو، ۽ اهو ڪجهه ڪسي ورتو هو، جنهن تي هن جو جيابو هوا ۽ پوءِ هن
دل ۾ ڪجهه سوچي سُرڪيو، ۽ ٻوتڙو ڇيلهه سان ٻڌي انهن ئي پيرن تي الٽي ٻوٽي موٽيو.
رات وري به هو شخص وڃي وات تي مُلي جو مهمان ٿيو. خير جون خبرون چارون
ڏيندي وٺندي، ملي کي چيائين، "سائين سڳورا، آهي برابر اوهان جي ڳالهه واڳر هيءَ
ٻندو عيبدار گنهگار، پر اوهان ليڪن نمازين جي دعا سان اڄ وڃي قسمت ورايو پيو وڃان!"
ملو ٻنهه مات ۾ پنجي ويو، ۽ ڳالهه دل ۾ ڳتي سمهي رهيو. پر لنڊ جنهن جو لالو، سا ملي
کي اچي ٿي لڳ. پاسن تي پاسا اٿلائيندي، جڏهن ڏٺائين ته هو همراهه ننڊ ۾ ٻنهه الوٽ آهي،
تڏهن پير پير ۾ ڏيئي، وڃي هن جي ٻوتڙي ۾ هٿ وڌائين؛ ۽ کڻيس ٿي جا ڪٽي سو آهستي
آهستي جهلي ٿـو ڪٽي آن جي ڳنڍ کولي ... پوءِ ته مُلي سان محشر مچي ويا! سچو ڳوٺ
اچي ميڙ ٿيو. ڪنهن کي جرئت ڪانه ٿئي جو ملي کي ڪٽي ڇڏائي. هو موچڙن جو ڏئي نـه
ملي جي پورين ئي ڪُوڪَر تي الٽي ويٺو هو، پر اهو ويچاري ته ملي کي پڪ ئي پڪ ڪنيءَ
جي هيرَئي هيءَ ڏينهن ڏيکاريو هو، ڪجهه ڏم جهلي ويهي رهيو. آخر جڏهن ملي جي
ٻنهه دل تي مرمت ٿي چڪي، تڏهن وڃي ملي جي پرسان پيئو، ۽ چيائينس ته "حضرت! ڪُٺي
مِلي، ڪين موچڙا ميا؟ هاڻي چؤ، 'جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي'، تـه ڪٽي وڃي ڪا جند
ڇُٽي!" پوءِ، جڏهن ملي ائين چيو، تڏهن وڃي ويچاري تان آفت ٽري!

ٻئي ڏينهن ٻوئين پهر، هو شخص اچي پنهنجي ڳـوٺ واپس پهتو، ۽ زال کي ٻوتڙو
هٿ ۾ ڏيئي، چيائين "هن کي قابو ڪري رک! خدا گهريو آهي ته ويـل پاڳ ورائي
وجهنداسون"! پر جوئس کي به هو ڪو لڳن ۾ سور، سو ڪنيو ئي ٻوتڙي جي ڳنڍ کولي!
پانيائين ته "هن پيري، اڃا ئي ڪا ٻي سٺي سوغات هن ۾ ٻڌل آهي!" پوءِ ته جيڪا هن
ويچاريءَ سان ٿي گذري، سا ڇٽي چا ٻڌائجي! جيسين مڙس هن جون رڙيون ٻڌي، در ڪان

اندر ٿي نه ٿي، تيسين موءِ ويچاري ڪنجي، ڏيڍي، ٻٽ تي ڪري پئي، ۽ موچڙا هڻ،
جن جي مٿانئس ست ستان لڳي پئي هئي! ليڪن مڙس ٻچي ڪا واهر ڪيس، نه ته ٻنهي ٻچ ٻچ
ٿي وڃي ها.

ٻئي ڏينهن سوير صبح جو زال مڙس ٻئي صلاح ڪري گهران نڪتا، ۽ وڃي بادشاهه
سلامت جي دربار ۾، دربان سان گڏ، پري در تي، هٿ ادب جا ٻڌي ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري،
بيهي رهيا؛ تان جو دير دير کان پوءِ بادشاهه جي نظر مٿن پئي، ۽ حڪم ٿيو ته هڪدم
کين حضور ۾ حاضر ڪيو وڃي. پوءِ اهي ويچارا ڏڪندا ڏڪندا، ٻه قدم اڳتي ته هڪ قدم
پوئتي ڪندا، آخر وڃي مالڪ ملڪ جي منهن مقابل ٿيا، ۽ عرض ڪيائون "حضور! اوهان جي
سر ٻخت جو خير هجي! اسين اوهان جا ابي ڏاڏي پيسين گولا غلام - اوهان جي بادشاهيءَ ۾
ويٺا الله الله ڪيون! عرض ڪرڻ جي اجازت ٿا گهرون!" وزير، تنهن تي ڪاوڙ منهن ڪري،
ڇڙٻ ڏني، چيئين: "اها اجائي بڪ بند ڪيو - جيڪي گهرڻو هجيوَ سو گهرو!" غريب شخص
وک اڳتي کڻي، بادشاهه سلامت ڏانهن ٻنهي هٿن ۾ پنهنجو پوتڙو ڊگهو ڪري، چوڻ لڳو،
"اي هيڻن جا حاڪم، اسان مسڪينن جي قسمتن جا مالڪ! سائينءَ جن لاءِ هڪڙي سوکڙي
آندي اٿئون - قبول پوي ته پيش ڪريون! هونئن ته بادشاهن وٽ سوکڙين جو ڪال ڪونهي؛
پر هيءَ هڪڙي بنهه نرالي چيز آهي! ايامن کان ٻڌندا ٿا اچون ته بادشاهن جون بادشاهتون
هلنديون ئي هن شيءِ تي آهن!" ائين چئي، هن وڏي پنهنجو پوتڙو بادشاهه سلامت جي
پيرن ۾ رکيو، ۽ عرض ڪيائين، "جي تڪليف نه ٿئي ته حضور جن پنهنجن هٿن مبارڪن سان
پوتڙي جي ڳنڍ پاڻ ڇوڙين - سائينءَ جن ڏسندا ته تنهن ڏينهن واري ڪُڻي به ڪُڻي هئي،
پر هيءَ شي تنهان نه ڪا ٻي شي آهي!" دربار جي سڀني اميرن وزيرن جا وات ڦاٽي ويا،
۽ سڀني جون پوتڙي جي ڳنڍ ۾ اکيون کپي ويون! اتي ۾ بادشاهه به هٿ وڌائي ڳنڍ
کڻي ڇوڙي! بس پوءِ ڳنڍ جو هو ڇوڙڻ، ۽ موچڙن جو هو مچرڻ - مڙي سان وڃي سنجي،
بادشاهه جي پرٻل کوري ٻت تي ور ور ڪري اچي ٿي ڪِريا! چوڌاري هنگامو مچي ويو.
بادشاهه جا رالياڻ مٿان راليات - ڪير جو وچ ۾ پوي! جيڪو پيو ويجهو وڃي، سو پيو سنجي!
بادشاهه هو، جو جيئن نه ڪنهن کي چيلا ٿا چنبڙي وڃن، ۽ ساري جو سارو پوءِ ٻٽ-کوهه
۾ پنجي وڃي، بلڪل تيئن بادشاهه سلامت تي به موچڙن جي اها ته وٺ وٺان هئي، جو
الامان والحفيظ! پادرن جا اهي ته زيت هنا سندس جسم مبارڪ تي، جو سڄو سارو سُڄي
سُڄي بنهه ٻٺو ٿي پيو! ڪير جو سندس دانهون ۽ ليلاڙون ٻڌي - چي، "مون توبهه ڪئي!
جهٽ ڪريو... ڪُني موٽايو، ته ڪا جند ڇنيم...!" تنهن تي، ڪُنيءَ جي ڳنڍ ته الهيءَ ٿي
گهوڙيءَ ڪجهي اچي مالڪ کي ملي؛ پر پاڻ-وهيٺيءَ پريءَ جي پادرن ڪسي ڪير جهلي؟
تنهن وچ ۾، آس پاس جا ڪمي ڪاسبي، هاري ناري سڀ اچي مڙيا - ۽ بادشاهه جي هيءَ
درگتي ڏسي، سڀني جا منهن سرها ٿي ويا، ۽ دل ۾ چيائون، "مٺي، پاڻي مولا جا...
الاج ايابون اسين - ۽ ڪنيون ڪائين پيا! اڳتي ائين ڪولہ ٿيندا هاڻي، هٿين خالي اسين به ناهيون!"

# هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته......

## دنيا-رنگين ۽ ڪلور.

-ساڳئي قسم جي بي درد ڪٿڻي پڌڻ سان، اڄ وري هڪ ورهين جو پراڻو واقعو دل تي تري آيو اٿم.

١٩٤٢ع جي "هندستان ڇوڙدو" واري تحريڪ جو زمانو هو. آڪٽوبر مهيني ۾ ضلعي جيل ڪراچيءَ ڏالهن وڃڻ ٿيو- منهنجو جيون-ساٿي سرڪار نامدار جو معزز مهمان هو. ان ڏينهن پندرهن ڏينهن واري ملاقات ملڻي هئي. مان حاطو پار ڪري جيل جي شاهي ڦاٽڪ کان ذرا دور ٿي هوس، ته منهنجي سون کي ڏسي ورتو ۽ مشڪندي چيائين، "اوهين فلاڻيءَ جا-گهوٽ آهيو نه! اصل پوري پندرهين ڏينهن اچي لڪاءَ ڪيوائو. ڇڱو اوهين ملاقتين جي جي ڪمري ۾ ترسو ته اوهان کي ياليهي سڏ ٿيندو."

آءٌ ڪمري ۾ گهڙي پس، ته اتي ست اٺ ٻيا مسلمان ڀائر به ويٺا هئا. مان ٻاسي واريءَ بينچ تي ويهي رهيس-پنهنجي ئي خيالن ۾ محو- جنهنڪري هنن سان نه بات چيت ٿي، لڪي سندن وچ ۾ هلندڙ گفتگوئي منهنجي ڪنين پيئي.

ائين ئي ڏهن منٽن کن ۾ هڪ جمعدار زور سان پُڪارڻ شروع ڪيو، "موسي (لالو ته اهوئي ٿي ورتائين!) جوابدار جي مائٽن مان ڪو حاضر آهي؟"

ملاقتين جي ڪمري ۾ ويٺل ڀائر نڪري ٻاهر ٿيا. مان به پنهنجي ملاقات جي باري ۾ وڌيڪ جاچ ڪرڻ لاءِ ٻاهر لڪتس. هنن ڀارن جي چهرن جا رنگ اُڏيل هئا ۽ ڪنهن سخت مالسڪ پيڙا ۾ ٿي ڏٺا. هنن کي ڏسندي جمعدار شروع ڪيو، "ڀائي اوهين آهيو نه موسي جا مائٽ-موسي کي سويل صبح جو ڦاسي ايندي- اوهين ائين ٻجي الدر اچي لاش کڻي ويندا." پر هن هي سڀ اهڙي نڪڙي ۽ اڻاتري نوع ۾ چيو، ڄڻ ڪو ڀائيءَ جو جوڙو ڪلاس تي هاريائين!

موسو به ته ڪنهن ماءُ جو لخت جگر هوندو- ڪنهن ڀاءُ ڀيڻ جو پيارو ڀاءُ هوندو- ڪنهن عورت جو جيءُ جيار خاوند هوندو- ڪنهن اولاد جو مٺڙو ابو هوندو! پر جمعدار جو ڄڻ ته انهن ڳالهين سان ڪو پرپوجن ڪونه هو. هن کي ته پنهنجي ڊيوٽي ڪرڻي هئي، جا هن هڪ بي احساس مشين وانگر ٿي ڪئي. دنيا ڪهڙي نه رنگين-۽ وري ڪهڙي نه ڪلور آهي!

-گوبند ڀاٽيه، الور (راجستان)

---

آءٌ ڪپڙي تعلقي جي پير ڳوٺ طرف وڃي رهيو هوس. مون سان گڏ هڪ ساٿي به هو، ٻه وات جي خبر پوري هن کي ٻه ڪالهه ٿي پئي. پرسان ڪي غريب هاري ڪم ڪري رهيا هئا. کانئن پير ڳوٺ جو ڏس پڇيوسون. ڏس پئي ڏسيائون، ته سندن ماني ڪچي آئي.

”ادا، اچو ته ماني کائون!“ هڪ چيو.

”نه ادا، شل خدا خوش رکيوَ! اسين پير ڳوٺ وڃي کائينداسون.“

ٻئي هڪدم رڙ ڪري چيو، ”اڙي مهمان جو وس، جو ماني نه کائين! وارو ڪر- جهلين کهوڙن جون واڳون!“

هنن جي انهيءَ هڪماهڪيءَ صلاح کهوڙن تان لهڻ تي مجبور ڪيو. پير ڳوٺ ۾ ته ڪڪڙ جي پُلاءَ ملڻ جي اميد هئي؛ پر جيڪو مزو هنن محبت ڀرين ڏوڏن ۽ لسيءَ ڏنو، سو به سڄي عمر ياد رهندو!

۽ وڏي ڳالهه ته سندن صلاح ا چي، ”مهمان جو وس، جو ماني نه کائين! اڙي، جهلين کهوڙن جون واڳون!“

—م. ع. ڏيپلائي.



# ٣

چولدا آهن ته "آفتاب آمد دليلِ آفتاب" يعني سچ جي ثابتي ته خود سچ آهي، ان کي ڍڪڻ لاءِ ڪيترو لڪائي سگهبو: تنهن حقيقت جي روشني ڪڏهن به دائمي طرح دٻجي نٿي سگهي. دانشمندن جا دشمن به ليڪ انهيءَ معلومات جا قائل ٿيڻ تي مجبور ٿين ٿا، جا صحيح هجي - جو ته اها انسان ذات لاءِ فائديمند هوندي آهي، انسان کي اونده مان ڪڍي سوجهري ۾ آڻيندي آهي.

انسان کي ڪڏهين به چمڙي وانگر اونده کي پسند رکڻ نه گهرجي. جيڪڏهين روشني انسان جي وس ۾ نه هجي، ته به اونده کان نفرت ڪرڻ ته لازم آهي. اها نفرت ئي اڳتي هلي ليڪ انسان کي اونده کان نجات ڏيندي ۽ انسان کي انهيءَ روشنيءَ جو ڏس ڏيندي، جا حاصل ڪرڻ هر انسان جو پيدائشي حق آهي.

دنيا جا اونداها گوشا اڄ به اهڙن انسانن سان پريا پيا آهن، جي غارن ۾ ۽ جهنگلن ۾ رهن ٿا، جن جي جانورن سان ئي اٿ ويهه آهي، جي پنهنجي وحشانيت ۾ ئي مگن آهن - اهو ڇو؟ هن ڪري، جو هنن ۾ روشنيءَ لاءِ تڙپ اڃا پيدا ڪانه ٿي آهي، هو اڃا انڌيري تي ئي قانع آهن. قدرت انهن کي ئي سوجهري ۾ آڻي ٿي. جي سوجهرو چاهين ٿا، جي وهم ۽ حقيقت ۾ تميز ڪرڻ جي پاڻ ۾ لياقت پيدا ڪن ٿا.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي

# ادب يا ساهت ڇا آهي؟

رواجي پڙهيل ماڻهو، جن جا ويچار ادب يا ساهت جي باري ۾ اڪثر ”ڍنڍلا“ هوندا آهن، تن کان پڇبو ته ادب ڇا آهي، ته في الحال منجهي پوندا ۽ آخر هٻڪي ورائيندا: ادب آهي... ڪتاب! پوءِ جي وڌيڪ سوال ڪبو ته ڪتاب ته سوين هزارين هر ٻوليءَ ۾ لکجن ٿا، پوءِ آهي سڀ ادب ٿيا ڇا؟ ته جواب ملندو: ادب آهي... سٺا ڪتاب. پر سٺا ڪتاب ته ڪي ڪنهن لاءِ سٺا، ڪي ڪنهن لاءِ سٺا — هر پڙهندڙ جي پسندي نرالي؛ اهو به ته ادب جو پورو بيان نه ٿيو. آخر ڪو سمجهو تعليم يافتو ٺيڪ اُتر ڏيندو: ادب آهي...... اوچا ڪتاب، اعليٰ ڪتاب. يعني ته ڪنهن ٻوليءَ جو ساهت آهي اُنهن اعليٰ ڪتابن جو خزانو، جن ۾ ادبي ڪماليت حاصل ڪيل هجي. هاڻي ڏسون ته اُها ڪماليت ڇا ڪتابن کي ساهت جو درجو ڏئي ٿي، سا ڪهڙين خاصيتن ۾ سمايل آهي.

## عالمگير دلچسپي

ادب جي پهرين خاصيت آهي تہ اُن ۾ عالمگير دلچسپي سمايل هجي. يعني تہ اهي ڪتاب ادب جو درجو رکن ٿا، جن ۾ نه فقط ڪنهن خاص ملڪ يا فرقي جي ماڻهن لاءِ دلچسپي پيدا ٿئي، پر اهي، جي ساري جهان جي پڙهيل ماڻهن کي پسند پون. جي ڪو ڪتاب صرف انگريزن کي وڻيو ۽ هندستانين يا پاڪستانين کي نه وڻيو، يا هندن کي وڻيو ۽ مسلمانن کي نه وڻيو، ته اهو ادبي ڪتاب نه چئبو. تنهنڪري ئي ساهت سرو ديسي يا عالمگير آهي. نه فقط ايترو، پر جي ڪو ڪتاب اڳاڻي زماني ۾ پسند پيو ۽ چالو وقت ۾ نه آڙيو، يا صرف هاڻوڪن پڙهندڙن کي وڻيو ۽ آئيندي جي لوڪن ۾ دلچسپي پيدا نه ڪيائين، ته اهو به ادبي ڪتاب نه ليکبو. يعني تہ سچو ساهت هر ملڪ ۽ هر وقت جي پڙهندڙن لاءِ وڻندڙ آهي؛ ساهت مڪان ۽ زمان جي پابندين کان ٻاهر آهي.

## زندگيءَ جي ترجماني

ادب ۾ اهڙي دلچسپي پيدا ٿئي تنهن لاءِ هڪڙو ٻيو شرط ضروري آهي: ته اُن ۾ زندگيءَ جي ترجماني ڪجي، يعني منجهس زندگيءَ جي نرالين گوناگون رواجن جا چٽ چٽجن، جي

هر انسان، جو زندگي بسر ڪري رهيو آهي، تنهن ۾ چار آثارين – ۾ نه حياتيءَ جون آهي
عارضي روايتون يا آهي مسئلا، جي اڄ آهن تہ سڀاڻ حل ٿي ويندا ۽ ڪجهہ پيا لڳندا،
پر آهي دائمي حقيقتون، جي ڪڏهن بہ پرائيون نہ آهن ۽ سدائين دلڪش رهنديون. مثلاً گهڻا
ٽٽا ڀڪتي، اقتصادي ۽ سياسي مسئلا، جن جي حاضر زماني ۾ عارضي اهميت آهي، سي وقت
ئي سلجهي ويندا، ۽ آئيندي لاءِ انهن جي خالي تاريخي يادگيري رهندي ۽ نہ ادبي اهميت.
ياد رکڻ کپي تہ اهي جزوي تاريخون آهن، جي عام زندگي سان واسطو رکن ٿيون ۽
عبارت جي لحاظ کان ادبي درجو رکن ٿيون. ڀڪتي ۽ سياسي مسئلا بدليا رهن ٿا؛ پر
زندگيءَ جا دائمي اصول (سچ، سونهن ۽ نيڪي) ۽ انساني سڀاءَ جا مسئلا (پيار، ڌڪار،
فخر، حسد وغيره) – اهي ئي آهن جي دائما قائم رهندا، جن جي آڌار ۽ ڪوجنا ادب کي
سدائين امر بنائي ٿي.

## فنائتي نمائش

ادب جي ٻي خاصيت آهي زندگيءَ بابت عالمگير ويچارن جي فنائتي نمائش يا پيش ڪرڻ
جو طريقو. نمائش جا ٻہ مکيہ جزا آهن: بناوت- يعني خيالن جي رٿا ۽ جوڙجڪ، ۽ عبارت-
يعني لفظن جي سهڻي چونڊ ۽ ملاوت. ادب جا اهي ٻئي پهلو اهم آهن، جن کي سرگواسي
لعلچند جڳتياڻيءَ جي گفتي موجب سنڌيءَ ۾ مال ۽ رومال چئي سگهجي ٿو. ليڪن ۽ سندن
لکڻين جو ادبي اندازو يا ساهتڪ ڪَٿ ٻنهي انهن ٻن پهلن جي لحاظ کان ڪرڻ گهرجي.
البت مال جي اهميت وڌيڪ آهي، ڇو جو مال ڏاران کهڙو بہ سهڻو رومال ٺلهو رهندو؛
پر کهڙو بہ مائيدار مال، جي سندر رومال ۾ نہ ويڙهيل هوندو، تہ پري بار ٿي پوندو.
زندگيءَ جون کهڙيون بہ دلچسپ روايتون، جي ڪلاڪاريءَ سان پيش نہ ڪيون وينديون،
تہ ادب جو مرتبو نہ ماڻي سگهنديون. جيوت جي گوڙهن مسئلن بابت ڪيڏا بہ اڻگ اکر
ڪٿا ڪجن ۽ دليل بازي ڏيکارجي، پر جي انهن ڪوجنا کي پيش ڪرڻ جو فنائتو طريقو نہ
هوندو، تہ اهو فقط نعاري تي ڏونکي وارو پرچار ٿي پوندو ۽ نہ ساهت جي مڌر
مرليءَ جو آلاپ.

## ساهت ۽ وگيان (سائنس)

هيءَ ڪائنات ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي: انسان ذات ۽ قدرت. جيئن انسان ذات کي زندگي
آهي، تيئن جڳ- مشهور سائنسدان ڊاڪٽر بوس ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ قدرت کي بہ
پنهنجي زندگي آهي. انساني زندگيءَ بابت علم کي ساهت ٿو چئجي، ۽ قدرتي زندگيءَ بابت
علم کي وگيان ٿو چئجي. ساهت جيوت جي نيمن کي ڄاڻڻ ۽ انهن انوسار هلڻ ٿو ڏيکاري،
۽ وگيان قدرت جي قانونن کي سمجهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ ٿو سيکاري. هاڻي سوال آهي
تہ ڪيتري قدر سائنس ساهت جو درجو حاصل ڪري سگهي ٿي؟ ان جو جواب بہ ساڳيو آهي
جيڪو تاريخي ڪتابن بابت ڏنو ويو. جهڙيءَ طرح خشڪ تاريخي واقعا ۽ انگ اکر، زندگيءَ

مان وابسته ڪرڻ سان ۽ سهڻي نموني ۾ پيش ڪرڻ سان دلچسپ بڻائي ٿا سگهجن، تهڙيءَ طرح جيڪڏهن وگياني کوجنائن جو پڻ انساني زندگيءَ سان تعلق پڌرو ڪيو ۽ انهن کي فناڻي بناوت ۽ عبارت ۾ پيش ڪيو، ته اهي ڪتاب پڻ ساهت جو حصو ٿي سگهن ٿا. پر اهڙو وگياني ساهت هت اڃا تاريخي ساهت کان به وڌيڪ ڏرلڀ آهي. عام طرح ساهت ۽ سائنس هڪ ٻئي جا ضد سمجهيا ويندا آهن؛ ايتري قدر، جو سائنس جا ڪتاب فقط سائنسدان ئي سمجهي سگهندا آهن؛ پر ساهتڪ ڪتابن ۾ نه رڳو پڙهيل ماڻهو، پر خود سائنسدان به چاهه وٺندا آهن، ڇو ته آخر اهي به ته پهريائين انسان آهن پوءِ سائنسدان. درحقيقت هر انسان کي پهريائين ساهت مان جيوت جو گيان پراپت ڪجي، پوءِ جي من ۾ اچي، ته وگيان ڏانهن وک وڌائڻ گهرجي.

## ساهت ۽ سکيا

اڳاڻي زماني ۾ جڏهن "ملڪ ۾ کير ۽ ماکيءَ جون نديون وهنديون هيون" تڏهن ادب جو واحد مقصد هوندو هو "فرحت". اُن اصول کي چوندا هئا "فن براءِ فن،" يعني فن جو مقصد فن ئي آهي، جنهن مان صرف موج پرائجي؛ پر جڏهن زندگيءَ جي ڪشمڪش وڌندي ويئي ۽ جيوت جي هر راهه ۾ مسئلا ۽ مشڪلاتون ايندا ويا، تڏهن ادب کي انهن مسئلن طي ڪرڻ جو واهڻ بنايو ويو. ادب جو مقصد "فرحت" مان ڦيرائي "سکيا" ڪيو ويو، ۽ "فن براءِ زندگي" جو نئون اصول جاري ڪيو ويو، يعني فن جو مقصد آهي زندگيءَ کي پيش ڪرڻ ۽ سڌارڻ. انگريزي شاعر ۽ نقاد مئٿو آرنولڊ وري نئون اصول ٻڌايو ڪيو: "فن براءِ اخلاق،" يعني فن جو مقصد آهي اخلاق سيکارڻ. آرنولڊ ته انهيءَ اصول کي اهڙيءَ حد تي کڻي ويو، جو مرڳوئي شعر بابت به چيائين: "شعر آهي زندگيءَ جي نڪته چيني." هاڻي، جيڪڏهن شعر جهڙي تصوري ادب ۾ پڻ زندگيءَ کي سڌارڻ لاءِ ان جي نڪته چيني ڪرڻي پئي، ته ادب جي ٻين نثر وارين شاخن جهڙوڪ ناول، ناٽڪ، آکاڻيءَ وغيره ۾ ته جاني زندگيءَ جي نڪته چيني ڪرڻي پوندي. پر شرط اهو آهي ته اها به جيڪڏهن فناڻي نموني نه ڪئي ويئي، ته وري به ادب کي پرچار ۾ مٽائي ڇڏڻ جو انديشو آهي. تنهنڪري سچو اصول انهن ٻن حدن جي وچ ۾ آهي؛ يعني ادب جو ٻٽو مقصد آهي فرحت سان گڏوگڏ سکيا ڏيڻ ۽ جيوت کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

تحقيق، حياتيءَ جا الجهن اڄ اهڙا ڳهاٽا ٿي ويا آهن، جو جديد ادب مان فرحت ته خير ڪانه ٿي حاصل ٿئي. پر ايندڙ زماني ۾، جڏهن زندگي نياءَ ۽ نيتيءَ جي پايي تي قائم ٿي ويندي، تڏهن تنين ساهت مان به هن کي اصلوڪي فرحت اوس حاصل ٿيندي. باقي سکيا جي ضرورت پوي، ته اها به اهڙي خشڪ طريقي نه ڏيڻ کپي، جئن ماستر يا ملان وعظ ڪندو آهي؛ پر اڻ سڌيءَ طرح، فنڪاريءَ جي نوع ۾ ڏيڻ کپي، جئن پڙهندڙن ۾ دلچسپي پيدا ڪري. اهڙي سکيا ڀريل ساهت دواران ئي، عمر خيام جي اکرن ۾: "زندگيءَ جي هن بيڪار سرشتي کي چيهون ڪري، تنين قالب ۾ وجهي، زياده دلچسپ بنائينداسون."

جهمٽ مل خوبچند ڀاوناڻي

# رس ۽ ڀاو

(هڪ پراچين هندي پستڪ تان ورتل)

پنڊت برج موهن ڪالي هڪ اردو ادبي عالم چيو آهي ته ”سخن جو ميدان هڪ اهڙي جڳهه آهي جتي مسجد ۽ مندر، گبر ۽ مسلمان، شيخ ۽ برهمڻ – سڀ برابر آهن!“

اهڙا ويچار ته اسان سنڌين جي نس نس ۾ سمايل آهن. وقتي ورهاڱي جو واءُ جيڪو لڳو، سو چڱو. هاڻ جيڪي جيتي آهيون سي تيتي، ڌڌي سيني سان سوچي، محسوس ڪريون ٿا ته اسين سنڌي، تعصب کان ٻاهر آجا آهيون. نامراد ڪو سنڌي هيندو هوندو، شاهائو شاهه عبداللطيف، جنهن جي دل جو دائمي بادشاهه نه هوندو. آهي اهڙو ڪو سنڌي مسلمان اديب ڪونه سڄاڻان، جنهن جي دل ۾ سامي جي سلوڪن پڙهندي، آسنگ نه آئيا. دلپت هرهڪ سنڌي مسلمان جي دل ۾؛ روحل هرهڪ سنڌي هندوءَ جي رڳ ۾. سونهاري سچل اهو جو چيو ته

”ٻيي هرڪائيي، ماءُ ٻيءَ جائيي،
هيسر عشق دي جائيي“.–

سو، اسين سنڌي سڀ، هيسر مثل، سڪ منجهان ٿي سرجيتل آهيون. پاڪستان سان اوهين اتي جا وفادار؛ ڀارت جا اسين هتي وارا راڄ ڀڳت. اهو هرهڪ جو اهم فرض ۽ مکيه ڳڻ: ٻر، توهين به سنڌي، اسين به سنڌي. ساهت ۾، اوهان جو يا اسان جو، آتي جو يا هتي جو، آهي ٿيي ڪين. جي جتي سي تتي؛ ٻر سنڌي ٻولي سڀن جيي، سنڌي ساهت سڀن جو. جيڪي ڀاو اوهان جي هردن اندر، سي ئي آسنگ اسان جي دلين اندر. اوهان جا سعيا، اسان جا سجايا. اسان جو، سوني اوهان جو. سنڌي ادبي بورڊ اسان جو، سنڌي ساهت سڀلن اوهان جو.

سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهت بنسبت، جيڪو آدر اوهان ڀاسي ٿئي پيو، ان سان، اسان هتي وارن سڀني جي ڪهڙي دلچسپي آهي. ادب جي پاڪ درگاهه تي اسان جو ناقص نذرانو، ساهت جي اوچ آستان تي اوهان جي پشپ پيتا – منجهن رتيءَ ماتر به ڀيد ڪونهي. سنڌي



"قدرتي ڏيک"

— چترڪار: ڪاظمي

سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ.

ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهت کي مالا مال ڪرڻ جي ساگري، اوهان کي يا اسان کي، جنان ڄڻڻ، جيڪا جڙي سا ڪارگر. عربيءَ يا پارسيءَ مان جيڪي ٻڌ پوڻن، سو سڀاءِ؛ سنسڪرت يا هنديءَ مان جيڪي حاصل ٿيندن سو ٺيڪ. اوهان کي ۽ اسان کي نيتُ اها اونَ ته ٿئي اسان جي سنڌي زنده رهي. ساڳئي وقت، سنڌي ساهت کي مالا مال ڪرڻ ڪاڻ، جيڪا سامگري اوهان کي ۽ اسان کي هٿ اچي، سا هڪ ٻئي جي حوالي ڪرڻ ۾ اهو آسنگ اچڻون، جو، پاڻ ۾ سک وند ٻنڌي حاصل ڪن!

مٿين ويچارن جي مدنظر، ڀارت جي هڪ پراچين ساهت ڪلاڪار، "رَس ۽ ڀاو" بابت جيڪي چيو آهي، ان جو ترجمو پيش ڪجي ٿو. شاعر جي دل اندر جيڪي آسنگ آئن ٿا، جيڪي ڀاوَ آٿن ڏين ٿا، تن جو اڀياس ڪري، وڪيانڪ نموني ۾، انهيءَ پراچين ساهت ڪلاڪار، پنهنجي پستڪ - ٽالي "ڪاويہ پرڪاش" يعني "شعر جو نور" - منجهہ، جيڪي ڄاڻايو آهي، ان وشيہ تي، انگريزيءَ ۾ گهڻوئي پڙهيو هوندوسين، پر سنڌي ٻوليءَ ۾ ان وشيہ تي ڪجهہ بہ موجود نہ آهي. عربي يا پارسيءَ ۾، شعر جي نقادن، انسان جي دل جي آسنگن بابت، عالماڻي نموني ۾ ڪجهہ لکيو آهي يا نہ، تنهن بابت ڄاڻ نہ اٿم. پر، جنن مٿي چيو، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهت کي مالا مال ڪرڻ جي سامگري جتان ٻڌ پوڻن اتان سڀاءِ. البت، سنڌيءَ ۾ اهڙن وشين تي لکندي، اکرن جي اڻاٽ محسوس ٿئي ٿي. هن ترجمي ڪندي، مرحوم پرمانند ميوا رام جي ڊڪشنرين کان گهڻي مدد ورتل آهي - تہ بہ، اکرن جي اڻاٽ اڏو هئي، جنهن سبب، ڪيترا هندي لفظ ڪتب آندل آهن. سمجهڻ ۾ ڪجهہ سهوليت ٿئي، ان لاءِ، سندن هم معنيٰ لفظ انگريزيءَ ۾ ڏنا ويا آهن.

لڳ ڀڳ هڪ هزار ورهيہ اڳي، ڀارتي ساهت جي سنسار ۾، هڪ مها جوتي سورج پرگهٽ ٿيو، جنهن پراچين اِتهاسڪ ستارن کي تيج-هيڻ بڻائي ڇڏيو. هماليہ جي گود ۾، برهمڻ ڪُل منجهہ، "پنڊت مَمَٽ" جنم ورتو. اهو سمو هو جڏهن ساهت ڪلاڪارن جي پدوي اوچ هئي. جيئن عربستان ۽ ايران ۾، ملڪن جا مالڪ، اديبن جا مريد هئا، تيئن ڀارت ۾ بہ، ڪوين ۽ ساهت ڪلاڪارن اڳيان، راجائن ۽ مهاراجائن جو نياز هو. پنڊت ممٽ کي تہ چولدائي هئا "راجانڪ" ممٽ، يعني، "راجا مثل" ممٽ. سندس مکيہ پستڪ آهي "ڪاويہ پرڪاش". شاعر، پنهنجي شعر ۾، ڪهڙا ڀاوَ پرگهٽ ڪري ٿو، ۽ انهن سبب، منجهانئس ڪهڙو ڪهڙو رَسُ پڙبي ٿو، اهو مضمون پڻ ڪاريگريءَ سان نباهيو اٿس. چوي ٿو تہ

"شاعر جي دل اندر، جيڪي بہ اسٿائي ڀاوَ*، يا بنيادي آسنگ آهن، سي هيٺين لسن جا ٿين ٿا:

*Primary or Basic Emotions.

۱- ربِي، ۲- هَسِي (مذاق)، ۳- شوڪُ (دڪ)، ۴- ڪروڌ (غصو)، ۵- اُتساهہ، ۶- ڀَوُ، ۷- ڪراهت، ۸- وسِمَئِي (عجب)†.

"انهن ٻاون ڀاندر، شعر منجهہ هيٺين علحدن قسمن جو رَسُ†† ٿئي ٿو:
۱- شرنگار رس، ۲- هاسيہ رس، ۳- شوڪ رس، ۴- ڪروڌ رس، ۵- وير رس، ۶- ڀيانڪ رس، ۷- ٻيڀتس رس، ۸- آدڀُت رس (اچرج)†

## شرنگار رس1:

"شرنگار رس ٻن ورگن 2 جا ٿين: هڪڙا جيڪي سنجوگ (وصال) مان آتپن، ٻيا جيڪي وبوگ (فراق) مان آتپن ٿين. سنجوگي شرنگار رس جا وري 'وڀاو' 3 اهن. آهي ايترا آهن، جو ڪين، سندن خاصتين ڀاندر، اپ-ورگن 4 ۾ ورهائڻ ڪين آهي. تنهنڪري، چئجي ڪئي ته اهي مڙيئي هڪ عام نموني جا آهن ۽ رڳو ڀانت ڀانت جي رڌن ۾ پرگهٽ ٿا ٿين-جئن ته جهاتي پائڻ، سهلائڻ 5، سيڻون آڇڻ، ۽ ٻيا. سنجوگي شرنگار رس پرڀل ڪوتائن جا ڪي مثال هي آهن:

۱- استري وڀاوُ"6:

"سيج پلنگ تي سُتَل ٿي.
هيءَ آئي. نيڻ هيڏانهن، نيڻ هوڏانهن، ليڻ پڪڙي.
سانت سانت ۾، ڊپ ڊپ سان، اچي پلنگ پيڙي ٿي.
آکڙين سان ڪوچ وڌائين پيءَ جي چهري ۾.
۾ هن جو ڪيگ اهڙو، جڻ ته هجي اکوور ننڊ ۾.
مُک پيڪيو ٻائيس مُکَ سان، پورن نيڊرتا 7 سان.
هُن جي چهري تي اُالڪ آئي ڪنپُ 8، ۽ جهڻڪي: لالائي، ۾ اُتلڪي.
هيءَ ٿي وئي لڄ ۾ لالُ، ۽ ڪنڌُ ٻيٺس هيٺ ڏورڪي.
ٻوءِ، موت ۾ وسڪارو، جا جو؟"

"۲- پُرش وڀاوُ 9

"۱ ' اي سرگهہ نيني! وجهي چوليءَ 10، وجهہ چنبين، 'ايترو چئي، جنهنءَ سان ڇهيائين چوليءَ جي ڪنهين ڪي. سندر ناريءَ جي ڳالهہ تي پرگهٽ ٿي هرش 11 جي لالائي: سا

---

†۱. The Erotic ۲. The Comic ۳. The Pathetic ۴. The Furious ۵. The Heroic ۶. The Frightful ۷. The Disgustful ۸. The Marvellous.

†† رس = Flavour

1. The Erotic 2. The Classes 3. Excitants 4. Sub-divisions 5. Caresses 6. Female Excitant 7. Boldness 8. Tremour 9. Male Excitant 10 Bodice 11. Rapture.

ڏٺي سگهن؛ سو، مُشڪراهٽ سندن مُک تي، پير سندن هٽي، ڪنهن ڏنو ڀالو، ڪا ڪِسڪي— ميڙ ٻئي ٿيون آلوپ".

وڃوڳي شرنگار رَسَ[1] جن وڀاون[2] رستي آهن ٿي، سي پنجن اُپ–ورگن[3] منجهه ورهايل آهن، جي آهن:

١- اڀلاشا[4] ٢- وڇوڙو ٣- دُويش[5] ٤- پرين پرديس ٥- وِپَد.[6] ڪاوِڙ، جنهن ۾ اهي رَسَ سمايل آهن، تن جا مثال هيٺيان آهن:

## ١- اڀلاشا

"استريءَ سندو سنيهه[7] آهي سندس سَتُ[8]،
سو، سنيهه ارپڻ ڪرڻ ۾ ڪيڏو نه آهي آنند!
سنيهه جيئي رهي سار ۽ سار ۾ سدا آئي اُمنگ.
شل سندس دل ۾ منهنجيءَ سِڪ ۾ سدا رهي سجاڳ!
او، شل سندس پريم جو ناتو مون سان نيهه رهندو اچي!"

## ٢- وڇوڙو

""اڃا نه آيو!
پيو ڪو اٿس ڪمُ؟
اُٿين ڇا هوندو!
ڪهڙي ميتر وٽ ويندو؟
هُرشَ نه مونکي مون لاءِ پريشان،
سو، ميترُ ڪو هوندس ۾ ڇا؟
پوءِ، اڃا نه آيو ڇو؟
آها! ڪهڙي نه آئيي پرالبڌ!...'
انهن گُٿين ٻُڌي گِيئِس،
پاسا ورايو پاسا ورائي،
ليٽي ننڊ نه ڪائي!"

## ٣- دُويش[9]

"اڄ ٻنهيءَ جو ٻهريون ٿيي وشواس–گهات[10] پرڪيائين،

1. Erotic Sensation arising out of Separation 2. Excitants 3. Sub-divisions 4. Longing 5. Jealousy 6. Calamity 7. Love 8. Chastity 9. Jealousy 10. Treachery

موهه پنهنجي پياريءَ سڪيءَ سان.
ڏُرڪ هردي ۾ ڪٿان ساڙيءَ اڀرڪا[1]؟
ساڙي به ته نه، ۾ ڪُجهي به ڪٿان؟
تَنِڪا[2] ني نه سگهي هئي، سو ڪَرَڙا واڪ ڪٿان ڪيئي؟
منهن وراڻي ڇڏيائين. ڏلو ڪيائين آڻَ ڏلو.
پوءِ، هُن جي سندس ڪمل نين، تن مان آڇي ڦسيا آنسو،
مي، گِلن تان وهيا ڏارائون ڪري،
پيٺرِ رِهن [3] کي ني ڇڏيائونس پيڪوئي.”

## ٤- ٻهين پرديس

“دل وارا ويا دوُر.
پانهُو ته هاڻ گُهٽا ڪين پاسندَر، سو وڃڻو مانِ پئن.
مَن ڏولائي ۾، ڇوي ته ’اڳتي هل‘.
مَن جو ڏيرج به پيو ڏوڙ ۾.
دل وارا ويا،
تُنيان گهڻا ويا، مَن ويو، مَن جو ڏيرج ويو.
ته پوءِ منهنجا ساس [4]، تون وري منهنجي سيني ۾ ڇاڪاڻ؟
وڃ، تون به وڃي سُڪالو ٿيءَ!”

## ٥- وِپتا [5]

“هين هڙ جي پڙءَ تي چٽيانءِ ٿي تصوير.
مُکڙ تي چيتَ-ورتِ [6] چيٽبي مانءِ مَنڌُر [7] آشانيءَ جي،
پرجلهن پيريتن [8] ڪيو ته پاڻ تُنهنجن چرنن ۾ نيميل چٽيان،
ته لُڙڪن جي لاڙن، درشٽ تي وڌو ڏنڌ؛
هاڻ، ڪٿان ڏسان، ڪٿان چٽيان؟
هاءِ ڪٺور پراڻا! تصوير ۾ به اسان جو سنجوڳ نه سٺهي سگهينءَ!”
مٿيان مثال مثا شيرنگار [9] رَس جي ورگن ۽ آپ-ورگن جا. باقي رس جيڪي آهن
تن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

---

1. Jealousy 2. Mild taunts 3. Dishevelled tresses

4. Breath of Life 5. Calamity 6. Mood 7. Sweet Discontent 8. Persistent Endeavour 9. The erotic sensation

## هاسيه رس 1

"اي ڪهڙي ڪري ڪوئيانس!
اهو شوڪ نه اٿم ته سُئيُون لوڪيائينم؛
اهو به شوڪ نه اٿم ته لنڪ تي لوڪيائينم؛
۽ اهو به شوڪ نه اٿم ته ڀيڙي ٻَر ڪري لوڪيائينم.
ها، ڪهڙي ڪري ڪوئيالس! گندي ٻاليءَ پر ڀُڏل سُئيون!
وري ٿيي ڀوڪ چڙي ته 'امبرت ڀَرڪيو ٿيي ماڻءَ'!
مٿان وري ڪَچَ انين ڀئيي مٿي، جڻ ته منتر آچاري موڪش 2 ٿيي ارپيم!'
انين ڀني رَتَ رُنو وشنوءَ شرما."

## شوڪ رس 3

"امي! او امي! ڪيڏانهن ويئينءَ؟
اڙي ديوتائون، ڪاڏي ويئون اوهان جون آسيون؟
ڇيٺ 4 اسان جي هيءَ جيئڙن!
هاءِ! اسان جي گودِ وارا انگ، تن تي آگ ڀڙڪي رهي آهي.
هي سندس نيرمَل نيڻ، ڦَجري رهيا آهن!
هيءَ مِيڙو مُنڪَ، او، هيءَ ... مڙو ... مک ... او، او ...'
ڪهڙو نه دل ڏاريندڙ رودن!
ڀُڏي، ڀُرنائون 5 به جيڪر روئي ڇڏين،
ديوارون ٿي ڀُرزا ڀُرزا ٿيي ٻون!"

## ڪروڌ رس 6

"اري حيوان جهڙا مهتا دُشٽ، هٿيار-بند إنسانو!
هيءَ آگر آنياچار ڪنهن ڪيو؟
ڪير آهي جنهن سُنيڪار ڪيو؟
ڪير، ڪير آهي جنهن ٻيهي آڪين سان ڏٺو!
ترسو ته آءٌ تو ڇڻ ٿيي ڏيسانن ڏي، ڪٺو ڪٺو ڪريانو،
اوهان ميرِ ٻتيئيي جو، ۽ ٻڻ ڀيمر جو، ارجن جو ۽ ڪرشن جو،
خُون، هنڏُ، ماسُ، تَتُ!"

---

1. The comic sensation or flavour 2. Deliverance from worldly mares
3. The pathetic flavour 4. Fie on 5. Statues
6. The Furious Sensation

## وير رس[1]

"پاندروا! اوهين جيتاميئا جيئو! اوهين ته آلڪو نه ڪريو! ڏسو، ڏسو، هي منهنجا ٻاڻ، جن اندرديوتا جي ڪَنج جو منڊل به ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏيو، سي اوهان جي مَتين 2 تي وسجن، سو ٿيندو ٻاڻن جو اپمان. اي سُمترا جا پُٽ، تون به آخر ته آهين؛ جيتي آهين آني آيو ني رهه. آءٌ ميگهناد، منهنجي شان وٽان شڪار ڪر آهي ته رڳو راڙ، جنهن اک ڇنڀ ۾ هيءُ سارو ساگر ئي ٻڌي ڇڏيو آهي!"

## ڀيانڪ رس[3]

"ڏسُ، ڏسُ! هين چال ماريندو، ڀڄندو وڃي، ڇو؟
ڀونڪون ڀونڪون، ڇڪ، پيٽ منجهه اوائي، سامهين سان ئي سٽيندو وڃي، ڇو؟
اڃو هاڻ بيهي رهيو.
ملڪي جيي مولَ، ڪهڙي نه موهيندڙ!
هڪ اک آڏي ڪري، ٻيان ڏنائين هڪ ني جهلڪ،
۽ سورج جو هڪ ني ڪرڻو ڪريس انهيءَ آڏيءَ اک تي.
ٻيءَ ٻيو تيج تجلو، انهيءَ آڏيءَ اک ۾.
ڏٺءِ؟ ڪنهن ڀاري دُردشا 4 جو ڀرڀاؤ 5، هوس سمايل انهيءَ اک ۾.
جا ڏنائين هڪ ئي جهلڪ ۾، جو هيڻ ڇيرڪ ماري، وري ڇوٽ اڏائو؟
اوهيو! ويچاري ڀونءِ ٻيان، رٿ کي سٽيندو اچي، هڪ چتر 6 نيشان سار ئي 7.
انهن هٿن ۾ واڳ ۽ انهن پرني مها ڪهاڻڪ ٻاڻ.
ويچارو ميرگهه!"

## مڪروهه رس[8]

"اول، لوٿ 9 جي چوڙي ليڙون ڪيائين.
ٻيءَ، ڪلها، سٿرون ۽ ٻيا سرير جا اهڙا انگ،
ٿن ۾ چٽيا وڃهيي، سَڄيل ۽ ڏپ واري ماس جا ڍانا ڪُرڙي ويو ڪِرڪائيندو.
پُليت ڀريت! چوڦير نهاري، ڏند ڏيکاري، ڏيهي ڏيهي،
سندس گود ۾ ٻيل لوٿ جي هڏن ۽ سڌن تان.
رهيو ڪهيو ڪُرڙي ٻيو، ڪِرڪائي ٻيو، ڳرٻل ماس، ڇيي، ڇيي!"

---

1. The Heroic Sensation 2. corpses
3. The Frightful Sensation 4. calamity 5. Expression of Emotion
6. Clever shot 7. Charioteer
8. The Disgustful Sensation 9. corpse

## آدبت رس†

"کهڙي نه وچتر سَرُوپ!
مُکُٽ متها جوتي،
آچنب ورتاپي،
آڪَٽ آڪاري،
مهڙي سندر ناري!
آها! ڪنهن ڏٺي نه هُندي!"

## ٻِنَ سِرُوپَ ڀاوَ (a)

مٿين اٺن آستائي (b) ڀاون يا بُنيادي اُمنگن جا وري علحدا علحدا روپ آهن، جن کي گڏي چون ٻين سيروپ ڀاو. اهي ڪُل ٣٣ آهن.
[هڪ هندي ڪويءَ اهي ٣٣، هيٺين نن دوهن ۾ وڌا آهن:
نروبرون 1، شَنڪا 2، گربَ 3، چنتا 4، موهه 5، وشاد 6،
دئنيہ 7، اسُويا 8، مِرتيہ 9، مَدَ 10، آليس 11، شرم 12، اُنماد 13؛
آڪرت گوپن 14، چنچلتا 15، اپسمار 16، ڀيہ 17، گلان 18،

---

†. The Marvellous sensation

(a) Variant or accessory emotions (b) Basic or Primary Emotions

(a) The Accessory Emotions:

| English | Sindhi |
|---|---|
| 1- Self-disparagement | وئراڳ |
| 2- Apprehension | شنڪا |
| 3- Arrogance | گرب |
| 4- Painful Reflection | چنتا |
| 5- Distraction (from the real) | موهه |
| 6- Despondency | مايوسي |
| 7- Depression | اُدا سينتا |
| 8- Envy | ايرکا |
| 9- Demise | مرتيو |
| 10- Intoxication | مَدُ |
| 11- Indolence | آلس |
| 12- Lassitude | وسرام |
| 13- Mental Derangement | اُنمت |
| 14- Dissembling | ڍونگ |
| 15- Unsteadiness | چنچلتا |
| 16- Dementedness | اپسمار |
| 17- Alarum | ڀو |
| 18- Debility | جهوري |

وِرِيڙا 19، جڙتا 20، هرش 21، ڌِرت 22، مَت 23، آويگ 24، بِسڪان (c)؛
آتڪنا 25، ندرا 26، سُوِپن 27، پرٻوڌ 28، آگرتا 29، ٿايه (d)،
وِياڌ 30، آمرش 31، وِترڪ 32، سِمرت 33، يه تيتيس ڳڻايه (e) ]

*   *   *   *   *

## شعر جو پد ويون

راجانڪ پنڊت مَمٽ، ڪاويه يعني شعر جون ٽي پدويون ڄاڻايون آهن:

١- اُتم ڪاويه، يعني اعليٰ درجي جو شعر

٢- مڌيم ڪاويه، يعني وِچولو شعر.

٣- آڌم ڪاويه، يعني گهٽ درجي جو شعر.

رساوت ڪاويه، يعني آهو شعر جنهن منجهه شاعر پنهنجا جذبا ظاهر ڪيا هجن، آهو ٿي آهي اُتم ڪاويه. اهڙي شعر ۾ النڪارن يعني صنعتن جو استعمال نه به ٿيل هجي، ته به منجهائنس بيحد رَس پيو ايندو. اهڙي اُوچ ڪوتا جنهن ۾ صنعت اصل استعمال ٿيل نه هجي، اُن جو هڪ مثال هيٺيون ڏنل آهي:

"هيءَ منهنجو پتي ديوتا، آهي ته اڄ به تهڙو ٿي،
جهڙو هو تنهن رات، جڏهن اچي ڪَنوارپڻ چورايائين؛
هي راتيون چيٽ جون، ڏسجن ته ساڳيون مها سندر؛
ڪا دَمب ڪُنج هار ڪان، مالتي ڦُلن جي سُگند سان ڀرپور،
هيءَ جا لڳي ٿي هيٺ، سا به ته ساڳي؛
۽ آءٌ به ته جهڙي هُيس آڳ، تهڙي آهيان اڄ؛
ته به تو جيءَ تڙفائيم ته ريوا ڪناري وارن ليپٽو ڪُنجن منجهه،
وڃي، اُتي ڪي پريم آلولون ڪريان."

---

(c) Appear (d) Become, are (e) Are counted 33.

| | | |
|---|---|---|
| 19- Shame | | ورِيڙ |
| 20- Stupefaction | | وِساڙ |
| 21- Rapture | | هوش |
| 22- Equanimity | | سَنِباڙ |
| 23- Resolve | | پهه، هوڏ |
| 24- Flurry | | ڪَهو |
| 25- Longing | | اُڪير |
| 26- Sleep | | ننڊ |
| 27- Dreaming | | سُپنُن |
| 28- Awakening | | سُرت |
| 29- Sickness | | ڏُکار |
| 30- Stern-ness | | آڪراڙ |
| 31- Impatience | | بِڪاند |
| 32- Debate | | واتا ورڙ |
| 33- Recollection | | سارَ |

رساوت ڪاويه کي پڻ ودوانن "ڌُن ڪاويه" به ڪوٺيو آهي، ڇاڪاڻ جي هردي اندر ڀاؤ تڏهن اڀرن ٿا، جڏهن هُو ڌُن لڳائي ٿو. اُتم ڪاويه يا ڌُن ڪاويه ۾ شوليءَ يا عبارت کي، رَس ۽ ڀاؤ جهڙي اهميت ڏنل آهي، پر جي منجهس ڪو ڀاؤ پرگهٽ ٿيل نه آهي ۽ فقط النڪارن يا صنعتن سان جهنجهيل آهي، ته اهڙي ڪاويه يا شعر کي پوئين پدوي ۾ نصيب ٿيل آهي. مڌيم ڪاويه يا وچولي درجي جو شعر انهيءَ قسم جي شعر کي چيو اٿن، جنهن منجهه ڀاؤ ڪي ڪجهه سمايل آهن، پر عبارت کي وڌيڪ اهميت ڏنل آهي.

* * * * *

شاهه لطيف جي شعر جو اڀياس، رَس ۽ ڀاوَ جي مٿين اصولن پٽاندر ڪبو، ته ڏسبو ته بندس سمورو شعر اُتم ڪاويه آهي. هُن مهاڪويءَ جي هردي اندر، ڀانت ڀانت جا دک داڪ توڙي آنندت ۽ امنگ پيدا ٿيندا هئا، جي سندس شعر جي سٽ سٽ ۾ پرگهٽ ٿيل آهن. ڪين پرگهٽ ڪرڻ لاءِ، ڪيس طرح طرح جي النڪارن ۽ پڻ سوڀائن استعمال ڪرڻ جي بيحد مهارت هئي. ڀارت ۾ آئي بعد، مون به گهڻن ئي هندي ڪوين جي ڪرتائن جو اڀياس ڪيو آهي، پر رس ۽ ڀاوَ جي لحاظ کان شاهه لطيف پنهنجو مٽ پاڻ آهي.



سراج الحق

# ٻيهڪ جون نشانيون

ٻولي، انسان جي خيالن، احساسن، امنگن ۽ جذبن جي اظهار جو بهترين طريقو آهي. انهيءَ اظهار لاءِ انسان، ٻوليءَ کي ٻن صورتن ۾ ڪتب آڻي ٿو: هڪڙي ڳالهائڻ واري صورت، ۽ ٻي لکڻ واري صورت. ڳالهائڻ وقت هرڪو ائين چاهيندو آهي ته ٻڌندڙ سندس هر جملي مان اهوئي مقصد ۽ مراد ڪڍي، جيڪا خود ڳالهائڻ وقت هن جي ذهن ۾ آهي. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، هن کي جملي جملي کي علحدي علحدي ڍنگ سان ڳالهائڻو پوندو آهي. هر جملي جي مطلب ادا ڪرڻ وقت، ڪنهن هنڌ ڍرو، ۽ ڪنهن هنڌ تکو ٿي ڳالهائڻ؛ ڪٿي ٿورڙو، ته ڪٿي گهڻو بيهي، وري ڳالهائڻ شروع ڪرڻ؛ ڪن لفظن تي خاص زور ڏيڻ؛ ڪنهن فقري کي ٻين سڀني فقرن کان نرالو ۽ جدا ڪري پيش ڪرڻ؛ عجب ظاهر ڪرڻ يا سوال ڪرڻ - انهن سڀني مطلبن ادا ڪرڻ لاءِ، هن کي آواز ۽ منهن جي تاثر جا ڪيترا ڍنگ استعمال ڪرڻا پوندا آهن: ڪجهه لفظن جي معنيٰ سان ڏيندي آهي ۽ ڪجهه ادائگيءَ جا طريقا مدد ڪندا آهن، تڏهن وڃي مقصد سِڌ ٿيندو آهي. ساڳيءَ طرح هرڪو لکندڙ به ائين چاهيندو آهي ته پڙهندڙ هن جي لکيت مان مقصد اهوئي ڪڍي، جيڪو هو چاهي ٿو يا جيڪو هن جي ذهن ۾ آهي. ان ڪري جڏهن مٿين سمورين ڳالهين کي ٻوليءَ جي لکڻ واريءَ صورت ۾ آڻڻو پوندو، تڏهن لازمي طرح، انهن ادائگيءَ جي نمونن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪو اڻاٺو قدم کڻڻو پوندو - نه ته رڳو لفظ ته اهو مقصد ۽ اها مراد پڙهندڙ تائين (جنهن جي حالت ان وقت ساڳي ٻڌندڙ جهڙي نه هوندي آهي) پهچائي ڪين سگهندا. ٻولي جڏهن لکڻ ۾ اچي ٿي، تڏهن اهي ادائگيءَ جا نمونا ڪن نشانين جي صورت ۾ استعمال ڪرڻا پون ٿا، جن کي "ٻيهڪ جون نشانيون" يا "دَمَن جون نشانيون" چئجي ٿو.

هر ٻيهڪ جي نشاني ڪنهن خاص مراد ادا ڪرڻ لاءِ مقرر آهي. لکڻ وقت، جڏهن اهي نشانيون ڪم آڻجن ٿيون، تڏهن ئي لفظ، جملن جي جوڙجڪ الڳ، پنهنجو اصل مقصد ۽ صحيح مواد پڙهندڙ کي ڏين ٿا. ڳالهائڻ وقت انسان کي ڪنهن فقري، يا جملي کان پوءِ ساهه کڻڻو پوندو آهي، ۽ ڪجهه وقت بيهڻو پوندو آهي - ڪٿي ٿورڙو وقت بيهڻو پوي ٿو،

تہ ڪٿي وڌيڪ - ٻيهڻ جي انهن منزلن کي ڪن خاص نشانين ذريعي لکيت ۾ آڻڻ سان ٻوليءَ جي لکيت ۾ ڳالهائڻ وارين صورتن ۾ ويجهڙائي ۽ هڪ جهڙائي پيدا ٿئي ٿي. انهن ٻيهڻ جي نشانين کي، ان ڪري، سڏيو ٿي ويو "ٻيهڪ جون نشانيون". رفتي رفتي ٻوليءَ ۾ ٻيهڪ جي هر ڪا نشاني گهڻي استعمال ٿيڻ ڪري، "ٻيهڻ" جي ڪارج کان سواءِ، هڪ خاص اثر پيدا ڪرڻ ۽ معنيٰ کي زياده صاف ڪري ٻيهارڻ ۾ پڻ مدد ڪرڻ لڳي. جهڙيءَ طرح ڪو شخص لڳا تار ويهہ پنجويهہ منٽ، بنا ساهہ کڻڻ جي يا ٻيهڻ جي، ۽ هڪ ئي طرز ۾، مشين وانگر، ڳالهائڻ بيهي رهي، تہ اسين ان کي هڪ بي مقصد "بڙ بڙ" سمجهي، خيال ۾ ئي ڪين آڻيندا سون؛ تهڙيءَ طرح لکڻ وقت بہ جيڪڏهن اهي نشانيون استعمال نہ ڪجن، تہ اها لکيت فقط لفظن جو ڍير بڻجي پوندي، جنهن مان ڪو بہ مقصد ۽ معنيٰ نہ نڪرندي - ۽ اها لکيت "لکي عيسيٰ پڙهي موسيٰ" واري ٿي ڪا ڳالهہ ٿي پوندي. انهن ٻيهڪ جي نشانين کي غلط جڳهن تي استعمال ڪرڻ سان تہ هيڪاري اگرا نتيجا ٿا نڪرن - سموريءَ لکيت جي معنيٰ ئي بگڙي ويندي آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ مرڳو صفا ابتي معنيٰ نڪري پوندي آهي. ڳالهہ ٿا ڪن تہ انگلنڊ جي پارليامنٽ ۾ هڪڙو بل پاس ٿيو - اهو بل جڏهن ڇپجي تيار ٿي ويو تہ ان ۾ ڪا هڪڙي ٻيهڪ جي نشاني - "ٿورو دم" (ڪاما) - غلط جڳهہ تي ڇپجي ويئي. بل جو سڄو مقصد ئي اُلٽو ٿي ويو - ۽ جيڪڏهين اهو ماڻهن تائين پهچي ها تہ بغاوت ٿي پوي ها - ان ڪري، اهو بل پيهر ڇپائي ظاهر ڪيو ويو.

اسان جي سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترا لکندڙ انهن نشانين جو بنهہ خيال ڪونہ ٿا رکن. نتيجو اهو ٿو نڪري، جو اهي ساڳيون چيزون، جيڪي هوند انهن نشانين سان بي مثال حسن واريون ٿي پون، انهن نشانين نہ هئڻ ڪري يا غلط استعمال ڪري ڪجيسيون ۽ بي اثر ٿيو پون. عام طرح ذهن ۾ اچي ٿو تہ انهيءَ غلطيءَ جو شڪار عام لکندڙ - شاگرد، منشي، اخبار نويس - تہ گهڻي انداز ۾ آهن، پر خود چوٽيءَ جا ڪيترا اديب ۽ ليکڪ بہ انهيءَ ڏس ۾ بنهہ ڪين ٿا سوچين ۽ انهن نشانين جي اهميت کي نظرانداز ڪري ڇڏين. چڱا چڱا علمي مضمون، افسانا، ڪهاڻيون ۽ شعر، ٻيهڪ جي نشانين نہ هئڻ ڪري يا سندن غلط استعمال هجڻ ڪري، پنهنجي سموري معنيٰ، افاديت ۽ اهميت وڃايو ڇڏين.

جيئن مٿي چيل آهي تہ ٻوليءَ ۾ اهي نشانيون ڪنهن فقري يا جملي کان پوءِ ڪجهہ وقت ٻيهڻ يا دم پٽڻ جو مقصد رکن ٿيون - سنڌيءَ ۾ بہ انهيءَ اصول تي درسي وياڪرڻ ۽ گرامرن ۾ - ٿورو دم (،)، اڌ دم (؛)، دم (:)، پورو دم (.)، سوال جي نشاني (؟)، ۽ عجب جي نشاني (!) سمجهايون وينديون آهن. انهن وياڪرڻ ۾ انهن نشانين جو فقط اهو ڪارج ٻڌايو ۽ سمجهايو وڃي ٿو، جنهن مان ڪجهہ وقت ٻيهڻ جو مقصد ورتو وڃي. پر هاڻي انهن مان هر نشاني "ٻيهڻ" کان سواءِ ٻيا بہ ڪي مطلب پورا ڪري ٿي، ۽ انهن نشانين کان سواءِ، هاڻي، ٻيون بہ ڪي نشانيون ڪم اچڻ لڳيون آهن، جن جو

استعمال ڏورو منجهائيندڙ ۽ پيچيدو آهي. دراصل اها به حقيقت آهي ته انهن نشانين جي ڪنهن خاص استعمال جي مقرر هجڻ جي دعويٰ به نٿي ڪري سگهجي - پر گهڻي تجربي ڪان پوء، ايترو سو نهايت پروسي سان چئي سگهجي ٿو ته ڪهڙين حالتن ۾ سندن استعمال غلط ٿو ٿئي.

ٻوليءَ جي ماهرن انهن سمورين نشانين کي ٽن قسمن ۾ ورهايو آهي - پهريون، ابتدائي؛ ٻيون، ثانوي؛ ٽيون، ٻٽيون يا مرڪب نشانيون. هر هڪ قسم ۾ هيٺينءَ ترتيب موجب نشانيون ڏيڻ وڃن ٿيون.

١- ابتدائي:

| | | نشاني | |
|---|---|---|---|
| (١) ٿورو دم | ، | Comma |
| (٢) اڌ دم | ؛ | Semi colon |
| (٣) دم | : | Colon |
| (٤) پورو دم | . | Period |

٢- ثانوي:

| | نشاني | |
|---|---|---|
| (١) ليڪ | — | Dash |
| (٢) ڳنڍيندڙ ليڪ | - | Hyphen |
| (٣) ڏنگيون | ( ) | Brackets |
| (٤) سوالي نشاني | ؟ | Question mark |
| (٥) عجب جي نشاني يا ندا جي نشاني | ! | Exclamation mark |
| (٦) (اڪوٽيون)واڪجون نشانيون | ‘ ’ | Single inverted commas |
| (٧) ٻٽيون واڪ جون نشانيون | " " | Double inverted commas |

٣- ٻٽيون يا مرڪب:

| | نشاني | |
|---|---|---|
| (١) ٻڙي ٻڙي ٻڙي | ... | Hiatus. |
| (٢) ٻه ٻڙيون ليڪ | :- | Pointer |
| (٣) ڏنگين ۾ سوال جي نشاني | (؟) | Brackted Question mark |
| (٤) ڏنگين ۾ عجب جي نشاني | (!) | Bracketed sign of Exclamation |

انهن نشانين کي سمجهڻ لاءِ هر هڪ جي استعمال ۽ استعمال جي جڳهه جو خيال رکڻو آهي. هيٺ، ترتيب وار هر هڪ کي مختصر طور بيان ڪجي ٿو.

## ابتدائي نشانيون

گهڻو ڪري، عام لکندڙ کي گهڻي ۾ گهڻي تڪليف ابتدائي نشانين جي استعمال ڪرڻ وقت ٿئي ٿي. ابتدائي چار نشانيون- ٿورو دم، اڌ دم، دم ۽ پورو دم-ٿي جملن جي جوڙجڪ ۾ گهڻي ۾ گهڻو استعمال ٿين ٿيون، ۽ جملن کي پنهنجي معنيٰ صاف ڪري پيهارڻ ۾ مدد ڏين ٿيون. انهن نشانين جي استعمال ۾ احتياط رکڻ لازمي آهي.

## ٿورو دم (،)

پهڪ جي لشالين ۾ ٿوري دم جو استعمال سڀ کان وڌيڪ ٿئي ٿو. جملن کي لکڻ وقت، هڪ ٻئي کان الڳ ڪري ڀيهارڻ ۾، ٿورا دم گھڻي مدد ڏين ٿا - خاص ڪري جملي جي جدا جدا حصن کي هڪ ٻئي سان ڳنڍڻ وقت، سندن اهميت کي قائم رکڻ ۾ ٿورو دم ڏاڍو ڪارائتو آهي. ٿوري دم جي ڪتب آڻڻ لاءِ ٻه خاص قانون خيال ۾ رکڻ گھرجن:
پهريون، ٿورو دم اتي ڪتب آڻڻ گھرجي، جتي ٻي ڪا ٻه لشالي ڪم نه اچي سگھي، ۽ جتي ٿوري دم کان سواءِ معنيٰ پوري صاف يا اثرائتي حاصل ٿي نه سگھي؛ ٻيو، ٿورو دم اتي ڪتب آڻڻ گھرجي، جتي هوند ڳالهائڻ وقت ٿورو بيهڻو پوي. اهي ٻئي قاعدا هڪ ٻئي سان لاڳاپيدار آهن - ٿوري دم ڪم آڻڻ وقت، ٻنهي قاعدن کي هڪ ئي وقت خيال ۾ رکڻ گھرجي. هيٺين مثال ۾ مجموعي طرح ٿوري دم جو استعمال مٿين قاعدن تي ٻڌل آهي:

- سچ پچ ته ريڊيو، ٻوليءَ جي مختلف اچارن ۽ صورتن، ۽ سينا جي مختلف جڏهن پهلوئن ۾ هم آهنگي، هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ڪرڻ جو ڪارائتو وسيلو آهي.

ٻه يا ٽي جملا "۽" حرف جملي سان ڳنڍيا آهن، تڏهن "۽" جي اڳيان ٿورو دم اڪثر ڏنو ويندو آهي. ان لاءِ فقط هڪ ڳالهه خيال ۾ رکڻ جوڳي آهي ته جتي ڳنڍجڻ وارن جملن جو مقصد ۽ خيال هڪ ٻئي کان مختلف هجي، ته بلاشڪ ٿورو دم استعمال ڪجي؛ پر جتي پويون جملو فقط اڳين جملي جو هڪ وڌاءُ هجي، اتي "۽" جي اڳيان ٿورو دم ڏيڻ فضول ۽ غير ضروري آهي. مثال طور هيٺين جملن ۾ ٿورو دم ڏيڻ نه گھرجي:

- اڄ حيدرآباد ويندس ۽ جلد ئي موٽندس.
- ڪلهه شام هو آيو ۽ ڪتاب کڻي ويو.

پر، جتي پهرئين جملي لکڻ کان پوءِ ڪجهه بيهي، ايندڙ خيال کي وضاحت ڏيڻي هجي، اتي ٿورو دم ضرور استعمال ڪرڻ گھرجي. مثال طور:

- هن دڪاندار کي ڏهه رپيا ڏنا، ۽ پاڪستان ۾ مهانگائيءَ جو ماتم ڪندو هليو ويو.

هن جملي ۾ "۽" جي اڳيان ٿورو دم ڏيڻ مان مقصد آهي ايندڙ خيال جي وضاحت ۽ نرالائي ظاهر ڪرڻ. انهيءَ ٿوري دم جي ڪري، پوئين جملي ۾ اثر ڪيترو نه گهرو ٿيو وڃي!

جڏهن ٻه جملا ڪنهن حرف جملي سان ڳنڍيا هجن، تڏهن ڏسجي ته جملن جو خيال ڪهڙي قسم جو آهي. جيڪڏهن خيال ساڳئي رخ ۽ نوعيت جو هجي، ته اتي ٿورو دم نه ڏيڻ گھرجي؛ پر جيڪڏهن خيال جو رخ مٽيل هجي ۽ نوعيت بدليل هجي، ته ٿورو دم ضرور ڏيڻ گھرجي.

- هو حيدرآباد ويو ۽ نمائش ڏسي موٽي آيو

هن جملي ۾ ڏسڻ ۾ ايندو تہ خيال جو رخ سڌو سنئون آهي، انهيءَ ڪري ٿورو دم ڏيڻ فضول آهي؛ پر جيڪڏهن جملو هيئن هجي:

- هو حيدرآباد ويو، ۽ موٽر جي حادثي ۾ اچي مري ويو -

تہ هن، ڇاڪاڻ تہ هن جملي ۾ خيال جو رخ اوچتو منجهي ٿو وڃي - خيال جي نوعيت ۽ رخ ۾ تبديلي اچي وڃي- ان ڪري ان ۾ ٿورو دم ڏيڻ لازمي آهي.

جڏهن جملي ۾ ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ صفتون ڪم آئيون هجن، تہ هن هر صفت جي پوبان ٿورو دم ڏيڻ لازمي آهي - پر آخري صفت ۽ ان جي پوبان ايندڙ اسم جي وچ ۾ ٿورو دم بلڪل نہ ڏيڻ کپي. مثال:

- غلام محمد هڪ گدلو، بدفضيلت، ڇيڙاڪ ماڻهو آهي.

جڏهن ٻہ صفتون "۽" حرف جملي سان ڳنڍيون هجن، تہ انهن جي وچ ۾ ٿورو دم ڪم نہ آڻڻ گهرجي. مثال:

- غلام محمد هڪ گدلو ۽ بدفضيلت ماڻهو آهي.

جڏهين جملو ڪنهن لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظ يا ظرفي فقري سان شروع ٿئي، تہ انهيءَ لفظ يا فقري کي اصل جملي کان جدا ڪري بيهارڻ لاءِ، ان جي پوبان ٿورو دم ڏيڻ گهرجي. مثال:

- اڄ کان پوءِ، هو ڪڏهن بہ دير سان نہ ايندو.

- هن دفعي بہ، منهنجو اچڻ بيڪار ثابت ٿيو.

ڪن جملن جي جوڙجڪ، صفاتي ۽ مداري جملن ۽ فقرن جي استعمال جي ڪري، پيچيدي ٿي پوندي آهي. اهڙن جملن کي ٿوري دم جي استعمال جي مدد سان صاف ۽ واضح ڪري بيهاري سگهجي ٿو. هيٺين جملي ۾ ٿوري دم جي ڏسو تہ ڪيتري نہ ضرورت آهي! مثال:

- اديب لکن ٿا پر انهن جي امنگن جي اظهار جا ذريعا جن بہ صاحبن اسان کي ميسر ڪري ڏنا آهن تن جا بہ اسان آڀاري آهيون.

هن جملي ۾ ٿوري دم جي استعمال نہ هئڻ ڪري، معنيٰ صاف نہ ٿي بيهي- معنيٰ اخذ ڪرڻ ۾ مشڪلات ٿئي ٿي. پر انهيءَ ۾ هيٺين طريقي سان ٿورن دمن جي ڪتب آڻڻ ڪري، معنيٰ هڪدم صاف ٿي بيهي ٿي. مثال:

- اديب لکن ٿا، پر انهن جي امنگن جي اظهار جا ذريعا، جن بہ صاحبن، اسان کي ميسر ڪري ڏنا آهن، تن جا بہ اسان آڀاري آهيون.

هن جملي ۾ جملي جو مکيہ ۽ قراري جملو "اديب لکن ٿا" آهي- ان کان پوءِ لکڻ واري جو ذهن يا خيال هڪ موڙ کائي ٿو، ان ڪري ٿورو دم ضروري ٿيو ٿي پوي. اڳتي هلي، 'ذريعا' کان پوءِ ٿورو دم انهيءَ ڪري استعمال ٿيو، جو انهيءَ ايندڙ جملي

۾ فاعل کان اڳ مفعول آيل آهي- انهيءَ جملي ۾ فاعل آهي ’جن ٻه صاحبن‘، جو هوڻن اڳيان اچڻ گهرجي ها، پر هن جملي جي ترڪيب ۾، انهيءَ کي اڃا ٻه وڌيڪ خيالن کي ظاهر ڪرڻ جي مقصد سان، جملي جي مفعول ’انهن جي امنگن جي اظهار جا ذريعا‘ کان پوءِ ٿو اچڻو پوي؛ ان ڪري فاعل کي مفعول کان الڳ ۽ نمايان ڪري ڏيکارڻ لاءِ، ’ذريعا‘ جي پويان ٿورو دم ڏنو ويو؛ ۽ وري ضمير جواب موصول ”تن“ جي اڳيان ٻه ڏنو ويو آهي- اهو ان ڪري جو اڳيان آيل ضمير موصول ”جن“ پنهنجي جواب موصول ”تن“ کان ٻنهي الڳ ڪري، پري ڏيکاريو ويو آهي.

مٿين مثال مان مراد اها آهي ته ٿوري دم جي استعمال ۾ احتياط جي گهڻي ضرورت آهي- خاص ڪري جڏهن ڪو جملو گهڻن مداري جملن ۽ فقرن سان ڀريل هجي. اهي مرتب ۽ مداري جملا ڪڏهن اصل يا ترازي جملي جي ختم ٿيڻ کان پوءِ شروع ٿين ٿا، يا فاعل جي اچڻ کان هڪدم پوءِ اچن ٿا؛ انهن کي جدا ۽ واضح ڪري ڏيکارڻ لاءِ ٿوري دم کم آڻڻ گهرجي. اهي مداري جملا صفتي هجن ظرفي هجن، يا اسمي هجن-انهن کي ٿوري دم جي ڪم آڻڻ سان وڌيڪ واضح ۽ صاف ڏيکارڻ ۾ مدد ملي ٿي.

جڏهن ڪنهن جملي ۾ هڪ ئي فعل جا فاعل گهڻا هجن، تڏهن انهن فاعلن کي ٻه ٿورن دمن سان الڳ ڪري ڏيکارڻ گهرجي. مثال:

- مهراڻ ۾ افسانا، مضمون، گيت ۽ غزل چڱي پائي جا ڇپجن.

هن جملي ۾ فاعل هڪ کان وڌيڪ آهي، انهيءَ ڪري ٿوري دم جي ڪم آڻڻ سان انهن کي جدا جدا ڪري ڏيکاريو ويو آهي.

ٿوري دم جا مٿي ڏنل استعمال جملن کي زينت ٿا بخشين ۽ معنيٰ کي صاف ۽ واضح ڪري ڏيکارين ٿا. اهي سمورا اصول هن هڪ ئي جملي ۾ گهڻو ڪري ڪم اچي ويا آهن. مثال:

- هڪوار، ڪو انسان جي شاهه ٻڌهي ڏسي، ۽ سچل، سامي، دلپت، بيڪس، بيدل، روحل، سالڪ، خاڪي ۽ بيوس کي ٻڌهي ڏسي، ته ڪيڏ ڪلي وڃنس، ۽ ڪيس اهڙو ٿئي ته اسان جو ادبي ورثو، هندستان جي ڪنهن ٻه ٻيءَ ٻوليءَ جي ادبي ورثي کان، ڪنهن ٻه رخ، گهٽ نه آهي.

<u>اڌ دم (؛)</u>

ٿوري دم کان ڪجهه زور ڀري بيهڪ جي نشاني آهي ’اڌ دم‘. جڏهين لکڻ وقت هڪ کان وڌيڪ جملا لکيا ويندا آهن، تڏهن انهن مان کي ته مداري جملا هوندا آهن، ته ڪي خود اصل جملي جهڙائي زور ڀريا ۽ الڳ خيال رکندڙ جملا هوندا آهن. اهڙن زور ڀرين ۽ الڳ خيال رکندڙ جملن کي جدا ڪري ڏيکارڻ لاءِ، اڌ دم استعمال ڪرڻ گهرجي. جڏهن ٻه بنيادي جملي جي جوڙجڪ ۾، ڪو ثانوي جملو هجي ته ساڳي ئي خيال ماتحت چيل، پر خرد انهيءَ ثانوي جملي جي جوڙجڪ جيڪڏهن اهڙي هجي، جو الڳ ۽

جدا جملو ٿي پڻ بيهي سگهي، ته اتي ٿوري دم ڪان ڪجهه طاقت پري نشاني - ڏڏ دم - جي ضرورت آهي. مثال:

- انقلاب سان اها جذباتي وابستگي قابل قدر ته آهي؛ پر سماجي زندگيءَ جي عڪاسيءَ لاءِ رڳو جذبو به ڪافي نه آهي.

- محبت جو طوفان به طوفان آهي؛ مگر ان جو اندازو ئي انداز آهي.

مٿين مثالن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته انهن جملن ۾ خيال ته ساڳيو آهي، پر حرف جملن سان ڳنڍيل جملن جو رخ اڳين جملن کان گهڻو مٽيل آهي، ۽ اهي پنهنجي الڳ جاءِ والارو پيا آهن. انهيءَ ڪري، انهن ۾ ٿوري دم جي بدران ڏڏ دم ڪم آندو ويو آهي.

جڏهن جملي ۾ ڪي مختلف خيال ترتيب وار جملن يا فقرن جي صورت ۾ اچن، يعني جڏهن ڪنهن بنيادي جملي جي تفصيل طور پيا ڪي ثانوي جملا يا فقرا ترتيب سان اچن، تڏهن الهن ڪي ڏڏ دم سان ڳنڍڻ گهرجي. مثال:

- اڄ ڪلهه، اسان جي ٻوليءَ جا مکيه مسئلا هي آهن: ٻوليءَ ۾ هندي، عربي ۽ فارسيءَ جي اڻ سهائيندڙ لفظن جو استعمال؛ ٻوليءَ جي صورتخطيءَ ۾ مرڪزيت آڻڻ جي ضرورت؛ ٻوليءَ جي لپيءَ جو مسئلو؛ ۽ ڏارين لفظن ۽ محاورن کي سنڌي رنگ ۾ رڱڻ.

هن مثال ۾، اسان کي اڳين جملي جي تفصيل ۾ ڪي جملا لکيا آهن؛ انهيءَ ڪري الهن کي ڏڏ دم جي ذريعي الڳ ڪري بيهارڻ گهرجي. ڪڏهن ته الهيءَ تفصيل کي فهرست جي نمونې ۾ نمبروار بيهارڻو پوندو آهي. ان حالت ۾ به ڏڏ دم جي استعمال جي ضرورت آهي. مثال:

- اسان جي هن نظام ۾ ٽي بنيادي خاميون آهن:
(١) دولت جي غلط ورهاست؛
(٢) انسانن جي طبقاتي درجا؛ ۽
(٣) مذهب جي انڌي تقليد.

هن مثالي جملي ۾ اسان کي "خامين" جي تفصيل لاءِ نمبروار ٽي فقرا ڏيڻا پيا. الهيءَ ڪري انهن کي هڪ ئي جملي جا جزا ڪري رکڻ لاءِ ڏڏ دم ڪم آڻڻو پيو.

ڏڏ دم اڄ ڪلهه تمام گهٽ استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان جو سبب رڳو اهو آهي ته خود الهن هنڌن تي، جتي ڏڏ دم جو استعمال ٿيڻ گهرجي، اتي ٿوري دم کي استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان مان ٻه ڳالهيون نتيجي طور ظاهر ٿين ٿيون: ڏڏ دم جي اهميت گهٽجيو وڃي؛ ۽ ٻيو، ٿوري دم جو استعمال وڌيڪ پيچيدو ٿيو پوي. الهيءَ مونجهاري کي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته جتي ڏڏ دم جي استعمال جو موقعو هجي، اتي ڏڏ دم کي ڪم وٺڻ گهرجي.

ڊ (:)

. اڪ ڊ ڪان پوءِ وڏيڪ زور پري نشاني "ڊ" آهي. پوري ڊ ڪان ڪجهه گهٽ زور اٿس. اصل ۾، هيءَ نشاني فقط پٺيان ايندڙ ڪنهن تفصيل يا وضاحت جي ڪري ڏني ويندي هئي: پر گهڻي استعمال جي ڪري انهيءَ مان پيا به ڪارج ملڻ لڳا. جيئن ته ڊ، پوري ڊ ڪان پٺي نمبر تي طاقت پري بيهڪ آهي، ان ڪري ڊ اتي استعمال ڪجي، جتي خيال ته ساڳيو ڪم آيل هجي، پر هر جملو پنهنجي جاءِ تي مڪمل هجي ۽ منجهس الڳ تي بيهڻ جي صلاحيت هجي. خيال جي هڪجهڙائيءَ جي پيش نظر، ڊ جي استعمال مان جملن جي لاڳاپي ظاهر ٿيڻ سان گڏ، انهن ۾ زور ۽ وضاحت پيدا ٿئي ٿي. هيٺين مثال ۾ ٻن هنڌ ڊ ڪم آيل آهي - ڏسبو ته انهن جي استعمال جي ڪري خيال جي پيچيدگي گهٽ ٿيو پوي، ۽ جملو مجموعي طرح زوراٿو به ٿيو پوي. مثال:

- اوائلي سنسڪرت بدلجي، وچولي درجي واريءَ سنسڪرت ۽ پوءِ آخرين قسم جي سنسڪرت جو روپ اختيار ڪيو: ان ڪان پوءِ پراڪرت جي مختلف قسمن مان هڪ قسم يعني اپڀرنش پراڪرت جي بگڙيل صورت، جنهن کي وراچڊ اپڀرنش چيو وڃي ٿو، وجود ۾ آئي: وراچڊ اپڀرنش ۾ وڌيڪ جو بگاڙو ۽ ڦيرو آيو، تنهن، اٽڪل ٻارهين صدي عيسويءَ ۾، اسان جي، موجوده سنڌيءَ کي جنم ڏنو.

ڊ استعمال تڏهن ڪبو آهي، جڏهن جملا تمام وڏا هوندا آهن ۽ ڪيترن ئي مداري جملن جي ذريعي گنڊيل ۽ ڳتيل هوندا آهن. ڪنهن پيچيدي خيال کي بيان ڪرڻ ۾ لازمي طرح ڊگها جملا ڪم آڻڻا پوندا آهن: انهن کي صاف ۽ واضح ڪري بيهارڻ ۾ ڊ گهڻي مدد ڏئي ٿو.

ڊ جو پيو مکيه استعمال گفتگو کي ظاهر ڪرڻ وقت ايندو آهي: يا جڏهن جملي ۾ پويان ڪو تفصيل يا وضاحت ظاهر ڪرڻي هوندي آهي، تڏهن به ڊ ڪم آڻبو آهي. مثال:

- هن چيو: "منهنجي زندگيءَ جي آخري آرزو به زماني جي بيدرديءَ جي نذر ٿي ويئي!"

- هو سوچي رهيو هو: "ڇا منهنجي لاءِ زندگيءَ جي جهولي اهڙي خالي ٿي چڪي آهي، جو مون کي ڪجهه به نٿو ملي!"

- پوليس لاءِ، ڪامورن لاءِ، ڪارخاني وارن لاءِ - بس وٽس اهوئي هڪڙو جملو هو: "ڪتي جا ڦر."

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ ڊ انهيءَ ڪري ڪم آيو آهي، جو پويان گفتگو ظاهر ڪرڻي آهي. ٻئي جملي ۾ به "سوچڻ" جي وضاحت ظاهر ڪرڻ لاءِ ڊ ڪم آيو آهي، ٽئين جملي ۾ "جملي" جي وضاحت ڪرڻ لاءِ ڊ ڏني، پوءِ چپل فقرو آڻدو ويو.

ڏکڻ جملن کي الڳ ڪري بيهارڻ ۽ ڪنهن فعل جي وضاحت ڪرڻ لاءِ دم جو استعمال ضروري آهي. انهيءَ ڪري نه رڳو جملو پڙهڻ وقت سهنجو ٿي پوي ٿو، بلڪ ان جي معنيٰ به صاف ٿي بيهي ٿي.

## پورو دم (.)

سڀني نشانين کان سولي نشاني آهي "پورو دم"، جنهن ۾ ڪو به مونجهارو نه آهي. جتي جملو ختم ٿئي ٿو، اتي پورو دم ڏنو ويندو آهي. جملي مان مقصد آهي ته جڏهن به ڪو خيال مڪمل طرح سان لفظن ۾ لکجي، ته خيال جي مڪمل ٿيڻ تي، ان جملي جي پڇاڙيءَ ۾ پورو دم ڏنو وڃي ٿو. مثال:

- سنڌ کي ڪو به ختم نٿو ڪري سگهي.
- سنڌي ٻولي هڪ مڪمل ٻولي آهي.

مٿين جملن مان هر هڪ ۾ هڪ خيال مڪمل ٿئي ٿو. خيال جي انهيءَ تڪميل جي ڪري ان کي پورو دم ڏيئي، جملي کي بند ڪيو وڃي ٿو.

جڏهن ڪنهن وڏي لفظ کي مخفف صورت ۾ لکبو آهي، تڏهن ان جي پوءِ به پورو دم ڏيئي ڇڏبو آهي. مثال طور "سنڌي ادبي بورڊ" کي اسين مخفف طور لکنداسون "س.ا.ب."؛ "هيڊ ماسٽر" کي عام طرح لکيو ويندو آهي "ه. م". گهڻا لکندڙ مخفف کان پوءِ ليڪ (ڊئش) ڏيندا آهن، پر ليڪ جو اهو استعمال غلط آهي. ليڪ کي پنهنجا ٻيا ڪارج آهن، جي اڳيان پيش ڪيا ويندا.

پوري دم جي وضاحت کان پوءِ، لازمي آهي ته پئرا جي مراد به سمجهجي. "پئرا" جو مطلب آهي لکڻ جو نئون سلسلو شروع ڪرڻ. اسان ڏٺو ته جڏهن جملي ۾ خيال جي تڪميل ٿئي ٿي، ته پورو دم ڏجي ٿو؛ پر جيڪڏهن ڪو خيال هڪ کان وڌيڪ جملن کان پوءِ پورو ٿئي، ۽ ان کان پوءِ وري نئون هڪ خيال هڪ کان وڌيڪ جملن ۾ اينڊو شروع ڪرڻو هجي، ته انهن ٻن خيالن کي جدا ڪيئن ڪجي؟ ان لاءِ طريقو "پئرا" ڏيڻ جو آهي؛ يعني جتي پهريون خيال ختم ٿئي، اتي پورو دم ڏيئي، اها سٽ ئي ڇڏي، وري نئين سٽ شروع ڪجي، نئين سٽ شروع ڪرڻ ۾ به، ٻن ٽن لفظن جيتري جاءِ ڇڏي، پوءِ لکڻ شروع ڪجي. هن مضمون ۾ اوهان کي مختلف پئرائون نظر اينديون ـ اهي به انهيءَ اصول ماتحت ڏنيون ويون آهن. جتي ڪو نئون خيال شروع ٿيو آهي، اتي نئين پئرا شروع ڪئي وئي آهي.

پئرائن استعمال ڪرڻ سان لکيت ۾ زور ۽ وضاحت اچي ٿي وڃي. خاص طرح سان جڏهن لکندڙ کي ڪنهن خاص نُڪتي ڏانهن پڙهندڙ جو ڌيان ڇڪائڻو هجي، ته پئرا ذريعي ئي اهو مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو. پڙهندڙ جي اها نفسيات هوندي آهي ته جيڪڏهن مضمون يا لکيت جو ڪو ٽڪرو دلچسپ نه هوندو آهي، ته ڪڪ ٿي پوندو آهي؛ پر جڏهن

پئرا لئين شروع ٿيندي آهي، تڏهن وري هن جي پڙهڻ کي ٿيڪ اچي ويندي آهي - انهيءَ خيال ماتحت ته مثان انهيءَ پئرا ۾ لکندڙ کا دلچسپ ڳالهه ڪئي هجي. ان هوندي به اهو ڌيان لازمي طرح رکڻ گهرجي ته پئرائون هرو ڀرو گهٽيون نه ڪجن؛ نه ته مضمون ڍڳهو ۽ خيالن جو سلسلو ئي جوڙ ٽي پوندو.

## ثانوي نشانيون

ابتدائي نشانين جي بحث کان پوءِ، ثانوي نشانين جو بحث آسان ٿيو پوي؛ ڇاڪاڻ ته ابتدائي نشانيون ئي گهڻي ۾ گهڻو استعمال هيٺ اچن ٿيون - ۽ اهي ئي مکيه نشانيون آهن جي جملي جي مفهوم کي صاف ۽ واضح ڪري بيهارڻ ۾ بنيادي ڪم ڪن ٿيون. ثانوي نشانيون ابتدائي نشانين کي، خيال جي وضاحت ۽ اهميت ظاهر ڪرڻ ۾، مددگار ٿين ٿيون.

ليڪ (-)

ثانوي نشانين ۾ سڀ کان اهم نشاني آهي "ليڪ". خيال جي وضاحت ۾ ليڪ تمام وڏو ڪم ڏيئي سگهي ٿي. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ليڪ تمام گهٽ استعمال ڪئي ويندي آهي؛ ۾ حقيقت ۾ جيڪڏهن ليڪ کان ڪم ورتو وڃي، ته جملن جي پڙهڪ جي سولهن پٽي ٿي وڃي ٿي، ۽ خيالن جي اهميت جو اندازو به وڌي وڃي ٿو.

ليڪ جو پهريون مکيه استعمال آهي ٿوري دم جي بدران ان جو استعمال. رواجي طرح جڏهن جملي ۾ خيال جي رخ ۾ ٿورو موڙ ايندو آهي، ته اتي ٿورو دم ڏبو آهي؛ پر جيڪڏهن انهيءَ موڙ کي ٿورو نمايان ڪرڻو هجي ۽ زور ڏيڻو هجي، ته ليڪ ڪم آڻجي. مثال:

- هو راڻوڙ لڳو پيو هو - ٽنگون ڇڻ ته ٽنيا، ٻانهون وڏيون ۽ وار ٿلها.

مٿين مثال ۾، جيڪڏهن "پيو هو" فعل جي پٺيان ٿورو دم ڏجي ها، ته به مقصد ٺڪري ها؛ پر ليڪ اچڻ سان پويان ايندڙ خيال ۾ هڪ وزن پيدا ٿي پيو آهي ۽ اڳين خيال کي ڪافي ٻراڻ ملي پيو آهي. خيال جي موڙ کي نمايان ڪرڻ لاءِ سنهجي خيال ۾ ٿوري دم کان ليڪ وڌيڪ ڪارائتي آهي. مثال:

- اهو سوال پنهنجي پاڻ کان پڇندي، هن کي ڇڻ ته ڪو صدمو رسيو- ۽ هو ائين سمجهڻ لڳو ته هن جو اهو ويچار به هڪ گناهه کان گهٽ نه هوا

جملي ۾ خيال کي وضاحت ۽ ٻراڻ ڏيڻ لاءِ، ليڪ جو استعمال تڏهن موزون آهي، جڏهن پڙهندڙ کي خيال جي انهن ساڳين منزلن جو سير ڪرائڻو هجي، جتي خود لکندڙ پهتو هجي.

پڙهندڙ جي خيالن جي روانيءَ ۾ اهوئي موڙ پيدا ڪرڻ لاءِ- جيڪو خود لکندڙ چاهي ٿو- ليڪ وڏو ڪم ڪري ٿي. مثال:

ـ هن پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون ـ جيئن آس پاس کي ڏسي، وري نہ هن جو ذهن ڀٽڪڻ لڳي!

مٿين جملي ۾ "اکين بند ڪري ڇڏڻ" جي تصور کان ڪجهہ هٽي، لکندڙ پنهنجي پڙهندڙ کي ڪنهن اوچتي خيال ڏانهن، جنهن جو هن کي رواجي طرح وهم گمان بہ نہ هجي، ڏيان ڇڪائڻ لاءِ ليڪ استعمال ڪري ٿو. انهيءَ ليڪ جي استعمال سان پڙهندڙ جي ذهن کي اوچتو سٽ اچي ٿي ۽ هو لکندڙ جي خيال جي گهرائيءَ ڏانهن پنهنجي ڌيان کي نئي ٿو. مثال:

مگر هوءَ اڄ نئين رنگ ۾ هئي ـ سماج جو هڪ بدنما داغ هئي!

ليڪ جو استعمال ڪنهن لفظ يا خيال جي سمجهاڻيءَ لاءِ ڏاڍو ڪارگر آهي. جڏهن بہ جملي ۾ ڪنهن لفظ يا فقري جي تشريح يا سمجهاڻي ڪرڻي هوندي آهي، تڏهن انهيءَ سمجهاڻي واري جملي جي اڳيان ۽ پويان ليڪ ڏبي آهي. ساڳيءَ طرح جڏهن ڪو جملو ڪنهن اڳيان آيل لفظ يا فقري جي صفت طور ڪم ايندو آهي، تڏهن بہ ان جي منڍ ۽ پڇاڙيءَ ۾ ليڪ ڏبي آهي. انهيءَ استعمال سان ليڪ بہ ساڳيو ڏنگين وارو ڪم ڏئي ٿي ـ پر، ڏنگين ۽ ليڪ جي انهيءَ استعمال ۾ بہ ڪافي فرق آهي، جو هن استعمال سمجهائڻ کان پوءِ بيان ڪبو. مثال:

گذري ويل زمانو ـ رنگين زمانو، جوانيءَ جو زمانو، مستيءَ ڀريو زمانو ـ جنهن ۾ ڪيف ۽ سرور هو!

مٿين مثال جملي ۾ "گذري ويل زماني" جي صفت ۽ تشريح طور جيڪي لفظ آيا آهن، انهن جي اڳيان ۽ پويان ليڪ ڏنل آهي. اهي ٻئي ليڪون انهيءَ گذريل زماني جي صفت طور ايندڙ خيال کي ظاهر ۽ نمايان ڪري بيهارڻ لاءِ ڪم آيل آهن. ايترو خيال رکڻ ضروري آهي تہ اتي ليڪون بہ ٻئي پولڊيون: هڪ اڳيان ۽ ٻي پويان. جيڪڏهن اهي ٻہ ليڪون ڪم نہ آڻيون، تہ جملي جو مفهوم ئي ڦري ويندو. جيڪڏهن هن جملي ۾ پوئين ليڪ جي بدران ٿورو دم ڏجي، تہ مطلب جي ستياناس ٿي ويندي. صفت جي بدران ان جو مطلب اهو ٿيندو تہ گذريل زماني جو مذاق اڏائڻ ۽ ان تي دانستہ ٽوڪ ڪرڻ لاءِ ان جي تعريف ڪئي ويئي آهي. ليڪ جو اهو بہ هڪ استعمال آهي ـــ جڏهن ٽوڪ ظاهر ڪرڻي هوندي آهي تہ انهيءَ صفاتي فقري جي اڳيان ليڪ ڏني ڇڏبي آهي، جنهن جي ذريعي ٽوڪ ۽ طنز ڪرڻ جو مقصد هوندو آهي. ان ڪري اهو لازمي آهي تہ جتي بہ سمجهاڻيءَ جو جملو يا صفاتي جملو يا فقرو ڪم آڻبو هجي، تہ ان جي اڳيان ۽ پويان ليڪ ڏجي. هيٺين مثال ۾ هڪ ئي خيال جي تشريح ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ ٽي خيال ڏنا ويا آهن، انهيءَ ڪري انهن کي ليڪن جي وچ ۾ ڏنو ويو آهي. مثال:

هن کي اها رات، جا سندس گناهن وانگر ڪاري هئي، ياد اچڻ لڳي ـ جنهن رات هوءَ پنهنجي ماڻهن کي خيرباد چئي، هن سان وڃڻ لاءِ لڪري آئي هئي ـ جنهن رات هن

دنيا کي ڇڏيو، پر هوءَ دنيا کي ڇڏي نه سگهي ٿي ـ جنهن رات هن سماج جي ڪا پرواهه نه ڪئي؛ مگر هو سماج کان ڌڪجي ويو.

مٿي ڇيو ويو آهي ته هن استعمال ۾ ليڪون ساڳيو ڏنگين وارو ڪم ڏين ٿيون. ڏنگيون به ڪنهن لفظ يا خيال جي تشريح ۽ سمجهاڻيءَ طور استعمال ڪيون آهن؛ پر فرق رڳو اهو هوندو آهي ته خيال جي سلسلي ۾ ليڪن جي اندر ٻهاريل جملو خيال جي مضبوطيءَ ۽ اهميت سان اهڙيءَ طرح ڳنڍيل هوندو آهي، جو ان کي ٽوڙي نه سگهبو، ۽ نه ئي انهيءَ سمجهاڻي ڏيندڙ يا صفاتي جملي کي نظر انداز ڪري سگهبو. جيڪڏهن نظر انداز ڪبو ته جملي جو خيال ئي فوت ٿي ويندو. پر ڏنگين جي حالت ۾ ائين نه آهي. ڏنگين ۾ جيڪو جملو يا فقرو ڏنو ويندو آهي، اهو هوندو ته سمجهاڻي طور ئي آهي، پر ان کي جيڪڏهن نظر انداز ڪري ڇڏبو، ته خيال جي سلسلي کي نقصان نه پهچندو. ڏنگين ۾ ايندڙ لفظ، فقري يا جملي جي اهميت ايتري اڻ لڳي هوندي آهي، جو جيڪڏهن انهيءَ کي پڙهڻ وقت ڇڏي ڏجي، ته خيال جون سلسلي وار ڪڙيون نه ٽُٽنديون. ڏنگين ۾ اهڙي ئي معمولي سمجهاڻي ڏني ويندي آهي، جو ان مان جملي کي تقويت ملندي ته سهي، پر ان جي نه هئڻ ڪري ڪو نقصان نه ٿيندو. مثال:

انهيءَ سال ـ جنهن سال ملڪ ۾ ڏڪر پيو هو ـ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد تيز ٿي وئي.

انهيءَ سال (شايد اهو سال ۱۹۴۳ع هو) ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد تيز ٿي وئي.

مٿين ٻن مثالن مان پهرئين مثال ۾ سمجهاڻيءَ جي جملي کي ليڪن جي وچ ۾ رکيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ جملي جو اصل خيال سان ڪافي گهرو ۽ واضح تعلق آهي، جنهن کي ڇني نٿو سگهجي؛ پر ٻئي مثال ۾ ـ جتي ڏنگيون ڪم آنديل آهن ـ ڏنگين ۾ ڏنل جملو جيڪڏهن نظر انداز ڪجي، ته جملي کي ڪو خاص نقصان ڪونه پهچندو.

جڏهن جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ فاعلي لفظ يا فقرا ايندا آهن، تڏهن خيال کي صاف ڪري پيهارڻ لاءِ ليڪ ڪم آڻبي آهي. مثال:

سائنس جا ڪرشما هجن، يا علم ادب جا ذخيرا هجن، بت تراشي جا بهترين نمونا هجن يا موسيقي جا رقت انگيز سُرَ هجن ـ سڀ ئي انسان جي عظمت جو دليل پيش ڪن ٿا.

جڏهن جملي جي شروع ۾ ليڪ ڏني ويندي آهي، تڏهن مقصد اهو هوندو آهي ته ڪو نئون خيال پيش ڪرڻو آهي. ڪڏهن ته وري ڪو جملو لکي، ڪنهن مڪمل نشانيءَ سان ان کي بند ڪري، پويان وري به ليڪ ڏيئي خيال جو سلسلو قائم رکيو آهي. ان سان جملي ۾ نه رڳو زور پيدا ٿئي ٿو، بلڪ خيال ۾ هڪ قسم جي نواڻ يا ندرت اچي وڃي ٿي. مثال:

ادا، اکرن تي ڪلجو لـا ڏلـکا ڦڏا آهن ته ڇا ـ پوءِ به سنڌياڻي آهيان؛ سنڌي لکيا اٿم، ويندي ڏيهال جي اٿڌريس تائين!

ڏسو ته انهيءَ پٺي نمبر عجب جي نشانيءَ کان پوءِ ليڪ خيال ۾ ڪيڏي نه گهرائي، معنويت ۽ ندرت پيدا ڪري ڇڏي آهي! ساڳيءَ طرح سان جڏهن جملي جي بلڪل شروع ۾ ليڪ ڏني ويندي آهي، تڏهن مقصد رڳو اهو هوندو آهي ته لکندڙ ڪنهن اڳين ڳالهه يا ڪنهن اڳين خيال کي ڇڏي ڪري، ڪو نئون عنوان، يا ڪا نئين ڳالهه ڪرڻ ٿو چاهي. مثال:

- ياءَ ايڊيٽر، ”مهراڻ“: ... سوچيان ٿي، هي افسانه نگار اديب آهن، سي ڪيئن ٿا افسانا لکن!

منهنجي خيال ۾ ڪارج جي لحاظ کان ليڪ کي ٿوري دم کان پوءِ پٺي نمبر ۾ تمام مفيد ۽ ڪارائتا ڪارج آهن - جيتوڻيڪ ان جو استعمال ٿورو پيچيدو آهي. اها پيچيدگي رڳو گهٽ استعمال سبب آهي. جيڪڏهن اسان جا اديب ليڪ جو صحيح ۽ موزون استعمال ڪرڻ لڳن، ته هو انهيءَ نشانيءَ مان گهڻو لاڀ حاصل ڪري ٿا سگهن. نه رڳو سندن لکيتون معنوي لحاظ کان صاف ۽ واضح ٿي پونديون، بلڪ آءٌ يقين سان ٿو چوان ته جملن جي ظاهري جوڙجڪ ۾ اهڙي ٿي پوندي، جو پڙهندڙ جو هڪدم ڌيان ڇڪائيندي. انهيءَ مان اهو مقصد ۽ اثر ته اديب ۽ قلمڪار ليڪ کي جا بجا استعمال ڪندا وتن. هر نشانيءَ ضرورت آهر ڪم آڻڻ پهريون اصول هئڻ گهرجي!

ڳنڍيندڙ ليڪ (-)

جڏهن ٻه ڪو مرڪب لفظ ٺاهڻو هوندو آهي، تڏهن انهن ٻن لفظن جي وچ ۾ ننڍڙي ليڪ ڏبي آهي. ان کي چئجي ٿو ”ڳنڍيندڙ ليڪ“. انهيءَ جو استعمال فقط اهوئي آهي ته جي مرڪب لفظ اهڙن لفظن مان ٺاهڻو هجي، جن جو تعلق ايترو ظاهر نه هجي، تڏهن ليڪ وچ ۾ ڏيئي اهو مقصد حاصل ڪيو ويندو آهي. مثال:

مني جو ماهه-پهريون سومر هو، ڪراچيءَ جي صدر واري حصي ۾، ڪوريءَ آس ۾، هڪ فقير کي دانهون ڪندو ڏٺم.

هن مثال ۾ ”ماهه-پهريون“ معنيٰ مهني جو پهريون سومر. انهن ٻنهي لفظن جو ظاهر ڪو تعلق ڪونهي، پر معنيٰ جي ضرورت طور ان کي مرڪب بنائڻ لاءِ وچ ۾ ڳنڍيندڙ ليڪ ڏني وئي آهي. ڳنڍيندڙ ليڪ فني لفظن جي مرڪب لفظن ۾ گهڻي ڪم آندي ويندي آهي. مثال: ”برقي-ريڊيائي اثر“؛ ”معاشي-عمراني علوم“؛ وغيره.

ڏنگيون ( )

”ڏنگين“ جي باري ۾ ”ليڪ“ واري بحث ۾ اڳئي ڪجهه چئي چڪو آهيان. ڏنگيون جملي جي انهن لفظن يا ڪنهن فقري کي بند ڪرڻ لاءِ ڏبيون آهن، جيو خيال جو حصو

هوندي ۽ ايترو اهم نہ هوندو آهي - ۽ جيڪڏهن ان کي رهڻ ڇڏجي، تہ ۽ مفهوم تي ڪو خاص اثر نہ پوندو. انهيءَ ڪري اهو مونجهارو ضرور پيدا ٿيندو تہ ڪهڙي سمجهاڻيءَ جي فقري جي جملي کي ليکن جي وچ ۾ آڻجي ۽ ڪهڙيءَ کي ڏنگين ۾؟ دراصل اهو خود لکندڙ جي ذهني قوت تي ڇڏيل آهي. جيڪڏهن هو انهيءَ فقري يا جملي کي مجموعي خيال جو لاڳاپيل ۽ اٽوٽ حصو سمجهي، تہ ليکن جي اندر رکڻ گهرجيس، پر جي رواجي ۽ غير اهم حصو سمجهيس، تہ پوءِ ڏنگين ۾ رکڻ گهرجيس. مثال:

- هن ڪتاب ۾، سنڌ جي فقط ادائي صدين (١٥٩٢ع کان ١٨٤٣ع تائين) جي اقتصادي تاريخ کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

ڏنگيون، گفتگو (ڊائلاگ) کي لکيت ۾ آڻڻ وقت ڏاڍيون ڪارائتيون آهن. ڳالهائيندڙن جا جذبا، عمل، اشارا ۽ خطاب ڏنگين ۾ ڏنا ويندا آهن. اهو رڳو انهن شين کي اصل گفتگو کان الڳ ڪري ڏيکارڻ جي لاءِ ڪيو ويندو آهي - ڇاڪاڻ تہ اهي اشارا ۽ جذبا، يا مخاطب ٿيڻ جا نمونا ۽ طرف گفتگوءَ ۾ لہ ايندا آهن. ان ڪري لازمي طرح انهن کي لکڻ وقت اصل گفتگوءَ کان لڳالو ۽ جدا ڪري ڏيکارڻو پوندو. مثال:

زينت (محمد کي) - تڏهن هيڏانهن آءُ!

محمد (حيرانيءَ ۾) - آءٌ سمجهي نٿو سگهان، پر تون جڏهن چئين تڏهن ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

انهيءَ طرح ڏنگين جو سڀ کان مکيہ استعمال ناٽڪ نويسيءَ وقت ٿئي ٿو. ناٽڪ لکڻ وقت اهي منظر، اهي عمل، ۽ اهي جذبا، جي وقت بہ وقت، ناٽڪ ۾ ظاهر ڪرڻا هوندا آهن، انهن کي ڏنگين ۾ رکيو ويندو آهي. مثال:

محمد (سنڌس هٿ، هٿ ۾ وٺي) - اکين سان. الله گهربو آهي تہ قيامت ڏينهن ملنداسون، ۽ آخرت ۾ هڪ ٻئي جا ٿي رهنداسون ۽ وري ڪڏهن ڪين ڌار ٿينداسون.

زينت - آمين! تڏهن هلي آءُ.

(درياهہ ڏانهن منهن ڪن ٿا، هوءَ پانهن گلي ۾ وجهيس ٿي، ۽ پوءِ ٻئي اچانڪ ماري دريا ۾ ٽپي پون ٿا. هيٺان پاڻيءَ جي ڇڻڪار جو آواز ٻڌجي ٿو، ۽ ڪجھ پاڻي ڦوهاري واڱر ڪر تي چڙهي ٿو اچي.)

مٿين ناٽڪي ٽڪري ۾ پڇاڙيءَ جو سڄو منظر ڏنگين ۾ ڏنو ويو. ساڳيءَ طرح ان کان اڳ ۾ محمد جو هڪ عمل "هٿ ۾ هٿ وٺڻ" بہ ڏنگين ۾ ڏنو ويو آهي. ان ڪري جو انهن شين کي گفتگو ۽ مڪالمي کان الڳ ڪري ڏيکارڻ ضروري آهي.

## سوال جي نشاني (؟)

هيءَ نشاني تہ نهايت سولي آهي - جنهن جو ڪم خود نشانيءَ مان ظاهر آهي. جڏهن بہ جملي ۾ ڪنهن سوال پڇڻ جو ارادو هوندو آهي، تڏهن سوال جي نشاني ڪم آندي ويندي آهي. مثال:

- تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ڪٿان جو ويٺل آهين؟
جڏهن ڪو سوالي فقرو يا جملو فاعل طور استعمال ٿيندو، ته ان ۾ سوال جي نشاني نه ڏيڻ گهرجي. مثال:
- مذهب ڇا آهي، انڌي تقليد ڇا کي چئبو آهي، هرڪو انهي ڳالهه کان ئي سمجهدار ماڻهو سمجهي سگهي ٿو.
هن جملي ۾ اڳيان پٺ سوالي جملا آهن، پر ڇاڪاڻ ته اهي ٻئي پوئين جملي جي فاعل طور ڪم آيا، ان ڪري سوالي نشاني ڪم نه آندي ويئي. سوال جي نشاني استفهامي ضميرن جي وقتي معنيٰ تي به گهڻو دارومدار رکي ٿي - ساڳيو ضمير سوال به پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ بيان به. انهيءَ مفهوم جي پيش نظر سوالي نشاني ڪم آڻڻ گهرجي.

عجب جي نشاني (!)

سوال جي نشانيءَ وانگر عجب جي نشاني به نهايت سادي نشاني آهي. جڏهن ڪنهن ڳالهه تي عجب يا افسوس ظاهر ڪرڻو هوندو آهي، تڏهن عجب جي نشاني ڪم آئبي آهي، خود عجبي لفظن جي پويان به اڪثر عجب جي نشاني ڪم آئبي آهي. مثال:
- افسوس! بچاريءَ ۾ سندس محبوب مڪڙو به ڏسي ڪين سگهيس!
ڪڏهن ته وري جملي ۾ نوڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ، يا جملي ۾ ڪنهن خاص زور پيدا ڪرڻ لاءِ به عجب جي نشاني ڪم آئبي آهي. مثال:
- سنڌ جي 'سروري' ٽائيپ نقادن جي تنقيد جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!
ڪئي ڪئي صاف سوالي جملن کي عجبي جملا بنائي، سندن اهميت کي وڌائبو آهي. مثال:
- "ڪڏهن تو ڏوڪڙ پاهر! يا وجي ٿي. ٿيءَ کي سڏي اچان! ۽ ڪرايانءِ ڪا تعدي!"
رواجي طرح سڏ ڪرڻ لاءِ ندا جي نشاني ڪم نه آڻجي ته چڱو: پر جيڪڏهن سڏ ڪرڻ جو ڪو خاص مفهوم هجي، ته پوءِ ان حالت ۾ عجب جي نشاني ڏيڻ بهتر آهي. مثال:
- صاحب! هن گاڏيءَ ۾ هڪ فقير بنا ٽڪيٽ ويٺو آهي!

ٻٽيون ۽ ايڪوٽيون واڪ جون نشانيون (' ' " ")

واڪ جون نشانيون ڪم آڻڻ سان جملي جي مفهوم کي واضح ۽ صاف بيهارجي ٿو. واڪ جون نشانيون ٻن قسمن جون آهن - ايڪوٽيون ۽ ٻٽيون. هڪڙو اصول انهن ٻنهي لاءِ ياد رکڻ گهرجي ته جڏهن به ڪٿان واڪ جون ايڪوٽيون يا ٻٽيون نشانيون ڏجن، انهن کي وري ساڳين نشانين سان بند ضرور ڪرڻو آهي: گفتگو جي حالت ۾، واڪ جي نشانين ڪان اڳ ٿورا دم (يا دم) ڏنا ويندا آهن. مثال:
- انهيءَ ڏينهن، زال کي چيائين، "سون ڪان هاڻي ٻاڻي به نه گهرجانءِ. ٻنهين توکي پاڻهي پاليندو."

مٿين مثال مان ڏسڻ ۾ ايندو ته جيڪو حصو گفتگو ۾ ڪنهن شخص جي واتان نڪتو آهي ته ان کي واڪ جي نشانين ۾ بند ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح نه رڳو گفتگو ۾ ڪو خيال ۽ ويچار به واڪ جي نشانين ۾ آڻي سگهجي ٿو. مثال:

- هو سوچڻ لڳو: ”انسان ڪيڏو نه ذهني طرح ڪيري چڪو آهي!“

هن جملي ۾ سوچڻ جو نتيجو واڪ جي نشانين ۾ ڏيئي نمايان ڪيو ويو آهي.

جڏهن ڪنهن گفتگوءَ جي دوران ۾ ٻي گفتگو اچي وڃي، يا ڪو فقرو دهرايو وڃي، ڪو ڀاڱو يا چوڻي آندي وڃي، ته ان حالت ۾ گفتگوءَ کي ته ٻٽين واڪ جي نشانين ۾ رکيو ويندو آهي؛ پر وچ ۾ آيل گفتگو، ڪو خيال، ڪو فقرو يا ڀاڱو اڪيلين واڪ جي نشانين ۾ رکيو ويندو آهي. مثال:

- هن پنهنجي دوست کي سمجهائيندي چيو، ”مون کي انهيءَ ڳالهه تي ڀٽائيءَ جو هڪ شعر ياد ٿو اچي: ’مٺو آهين مڇ، ٿلهو ٿو ٿونا هڻين‘- اهو شعر بلڪل هن تي لهي ٿو اچي!“

هن مثال ۾ ڀٽائيءَ جي شعر کي گفتگوءَ جي وچ ۾ اچڻ ڪري، اڪيلين نشانين ۾ رکيو ويو آهي؛ ڇاڪاڻ ته اهي لفظ گفتگوءَ ۾ اچن ٿا، پر خود ڳالهائيندڙ جا پنهنجا لفظ نه آهن. اهو محض هڪ حوالو آهي. اهڙن گفتگو جي وچ ۾ ايندڙ حوالن کي اڪيلين نشانين ۾ رکڻ گهرجي.

جڏهن رواجي لکيت ۾ ڪنهن خاص لفظ تي توجهه ڇڪائڻو هوندو آهي ۽ ان لفظ کي نمايان ڪري ڏيکارڻو هوندو آهي، ته به ٻٽين واڪ جي نشانين کان ڪم وٺبو آهي. مثال:

- اوچتو ”چم چم“ جي آواز سندس خيالن کي ٽوڙي ڇڏيو.

مٿين مثال ۾ ”چم چم“ لفظ کي خصوصيت ڏيڻ ۽ نمايان ڪري ڏيکارڻ لاءِ واڪ جي نشانين ۾ آندو ويو آهي.

خاص طور، جڏهن ڪي لفظ يا نالا سندن رواجي معنيٰ ۾ نه پر ڪنهن خاص فني، علمي يا ٻيءَ ڪنهن غير رواجي معنيٰ ۾ ڪم آيل هوندا آهن، ته گهٽ ۾ ڀريون پيرو اهڙن لفظن کي واڪ جي نشانين ۾ آڻبو آهي. مثال:

- سموري ريڊيائي قوت جو دارومدار ”ائي“ جي ٻن مثبت ۽ منفي طاقتن جي هڪ ٻئي جي چوڌاري گردش ڪرڻ تي آهي.

## ٻٽيون يا مرڪب نشانيون

ٿالوي نشانين کان پوءِ ٻٽيون نشانيون به ڪجهه قدر استعمال ڪيون وينديون آهن. ٻٽين نشانين جو مقصد فقط عارضي آهي. انهن مان هڪ نشاني آهي ”ٻڙي ٻڙي ٻڙي“. هيءَ نشاني گهڻو ڪري خالص ادبي لکيتن ۾، ڪٿي ڪٿي خيالن ۾ نفاست جي گهرائي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم آندي ويندي آهي. مثال:

هو سوچيندو رهيو - هي دنيا ۽ سماج جا بدنما داغ، ڪارنهن جا ٽڪا - مگر......
سندس دل ڀيھجي ويئي.
جڏهن جملي جي شروعات يا ڀڃاڙيءَ ۾ هيءَ نشاني ڪم آڻڻ سان لکندڙ معنيٰ ۾ گهرائي پيدا ڪرڻ سان گڏ پڙهندڙ جي ذهن کي ڪجهه سوچڻ ۽ انهيءَ ڇڏيل "پڙي پڙي پڙي" جي جاءِ کي پنهنجي فهم سان ڀرڻ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندو آهي، تڏهن ائين محسوس ٿيندو آهي، ته لکندڙ ڪجهه اڌورو ڇڏي ويو آهي - جنهن ڪن لفظن کي جاءِ واڻي ڪاڏر ويو آهي - پر خيال اڌورو هوندي به مڪمل هوندو آهي: لفظن نه هوندي به لفظن جي موجودگي ذهن ۾ پاسا ورائڻ لڳندي آهي. مثال:
- ها... اي غريب، مون توکان پيک پني... ڀيک! ... تو ڇا ڏنو؟ ... تنهنجو متاع حيات! ... تنهنجو سڀڪجهه ... دل، دماغ، ايمان، اعتقاد ... سڀڪجهه ...
- غريب ڇوڪري ... نوجوان ... مگر نوجوان!
مٿين ٻن مثالن مان ظاهر ٿيندو ته انهيءَ نشانيءَ جي ڪري نه رڳو معنيٰ ۾ گهرائي پيدا ٿئي ٿي، نفاست پيدا ٿئي ٿي، پر ساڳئي وقت پڙهندڙ لکندڙ سان گڏ ڪجهه سوچڻ تي مجبور ٿيو پوي - اهو ڪجهه سوچڻ لاءِ، جيڪي لکندڙ انهن ٻڙين جي وچ ۾ لڪائي ويو آهي!
ان کان پوءِ ٻي اهم نشاني آهي "ٻه ٻڙيون ليڪ". هن نشانيءَ جو فقط هڪڙوئي استعمال آهي ۽ اهو آهي ڪا چيز شمار ڪرڻ يا ڪنهن شي جو تفصيل ڏيڻ. مثال:
- ٻار جي صحيح تعليم لاءِ هيٺيون ڳالهيون ضروري آهن:-
(١) صحيح تربيت؛ (٢) صحت مند ماحول؛ (٣) همدردي ۽ محبت جو رويو.
هن نشانيءَ جو اهو استعمال دم ڪان به ورتو ويندو آهي. بهتر به اهو آهي ته تفصيل جو اهو ڪم، جڏهن دم اسان کي ڏئي ٿو، ته پوءِ اسين هن ٻنهيءَ نشانيءَ تي گهٽو نه پاڙيون.
ان کان پوءِ آخري ٻه نشانيون آهن: ڏنگين ۾ سوال جي نشاني، ۽ ڏنگين ۾ عجب جي نشاني.
جڏهن ڪنهن ڳالهه ۾ شڪ هوندو آهي، يا ان جي مڪمل معلومات نه هوندي آهي، ته اتي ڏنگين ۾ سوال جي نشاني ڏني ويندي آهي: ڪڏهن ڪڏهن ٽوڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ به ڪم آندي ويندي آهي. مثال:
- الحمرا جا داستان (؟) ڏند ڪٿائن کان وڌيڪ اهميت تاريخي اعتبار کان نه ٿا رکن.
هن مثال ۾ الحمرا جي داستانن متعلق ڪنهن شڪ جو اظهار ڪيو ويو آهي.
ڏنگين ۾ ڪم آيل عجب جي نشانيءَ جو به گهٽو ڪري ساڳيو استعمال آهي، جهڙو ڏنگين ۾ سوالي نشانيءَ جو آهي. هن نشانيءَ جي استعمال سان ته پاڻ طنز گهري ٿي ويندي آهي. مثال؛

—الله توکي تنهنجي نيڪيءَ (!) جا پاڙا ڏيندو!

هن جملي ۾ نه رڳو نيڪيءَ جي حالت شڪي ٿي پئي، پر ساڳئي وقت هڪ ڪهري طنز به ٿي ويئي.

اسان جا سنڌي اديب ۽ ليکڪ جيڪڏهن بيهڪ جي نشانين جي صحيح استعمال جي اهميت کي سڃاڻندا، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ مٿي بيان ٿيل چند ڳالهين تي ڌيان ڏيندا، ته نه رڳو هنن جون تحريرون ٻوليءَ جي جوڙجڪ جي لحاظ کان سهڻيون ٿينديون، پر ساڳئي وقت هو پنهنجو صحيح مقصد به پڙهندڙن تائين پهچائي سگهندا. دراصل نشانين استعمال نه ڪرڻ ڪري ايترو نقصان ڪونه ٿو ٿئي، جيترو نشانين غلط استعمال ٿيڻ ڪري ٿو ٿئي. اسان وٽ هڪ خاص بدعت آهي ته عجب جي نشاني ۽ سوال جي نشاني ڪن ڪن هنڌ مطلب کي ڪهري ڪرڻ جي خيال کان هڪ کان وڌيڪ پيرا ڪم آندي ويندي آهي. پر انهن نشانين جو اهو نهايت ئي غير موزون استعمال آهي. ان ڪري ڪڏهن به هڪ کان وڌيڪ عجب جي نشاني يا هڪ کان وڌيڪ سوال جي نشاني هڪ ئي هنڌ ڪم نه آڻڻ گهرجي.

بيهڪ جي نشانين ڏانهن جوڳو ڌيان ڏيڻ، سندن صحيح استعمال، ۽ اڻ ٻوليءَ جي سادگيءَ ۽ سلوڻائيءَ، لفظن جي صحيح چونڊ، ۽ خيالن جي اڏائڻ ۾ ورج جي ذريعي اسان جا اديب ۽ شاعر پنهنجي ٻوليءَ کي اهو تاب ۽ زينت بخشي سگهن ٿا، جا سندن لکيتن کي مقبول عام ۽ لاثاني بنائي سگهي ٿي. هن قسم جي خبرداريءَ ۽ احتياط سببان اسان جي ٻولي نه رڳو سونهن ۽ سوڀيا ۾ وڌندي، بلڪ انهن علمي بنيادن تي اچڻ سان انهيءَ ڏس ۾ ٻين ترقي يافته ٻولين سان همسري به ڪري سگهندي.



پروفيسر لطف الله بدوي

# سيف الملوڪ

منظوم قصن ۾ سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جي قصي کي وڏي اهميت آهي. سنڌ جي ٻن تاريخي تصنيفن - تاريخ طاهري، ۽ تحفة الڪرام - مان هن قصي جي تاريخي پس منظر تي اڻ روشني پوي ٿي.

تاريخ تحفة الڪرام جي مصنف مير علي شير قانع، سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو ذڪر ڪجهه تفصيل سان ڏنو آهي*. اهو هيٺينءَ ريت اچي ٿو:

"- آن ظالم (دلوراءِ) جو عجيب ظلمي رواج هو، ته جو به سوداگر، هندستان کان سنڌ شهر (الور) ۾ ايندو هو، آن کان محصول جي عوض، سندس سامان جو اڌ پنهنجي قبضي ۾ وٺندو هو، ۽ هر شخص جي خوبصورت زال تي زبردستيءَ سان تصرف ڪندو هو. سندس حڪومت جي دور ۾ هڪ وڏو عزت ۽ رسوخ وارو سوداگر سيف الملوڪ، جو اصل ۾ شهزادو هو، پر سوداگر جي لباس ۾ حج جي زيارت لاءِ ٿي ويو، الور کان اچي گذريو. جيئن ته شهزادي کي دلوراءِ جي ظلمي ڪاروائن جي واقفيت نه هئي، سندس پيڙيءَ اچي مهراڻ جي ڪناري تي الور وٽ پهچي هئي. شهزادي سان گڏ سندس محبوبه بديع الجمال به هئي. بديع الجمال جي غير معمولي حسن جي ساراهه ٻڌي، ناعاقبت انديش راجا مٿس غائبانه فريفتو ٿي پيو. هن حالت کان سوداگر مجبور ٿي، بديع الجمال کي سپرد ڪرڻ لاءِ ٽن ڏينهن جي مهلت ورتي. آن وچ ۾، سوداگر سڄي رات هن ستمگر جي چنبي کان ڇٽڻ لاءِ، خدا جي درگاهه ۾ پئي پاڙيو. خواب ۾ کيس حڪم ٿيو ته قابل سنگتراشن کي گڏ ڪري، جبل جي ڏري کي، جو پاڻيءَ کي روڪيو بيٺو آهي، کوٽايو وڃي. آن الهامي ارشاد موجب، سنگتراشن کي وڏو اجورو ڏئي، شهزادي ڪم تي لڳايو. ظاهر ۾ هيءَ ڪم بيحد ڏکيو هو، پر غيب جي تائيد هئي. راتو رات مهراڻ پنهنجو رخ بدلايو. اڳئين وهڪري کي ڇڏي، بکر جي طرف رخ رکيائين، اهڙيءَ ريت سوداگر آن ظالم جي چنبي کان نجات لڌي، پنهنجي منزل مقصود ڏانهن روانو ٿيو. صبح سان

* تحفة الڪرام: ٣: ٣٣.

هيءَ خبر دلوراءِ کي پهچائي وئي، هن گهٽوئي تدارڪ ڪيو، پر جا عبارت قضا ۽ قدرت جي طرف کان منجي چڪي، سا وري ساڻ ٿي نه سگهي. درياهه جي هن تبديليءَ آخر الور جي تباهي آندي.

"جون ٿا ته سيف الملوڪ پنهنجي محبوبه بديع الجمال سميت ڪعبي جي سفر کان پوءِ، ديري غازي خان ۽ سيت پور جي وچ ۾ وڃي رهيو، جتي باقي حياتي، خير سان گذاري، آجل جي سڏ کي لبيڪ چيائين. هتي ئي ڪس به ٻه ٽ، رتو ۽ چنو نالي پيدا ٿيا. رتي ڪوٽ ۾ سيف الملوڪ، بديع الجمال ۽ سندس ٻنهي جون تربتون موجود آهن."

خبر نه آهي ته تحفة الڪرام جي هن روايت ۾ ڪيتري قدر صداقت آهي. مون الور کي ڏٺو آهي، مهراڻ جي پراڻ ۾ به ڦيرو آهيان: خبر نه آهي ته درياهه جو اهو ڪهڙو ڏِرو هو، جنهن کي سيف الملوڪ صاف ڪرايو هو. الور جي ڏکڻ ۾، پهاڙين جو سلسلو ضرور آهي، جو ڪالڪان جي آستان تائين ۽ ان کان به دور وڃي ٿو؛ مگر ان طرف درياهه جي وهڪري هئڻ جو اعتبار ئي نه ٿو اچي سگهي.

تاريخ طاهريءَ جي روايت تحفة الڪرام جي عبارت جهڙي آهي، مگر ان ۾ سيف الملوڪ جو نالو نه ٿو اچي. مصنف نسياني فقط "سوداگر" ٿو لکي، مگر بديع الجمال جو نالو ضرور اچي ٿو. رتي ڪوٽ جو ذڪر به موجود آهي. بهرحال هي تاريخي حقيقتون آهن، جي هن قصي سان تعلق رکن ٿيون. هنن افسانوي روايتن جو اصلي ماخذ ڪهڙو آهي، ان جو ذڪر مٿين تاريخن ۾، نه ڏيکاريو ويو آهي.

هن تاريخي "حقايق" کي ڇڏي، جيڪڏهن اسين قصه گو شاعرن جي طرف رجوع ٿيون ٿا، ته وقت جي تعين ۾ وڏو تضاد نظر ٿو اچي. هُو سيف الملوڪ جي ڪهاڻيءَ کي وڃي حضرت سليمان عليه السّلام جي واري سان ملائين. مولوي لطف علي جنهن هن قصي کي ابتدا ۾ سرائڪي شعر ۾ قلمبند ڪيو آهي، هن واقعي جي زماني بابت لکي ٿو:

آس مرسل دي واري ها، هڪ والي ملڪ مصر دا-
عاصم نام بلند مراتب بن صفوان سِڪَندر دا،
مرسل مير سليمان وانگر داد عدل سڀ ڪر دا.

مولوي لطف عليءَ جي تائيد ۾، سنڌي سيفل نامي جي ٻن مصنفن به ساڳي حقيقت پيش ڪئي آهي:

هيون تايني تَنهنجي واري سليمان،
هاشم شاهه مصر ۾ هو عاقل سان اِحسان،
جابر سڀ زبون ڪيا، ڪنو ڪٿي خان،
سو وهيه هت سفيان، عدل ڪان امير ٿيو. - بهار پير

١- تاريخ طاهري مسودہ: ١٩

سڀ ڪجهه سائينءَ ڪيو، تابعي سليمان،
هاشر شاهه مصر ۾ هو عادل ۽ گشوان،
چار سؤ ڪوٽ مصر جا زير سندس احسان،
چوڻ ڪان چئوٺي ٿي، سيرت تنهن سلطان،
سورهيه پٽ سفيان، منجهان عدل آمير ٿيو. — جهانداس

خبر نه ٿي پوي ته شاعرن هيءَ روايت ڪٿان ورتي. جيڪڏهن قبول ڪجي ته دلوراءِ وارو سيف الملوڪ ڪو پيو هو، ته بديع الجمال جو نالو چو آيو. هيءَ هڪ منجهائيندڙ حقيقت آهي، جنهن بابت ڪو به قطعي رايو ڏئي نه ٿو سگهجي. ٿي سگهي ٿو ته شاعرن ديون ۽ پرين جي ذڪر ڪي اعتبار ۾ آڻڻ لاءِ حضرت سليمان جي عهد کي خصوصيت سان ورتو هجي، جو ته هيءَ حقيقت مشهور آهي ته حضرت سليمان جي ماتحت ديو ۽ پريون به هئا. مسٽر محمد اسماعيل عرساڻيءَ ٿر جي هڪ مقام جو ذڪر ڪندي، سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جي طرف اشارو ڪيو آهي، جو ٻڻ معني خيز آهي. بهرحال هي صدين جو واقعو، تحقيق جي دائري ۾ هيئنر پوريءَ طرح اچي سگهي، مشڪل آهي. مون پنهنجي طرفان ڪوشش ڪئي آهي ته ان جي تاريخي پس منظر جو صحيح نقش پيش ڪري سگهان.

جنن مٿي ڏيکاريو اٿم، ته مولوي لطف علي آهو پهريون شاعر هو، جنهن تفصيل سان هن قصي کي سرائڪي زبان ۾ لکيو آهي. جيتري قدر مون تفتيش ڪئي آهي، فارسي يا اردو ۾ "سيف الملوڪ" جي قصي کي نظم خواهه نثر ۾ ڪنهن به ٻئي اديب يا مصنف نه لکيو: هن مان معلوم ٿيندو ته هي قصو سنڌ جي پيداوار آهي. هي قصو مسودي جي صورت ۾ منهنجي سامهون موجود آهي، جو خالص سنڌي صورتخطي ۾ لکيل آهي. هي مسودو "بياض خادمي" جو حصو آهي، جنهن کي قبلہ حاجي امام بخش "خادم" سنہ ١٨٨٦ع ۾ لکيو آهي، جنهن کي تقريباً مني صدي گذري. جنن "خادم" لکي ٿو، ته هي مسودو مصنف جي دستخط تان ورتو اٿس.

مولوي لطف علي .

مولوي لطف علي سرائڪي زبان جو بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. مولوي نوروز جنهن جي سرائڪي ڏوهيڙن کي وڏو مقام حاصل آهي، مولوي صاحب موصوف جي شاگردن مان هو. آءٌ جڏهن قادرپور ۾ هوس، ته منشي امام بخش خان * جو قادرپور جاگير جو مهتمم هو، اڪثر نوروز ۽ لطف عليءَ جي صحبتن جو ذڪر ڪندو هو ۽ سندن عشق مجازيءَ جي پڙيل ڪهاڻين جي رهاڻ ڪندو هو.

* منشي امام بخش خان جي عمر هن وقت آسي ورهيه لڳ ڀڳ ٿيندي. هُن نوروز جي صحبتن سان صحبت ڪئي هئي.

مولوي لطف علي ملو مبارڪ جي وسنديءَ جي پرسان بهادرپور جي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. هي ڳوٺ ڪوٽ سمابي (رياست بهاولپور) جي سٽيشن جي پرسان آهي. سندس ولادت جي سال بابت ڪا مستند روايت ڪانه آهي، پر قياسي طرح چئي سگهجي ٿو، ته هُو سنه ١١٥٥ هجري ۾ تولد ٿيو هوندو. ڇاڪاڻ ته هن جنهن وقت پنهنجي مشهور تصنيف مڪمل ڪئي هوندي، اُن وقت سندس عمر جوانيءَ کان مٿي چڪي هوندي. هُن سيفل نامو سنه ١١٩٥ هجري ۾ مڪمل ڪيو هو - جنهن پاڻ لکي ٿو:

روز خميس ختم ٿيا، دفتر سَنَ تاريخ لکيوي،<br>
ٻارهوين صدي تون جو هڪ پنجڪ ڇا گهٽيوي،<br>
ماهه مبارڪ رجب دي، ستاويهين ڪر ڳڻيوي،<br>
ٿيا فيصل ايہ سيفلنامہ پارو ڪسول ڏسيوي.

جنهن نوروز جي روايت آهي، اُن وقت مولوي صاحب جي عمر ڪافي وڏي هئي. تيانڻا سندس عمر ان وقت چاليهن ورهين جي لڳ ڀڳ هوندي. سيفلنامي ۾ سندس شعر جي پختگي ڏسي پڻ اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. بهرحال "ڪليات حمل" جي هيءَ روايت تصديق طلب آهي ته مولوي لطف علي، حمل فقير جو همعصر هو. حمل فقير سال ١٢٢٥ هجري جي لڳ ڀڳ پيدا ٿيو هو. حمل جي سال پيدائش وقت مولوي موصوف جي عمر ٧٠ ورهيہ جي قريب هوندي. زباني روايتن موجب چيو وڃي ٿو ته مولوي صاحب ان ساڳئي سال وفات ڪئي هئي، جنهن سال نواب محمد بهاول خان ثانيءَ وفات ڪئي. نواب موصوف سنه ١١٦٦ هجري ۾ تولد ٿيو هو ۽ سنه ١٢٢٣ هجري ۾ وفات ڪيائين. جيڪڏهن مٿين روايت صحيح آهي، ته پوءِ مولوي لطف عليءَ جي وفات جو سال ١٢٢٣ هجري ٿي سگهي ٿو.

## مولوي صاحب جو دور

مولوي صاحب جنهن دور ۾ رهيو ٿي، تاريخ ۾ اهو دور نهايت پرآشوب هو. سنه ١١٥٩ هجري ۾، امير صادق محمد خان دائود پوٽو، شڪارپور جي ڪوٽ جي ٻاهران ڪلهوڙن ۽ افغانن جي گڏيل فوج سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. سندس فرزند بهاول خان اول پنهنجي نئين حڪومت رياست بهاولپور جي لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو، مگر ان هوندي به ڪلهوڙن جي ڪوشش ٿيندي رهي. ٻئي طرف ملتان جي نواب حيات الله خان جي مخالفت هئي. هن سخت ڪشمڪش جي زماني ۾، امير بهاول خان وفات ڪري ويو ۽ سندس ننڍو ڀاءُ امير محمد مبارڪ (١١٤٣ - ١١٨٦ ھ) تخت نشين ٿيو. دوراند يشيءَ کي سامهون رکندي، هو افغانستان جي مشهور تاجدار احمد شاهه ابداليءَ جي حلقين ۾ داخل ٿي ويو، جنهنڪري ڪيس سنڌ ۽ ملتان جي خطري کان سڪون حاصل ٿيو. سندس وفات کان پوءِ سندس ڀائٽيو، نواب محمد بهاول خان ثاني (١١٨٦ - ١٢٢٣ ھ) مسند نشين ٿيو. هن نواب جي زماني ۾، ميان

عبدالغني ڪلهوڙي جي چرچ تي، ٽي دفعا، تيمور شاه ابداليءَ جو فوجون بهاولپور تي چڙهي آيون. سنه ١٧٨٧ع ۾ سردار احمدخان نورزئي، بهاولپور جي شهر کي اجاڙي برباد ڪري ڇڏيو، ۽ رياست بهاولپور جي ماڻهن کي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا. هن آشوب ڀريل زماني کي مولوي لطف عليءَ ڏٺو. جنهن مردانگيءَ ۽ مستقل مزاجيءَ سان، امير بهاول خان ثانيءَ انهن ناگهاني آفتن کي منهن ڏنو، اُن ڪشمڪش کي مولوي صاحب ڏسندو رهيو. مولوي صاحب امير بهاول خان جي مداحن مان هو ۽ هُو پنهنجي بهادر حاڪم جي هنن ٽو سارا ڪري:

نُصرت جنگ نبي دا نائب اهل ڪرم اخواني،
عالي قرب عباسي افضل، مرد مبين مباني،
خان بهاول خان معظم مغز رڪني سلطاني،
روشن بخت بلند بهادر، خاص رُڪن خاقاني،
فلڪ رڪاب عقاب علي دا ماري ڪفرستاني،
مردانا ميدان اتي هي راوت رستم ثاني.

سيفلناسي ۾ جابجا مولوي صاحب، پنهنجي محبوب مخدوم جي تعريف ڪندو آيو آهي، ۽ سندس دلاوري ۽ رعيت پروريءَ جو ذڪر دل کولي ٿو ڪري. فرمائي ٿو:

عالي شان جوان بهادر، خان بهاول غازي،
بالادست زورآور بازو عظمت ناڪ نيازي،
دانشمند بلند ڪيتي، هر فند هنر دي بازي،
سخي طربل هميشه بخشين سين تازندا تازي،
تو والي دي واري جو مين ڪيتي شعر طرازي،
ها شاعر تي شايان تيڏي صفت ڪرڻ صف سازي،
آهون حرف ادائي ڪيتم تون پي ڪرين فيض سازي؛
يا رب بخش "لطف" کون بهرا مسروري ممتازي!

روايت آهي ته مولوي صاحب مجاز جو زخم کاڌل هو، جنهن سندس ڏوهيڙن مان خبر پوي ٿي. خبر نه آهي ته هن حقيقت ۾ ڪيتري قدر صداقت آهي. مگر هيءَ حقيقت آهي ته شعر ۾ ايڏو سوز ۽ درد، ڪنهن درد جي ڏيندڙ کان سواءِ پيدا ٿي نٿو سگهي. هڪ ڏوهيڙي ۾ پنهنجي پُرسوز آرزو کي هنن ٽو لفظن جي فصيح حلقي ۾ آئي:

رلمل چليان سنهج ڪنون، او ناز پريان ڪر حلقي؛
آچلن دست دماغ سيتي، سر لوڏ چلاون هلڪي؛
دردمندان دا ويڪڻ سيتي، ڏهڪل وجي هانءَ هلڪي؛
سهڻي صورت حُور جيهي، پيا نُور ڏيندا هي جهلڪي؛
گورا بار برهه دا "لطفا"، ڪنهن احمق ليکي هلڪي!

---

* صبح صادق: ۹.

هيڊو سوز ۽ گداز مجازي محبت کان سواءِ سخن سنج کي ڪٿي ڏو حاصل ٿي سگهي.
مولوي صاحب سهروردي طريقي جو هو. پنهنجي تصنيف سيفلنامي ۾، ان طرف هئن ڏو اشارو ڪري:

پير بهاوالدين سيڏا، جنهن نور ظهور ڏکايا؛
مرشد ڪون غوثيه منصب لقب حضورون آيا؛
ذاڪر مَلَڪ مُريد ڪيتي آس نوري فلڪ نوايا؛

معلوم ٿو ٿئي تہ هن حضرت محڪرالدين سيراني (ولادت ١١٢٩ هجري) جي بيعت ڪئي هئي ۽ سندس اراد تمندن ۾ داخل هو. سيراني صاحب سهروردي ۽ قادري، ٻنهي طريقن ۾ بيعت ٿيل هو.

مولوي لطف علي، پنهنجي دور جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي، ان سان گڏ وڏو عالم بہ هو. فارسي زبان ۾ بہ کيس وڏي دسترس حاصل هئي. سيف الملوڪ ۾ سندس فارسي شعر جي جهلڪ هئن ٿي معلوم ٿئي:

وه زربفت بهشتي پردي نقش نقاش ڪشيده؛
با يک ديد ملوک معظم ازوي دور رسيده؛
دل پُردرد تغيّر طلعت خون روان گرديده؛
شد بدنام مدّبغ نامي دامنِ عشق بريده؛
مجنون مثل سبب مجذوبي، سعد ازو پرسيده؛
باز آواز نيايد سالک سلک سکوت گزيده،
روز آزل آواز آلستي هر مشتاق شنيده؛
" لطف علي " هر عاشق مستان سرگردان گرديده.

مٿين فارسي نظم تي نظر ڪرڻ سان خبر پوي ٿي تہ لطف علي فارسي شاعري جي اصناف سخن کان هئي، پنهنجي گهڻ پل راه اختيار ڪئي آهي- جنهنڪري اجنبي زبان ۾ بہ سندس سادگي ۽ شيريني سرائڪي شعر جهڙي قائم رهجي وئي آهي. مولوي نورمحمد جاچڙ (ديهہ خام) مرحوم هڪ دفعي ٻڌايو هو تہ مولوي صاحب جون نقر ۾ کي تصنيفون بہ هيون.

عمر جي آخري دور ۾، شاعر، وطن کان هميشه لاءِ موڪلائي، اچي بهاولپور رهيو. جتي تہ نواب بهاول خان ثانيءَ جون مٿس بيحد نوازشون هيون، ان ڪري، سندس حياتيءَ جو پويون عرصو اطمينان ۽ آرام سان گذريو. پنهنجي آخري وطن، بهاولپور جي هئن ٿو تعريف ڪري:

آهي ديس بهاولپور دا پي اِتِ اسر منيوي؛
شالا رهي آباد سدائي هردم شاه وسيوي!

جنهن مٿي ڏيکاريو اٿم، لطف عليءَ جي تصنيفات ۾ سيف الملوڪ جي قصي کي وڏي اهميت حاصل آهي. مصنف هي قصو، نواب بهاول خان ثانيءَ جي فرمايش تي لکيو هو- جنهن لکي ٿو:

شوقون اِهين شغل وچ، سائل سال تمام لکهايا؛
خالص خون جگر دا مين اِٿ مسکين کمايا؛
جي ڳت کري پسند نہ کوئي ميڏا شعر بنايا،
غير سيتي کيا غرض ميکون مين اپڻا شاه منايا؛
خام کلام غلام "لطف" دي کر مقبول خدايا!

شاعر جي مٿين التماس مان صاف نظر اچي ٿو تہ هُن سيف الملوڪ جي قصي کي، نواب صاحب جي ارشاد موجب ئي قلمبند ڪيو هو ۽ هڪ سال جي اندر هن کي مڪمل ڪري، نواب صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. جنهن سوز ۽ گداز سان هيءُ قصو لکيو اٿس، ان لاءِ کيس پڪ هئي تہ سندس نالو هميشه زنده رهندو. ان جذبي جو هٿن ٿو اظهار ڪري:

سر وصف شاداب ڏسي، شاهہ عالمگير غلامان،
رهسي "لطفؔ" حيات سدا، جنهن جوڙيا سيفل نامان.

فردوسي پنهنجي مشهور تصنيف 'شاهنامي' کي مڪمل ڪندي بہ ساڳي دعوىٰ ڪئي هئي:

بنا هاي آباد گردد خراب، ز باران و ز تابش آفتاب؛
پي افگندم لظم ز کاخ بلند، کہ از باد و باران نيابد گزند.

## سرائڪي زبان

لطف علي هن 'حسن و عشق' جي ڪهاڻيءَ کي پنهنجي آبائي ورثي ۾ مليل زبان سرائڪيءَ ۾ لکيو آهي، جنهن جو سنڌي زبان سان گهرو تعلق آهي. لطف علي پنهنجي حياتيءَ جو ڪجهہ عرصو اگرچ بهاولپور ۾ گذاريو هو، مگر هيءَ حقيقت آهي تہ هُو سنڌ جي هڪ حصي جي پيداوار آهي، جو حصو بدقسمتيءَ سان، انگريزي حڪومت جي تشدد سبب سنڌ کان ڇڄي وڃي بهاولپور جو حصو بڻيو. سومرن جي صاحبيءَ کان وٺي، مير علي مراد خان جي حڪومت جي دور تائين، سبزل ڪوٽ، ماڇڪو ۽ سيت پور جو علائقو، سنڌ جي حڪومت جو حصو هئا. مئو مبارڪ جي پرسان، جو لطف عليءَ جو وطن هو. هڪ کوه موجود آهي، جنهن جي ڪاٺي ڪندي هڪ پٿر هٿ آيو هو، جنهن تي سرائڪيءَ ۾ هيٺيون شعر لکيل هو*.

---

* ذڪر ڪرام: ٢٨

سيلان سلبند اُهيان اَڪيا نام نصير،
ڪوهه ڪَتّايا پتر ڪاهڻ دي اڻو نام حمير،
وقت سڪندر بادشاه ملڪ ڏٺي پهلوان،
رعيت راضي جنهن جو پيدا لت جوان،
هڪلڪ سيلان لگ چڪٻن ٿيا ڪوهه تمام،
تيري ستّو بوٽي باغ دي راڌي نوچام.

هن شعر کي پڙهندي معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ قديم ڪوهه، ڄام سڪندر (سمي خاندان) جي وقت ۾ کوٽيو ويو هو، ۽ ڄام اُنڙ (سمو خاندان) هن ڪوهه تي هڪ باغ پوکايو هو، جنهن ۾ ٽي ستّو وڻ وڪايا هئائين. هن ڪٿبي مان معلوم ٿئي ٿو ته سمن جي حڪومت جي دور ۾ به هي ملڪ، سنڌ جي حڪومت جو حصو هو ۽ ان وقت ۾ به سرائڪي، سنڌيءَ سان گڏ ٿي هلي. رياست بهاولپور جي بنياد پوڻ سان ملڪ جو هيءُ حصو، سنڌ کان ڇڇي ڌار ٿي ويو. مير علي مراد جي زماني ۾، انگريزي سنڌ جي حد ريتي اسٽيشن تائين محدود ٿي وئي. مير علي مراد جي حڪومت يعني ابتدائي خيرپور رياست جون حدون سبزل ڪوٽ ۽ ولهار جي سٽيشن تائين وسيع هيون. مگر نونار * جي عهدنامي ۾ تغير ۽ تبدل ڪرڻ سبب سنه ۱۸۵۰ع ۾ مير علي مراد خان جي خلاف انگريزي حڪومت هڪ ڪميشن ويهاري: سنه ۱۸۵۲ع ۾ مارڪئس آف ڊلهائوسي، ان وقت جي گورنر جنرل، رياست خيرپور جي حدن ۾ ڦيرو آڻي، سبزل ڪوٽ وارا حصا رياست بهاولپور کي ڏيئي ڇڏيا. هن ڦيرڦار جي سبب، اگرچه، سرائڪي زبان جا مستقل ڳالهائڻ وارا حصا سنڌ کان علحدا ٿي ويا، مگر ان هوندي به روهڙي ڊويزن جو حصو، جنهن ۾ اُباوڙو، ميرپور ماٿيلو، گهوٽڪي ۽ پنوعاقل تعلقا اچي وڃن ٿا، سرائڪي کان متاثر رهيا. عموماً اتان جي رهندڙن جي گهرو زبان سرائڪي آهي.

گريرسن پنهنجي مشهور تصنيف "لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا" جلد آٺين جي پهرئين حصي ۾ پن جاين تي سرائڪيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. هڪ هنڌ لکي ٿو: †

"اسان ڏسي آيا آهيون ته سنڌ ٽن حصن ۾ ورهايل آهي: لاڙ، وچولو ۽ سرو. وچولي ۾ جا زبان ڳالهائي وڃي ٿي، ان کي امتياز حاصل آهي. اهائي زبان، پڙهيل طبقي جا ماڻهو ڳالهائين ٿا ۽ ان ۾ ادب جا ڪتاب لکيا وڃن ٿا- هن کي ئي شسته زبان سمجهيو وڃي ٿو. سري جي معنيٰ آهي مٿيون حصو. 'اپرسنڌ' جي معنيٰ آهي، لديءَ جو مٿاهون حصو. هن ملڪ جي حصي ۾ سنڌولديءَ جي پر وارا مٿاهان حصا اچن ٿا. هن ۾ سنڌيءَ جا ڳهاندا ڳالهائيندڙ اچي ٿا وڃن. 'سرو' سان سرائڪي نڪتل آهي، جا اتر سنڌ وارن جي زبان

* "خيرپور نامه" فارسي: ٢٧

† تمهيد: ٩

آهي. هيءَ زبان مغربي پنجاب سان تعلق ٿي رکي ۽ اٽڪ کي ٻن حصن ۾ ورهيندس، هڪ لهاندا سرائڪي ۽ ٻيو هيندڪي سرائڪي. بهرحال اتر سنڌ جي گهڻي حصي ۾، لهاندا سرائڪي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي".

ساڳيو مصنف، ساڳيءَ تصنيف ۾ ٻئي هنڌ لکي ٿو: *

"ڊاڪٽر ٽرمپ پنهنجي سنڌي گرامر ۾ لکي ٿو ته 'سنڌ جي اترئين حصي جي زبان سرائڪي آهي ۽ چوي ٿو ته هيءَ مٿين زبان جو خالص نمونو آهي.' هيءَ راءِ ملڪ جي رهڻ وارن جي اُن آهي. جاڪاڻ ته مشهور قول آهي ته، لاڙ جو ماڻهو سري جو ڏڳر. ٿرپارڪر کان سواءِ ٻين سڀني سنڌ جي حصن مان سرائڪيءَ جا نمونا ملي چڪا آهن. † هيءَ اگرچه سنڌي زبان نه آهي پر لهاندا جو قسم آهي، جا ديري غازي خان کان سنڌ کي ملي آهي. هتي هڪ وڏو مغالطو پيدا ٿئي ٿو ته جا اپر سنڌ ۾ فقط سرائڪي ڳالهائي وڃي ٿي؛ پر اهين نه آهي. هتي جا ماڻهو گهڻو ڪري سنڌي ڳالهائين ٿا. جنهن کي اٽڪ سرائڪي سنڌي چوندس، ۽ ٻيءَ کي لهاندا سرائڪي."

مٿين ذڪر ڪان پوءِ، سر گريرسن، سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندڙن جو انداز هئن ٿو ڏئي:

| ضلعو | سرائڪي سنڌي (سري جي سنڌي) | لهاندا سرائڪي |
|---|---|---|
| ڪراچي | ... | ٥٠٠٠ |
| حيدرآباد | ... | ٣٠٠٠٠ |
| شڪارپور | ٨٢٤٠٠٠ | ٢٠٠٠٠ |
| خيرپور | ١١٩٠٠٠ | ٣٦٠٠ |
| ٿرپارڪر | ... | ٣٤٢٧٥ |
| اپر سنڌ فرنٽيئر | ١٠٠٠٠٠ | ١٢٠٠٠ |

منهنجي نظر ۾ گريرسن جا شڪارپور، خيرپور ۽ اپر سنڌ جا سرائڪيءَ بابت انگ اکر مشڪوڪ نظر اچن ٿا. ڇو ته ملڪ جي انهن حصن ۾ سرائڪي هرهنڌ سمجهي ويندي آهي. اهوئي سبب آهي جو خود گريرسن اتر سنڌ جون ٻه زبانون وٺي ٿو، هڪ سنڌي ٻي سرائڪي، جنهن جي تائيد ٽرمپ صاحب ڪري ٿو. ††

---

* صفحو ٣٥٩

† نمونن لاءِ ڏسو صفحو ٣١٢ - ٣٥٣ - ٢٧٣ ۽ پيا.

†† ٽرمپ جو سنڌي گرامر: ١١

اسين هن ڳالهه جو به انڪار ڪري نٿا سگهون ته ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور ۾، جتي فارسي ۽ درباري زبان هئي، اُتي سرائڪيءَ کي وڏي اهميت حاصل هئي. سرائڪي سندن گهرو زبان هئي. هن زبان کي سنڌ ۾ ايڏو ته فروغ حاصل هو، جو اڪثر سنڌي شاعرن اُن زبان ۾ پنهنجي ڪلام کي قلمبند ڪيو آهي. آهي نامور شاعر هيءَ آهن: سرمست سچل، نانڪ يوسف، بيدل، بيڪس، روحل، مراد، درياخان، حمل، خليفو نبي بخش، خير محمد، عثمان، سيد خيرشاه، غلام حيدر ۽ ٻيا. هندو شاعرن ۾ دلپت ۽ سوهن سرائڪيءَ ۾ گهڻو ڪلام چيو آهي. موجوده دور ۾ فقير، مسرور، محمد فقير، نجفي، عبدل ۽ ٻين جو ڪلام اسان کي سرائڪي زبان ۾ افراط سان ملي ٿو. سنڌ وارا ايڏيءَ تصنيفات کي ڪڏهن به نظر انداز ڪري نه سگهندا.

مٿين حالتن جي مدنظر اسين سرائڪي زبان کي بيگاني زبان چئي نه سگهنداسون. مولوي لطف علي جنهن زبان ۾ پنهنجي غيرفاني تصنيف پيش ڪئي آهي، سا سرائڪي آهي. اهڙي تصنيف کي "بيگاني تصنيف" جي سڏڻ جي خوف کان مون سرائڪي زبان جي اهميت کي، هن مضمون ۾ بحث هيٺ آندو آهي. مولوي لطف عليءَ، پنهنجي قصي کي الله جي تعريف سان هيئن ٿو شروع فرمائي:

مختصر ڪهاڻي

آڪ آدا ڪر بندا هردم جملي صفت سبحاني؛
صدق سيتي ڪر صاف صدر ڪر ياد ذڪر يزداني؛
فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ اي دل سمجهه رموز لهاني؛
رب غفور يگانا واحد هي صاحب لاثاني؛
هي هر شي تي حاضر ناظر هس خاطر هر باني؛
رکي شاهه شمار اندر، ڪُل قطري ريگستاني:

... ... ...

وچ جڳ دي هي جيوڻ ٿورا آپ جوڙيس جڳ فاني؛
پوڳ وچي هر بندا، جو ڪجهه لکيا قلم رباني؛
قدرت تي قلزم وچ ڪُل دا گم عقل انساني؛
هي فارغ هر عيب ڪنون، لاريب جمال حقاني؛
"لطف علي" ڪون ڪول وڪايس، گوهر گنج معاني.

مولوي لطف عليءَ جي، ابتدائي ڪلام ۾ هڪ عجيب رواني آهي. جنهن جي مقابلي ۾ "بهار بهر" جا ابتدائي بيت، جنهن سنڌيءَ ۾ سيفلنامو لکيو آهي، بلڪل ڦڪا پيا نظر اچن:

سارا ھہ تنھن صاحب جي، جو آھي رب تعاليٰ؛
مالک آھي ملڪن جو، جنھن جو عرش آھي بالا؛
مڃني ڪشالا، ھار لنگھائي ھاٿي.

قصي جي ترتيب تي جيڪڏھن نظر وجھبي، ته سنڌي شاعرن - بھار پور ۽ منشي جھامنداس جي ترتيب ۾ ساڳي نظر ايندي. معلوم ائين ٿئي ٿو ته ھنن ٻنھي قصہ گو شاعرن، ٻنھجي تصنيفات جو بنياد، مولوي لطف عليءَ جي قصي تي رکيو آھي. مولوي صاحب حمد بعد نعت ۾ ھئن ٿو فرمائي:

گُل گلزار شرع دا حضرت سَرو سھي فردوسي؛
حوران رھن حضور ابي دي، ملک ڪرن پابوسي؛
زلزل روز قيامت دي جت سڀ خلقت ٿي روسي؛
ڪارڻ ھر مجرم دي حامي، مير محمدؐ ھوسي؛
ناليٰ آب شفاعت دي، رخ ھر مومن دا ڌوسي؛
ٻورا بخش اَمت ڪون سائين، ساقي قدح قدوسي؛
"لطف" ٿيا شاد جڏان، درباروں خير ڊيوسي.

"شوقون سيفلنامہ جو ھڻ لطف علي نوجوڙي" ھئن ٿو لکي ته حضرت سليمان عليه السّلام جي حڪومت جي دور ۾، عاصم بن صفوان، ناليٰ مصر جو والي ھو، جو ٻنھجي عدل ۽ انصاف ۾ مشھور ھو. سندس وزير صالح بن حميد ناليٰ نھايت زيرڪ شخص ھو. لطف علي اُن جي تعريف ھئن ٿو لکي:

صالح بن حميد آھا، منظور وزير نظر دا؛
صالح مير وزير وڏا ھا سرنامان ھر دفتر دا.

عاصم ستر ورھيہ جو آچي ٿيو، پر ڪيس اولاد نرينہ نہ ٿيو. اُن غم ۾ ھُو ٻنھجي محلات ۾ وڃي گوشہ نشين ٿيو. جڏھن ھيءَ خبر، اميرن ۽ وزيرن ٻڌي، تڏھن بيحد پريشان ٿيا. سيئي گڏجي صالح وزير وٽ آيا ته شاھ جي بيقراريءَ باعث ڪا تدبير ڪئي وڃي، جو تيغ ۽ تبر جي قبضي کي ڇڏي، وڃي فقط تسبيح کي وٺي ويٺو آھي. صالح اُن حقيقت کي ٻڌي شاھ وٽ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته

ڪنھن سبب تو ڪيتي قبلا، تخت ڪنون مک موڙي؛
اھين ڏتي ڪنھن ملک تيڏي ڪُون دشمن ڪن مروڙي؛
فرخ فتح فيروزي حاصل، دلبا دولت ڏوڙي؛
ناوت خاص خزانا گھنيئي، ڪرين دل آتي سوڙي!

شاهه جواب ڏنو:

گهڻي عمر وهاڻي، هاڻ باقي آخر دم حياتي؛
ڏيک مراد پڄاندي 'عاصر' نهين جمعيت پاتي؛
جند ميڏا دل رهي فڪر وچ بن فرزند صفاتي؛
اڪ ميڏا هي ملڪ پنهاندا وقت قريب مماتي.

...

سُو ٻان ڳيان ڪُون ڪَون سنڀالي، هُني جڏ آڻ حياتي؛
لکيا ڏيک بڻايا قيمتا "لطف علي" ڪلماتي†.

هيءَ ڳالهه ٻڌي سياڻي وزير نجوميءَ کي گهرايو، جنهن زائچو ڪڍي، گهريءَ سوچ کان پوءِ ٻڌايو ته 'سلطان يمن جو، جي پنهنجي ڌيائي شاهه عاصر جي نڪاح ۾ ڏئي، ته اُن مان ڪيس فرزند پيدا ٿيندو.' هيءَ خبر ٻڌي، شاهه، پنهنجي ليڪ تدبير وزير صالح کي، ڪيترن لائق تحفن سان، خط ڏيئي، يمن جي سلطان ڏانهن موڪليو. وزير، سفير جي حيثيت ۾ وڏي فوج وٺي، پنهنجي مهم تي روانو ٿيو - اُن فوج جي وڃڻ جو نظارو شاعر هيئن ٿو ڪڍي:

رک نگاهه يمن ڏون چنڪي، ڪهت ڪهوڪهات لک گهوڙي؛
ڏوڙ ڪنون جڳ ڏوڙ چڙهي، جهڙ گرد سياه ڪنوري،
وه جهلڪار نشانان دي جهڙ جهل مل جهلڪ جهڪوري؛
گوناگون نشانان ٿيون، ٿئي سرخ سياه جهلوري؛
لرزش کاءِ زمين وڃي، جان موجان ڏيون ڏموڙي؛
حڪمت نال حڪيم ڪٿان، ڪٿ جفت موافق جوڙي؛
"لطف علي" وَل تيز وڃن، رک دل وچ مطلب ڏوڙي.

صالح يمن جي قريب وڃي پهتو. يمن جي سلطان کي هن حقيقت کان آگاهه ڪيو ويو ته ڪو غنيم چڙهي آيو آهي. صالح نهايت دانشمنديءَ سان سلطان کي - جنهن جو نالو 'قحطان' هو - پنهنجي سفارت جي خبر ڏني. وقت مقرر ٿيو. صالح ۽ قحطان جي ملاقات ٿي. مصر جي بادشاهه کي داماديءَ جي شرف ڏيڻ لاءِ يمن جي سلطان، مشاورت جي مجلس ڪوٺائي. آخر بحث کان پوءِ هي فيصلو ڪيو ويو ته مصر جي بادشاهه کي شهزاديءَ جو سڱ ڏنو وڃي.

مشرقي شاعرن جي پيرويءَ ۾ مولوي لطف علي، شهزاديءَ جي حسن ۽ جمال تي طبع آزمائي ڪئي آهي، ۽ بهترين مثنوي گو شاعرن سان وڃي ٿو ٽڪر کائي. لکي ٿو:

---

† هيئن سٽ مان شاعر متعلق معلوم ٿئي ٿو ته، هن پنهنجي تصنيف کي ڪنهن ٻئي ڪتاب تان ورتو آهي: افسوس جو هُن اُن تصنيف جو نالو نه ڏنو آهي. پڻ ائين به معلوم ٿئي ٿو ته هُو ڪلماتي پروچ هو، جن جو تعلق سنڌ سان آهي.

وه گلفام عجائب صورت، حور بهشتون آئي؛
آهو چشم، صنوبر قامت، صورت صفت خدائي؛
چشمش خنجر خون ڪيتي، سي سوئي چنچل دريائي؛
خجل هويا ياقوت درخشان، لب دي ڏيک لالائي؛
داغ جگر دا لاله ڪون، جو ڦردا مثل سودائي؛
لاله خوني ذبح ٿيا، نافرمان زبان ڪدائي؛
سرو سهي بيتاب ٿيا، جان صحيح ڪيتس رعنائي؛
بخمل تي گل نرم نادر، ڏيک بدن نرمائي؛
سر آنگلين دي سرخ هٿي، چا ريزش رنگ حنائي؛
بدر هلال برابر يڪجا، وه قدرت مولائي؛
چنچل چالون چوڙ ٿئي، هنس آئوندي سيس نوائي.

بهرحال، صالح وزير ڪامياب ٿي، اهڙيءَ بي بها شهزاديءَ جي ڏوليءَ سميت اچي مصر پهتو. عاصم شاهه کي هن خوش خبريءَ کان دلي سرور حاصل ٿيو- شاعر ان خوشيءَ جو اقش هئن ٿو ڪڍي:

من دي آس پڄايس قادر دور ٿئي دلسوزي؛
رکيس تاج مرصع سر تي، گل جامان زردوزي؛
ڪمهني مرد پرائي ڪون، رب داد ڪيتي نوروزي؛

عاصم کي بن جي شهزاديءَ مان فرزند تولد ٿيو، جنهن جو نالو "سيف الملوڪ" رکيائين، ساڳئي وقت وزير صالح جي گهر به پٽ ڄائو، جنهن جو نالو "سعد" تجويز ٿيو. آن خوشيءَ جي تقريب جو ذڪر شاعر هئن ٿو ڪري:

مير وزير، عزيز اقارب، هر هڪ شاهه سڏايا؛
عاصم اسم پسر دا گڏ ڪر "سيف الملوڪ" رکايا؛
صالح دي گهر تنهن ڏهاڙي، "سعد" مبارڪ جايا؛
هڪي ڏينهن ڏوهين گل جائي، ارادي ابوين لکايا؛
ٿلي ٿير درخت پرائي، قادر ڪيتا سايا؛
نانڪ پٽ تي دادي وارث، بهت ڪنبت ستايا؛
پڳتي پند تي نقلي نئوي، آکر سالگ رسايا؛
اال جمع خوشحال ٿيا، شتهه بيحد مال لٽايا؛
"لطف علي" ميدان آتي، هڪ جهنڊا مار وڪايا،

بادشاهي دستور موجب نجومين کي حاضر ڪيو ويو ته ننڍڙي شهزادي جي طالع کي ڏسن. نجومين ٻاري کي زائچي تي رکي، ستارن ۽ برجن جو حساب لڳايو- هڪ آواز ٿي چيائون

تہ ٻارهن ورهين جي عمر ۾، شهزادي کي هڪ وڏي سفر جو ڪشٽ ڪڍڻو پوندو. هُو ٻارهن سال پنهنجي وطن کان دور رهي، غريب الوطنيءَ جو مقابلو ڪندو. اُن ڪشالي کان ڪامياب ٿي اچڻ بعد، هو وڏي ڄام ڏوم سان حڪومت ڪندو.' نجومين جي هن راءِ کان پوءِ بادشاه کي وڏو فڪر ٿيو. هن حڪم ڏنو تہ زير زمين هڪ محلات تعمير ڪيو وڃي، جنهن ۾ شهزادي کي رکيو وڃي، ۽ سائس گڏ سعد جي پرورش بہ ٿيندي رهي. ڇهن سالن جي عمر تي پهچڻ بعد عاصم، شهزادي ۽ وزيرزادي جي تربيت لاءِ هڪ لائق اُستاد جو انتخاب ڪيو. علم جي حاصل ڪرڻ ۾، ٻنهي نينگرن ڪمال حاصل ڪيو. سندن عمر بہ اچي ٻارهن ورهين جي قريب پهتي. قضا هيئن ٻنهنجي راند ڪيڏڻ شروع ڪئي - شاعر سچ لکيو آهي:

چڪ حڪمي تقدير ڪيڻي، توڙي پهون ڇُپاني؛
روز ازل دا "لطف علي" اِتھ، لکيا ڪون مٽائي!

هڪ ڏينهن شهزادو سيف الملوڪ جڏهن شڪار تان موٽيو ۽ پيءُ جي دربار ۾ پهتو، تہ شاهہ عاصم خوشيءَ سان ڪيس سليماني منڍي ۽ هڪ ريشمي ڪپڙو سوغات طور ڏنو. چيائينس تہ "هي ناياب سوکڙيون پاڻ وٽ چڱيءَ طرح حفاظت سان رکج". سون ۽ جواهرن سان جڙيل هڪ حسين صندوق ۾ اهي سوغاتون سانڍي، شهزادي جي سپرد ڪيون ويون. شهزادو پيءُ کان موڪلائي، پنهنجي ماڳ تي آيو ۽ دوستن جي محفل گرم ٿي. وهاڻي جي وقت دوستن موڪلايو. مگر شهزادي کي ننڊ نہ آئي. تنهائي ۾ هُو آنيو ۽ مليل سوغاتن کي چڱيءَ ريت ڏسڻ لاءِ دلڪش صندوق جو ڍڪڻ کوليائين. تنهن پٺيان ڪپڙي کي کوليائين. ڪپڙي تي هڪ حسين پريءَ جو نقش ۽ لکار موجود هو. هڪڙيءَ ئي نگاهہ سان شهزادو اُن عجيب صورت کي ڏسي پنهنجو هوش ۽ حواس وڃائي ويٺو. شاعر اُن جو ذڪر هن ٿو ڪري:

هڪ آيا صندوق اندر هڪ ڪپڙا خوب زري دا؛
واهہ تصوير ڏٺس هڪ تس تي شعلامار پري دا؛
هئي صورت مهتاب طرح تن نازڪ ناز-پري دا؛
ڇپ گيا شهزادي ڪنون او جلوه جادوگري دا،
شوقون شاهہ پيالا پيتا بيهوش بي خبري دا؛
شهزادي شهباز لقب ڪون چا دست لڳا بحري دا.

مولوي لطف عليءَ جي حسن طبيعت جو هي نمايان ڪارنامو آهي، جو قصي جي هر نظاري ۽ هر بيان کي اهڙي تہ دلڪش نموني تفصيل سان پيش ڪري ٿو، جو اهو نظارو ۽ واقعو اکين اڳيان مڪمل طرح ڪڇي ٿو اچي. شاعريءَ جو هي اسلوب بيان، سچ تہ فيضان اِلاهي آهي. حسن جي ان شهبازي بحري جي چُنگ ۾ اچڻ کان شهزادي جي حالت بدلجي وئي. نہ اهو آرام رهيو نہ راحت. محبت جو اهو راز مخفي رهي نہ سگهيو. عاصم هن دهشت پريءَ خبر کان دهلجي ويو. لطف علي، پيءُ جي غمزده حالت جو نقش هن ٿو پري:

دوڙ ڇليا فرزند فرخ ڏانهن، شاهه جلدا ڪر جلدي؛
ٿيا غمناڪ شهنشهه، بي غم ڏيک طرح سيفل دي؛
رتي رت نہ رهيس سوزون پاپل ڏي دل ٻلدي؛
اڄ اُڄ حال بيحال ٿيا، ڪجهه ڳالهه نہ آکي ولدي؛
ڏٺي آکر ابض طبيبان، لاوي سول نہ هلدي؛
ٿيس مريض مزاجُ منڊون آٿ جاءِ لهين در ملدي؛
"لطف علي" علاج ڪنان جت پرم دي رَسُ رلدي!

سعد وزيرزادي ڪان سموري حقيقت معلوم ڪئي وئي. بادشاهه ان سهڻيءَ صورت جي ٽالي ڪان، سيف الملوڪ کي خبر ڏني تہ "هوءَ پري گلستان اِرم جي بادشاهه شهپال جي ڌياڻي 'بديع الجمال' آهي!" - بهرحال، سيف الملوڪ ان پريءَ جي تلاش ۾ غربت کي اختيار ڪري دربدر ڦرندو، ديون ۽ راڪاسن جا مقابلا ڪندو، شهزاديءَ 'ملڪان' جي مدد سان- جا شهزاديءَ بديع الجمال جي رشتيدار آهي- وڃي گلستان اِرم ۾ پهچي ٿو. نصيب جي ياوريءَ سان بديع الجمال سان سندس شادي ٿئي ٿي. ڪاميابيءَ بعد مصر موٽي اچي، پيءَ جي وفات بعد عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪري، هن فاني سراءِ مان موڪلائي ٿو وڃي.

"سيف الملوڪ جو داستان" هڪ عجيب سفرنامو آهي، جنهن ۾ هجر ۽ وصال کان سواءِ، مشرقي تصوين وانگر سندس شجاعت جي ڪارنامن کي مٿاهين جاءِ ڏني وئي آهي. لطف علي هن ۾ لطف داستان جي نگارش ۾ واقعي ڪمال ڏيکاريو آهي. فن داستان گوئيءَ جي سڀني اصولن کي بهترين نموني ادا ڪيو اٿس. سيرت نگاريءَ سان تہ حد ٿو ڪري- سيف الملوڪ سفر ۾ زنگين جي هٿ اچي ٿو وڃي. زنگي بادشاهه کيس پنهنجي ڌيءَ جي حوالي ڪري ٿو، جا شهزادي جي صورت تي موهت آهي- لطف علي ان زنگياڻيءَ جو ڪردار هن ٿو پيش ڪري:

هيءَ بدحال هاٿياڻي ڪاڻي زنگياڻي منهن ڪالي؛
سَر بند ڏول قدآور ڪِنا وات عظيم ڪنالي؛
پيٽ ڪرم دُڪان ڏسي هنس، هرهڪ ناس ڪنالي؛
ڏيک ڏراڪل ڏند آن دي خود ٿيوي خجل ڏندالي؛
ڌَهلي هنيالو غريبان دا، جان ڏاڻ ڏيوي ڏيکالي؛
پتهن هزار مکيان دي منهن تي، ڏيک ان دي بدچالي؛
هي تڪرار جنهين دي ناني با سر روهين والي.

سيف الملوڪ جي هن سير ۽ سياحت کي پڙهندي، "گليور جي مسافرين" ڏانهن ذهن منتقل ٿيو وڃي. يونان جي بادشاهه سان شهزادي جي ملاقات ٿئي ٿي، جنهن کي هُو دشمن کان سليماني منڊيءَ جي زور تي نجات ڏئي ٿو- لطف عليءَ جي واقع نگاري ڏسو:

غم ڪاوندا ڪُرلا ولدا جاندا، جان آءُ گيا ڪنائين؛
ڏورون سرد هوس ڏيکي، خوب مڪلف جائين؛
ڪيتي شاهه تڪبيري ڦيري، ڀِتا جڏان اتائين؛
ساڪن آس شهر دي ڏٺس، باندر بوز ٻلائين؛
شهه ڪون ترت پڪڙ ڪر باندر ڪهن ڳني صاحب تائين؛
جيونءَ تون هٿ ڏوتي، هي هي، روڪر سيفل سائين.

جنهن مٿي ڏيکاريو ويو، منظر ڪشيءَ ۾ ڪيس وڏو ڪمال آهي. گلستان اِرم جي شهر جو نظارو هن ٿو ڪڍي:

ڪوٽ عظيم اِرم دي گردون وچ محلات مناري؛
درماندا در اتهي نه ڪوئي، پيا ڦرندي عمر گذار
حڪمت نال حڪيمان تس دا، زرڪش محل اُتاري؛
دَرَ دَرُ دار دريچي پشمين طاق عقيقي ڀاري؛
حوض حسين بلوري گردون نهڪن لعل هزاري؛
چار چمن چوطرف آني ڦُل جلوه دار ڦوهاري؛
موسم گرم نه سرد ڏسي آٿ هردم باغ بهاري.

اِرم جي رهندڙن جي خوش فعلين جو ذڪر هن ٿو ڪري:

عشرت نال گذاري جو آٿ، هر هڪ پري ڏهاڙي؛
جوش جشن موجود مهيا، لت اوروز بساري؛
لت غم سوز سرود سڻن، سُر بلبل طور پڪاري؛
ٽيون اول چڪار عطر دي، مشڪ ڏيوي مهڪاري؛
وه رم جهم جهم جهالي جهوڙ مڙ وه جهلمل جهلڪاري؛
چنگ او ٻنگ همرنگ ڏوهين ڪيا دف مرڏنگ دُوتاري؛
وه سُر ساز عتاب تبسم، وه وت ناز انظاري.

شاعر جي حسن بيان جو هن کان زياده دلڪش مثال ٿي نه ٿو سگهي. هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته مسدس هيءَ تصنيف، جنهن پاڻ لکيو اٿس، جڳان جڳ جيئري رهندي.

[۳]

سنڌي زبان ۾ هن قصي کي، ٻيو پاڻين "بهار" نالي هڪ سگهڙ، جو ذات جو ٻير هو، سنه ۱۸۹۶ع ڌاري لکيو، جنهن جي تصحيح آخوند عبدالرحيم محمد وفا عباسيءَ ڪئي. ٻيو مصنف، جنهن هن قصي کي بيتن ۾ لکيو، اهو سُرگواسي ماستر جهامنداس هو. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته جهامنداس، بهار جي بيتن جي تقليد ڪئي آهي، جنهن جا مثال مسدس تصنيف ۾ گهڻا موجود آهن. جنهن مٿي لکيو اٿم ـ بهار، پنهنجي ساموڻ لطف عليءَ جو سيفل نامو رکيو

آهي، جو ته مٿس ان شاعر جو گهڻو اثر ٿو ڏسجي. سنڌي منظوم قصن ۾ "شاهه عاصم" جي بجاءِ "شاهه هاشم" جو نالو ٿو اچي، ۽ "صفوان" جي بجاءِ "سفيان" ٿو اچي.

بهار جي شعر ۾ مولوي لطف عليءَ واري رواني ۽ شستگي موجود نه آهي، مگر پنهنجيءَ اثر ۾ هن قصي جي بيان ڪرڻ ۾ چڱي ڪوشش ڪئي آهي-حسن بيان خدا جي ذات آهي، جنهن تي هرڪو پهچي نٿو سگهي-صالح وزير جي پٽ وڃڻ جو ذڪر هن ٿو ڪري:

ڪهڙا ڪنيائون گهوٽ ليءِ، چار سئو ۽ چار،
جن جا ٻير سڪين ڪان اگرا، آڏامڻ ۾ الغار،
زنگي فرنگي حبشي، خوجا خدمتدار،
پيا ٻي تن سان ڪيترا، هئا ڪمڪون ڪمدار،
اچي اچي سي پار، ٿيا ولايت ويجهڙا.

۲

تڏهن جاسوسن جيهين، سڌ سڻائي شاهه کي،
ته ڪئنڪ ڪارونپار آچي ٿو اِيهين،
ڪوٺن کي ڪيهين، جهلي محڪم ڪڙ يو محاسبا.

سيف الملوڪ جي پيدا ٿيڻ تي، بهار، بادشاهه جي خوشيءَ جو هن ٿو ذڪر ڪري:

پسو پهرين رات، سنگا ٿي صورت ڪي،
لو مهينا اٺ ڏينهن پيٽي جا پريات،
ته ڏاتر منجهان ذات، پٽ ڏنو بادشاهه کي.

۲

شادي طبل شروع ٿيا، پيون پٽايون.
'هاشم' اڳي مجيون سهسين سڪايون،
خزانا خيرات ڪري، لکين لٽايون،
ورتيون هي وايون، ته غازيءَ فقير غني ڪيا.

مولوي لطف عليءَ جي تخييل جي زور اڳيان بهار جو شعر ٻي لمڪ پيو نظر آچي. ڏسڻ ۾ ائين آچي ٿو ته اسان جي سگهڙ، مولوي لطف عليءَ جو سيفل نامو، پنهنجي سامهون رکيو آهي؛ ۽ ان جي انداز بيان کي، پنهنجي ڪلام جي اندر آڻي نه سگهيو آهي. بديع الجمال جي تصوير ڏسڻ جو واقعو هن ٿو بيان ڪري:

تڏهن ڪامل کي ڪپڙن جي، ڪا تَنَ ۾ هئي تات،
نازڪ ننڍ وهه ٿي، آئيسو سو آڌ رات،
پڻيائين پاسي ڪري، چوري چپ چپات،
پالڪي ڏٺي پات، تنهن ۾ صورت سٿري!

٢

تنهن ۾ صورت سڳري، هئي هرڻ جي هاري،
عاشق آلهيءَ ذي هيو، ليڪين لهاري،
روئي زاروزار ٿو، هيءَ هنجون هاري،
سيفل سولهاري، ليڪن لنڊ حرام ٿي.

اگرچ بهار جو شعر، لطف عليءَ جي سيفل نامي جو ثاني نه آهي، مگر ڪٿي ڪٿي هُو به پنهنجي اسلوب بيان جي جلوي کي ڏيکاري ٿو وڃي - سيف الملوڪ پنهنجي ماءُ کان موڪلائي ٿو، هتي ماءُ جي محبت ۽ ان جي جذبات جو نقش هئن ٿو ڪڍي:

چي 'مادر موڪل ڏينم، ته وڃي ڀڄان ڀرڪي،
منجهان روح راضي ٿي، دم دم دعا ڪرينم،
تنهن ڀرور کي ڀرنيم، تان وڃي ديکان دوس کي'!

٢

ٻالڪ روئي ٻٽ سان، پڙ پاڪر پايون،
'جي مون سڪايون مجيون، سي اميد نه آيون'،
دالن ۾ دايون، روڄ وڏو ٿي روس ڪيو.

٣

جرجلو ۾ گهوٽ، سيفل توريءَ سڄ ٿيو،
هيءَ ڪچهريون ۽ ڪوٽ، مؤٽي مون ماتام ٿيون!

پيءُ جي غمناڪ حالت جو ذڪر هئن ٿو ڪري:

آيو روئي ٻاڦ، ٻٽ سين پيئو پاتشاهه،
راڄو راڄن جو ڏئي، سڀڪو روءِ سپاهه:
'توريءَ ماندو ساهه، سيفل تون وڃ ٻڌي'!

سيفل جي جهاز جو نظارو هئن ٿو ڪڍي:

سورهه ساڻ سهٽ، ٿو مال مهانڻ کي ڏني،
چڙهيا جوان جهازن، ٻڌي جهوڙ جهمٽ،
آذا عاج بندي ٿيا، ڪرڻا، ڪُل گنبٽ،
موهه سڃا سقلات جسا، لاچون لاکي ٻٽ،
سولا قُل ڦرهن ٿي، ڪتا ساڻ ڪرٽ،
سمنڊ ڪٿوريءَ واسيو، ساڻ سرهائي چٽ،
شان ويا سرڪٽ، جهلي چٽ چڳير ٿي.

سگهڻ ڪيڏو نه سنڌي لفظن جو انوکو استعمال ڪيو آهي. بهرحال، بهار جي تصنيف پنهنجي رنگ ۾ بي مثال آهي. سرگواسي جهامنداس جي تصنيف بهار جي ڪلام جو تتبع آهي، جنهن جي اندر بهار وارو رَس ۽ مزو موجود نه آهي. مثال لاءِ، ملڪان ڪي سيف الملوڪ آزاد ڪري ٿو- مٿس ۽ پنهنجي ملڪ موٽي اچي ٿي- سندس رشتيدار ۽ عزيز گلستان ارم ڪان اچن ٿا- سندس رهائيءَ جي سبب لاءِ پڇن ٿا- بهار ان جو ذڪر هئن ٿو ڪري:

خوبان ڪان خبرون، ٿيون پرياڻيون پڇن:
'آدي تنهنجو آلڪو هو، جيڪس آهي جن،
مڪا هٿاسون ملڪن تي جارون جاسوسن،
خبر هئي ڪاڻ ڪا تـ دغا ڪئي ديون؛
توکي آندو ڪن، ۾ بحر خشڪي مان وٺي؟'

سرگواسي جهامنداس ساڳيو ذڪر هئن ٿو ڪري:

ملڪان ڪان مؤمن پڇيو، هيءَ حقيقت حال:
'ڪئن هلي تون ڪوٽ ۾ آئينءَ سان اقبال،
دغا ديون جي هئي، ڪئن ڇٽينءَ ڪان ڪال،
نازڪ نونهال، ڪر حقيقت هجر جي!'

ڪٿي ڪٿي تہ جهامنداس جي شعر ۾ بهار جي ڪلام سان نهايت ويجهڙائي نظر ٿي اچي- مثال لاءِ:

خيما خوشيءَ سان هئي، پيتائون شراب،
نازن سان سر ٿيا، رانديون رنگ رباب،
تہ سامهون ٿيو سوجهرو، مشعلي مهتاب،
پڇيو مير وزير ڪان تنهين جاءِ جواب،
'تہ ڪهڙي اچ حساب، ماه پري ٿي باغ ۾'! — بهار

تنبو لڳا تيز مان، ڪليا خوب شراب،
دورن مٿان دور ٿيا، لڳا رنگ رباب،
قيما ۽ ڪباب، طرح طرح طعام ٿيا. — جهامنداس

مٿيون هڪ مثال منهنجي راءِ قائم ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. ٻنهي تصنيفن کي سامهون رکڻ سان زياده خبر پئجي سگهي ٿي.

مضمون گهڻو طويل ٿي ويو آهي، مگر مون کي خوشي آهي تہ آءٌ ادبي شهپارن کي تفصيل سان پيش ڪري سگهيو آهيان.



جان وِن ڊُون سانوٽ ورٿ

سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو

# انسان، ۽ سندس دنيا

سن ١٩٥٣ع ۾، هڪ آمريڪي عالم، ڊاڪٽر رالف سوليڪي، عراق جي ملڪ ۾ ويو، ۽ آتي هن فرات-دجلا دوآبي جي اترئين ڀاڱي ۾ شانيدر نالي هڪ قديم غار جي ويهي کوجنا ڪئي. ٿوريءَ تپاس کان پوءِ، اندازو ٿيس ته ان غار ۾ هزارها ورهين کان وٺي، هڪڙا نه ٻيا ماڻهو اچي رهندا پئي آيا هئا: خود اڄ وقت، هن پنهنجي اکئين، آتي ڪُرد قبيلي جا چاليهارو ڪن ڪٽنب آباد ڏٺا.

غار جي پٽ تي ڏوڙ، مٽيءَ ۽ گند ڪچري جا ايترا ته تهن جا تهه چڙهي ويا هئا، جو انئين پئي ظاهر ٿيو ته آهي تهه ڪن قديم ايامن کان وٺي پئي آتي جمع ٿيا آهن. پوءِ، ڊاڪٽر سوليڪيءَ جا ڪيو، جو آن غار جي پٽ ۾ پيهي هڪ چورس ١٦ فٽ اُڀو کڏو کوٽايائين. کوٽائي شروع ٿي، ته مٿان ئي مٿان، پهرين ٿورڙن انچن واري تهه ۾، ڀڳل ٽِل ٽڪر ۽ ٻيا اهڙين ڪن پنهه تازين رهجي ويل شين جا نشان ڏٺائين. اٽڪل اٺن انچن جو آهو پهريون تهه، جنهن ۾ رڳو الهيءَ قسم جو گند ڪچرو، ڌوڙ ۽ شين جا ٽڪرا ڏٺا ويا، سو آتي تقريبًا حضرت عيسيٰ جي جنم واري زماني کان پوءِ جو ئي جمع ٿيل هو. ڊاڪٽر سوليڪيءَ جي کوٽائي هڪ فٽ ٻه اڃا مس هيٺ وئي، ته اتي ايراني سلطنت شاهيءَ واري زماني جي لوهي هٿيارن جا ٽڪرا ۽ ٻيا اهڙا نشان لڀڻ لڳا: ۽ انهن کان هڪدم پوءِ، اسيريائي زماني جا نشان يعني ٽامي جون مختصر شيون ۽ انهن جا ٽڪرا ڏسڻ ۾ آيا. اٽڪل ٻه فٽ هيٺ کوٽائي ڪرڻ تي، ڊاڪٽر سوليڪيءَ کي ”نئين پٿر واري دور“ جا سنوان سڌا، لسا، هڪ ساريڪا ترڇيل پٿر جا اوزار هٿ آيا.

اهڙيءَ طرح آهستي آهستي، کڏو هيٺ اونهي کان اونهو ٿيندو پئي ويو. اٽڪل چئن فٽن تي، ”نئين پٿر واري دور“ جي اوزارن بدران ”پراڻي پٿر واري دور“ جا کهرا، اڏا اڻا کهڙيل پٿر جا اوزار ڏٺا ويا. پنجن ۽ ڇهن فٽ جي وچ ۾ اهڙا اڌ کهڙيا پٿر جا اوزار لڌا ويا، جيڪي ”پراڻي پٿر واري دور“ جي اوزارن کان ٻه قدري مختلف هئا، جنهن مان ڊاڪٽر سوليڪي هن نتيجي تي پهتو ته آهي اوزار ”ڪرومئگنان“ نسل وارن فنا ٿي ويل ماڻهن کان ٻه اڳ ڪنهن ٻيءَ ذات جي ماڻهن جا آتي ڇڏيل هئا. لڳ ڀڳ ٢٠ فٽن

جي اوڻهائيءَ تي هٿ آيل نشانن ۾ اهڙا ئي وڏيڪ اختلاف ڏسڻ ۾ آيا، جنهن مان معلوم ٿيو ته انهيءَ وقت غار ۾ ماڻهن جو سرگرمي ڀريو ڪو نسل- جنهن کي اڄ جا سائنسدان "نينڊر ٿال ذات" ڪري ٿا ڪوٺين- رهندو هو. آخر ۾، ٢٦ فٽ هيٺ، ڊاڪٽر سولڪيءَ هڪ نينڊر ٿال ٻار جو هڏائون پڃرو لڌو، جيڪو حساب ڪيائين ته اٽڪل ٧٠٠٠٠ (ستر هزار) ورهيه اڳ جو هو.

هيءَ ١٦ فٽ همچورس ۽ ٢٦ فٽ اوڻهو کڏو، گويا هڪ لاڳيتو رڪارڊ هو، انسان جي تازين گذريل ٧٠٠ صدين جي زندگيءَ جو. ڊاڪٽر سولڪيءَ جو هيءَ کڏو وڃي غار جي بنهه تري تائين پهتو هو، ۽ جيڪڏهن اڃا به ان کي هيٺ کوٽيو وڃي ها، ته اتان مٽي مان ڪيل انساني هڏائين پڃري کان زياده قديم ڪا شي يا ڪو نشان شايد هٿ ڪين اچي سگهي ها.

پر، جيڪڏهن هيءَ غار، ماڻهن جي بسنيءَ جي لحاظ کان زياده قديم هجي ها، ۽ آن جو اصل ترو اڃا به هيٺ اونهو هجي ها، ۽ سندس انهيءَ تري ۾ ڌرتيءَ جي ڏڏڻ يا ٻئي ڪنهن اهڙي سبب کان ڪنهن قسم جي ڪا ڦير گهير نه آئي هجي ها، ۽ جيڪڏهن شروعات کان وٺي، غار جي پٽ تي مٽي ۽ ڌوڙ هڪ ئي رفتار سان جمع ٿيندي ٿي ها، ۽ جيڪڏهن اهو کڏو سڀني جمع ٿيل تهن جي آرپار اڃا ئي هيٺ کوٽي سگهجي ها، ته ان حالت ۾ اسان کي ابتدا کان وٺي اڄ تائين، سڀني زمانن جي عمر جو گويا هڪ مڪمل نقشو ملي وڃي ها.

هن غار جي پٽ تي، اٽڪل ٢٧٠٠ سالن ۾، مٽيءَ جي تهه جو هڪ فٽ ٿيندي جمع ٿيو هو. انهيءَ حساب سان جيڪڏهن کڏي کي ١١١ فٽ هيٺ کوٽجي ها، ته هن کو وڃي "پراڻي پٿر جي دور" جي شروعات واري زماني تائين پهچجي ها، جنهن کي اٽڪل ٣٠٠،٠٠٠ ورهيه گذري چڪا آهن. هن دنيا تي، انسان جي پهريائين تشريف فرمائڻ جو زمانو ته تنهن کان گهڻو گهڻو اڳي ٿيو! هن کڏي کي ٢٠٩ فٽ اڃا به هيٺ کوٽينداسون، ته به اسان کي "اوائلي پٿر جي زماني" جا نشان پيا ملندا؛ تان جو جڏهن ٢٧٠ فٽن تي هيٺ پهچنداسين، تڏهن وڃي دنيا جي اوائلي انسان جي زندگيءَ جا نشان ملنداسين. ياد رکڻ گهرجي ته اوائلي انسانن کي هن ڌرتيءَ تي آئي اٽڪل ڏهه لک ورهيه گذري چڪا آهن!

ڪو زمانو هو، جو اسان جي هن ڌرتيءَ تي انتهائي غير معمولي وڏا ۽ خوفناڪ جانور رهندا هئا، جن کي "ڊنوسر" يا اژدهائون چيو ٿو وڃي. انهن ڊنوسرن کي دنيا منجهان ختم ٿي وئي به ڪروڙين ورهيه گذري چڪا آهن. جيڪڏهن انهن اژدهائن جي زماني تائين پهچڻ گهرون ٿا، ته هن کڏي کي ٣٧٠٠٠ فٽ يعني اٽڪل ست ميل هيٺ وٺي وڃڻو پوندو. ظاهر آهي ته جيڪڏهن انهيءَ زماني تائين پهچڻو آهي، جڏهن ڌرتيءَ تي زندگيءَ جا پهريان آثار نمودار ٿيا هئا، ته کڏي کي اڃا ئي وڏيڪ هيٺ کوٽڻو پوندو. ڪيڏانهن ڊنوسر ۽ اژدهائون، ۽ ڪيڏانهن زندگيءَ جا مختصر ابتدائي آثار! جيڪڏهن انهيءَ زماني جا نشان

اوهان کي گهرجن، تہ ڪڏي کي اڃا ئي وڌيڪ ڪونيو، ۽ ۷۰ ميل هيٺ ڪونيو! ۽ ياد
رکندا وڃجو تہ ڪڏي جو سڀڪو هڪڙ ٿلهو تہ ۲۷۰۰ ورهين جي عمر جو آئتو!

۲۱۰ صفحي تي، ڊاڪٽر سوليڪيءَ جي انهيءَ سموري خيالي ڪڏي جا ٻہ نقشا پيش
ڪيا ويا آهن. ڪاپي هڪ واري خاڪي ۾ اوهان ڏسندا تہ "ٽئين پٿر واري زماني" جي پوري
ٿيڻ ڪان وٺي اڄ تائين وارو "سڌريل زمانو" بنسبت انهن اڳئين زمانن جي، جڏهن ويچارو
اڻ سڌريل انسان محض پٿر جا اوزار پيو ڪم آڻيندو هو، ڪيترو نہ انتهائي مختصر زمانو آهي!
اوهان چوندا تہ پٿر وارن زمانن جي جملي عمر ٻہ ڏھ لک ورهيہ تہ هئي! ائين برابر آهي؛
پر انهيءَ مان اوهان کي ائين سمجهي ويهڻ نہ گهرجي تہ انسان هن ڌرتيءَ جو ڪو پراڻي
۾ پراڻو ۽ اصلوڪو رهواسي آهي! جيڪڏهن انسان جي اها جملي ڏھ لک عمر اوهان کي
غير معمولي ڊگهي لڳي، تہ پوءِ اوهان کي صفحي جي ساڄي پاسي واري نقشي ڏانهن نهارڻ
گهرجي - اوهان ڏسندا تہ جملي اٽڪل هڪ سو ڪروڙ ورهيہ ڌرتيءَ تي زندگي موجود
رهي آهي. انهيءَ جي پيٽ ۾، انسان ويچاري جي ڌرتيءَ تي جملي عمر اٽڪل ڏھ لک
ورهيہ، يعني هڪ سو ڪروڙ ورهين جي هزارين ڀتي ٻہ مس رهي آهي! حقيقت هيءَ آهي تہ
غريب انسان هن ڌرتيءَ جو پراڻو پاپي تہ پر هڪ نئون نويل، بلڪ هڪ تازو آيل معصوم
ٻار آهي!

## اوائلي انسان

تاريخ لکجڻ شروع ٿي، ان ڪان گهڻو گهڻو اڳ، انسان هن ڌرتي تي موجود هو. گهڻن
ماڻهن لاءِ انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. هو سمجهن ٿا تہ انسان جي تاريخ هڪ
نهايت قديم چيز آهي، ۽ ان تاريخ جي شروع ٿيڻ ڪان ڪجهہ ٿورو ئي اڳ، هڪڙي قسم
جا اڻ سڌريل وحشي ماڻهو غارن ۾ رهندا هئا، ۽ ترت ئي پوءِ ۽ هڪدم اچوڪو سڌريل
انسان دنيا ۾ تشريف فرما ٿيو! انسان جي پيدائش متعلق جيتوڻيڪ مروج ۽ مقبول عام عقيدو
اهو ئي آهي، پر افسوس آهي، جو اهو عقيدو سڌو سنئون غلط ۽ بي بنياد آهي. حقيقت هيءَ
آهي تہ انسان دنيا ۾ پنهنجيءَ جملي عمر مان گهڻي ۾ گهڻو حصو، غارن ۽ جهنگلن ۾ ئي
گذاريو آهي.

جيتوڻيڪ عالم ۽ سائنسدان، سالن جي ڪنهن خاص عدد متعلق متفق نہ آهن، پر جيڪي
بہ عملي شاهديون ۽ نشان موجود آهن، تن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسان جي هن ڌرتيءَ کي
پنهنجي موجوده شڪل ۾ آئي، ۽ سج کي چوڌاري ڦرندي، گهٽ ۾ گهٽ ۲۰۰ ڪروڙ
سال گذري چڪا آهن. پهريان اٽڪل ۱۰۰ ڪروڙ سال، ڌرتيءَ تي ڪابہ جاندار چيز
موجود نہ هئي. شروعات ۾، ڌرتي فقط هڪ عظيم ٽهڪندڙ ٽڪرائون گولو هئي، پر نيٺ آهستي
آهستي ٿڌي ٿيندي وئي، ۽ ان جي فضا ۾ جيڪا گهم هئي، سا برسات جي صورت ۾ هيٺ ڪرڻ لڳي،

ھيانئون ٺڪرڻ ۾ پاڻي ڪٺو ٿيڻ شروع ٿيو، ۽ اهڙيءَ طرح ڍنڍون، سمنڊ ۽ مهاساگر ٺهيا. بارش ۽ طوفاني هوائن جي دائمي لڳڻ سبب، ڌرتيءَ جو سخت پٿرائون تهه ڀور ڀور ٿي هڪ قسم جي نرم مٽيءَ جو تهه بڻجي پيو. آهستي آهستي ڌرتي ان حالت کي اچي پهتي، جو منجهس زندگيءَ جو پيدا ٿيڻ ۽ زنده رهڻ، ممڪن ٿي سگهيو.

اوائلي جاندار چيزون اٽڪل ٢٠٠ ڪروڙ سال اڳ ڌرتيءَ تي وجود ۾ آيون. پهريائين اهي جاندار چيزون، نهايت ننڍڙيون، ڪمزور، ساديون هڪ گهرڙيون (Single cell) ٿيون، پاڻيءَ ۾ پيون ترنديون هيون. وقت گذرڻ تي، ٿورا وڏيرا ٿيا ۽ پيون جاندار ٿيون، اڳئين کان بهتر صورت ۾، ظاهر ٿيون. انهن مان ڪي ته پاڻيءَ ۾ رهنديون آيون، ۽ ڪن وري ڌرتيءَ تي رهڻ شروع ڪيو. تنهن کان پوءِ، عجيب عجيب شڪلين جا بي شمار جيت، مڇيون، جانور، وڻ ۽ ٻوٽا پيدا ٿي پيا. اهڙيءَ طرح ٿيندي ٿيندي، ڏهه ڪروڙ کن ورهيه اڳي، ڌرتيءَ تي هڪڙا غير معمولي وڏا جانور رهندا هئا، جن کي ”ڊائوسر“ چئبو هو: انهن مان ڪي ته هڪ سو فٽ ڊگها جانور هئا! رفتي رفتي، اهي گم ٿيندا ويا، ۽ انهن جي جاءِ وري هاڻوڪن نمونن جي جانورن ورتي - انهن ۾ گرم رت وارا جانور به اچي وڃن ٿا، جن کي اسين ”کير ڌارائيندڙ جانور“ سڏيون ٿا - پوءِ اٽڪل ڏهه لک ورهيه اڳ، پهريون سچو پچو انسان نمودار ٿيو.

ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته ڌرتيءَ تي ماڻهو اٽڪل ڏهن لکن ورهين کان رهندا ٿا اچن. انهيءَ انساني دور جو ڳچ حصو تاريخ کان اڳ جو آهي. انهيءَ جو مطلب هيءُ آهي ته ماڻهو ويچارا نه لکي ڄاڻندا هئا، نه پڙهي؛ انهيءَ ڪري هنن پويان ڪوبه لکيل رڪارڊ يا تاريخ نه ڇڏي آهي. ان جي هنن کي ڪا ڳڻتي به ڪانه هئي. ڪين انهيءَ حقيقت جي بنهه ڄاڻ ئي ڪانه هئي ته ڪا تاريخ به ٿيندي آهي. هونئن ته زندگي هنن لاءِ به ايتري ئي حقيقي ۽ اهم هئي، جيتري اسان جي لاءِ آهي؛ زندگيءَ جا مسئلا پنهنجيءَ ڍب ۾ هنن لاءِ به اهڙائي منجهائيندڙ هئا، جهڙا اسان لاءِ آهن: هو کائيندا هئا، سمهندا هئا ۽ پورهيو ڪندا هئا؛ پيار محبت ۽ نفرت جذبا به منجهن هئا؛ پنهنجا ڪٽنب سنڀاليندا هئا، ۽ انهن کي زنده رهڻ ۽ زندگيءَ کي بهتر بنائڻ لاءِ اهي ترڪيبون ۽ حرفتون سيکاريندا هئا، جيڪي پاڻ پنهنجي وڏن کان سکيون هئائون، يا پنهنجي حياتيءَ جي دوران ۾ ٻئيءَ طرح پرايو هئائون - سندن مرڻ کان پوءِ، انهن طريقن ۽ حرفتن کي سندن اولاد اختيار ڪندو هو. لکيو ڪجهه نه ويندو هو؛ ان ڪري اهڙا ڪي ڪتاب يا ڪو رڪارڊ رهيو ئي ڪونه، جنهن ۾ هنن جو ”علم“ محفوظ رهي ۽ ايندڙ پيڙهين تائين پهچي. جڏهن ڪا ڳالهه سيکارڻي هوندي هين؛ ته ڪو ظاهر ظهور مثال ڏيئي، ڪجهه اشارن ۽ ڪجهه آوازن سان سمجهائيندا هئا. آخر جڏهن هڪ نه ٻئي قسم جي ڪا ٻولي ڳالهائڻ ۾ آئي، ته هڪ ٻئي کي اهڙيون چيزون زباني طرح سمجهائيندا هئا. اهڙيءَ طرح، ”علم“ هري هري ٿي گڏ ٿيندو ويو، ۽ آهستي آهستي انهيءَ گڏ ٿيل ”علم“ مان، انسان پنهنجي حياتي وڌيڪ سهنجي بنائيندو ويو.

ڇهن هزارن ڪان ٻه گهٽ ورهيه ٿيا آهن، جو ماڻهوءَ لکڻ سکيو، ۽ انسان جي "تاريخ" جو تاريخي دور شروع ٿيو.

هاڻ اچو ته وقت جي انهن مکيه دورن جي اصلي حقيقت ۽ معنيٰ کي ڪنهن طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون. فرض ڪريو ته هڪڙو گهڙيال آهي، جنهن جو هڪ منٽ برابر آهي هڪ سو سالن جي. هن وقت منجهند آهي ۽ پورا ٻارنهن لڳا آهن. ٻه منٽ اڳ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا جو ملڪ وجود ۾ ئي ڪونه هو! رڳو پنج منٽ اڳ ڪولمبس آمريڪا جو ڪنارو گولي لڌو هو! ويهه منٽ اڳ، حضرت عيسيٰ عليه السلام اڃا ڄاوئي ڪونه هو! مصر جا اهرام (پرئمڊس) پنجاه منٽن کان ٻه گهٽ عمر جا آهن - ۽ دنيا جي پهرين پهرين سچي تهذيب، مصر ۽ فرات-دجله جي واديءَ ۾، ٻنهه هڪ ڪلاڪ اڳ اڃا مس سرجڻ شروع ٿي هئي! انسان جي هن عظيم گهڙيال تي، انسان جي سموري تهذيب جي شروعات ۽ ارتقا، انهيءَ گذريل هڪ ڪلاڪ ۾ - يعني ٻارهين بجي کان ٻارهين بجي تائين واري جهٽ پلڪ ۾ ئي ٿي آهي!

اچا ٻه پنهنجي هن عظيم گهڙيال کي (جنهن جو هڪ منٽ برابر آهي سو سالن جي) ڪم آڻيندي، اچو ته گذريل وقت ڏي وڌيڪ نظر ڪريون. تاريخ کان اڳي وارن ماڻهن - (جن ڏانهن اسين، "تاريخي دور وارا انسان"، ڪڏهن ٻه ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏيندا آهيون!) هن ڏرتيءَ تي، انسان جي مٿين گهڙيال موجب، جملي ١٦٨ ڪلاڪ يعني پورو هڪ هفتو حياتي گذاري آهي. (انهيءَ سان انسان جي تاريخي وقت جي "هڪ ڪلاڪ" جي ڀيٽ ته ڪري ڏسو!) ان حساب سان ڊلوسر اچ کان ١٠٩٦ ڏينهن - اٽڪل طور پورا ٣ سال اڳ موجود هئا! ڌرتيءَ تي "پهرين زندگي" اوڻيهه سال اڳ نمودار ٿي؛ ۽ ياد رکجو ته اهو عرصو وقت جي انهيءَ پيماني جي حساب سان آهي، جنهن موجب انسان جي سموري (تاريخي) تهذيب هڪ ڪلاڪ کان ٻه لنديءَ عمر جي آهي، ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس جو ملڪ پڻ منٽن کان ٻه گهٽ ڄمار جو آهي!

## اوائلي پٿر وارو زمانو

قديم ترين ماڻهن بابت ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن، جن جي انسان کي ٻنهه خبر ئي ڪانهي. جيڪي ڪجهه هو ڪندا هئا، ان بابت انسان وٽ ڪوبه لکيل رڪارڊ ڪونه آهي: ڇاڪاڻ ته لکڻ جو هنر ته اڃا ٻه لکين ورهيه ڪانپوءِ ايجاد ٿيو هو. انهيءَ ڪري، جدا جدا قسم جي گذري ويل ماڻهن ۽ سندن ڪارگذارين بابت انسان کي ڪو خاص علم ۽ ڄاڻ نه آهي. ٻه ان هوندي ٻه، سائنسدان، تاريخ کان اڳ جي هنن انسانن بابت، مجموعي طور، گهڻو ڪجهه پروڙي ويا آهن. جن غارن ۽ جهنگلن ۾ انسانن حياتي گذاري، ته سندن انهيءَ زماني جا ڪي اوزار ۽ هٿيار اتان دستياب ٿيا آهن. انهن قديم ماڻهن بابت ڪن ٽورن جا هڏاون پڄرا

۾ لڌا ويا آهن، جن مان سندن قد بت ۽ شڪل شبيهه بابت ڀڻ چڱي موچاري ڄاڻ ملي ٿي. هن ڌرتيءَ تي مٽي ۾ رليل، تهن جي صورت ۾، گڏ ٿيندي ٿي رهي. سائنسدان انهن تهن جي اهڙيءَ طرح جمع ٿيڻ جي رفتار جو حساب لڳائي چڱيءَ خاطريءَ سان ٻڌائي سگهن ٿا ته انسان، جنهن جا هڏا يا ٻيا اهڙا نشان جنهن تهه مان مان ٿا، انهيءَ تهه کي جمع ٿئي ڪيترا سال گذريا آهن. انهن ساڳين تهن مان جانورن جي هڏن جا ڍيرا به ملن ٿا، ۽ اهي ڍيرا وري ان حقيقت جو ڏس ڏين ٿا ته ان وقت ڌرتيءَ تي انسان کان سواءِ ٻيا ڪهڙا ساهه وارا جيوَ موجود هئا. اهي لڌيون لڌيون ثابتيون گڏجي، اسان جي قديم ترين ابن ڏاڏن جي ارتقا جي چڱي موچاري مڪمل تصوير چٽين ٿيون.

شروعاتي انسان، اڄ ڪلهه جي معيار مطابق، مهانڊي جا موچارا ڪين هئا. هو قد جا ٺندرا، بت جا ڀريل هئا؛ عضوا مضبوط ۽ ويڪرا هئن؛ هو ڪبڙا ٿي هلندا هئا ۽ مٿو زمين ڏاهن لڙيل هوندو هئن. هنن جي منهن ۾ ڪاڏيون ته ٻنهه ٿالهي ماتر هيون؛ سندن اراڙ، ٽيرڇڙي لموني ۾، ڀوٽي مڙيل هوندا هئا. سندن ڪوپريءَ ۾ اکين جي مٿان هڏاوان ڪوپا ٻاهر نڪتل هوندا هئا. ڪپڙو ڪونه ڍڪيندا هئا. ونن کي اوزار يا هٿيار به ڪين هئا. پنهنجي ڪاڌي لاءِ ننڍن ننڍن جانورن جو شڪار ڪندا هئا؛ ڀروڏن مرن کان نهي، لڪي ڀڄي ويندا هئا؛ چاڪاڻ ته انهن سان وڙهڻ ۾ ڀڄي ڪين سگهندا هئا. ان هوندي به طاقتور کان طاقتور جانور تي به ٽن قسمن جون فوقيتون ڪين حاصل هيون: پهريون ته انسان وٽ دماغ هو- اهو دماغ، جنهن جي ذريعي تجربا ڪري هو ڪجهه سکي سگهيا ٿي، ۽ اهو "علم" آئيندي ڪم آڻڻ لاءِ هنن وٽ محفوظ رهي ٿي سگهيو؛ ٻيو ته هنن کي ڄاڙيون، ۽ نڙيءَ ۾ آواز پيدا ڪرڻ جون ڏوريون هيون، جن جي وسيلي هو ڳالهائڻ لاءِ مختلف آواز پيدا ڪري ٿي سگهيا؛ ٽيون ته هنن وٽ هٿ هئا. انساني هٿ، چيتي جي تيز ننهن واري چنبي وانگر چيرڻ ڦاڙڻ لاءِ برابر ايترو ڪارگر نه آهي، ۽ نه وري گهوڙي جي سنب وانگر هڻڻ لاءِ ايترو ڪارائتو آهي، ۽ لڪي وري عقاب جي پير وانگر ڪنهن چيز کي چنبي ۾ مضبوط جهلي ڀيڙڻ لاءِ ايترو مفيد آهي. پر رواجي طرح، انساني هٿ نه فقط انهن سڀني ڪمن لاءِ، پر اهڙن ٻين بيشمار ڪمن لاءِ ڀڻ، ضرورت سارو، نهايت چڱو ڪم ڏئي سگهي ٿو. ان کي ڪنهن خاص هڪڙي ڪم لاءِ نه، پر مختلف ڪمن ۽ اليڪ حالتن ۾ نهايت ڪارائتي انداز ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح، ڳالهائڻ جي قوت ۽ هٿن ۽ دماغ جي مدد سان، آهستي آهستي، انسان ٻين سمورن جانورن تي قابو پائيندو ويو.

اها حقيقت آهي ته اسان وٽ ان مانهوءَ جي ڪائي سڃاڻپ ڪانهي، جنهن اول اول ڪنهن اوزار يا هٿيار ٺاهڻ لاءِ پنهنجا هٿ ڪم آندا هجن. شايد هن زمين تان ڪا وڻ جي ٽاري ڪنئي هوندي ۽ ان کي ڪن جانورن کي مارڻ لاءِ لٺ ڪري استعمال ڪيو هوندائين! ڪنهن چيتي يا رڇ جي ڍپ کان ڪنهن مٿاهين ڪنڌيءَ ڏانهن ڀڄندي اتفاق

سان ڪو پٿر هن جي ٺوڪر سان ٽٽي هيٺ ڪريو هوندو، ۽ جانور کي لڳو هوندو ۽
جانور عجب ۽ خوف وچان بيهي رهيو هوندو يا ڀڄي ويو هوندو! هن مڙس جڏهن اها
حالت ڏٺي، تڏهن ٻئي ڀيري، ڄاڻي ٻجهي، اهڙو پيو پٿر کڻي، ساڳيءَ ريت پنهنجي ڪنهن
دشمن کي اڇلائي هڻي ڪڍيو هوندائين! جڏهين هو ڪائڻ ويل، ڪنهن وڏي پر سخت
ٺريءَ جي هڏي منجهان ٺهي ڳودي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيو هوندو، ته ڪيس هڪ نئون
خيال آيو هوندو - پٿر کڻي هن کي ڀڳو هوندائين! اهي برابر رڳو قياس آرائيون يا ڏڪا
آهن - ماڻهوءَ جي اوائلي خود-سکيا جي انهن ۽ اهڙن ٻين پاراڻن طريقن ۽ سوالن جا صحيح
جواب ۽ احوال شايد اسين ڪڏهن به معلوم نه ڪري سگهنداسين!

جڏهن انسان کي اها ڄاڻ حاصل ٿي وئي ته پٿر ۽ هڏڻ دشمن کان بچاءُ يا شڪار
جي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪارائتا ٿي سگهن ٿا، تڏهن هنن اهي پٿر ميڙڻ شروع ڪيا، جيڪي
قدرتي طرح اڳ ئي اهڙيءَ طرح گهڙيل ٺهيل هئا، جو انهيءَ ڪم لاءِ ضرورت آهر زياده
مفيد نموني ۾ ڪم اچي ٿي سگهيا. هن منزل تي، مناسب مقدار ۽ بناوت وارا پٿر
چونڊيا ته برابر ويندا هئا، پر ماڻهن اڃا انهن پٿرن کي وڌيڪ ڪارآمد بنائڻ لاءِ پنهنجي
هٿ سان پاڻ گهڙي ناهي ڪنهن صورت ۾ آڻڻ شروع نه ڪيو هو. هن زماني کي "پٿر جي
زماني کان اڳي جو زمانو" يا "اوائلي پٿر جو زمانو" سڏيو وڃي ٿو. اهو زمانو تقريباً
ڏهه لک سال اڳ واري زماني کان وٺي تقريباً ٽي لک سال اڳ واري زماني تائين،
جملي اٽڪل ستن لکن ورهين جو عرصو چالو رهيو!

انهيءَ شروعاتي پٿر واري زماني ۾ ئي، ڪنهن منزل تي، انسان "باهه" تي قبضو
ڪيو! شايد هن ڪو اهڙو هنڌ ڏٺو، جتي وڄ ڪرڻ سبب، ڪنهن ٻيلي جي ڪنهن حصي ۾ اچي
باهه ورتو هو! پوءِ باهه جي مدد سان، هو سياري ۾ پنهنجي جسم کي گرم ڪرڻ، جهنگلي
جانورن کي پاڻ کان ڏيڇاري پري رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو؛ ۽ هلندي هلندي
باهه تي پنهنجو کاڌو رڌڻ پچائڻ به سکي ويو! ٿوري وقت کان پوءِ باقاعدي پٿرن کي
گسائڻ سان، يا ڪنهن ڪاٺ جي ٽڪر کي پٿر تي زور سان هڻڻ سان باهه پيدا ڪرڻ جي
اٽڪل به حاصل ڪري ورتائين.

انهيءَ اوائلي پٿر واري زماني ۾ ئي انسان ڳالهائڻ سکيو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي
ته ڳالهائڻ جو هنر هن ۾ هري هري ٿي پيدا ٿيندو رهيو. ڪيترا جانور، ڪنهن چتاءُ ڏيڻ
خاطر، مختلف قسم جا آواز ڪڍندا آهن. ماڻهو به ائين ڪرڻ لڳو هوندو - پوءِ هن جڏهن
ٻاڻهن جي ڪنهن ميڙ جي اوسي پاسي ۾، وڻ جي اوٽ ۾ يا ٻوڙي جي پاسي ۾ لڪل ڪو
جانور ڏٺو هوندو، تڏهن هن کي آوازن مان اندازو لڳائڻو پيو هوندو ته اهو ڪو تيز
ڏندن وارو چيتو ٿي سگهي ٿو، جو ماڻهن تي حملي ڪرڻ لاءِ لڪو آهي؛ يا ته ڪو هرڻ
آهي، جنهن کي ماڻهو شڪار ڪرڻ جي ٻوڻان آهن. اهي خيال ظاهر ڪرڻ لاءِ، هن کي

ڪيترن ئي قسمن جا آواز استعمال ڪرڻ پيا هوندا! انهن آوازن مان ئي لفظ پيدا ٿيا، ۽ نيٺ ڳالهائڻ جي فن ترقي ڪئي!

## پراڻو پٿر جو زمانو

اوائلي پٿر واري زماني کان پوءِ، "پراڻو پٿر وارو زمانو" آيو. انهيءَ زماني ۾، انسان پٿرن مان اوزار ۽ هٿيار ٺاهيا. هڪ ئي پٿر جي ٽڪر جي منهن کي ٻئي پٿر سان گهڙي گهڙي، ان کي ڪهاڙيءَ مثل هڪ تکي ڌار واري هٿيار جي شڪل صورت ڏيندا هئا، جنهن کي پوءِ هٿ ۾ جهلي وهائڻو پوندو هون. انهن هٿيارن ۽ اوزارن لاءِ ڪاٺ جا ڳن ۽ هٿا، هزارين ورهيه پوءِ ايجاد ٿيا.

سوين هزارين سال اڳ، انهيءَ پراڻي پٿر جي زماني ۾، دنيا جي آب هوا ۾ هڪ قسم جي بنيادي ۽ اهم تبديلي پيدا ٿي. دنيا جي اترين حصن ۾ وڌيڪ ٿڌ پکڙجڻ لڳي. انهن حصن ۾ سياري جي موسم جيئن پوءِ تيئن سخت ٿيندي ۽ ڊگهي ٿيندي ويئي، ۽ برف جون پربت جيڏيون زبردست چادرون اتر کان هيٺ رڙهڻ لڳيون ۽ نيٺ اتر يورپ ۽ اتر آمريڪا جي اترئين حصي کي ڍڪي ڇڏيائون. ماڻهو، انهن برفن کان بچڻ لاءِ، زمين جي ڪنهن گرم ٽڪر جي ڳولا ۾، ڏاکڻي حصي ڏانهن ڀڳا. شڪار ٿيڻ جهڙا جانور به برف کان بچڻ لاءِ ڏکڻ ڏانهن وڌڻ لڳا. ماڻهو، جيڪي انهن برف سان ڍڪيل حصن ۾ رهجي ويا، تن پاڻ کي ٿڌ ۽ پاري کان بچائڻ خاطر جانورن جون کلون اوڍڻ شروع ڪيون. ۽ انهيءَ طرح ڪپڙن ڍڪڻ جو اوائلي طريقو وجود ۾ آيو. اهڙيءَ طرح، دنيا جي آب هوا ۾ ڪل چار برفاني دور آيا، جن جي وچ وچ ۾ وري گرم آب هوا جا دور به ايندا ٿي رهيا.

اهي بندرا، جهڪي هلندڙ، مضبوط جسم جا ماڻهو، جي يورپ ۾ انهيءَ برفاني دور ۾ رهندا ٿي آيا، "نينڊرٿال" ماڻهو سڏبا آهن. اسان جا قديم ابا ڏاڏا اهي ماڻهو ڪونه آهن. انهيءَ ڪري، جو پراڻي پٿر واري دور ختم ٿيڻ کان اڳ ۾، اهي ماڻهو قريب قريب فنا ٿي ويا. شايد اهي ماڻهو، انسان جي ٻئي هڪ طاقتور نسل هٿان شڪار ٿي، ختم ٿي ويا. اهي ٻئي نسل جا ماڻهو چوٿين برفاني دور ۾، اٽڪل ۳۰،۰۰۰ سال اڳ، اتر آفريڪا کان ڏکڻ يورپ ۾ آيا.

انهن نون ماڻهن کي "ڪرو-منگنان" ذات وارا انسان سڏيو ويندو آهي. انهن جي، نينڊرٿال ماڻهن جي ڀيٽ ۾، هاڻوڪن ماڻهن جي مهانڊي سان وڌيڪ هڪجهڙائي هئي. هو، قد جا ڊگها ۽ سڌا، هاڻوڪن ماڻهن جي قد بت جيترا هئا. هنن کي ڪاڏيون، ۽ ڪجهه قدر سنهيون سڌيون پيشانيون هيون. هاڻوڪن منگول نسل وارن ماڻهن وانگر هنن جي ڳلن جا هڏا مٿي نڪتل هئا. هنن جون کوپڙيون هاڻوڪي ماڻهوءَ جي کوپڙيءَ کان به وڏيون هيون. انهيءَ مان ظاهر آهي ته نينڊرٿال ماڻهن جي ڀيٽ ۾، هنن جو دماغ وڌيڪ سڌريل حالت ۾ هو.

ڪرومئگنان ۽ ان کان پوءِ اچڻ وارا ماڻهو گهڻو ڪري ”هومو سيپئنس“ سڏبا آهن، هيءَ لاطيني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”سمجهه رکندڙ“ يا ”سياڻپ وارو“ ماڻهو. جلدئي اهي ”سمجهه رکندڙ ماڻهو“ سڄيءَ دنيا ۾ پکڙجي ويا - ۽ اڄ، گهڻو ڪري، انسانن جا سمورا نسل ۽ ذاتيون انهيءَ انساني قسم سان تعلق رکن ٿيون. ممڪن آهي ته آسٽريليا جي ماڻهن جي هڪ جهنگلي ذات انهن منجهان نه هجي - سائنسدانن جو اهو خيال آهي ته آسٽريليا جا اهي ماڻهو شايد نينڊرٿال ماڻهن جي ڪنهن رهجي ويل ڪڙم جو اولاد آهن.

”ڪرومئگنان“ ماڻهو، يورپ ۾ آخري برفاني دور جي زماني ۾ آيا، ۽ ظاهر آهي ته ان وقت ڪين نينڊرٿال ماڻهن وانگر غارن ۽ ڇپرن ۾ پنهنجا گهر ٺاهي رهڻو پيو هوندو. شايد انهن غارن کي بچائڻ ۽ هٿ ڪرڻ جي ئي ڪشمڪش هجي، جنهن ۾ نينڊرٿال ماڻهن جي شڪست ۽ خاتمو آيو هجي. ڪرومئگنان ماڻهن به پاڻ کي ٿڌ کان بچائڻ لاءِ، ماهه ۽ جانورن جون کلون ڪتب آنديون. پر پٿر جي اوزارن ۽ هٿيارن ٺاهڻ ۾، جيڪي سو، هو بهتر طريقا اختيار ڪرڻ لڳا. پٿر کي گهڙڻ جي بدران، هنن پٿر جي ڌار تي، خبرداريءَ سان دٻاءُ ڏيئي، غير ضروري تهه ڪرڙي ئي ورتا - انهيءَ طرح سان سندن اهي پٿر جا اوزار ۽ هٿيار وڏيڪ لسا، سڌا سنوان، تکا ۽ ڪارگر بنجي پيا. ڪرومئگنان ماڻهن هٿيارن جا ڪيترا نوان ۽ بهتر قسم پڻ ايجاد ڪيا: جهڙوڪ سوئا، هڏن ۽ عاج جون سيون، ڪاٺ جي ڳن سان ڀالا ۽ نيزا وغيره. پٿر جي تراڪڙين ٿالهين ۾ جانورن جي چربيءَ سان ونيون ٻاري هنن ڏيا پڻ ٺاهيا.

ڪرومئگنان ماڻهو دنيا جا پهريان فنڪار هئا. هنن جي غارن جون ڀتيون انهن جانورن جي سهڻين ۽ شاندار تصويرن سان ڇتيون پيون هونديون هيون، جن کي هو پنهنجي روزاني پيٽ قوت لاءِ شڪار ڪندا هئا. انهن ۾ خطرناڪ جهنگلي مينهن، جهنگلي گهوڙن، ٻرڪ جيڏن هاٿين ۽ ٻالهن جيڏيءَ پشم سان ڍڪيل نهايت وڏن سانبرن جون تصويرون هيون. اهي تصويرون رڳو ڀتين جي آرائش ۽ زيبائش لاءِ نه هيون. انهيءَ ڳالهه جي ثابتي موجود آهي ته هو اهي تصويرون الهيءَ ڪري ڪڍندا هئا، جو سندن اهو عقيدو هوندو هو ته انهن تصويرن جي اثر کان، اهي جانور جتي هوندا، اتان هلي سندن شڪارگاهن ۾ اچي جمع ٿيندا ۽ پڻ گهڻو وڌندا ويجهندا، ۽ اهڙيءَ ريت هو الهن جانورن کي آسانيءَ سان شڪار ڪري سگهندا!!

اهو به ظاهر آهي ته ڪرومئگنان ماڻهوئي هئا، جن اول اول ”مذهب“ کي وجود ۾ آندو. جڏهن هنن ۾ ڪو ماڻهو مرندو هو، ته ان جو ماتمي جلوس ڪڍندا هئا - ۽ ان کي ڍڪيل نهيل، سندس اوزارن ۽ هٿيارن سميت، زمين ۾ پوري ڇڏيندا هئا. ائين ٿو ڀانئجي ته شڪار کي وڌائڻ لاءِ ۽ پڻ پنهنجي زندگيءَ جي ٻين حالتن کي سڌارڻ لاءِ، منجهن ڪي ٻيون سڏيون ساديون مذهبي رسمون به رائج هيون.

# نئون پٿر جو زمانو

جھڙيءَ طرح ڪرو منگنان ماڻھن اڇي نينڊرٿال ماڻھن کي فنا ڪري ڇڏيو، تئن اٽڪل ۱۲۰۰۰ ورھيه اڳ ماڻھن جي ھڪ ٻئي گروھ، اتر آفريڪا ۽ ڏکڻ يورپ ۾ اچي، ڪرو منگنان ذات کي ختم ڪري ڇڏيو. اھي نوان آيل ماڻھو ئي اسان جا ابا ڏاڏا ھئا: موجوده انسان، ماڻھن جي انھيءَ ذات منجھان ئي آھي.

"نئون پٿر وارو زمانو"، انھن نون انسانن جي اچڻ سان شروع ٿيو. ھنن، پٿر مان اوزارن ۽ ھٿيارن ٺاھڻ لاءِ بھتر طريقا اختيار ڪرڻ شروع ڪيا. ھو پٿر کي ڪُٽڻ يا ٽيرڇڻ بدران، ان کي گھِھي گھِھي، ان مان مختلف شڪلين جا لسا ۽ سڌا اوزار ٺاھڻ لڳا. نئين پٿر واري دور جي ماڻھن جا ٺاھيل پٿر جا اوزار ڏيکارين ٿا ته انھن اوزارن کي تمام سٺيءَ ڪاريگريءَ سان ٺاھيو ٿي ويو. ڪاٺ، عاج ۽ سڱن مان به شيون ٺھڻ لڳيون. انھيءَ نئين پٿر جي دور ۾ ئي، ماڻھو، تير ۽ ڪمان ذريعي، پري کان ڌڪ ھڻڻ جو ھنر سکيو.

نئون پٿر جو دور، پٿر جي ٽنھي دورن کان ننڍو دور ھو: پر انھيءَ دور ۾ ئي انسان پنھنجي زندگيءَ جي طريقن ۾ گھڻي ۾ گھڻو سڌارو آندو. ٻڪر جي ٽانون ٺاھڻ جو ھنر ايجاد ڪيو ويو - جنھن جي مدد سان ڪاڏي جي شين ۽ پاڻيءَ کي سھوليت سان جمع ڪري رکڻ، ۽ ڪاڏي جي رڌڻ پچائڻ جا بھتر طريقا اختيار ڪرڻ ممڪن ٿي پيا. جھنگلي بگھڙن جھڙا ڪتا، جيڪي گھڻو ڪري ماڻھن جي رھائش جي آس پاس پيا ڦرندا ھئا ۽ ڪاڏي جي اوبر سوبر پيا ڪائيندا ھئا، تن کي به انسان پالي تاتي پنھنجو مددگار بنائي ورتو. انسان، ٻج پوکي فصل پيدا ڪرڻ به ھن دور ۾ سکيو. ماڻھن جڏھن جانورن جي وارن ۽ وڻن ۽ ٻوٽن جي تندن کي وٽي لوڙيون ٺاھڻ سکيون، تڏھن انھن مان وري ھنن کي سٽ ڪتڻ، ۽ اُڻين اُڻڻ جو ھنر به اچي ويو. اڳي جو ماڻھو جانورن جون کلون ڪپڙن طور ڍڪيندا ھئا، تن جي بدلي ھاڻي آھستي آھستي آھي سچا پچا اُڄيل ڪپڙا استعمال ٿيڻ لڳا.

جھنگلي جانورن کي پالي گھريلو بنائڻ، ۽ جھنگلي ٻوٽن کي پنھنجي مرضيءَ موجب پوکڻ ۽ لڻڻ - انھن ٻن ھنرن انسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪھڙيون ڪھڙيون انقلابي تبديليون آنديون، تن جو رڳو پورو اندازو به شايد مشڪل سان اسين ڪري ٿا سگھون! پنھنجن ھنن ٻن عظيم ڪاميابين سبب، ھاڻي، انسان کي پنھنجي ۽ پنھنجي ڪٽنب جي گذران لاءِ ھڪ ھنڌان ٻئي ھنڌ ڀٽڪڻو ڪون ٿي پيو - ھاڻي، ڪاڏي لاءِ، ھو پنھنجا فصل پوکي ٿي سگھيو، ۽ پنھنجا جانور پالي ٿي سگھيو؛ ۽ انھيءَ سھوليت ھن کي ھڪ ھنڌ ٽڪاءُ ڪري رھڻ جو موقعو ڏنو. اھو انسان لاءِ پھريون موقعو ھو، جڏھن ھن پنھنجي اجھي کي بھتر بنائڻ ۾ دلچسپي ورتي، جنھن اھي اجھا ڪو وقت جٽاءُ ڪري سگھن. عمارت سازيءَ جو ھنر تڏھن پيدا ٿيو، جڏھن نئين پٿر واري زماني جي ڪن ماڻھن - جيڪي ھالوڪي سئٽزرلئنڊ

ملڪ جي ايراضيءَ ۾ رهندڙ هئا. هڪڙي ٽئين قسم جو گهر ٺاهيو- جنهن کي اسين هاڻي
شايد "منڍ" سڏينداسون؛ ڇا ڪياٿون جو گهر کان ٿورو اندر، ۽ ڍڪ مٿان ڇانيءَ ۾ لڪڙا
ڪوڙي، انهن تي ڪٽي اڏاوت پهارياٿون، جنهن ۾ نهايت ڪاريگريءَ سان اڏيل ڪاٺ جا
چونڪ هئا، هوا ۽ روشنيءَ جي گذر لاءِ دريون هيون، ٻاهر جي دونهين جي نيڪال لاءِ
ڇت ۾ سوراخ هئا، ۽ اڳيان دروازي لاءِ به ايا لڪڙا، چانئٺ ۽ سرانيءَ وارين ٻن ڪاٺين
جي آڌار تي مضبوط رکيل هوندا هئا. ان وقت تائين، اهي گهر پنهنجي قسم جا زياده ۾
زياده سهوليت ۽ سلامتيءَ وارا اڇا هئا!

قديم زماني ۾، جڏهن ماڻهن جو گذارو شڪار تي هوندو هو، تڏهن پنهنجي سلامتيءَ
لاءِ ۽ وڏن جانورن کي شڪار ڪرڻ ۾ سهوليت خاطر، ماڻهو ڪٽنبن جا ڪٽنب گڏجي ۽
ٽولين جون ٽوليون ٿي سفر ڪندا هئا. اهڙين ٽولين مان هر هڪ ٽوليءَ کي قبيلو سڏيو ويندو
هو. هر ڪنهن قبيلي جو هڪ سردار هوندو هو، جو قبيلي کي ضابطي ۽ انتظام ۾ رکڻ ۽ سندس
قبائلي ڪارگذارين جي ڪاميابيءَ لاءِ ذميدار هوندو هو. پر پوءِ، مٿي بيان ڪيل تبديلين
سبب، جڏهن ماڻهو مستقل طرح هڪ هنڌ رهڻ لڳا، ۽ منجهن نيون نيون جماعتون ۽ راڄ
پيدا ٿيڻ لڳا، تڏهن هنن کي ڪنهن بهتر تنظيم جي ضرورت پيش آئي. ان ضرورت ماتحت
اوائلي مختصر قسم جون حڪومتون وجود ۾ آيون، جن جا اڳواڻ (جن جي جاءِ، گهڻو
گهڻو پوءِ، اچي بادشاهن والاري)، انهن جماعتن ۽ راڄن جا سردار هئا؛ ۽ انهن سان گڏ ڪار
۾ مدد ڪرڻ لاءِ، وري "سياڻن" ماڻهن جون صلاحڪار جماعتون هيون. قبائلي رسمون ۽
پابنديون (جيڪي اسان جي موجوده قانونن جون پهريون صورتون هيون) عمل ۾ آنديون
ويون، جن ماڻهو اڻ وڻندڙ ۽ نقصانڪار ڳالهين کان پرهيز ڪن، ۽ زندگيءَ جي انهن
طريقن جي همت افزائي ٿئي، جي سڀني لاءِ چڱا هجن. "مذهب" جي تنظيم ۽ ان جي تفصيل
۾ زياده واڌارو ٿيو. قبائلي پروهت ۽ ويڄ مذهب جون ريتيون رسمون ۽ ڪريا ڪرم
ادا ڪرڻ لاءِ وڌي اڳتي ميدان ۾ آيا. مذهب جون ريتيون رسمون ۽ ڪريا ڪرم ان
زماني ۾ واقعي نهايت پيچيده ۽ رعب تاب وارا هوندا! مثال طور، قديم انگلنڊ جي عظيم
مندر "سٽون هينج" جي وسيع کليل ميدان ۾ جيڪي بي شمار پٿر جيڏا وڏا ۽ ڳرا پٿر
چوڌاري گهيري ۾ رکيل هوندا هئا، جن جا نشان اڄ تائين به سرزمين تي موجود آهن،
تن مان پتو پوي ٿو ته انهيءَ ٽئين پٿر واري زماني ۾ مذهب جي ڪيڏي نه اندازي کان
ٻاهر اهميت هئي!

اسان پٿر جي مختلف زمانن بابت اهڙي نموني ۾ بيان ڪيو آهي، ڄڻ ته ڪنهن ناٽڪ
جي منظرن وانگر هڪ دور، هڪ خاص وقت ۽ مقام تي پورو ٿيو ٿي، ته وري ٻيو دور
نئين ڍنگ سان هڪدم اتان شروع ٿيي ٿي ويو. دراصل، انساني ارتقا جي انهن دورن
۾، زمان ۽ مڪان جي لحاظ کان، اهڙي باقاعدگي موجود ڪانه هئي. جيڪڏهن هڪڙن

انسان هڪ حد تائين پنهنجن اوزارن ٺاهڻ لاءِ نوان طريقا ٻئي اختيار ڪيا، ته سندن پاڙيسري ورثي ٻئي حد قدامت پرستيءَ جي ڪري پوڙهين تائين انهن پراڻن طريقن کي جهلڻا رهيا، جن تي هو اصل هريل هئا، ۽ جن جو وٽن شروع کان رواج پئجي ويو هو. رواج ۽ رسمون ٻه هڪ حد تائين ٻئي حد نهايت آهستي آهستي ٿي بدلجيون. ائين چئو وڃي ٿو ته ٺئين پٿر وارو دور ڪاٿي جي اوزارن ۽ هٿيارن جي ايجاد ٿيڻ تي پورو ٿيو. اهو ڪڏهن ٿيو؟ ايشيا جي ڏکڻ اولهه وارن ڪن ڀاڱن ۽ آفريڪا جي اتر اولهه وارن ڪنڊن ۾، ٽامي جا اوزار ۽ هٿيار ۵۰۰۰ ورهيه قبل مسيح واري زماني ۾ به ڪتب آندا ويندا هئا. ٻر عام طرح انسان جي زندگيءَ ۾ پٿر جي بدران ٽامي جو استعمال انهيءَ کان سوين سال پوءِ رواج ۾ آيو! انهيءَ وچ ۾ يورپ جا ماڻهو، ان وقت تائين پٿر جا اوزار ۽ هٿيار ڪتب آڻيندا رهيا، جيسين اٽڪل ۲۰۰۰ ورهيه کن پوءِ ٽامي جي دور جي سڀيتا وٽن پهتي. انهيءَ کان ٻه ۴۰۰۰ ورهيه پوءِ يورپ جا ماڻهو سمنڊ پار ڪري، ان زمين تي پهتا جنهن کي آمريڪا سڏيو وڃي ٿو. جڏهن هو اتي پهتا، تڏهن ڏٺائون ته آمريڪا جا ماڻهو "ڳاڙها هندستاني" اڃا تائين پٿر واري دور ۾ ئي هئا، ۽ پٿر جا هٿيار ٻئي ڪم آڻيندا هئا. حقيقت ۾ انهن "هندستانين" مان ڪي ته اڃا به قديم "پراڻي پٿر جي دور" مان لنگهي رهيا هئا، جو هنن کي اڃا پٿرن کي گسائي لسو ڪري، هٿيارن ٺاهڻ جو ڏانوئي ڪونه آيو هو: اڃا تائين اگهين وانگر پٿر کي کوڙي يا ترڇي پنهنجا اوزار ٻئي ٺاهيائون. اڄ به ڏکڻ آمريڪا ۽ آسٽريليا جي ڪن مخصوص لڪل هنڌن تي، ماڻهو پٿر جي انهن ٽنهي دورن مان هڪ يا ٻئي دور ۾ ئي آهن. اهي مثال ڪافي چڱيءَ طرح ڏيکارين ٿا ته تاريخ جا دور ايترا چٽائيءَ ۽ باقاعدگيءَ سان هڪ ٻئي پٺيان سلسليوار ڪونه ٿا اچن، جيترو عام طرح هرو ڀرو سمجهيو ويندو آهي!

---

پروفيسر واءِ. ايس. طاهر علي

# ابو العلاء المعري

ابوالعلا احمد بن عبدالله المعريءَ جو جنم ٩٧٢ع ۾ معره جي ننڍي شهر ۾ ٿيو، جو حلب (شام) جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. سندس خاندان ڪيترا قاضي ۽ شاعر پيدا ڪيا، جن جون لياقتون احترام جي لائق هيون؛ پر ابوالعلاء لياقت ۽ قابليت ۾ سڀ کان گوءِ کڻي ويو، ۽ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سندس والد، سندس چاچي ۽ سندس سوٽ - انهن مان ڪنهن به بيت الله جو حج ادا ڪونہ ڪيو. هيءَ حقيقت خاص طرح ذهن نشين ڪرڻ ضروري آهي، ڇو تہ معريءَ جي راءِ موجب رسم ۽ تقليد کي مذهبي عقيدن ٺاهڻ ۾ وڏو دخل آهي.

معري اڃا چئن سالن جو مس ٿيو هو تہ مٿس ٻهرين ۽ وڏي ۾ وڏي مصيبت نازل ٿي - يعني ماتا جي بيماريءَ ڪري اکين جو نور، ٻهرين ٿورڙو، پوءِ آخرڪار سڄو هليو ويس. جڏهن چوڏهن ورهين جو ٿيو تہ سندس والد وفات ڪئي. ان بعد، علم حاصل ڪرڻ جي ارادي سان، هن پنهنجو گهر ڇڏيو، ۽ شام جي مشهور شهرن جهڙوڪ حلب، انطاڪيه وغيره جا سفر اختيار ڪيا، ۽ اتي جي نامور عالمن جي سبقن مان فيض حاصل ڪيو. ڏسو سندس حافظي جو ڪمال، جو اتي جي ڪتبخانن ۾ جيڪي بہ قلمي ڪتاب هئا، تن کي برزبان ياد ڪري ورتائين! پنهنجن خطن ۽ پنهنجن تصنيفن ۾ پين مصنفن ۽ عالمن جا بيشمار قول ۽ عبارتون حوالي طور آنديون اٿس. عجب آهي تہ هڪ نابين ايتريون عبارتون ڪيئن ياد ڪيون! ٩٩٣ع ۾ تعليم ختم ڪري، پنهنجي وطن ڏي واپس ٿيو. شايد ٻهريائين ارادو هوس تہ مدحي قصيدا چئي، پئسو ڪمايان - پر جيڪڏهن انهيءَ طرف ڪشش ٿي بہ اٿس، تہ بہ جلد اهو خيال لاهي ڇڏيائين، ڇو تہ مدحي قصيدن چوڻ جهو پيشو هڪ شريف ۽ با ضمير انسان جي شان وٽان نہ هو. پنهنجي شعر جي ٻهرئين ديوان جي ديباچي ۾ چوي ٿو تہ "مدحي قصيدن روڻ مان منهنجو غرض پئسو ڪمائڻ ڪونہ هو. مطلب هوم تہ طبع آزمائي ڪريان ۽ انهيءَ ان ۾ مهارت حاصل ڪريان".

٩٩٣ع کان ١٠٠٨ع تائين واري زماني ۾ معريءَ جو گذران ماهوار ٽيهن دينارن جي هڪ پينشن تي هو. نابين هئڻ ڪري نوڪر کي بہ مجبوراً انهيءَ پينشن ۾ ڀائيوار ڪرڻو پيس. شايد پوڙهائپ مان بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ملندو هجيس. هن عرصي ۾ سندس مشهوري شهر جون

سڌيون اورانگهي ٻاهر نڪرڻ لڳي، ۽ سندس خيال ۽ امنگ بغداد ڏي پرواز ڪرڻ لڳا-
ڇو ته بغداد ان وقت بهترين ۽ اعليٰ دماغن جو مرڪز بڻجي چڪو هو. چنانچه ١٠٠٨ع ۾ فرات ندي
جهاڳي، بغداد پهتو. دلي خواهش هيس ته بغداد کي مستقل قيامگاهه بڻايان ۽ اتي پنهنجا پير
کوڙيان. بغداد ۾ جيتوڻيڪ بعضي وقتن تي سندس هاڪائي پئي ٿي، پر عالمن ۽ اڪابرن
طرفان جا آجيان مليس ۽ جا خاطري پئي ٿيس، سا انهن وقتي هاڪاين جي ڪافي تلافي ڪندي
ٿي. اتي سندس روزگار جو بندوبست به خاطرخواه هو، پر انهيءَ هوندي به هن سخت محسوس
ڪيو ته "بغداد ۾ مستقبل ڪو روشن ڪونه ٿيندم". آخر، ١٨ مهينا بغداد ۾ رهڻ بعد هن
کي پنهنجي وطن ڏي واپس ورڻو پيو. هن موٽ جو فوري سبب يا ته سندس والده جي بيماري
هئي، ۽ يا ته شريف الرضيءَ جي پاڪ طرفان ٿيل سندس پنهنجي بي عزتي؛ حقيقت ڇا به هجي،
پر بغداد ڇڏڻ ۾ راضي اصل ڪين هو. ڪهڙيءَ رد بدل بعد اهو قدم کنيائين ۽ هميشه انهيءَ
تي افسوس ڪندو رهيو. معره پهچڻ کان ٿورو اڳ، معره وارن ڏي هڪ خط لکيو اٿس،
جنهن مان پتو پوي ٿو ته ڪيڏيءَ نه ناڪاميءَ ۽ مايوسيءَ جي جذبن سان هن بغداد کي
الوداع چيو هو. لکي ٿو ته "منهنجي جوانيءَ جو خاتمو اچي ويو آهي، موسم بهار کان موڪلائي
رهيو آهيان. هاڻي اڪيلائي اختيار ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو نه رهيو اٿم. دل ٿي گهري
ته بغداد مان موٽان؛ پر نٿي وڃڻ ڪري، دل کي مس مس موٽڻ تي راضي ڪيم: هڪ ته
اڪيلو گذاريندس؛ ٻيو ته دنيا کان ائين پري رهندس جيئن پکي هڪ دفعي آلي مان ٽٽڻ بعد،
آلي جي ڪل کان پري رهندو آهي؛ ۽ ائين ته هر حالت ۾ معره ۾ رهندس- جيتوڻيڪ معره
جا ٻيا سڀ شهرواسي يونان وارن جي ڊپ کان ڪڏهن شهر خالي به ڪري وڃن!" هن
لفظن مان اسان کي ابوالعلاء جي مايوس خياليءَ (جنهن کي اڄ ڪلهه جي اصطلاح ۾ "قنوطيت"
سڏجي ٿو)، ۽ سندس "رهبانيت" ۽ سندس "جبريت" (يعني هر شيءِ تقدير کان سمجهڻ) جو
اهو مواد ملي ٿو، جنهن سان ابوالعلاء جو پويون شعر ڀرپور آهي. "معقوليت" به سندس شعر
۾ ڪافي انداز ۾ آهي؛ اها به بغداد جو تحفو آهي.

معريءَ جي شاعرانه مسلڪي جي نشو نما جي نقطي نگاه کان، بغداد ۾ قيام وارو عرصو
وڏي اهميت رکي ٿو. مڪان ۽ ماحول جي تبديلي، علمي بحث مباحثا، مختلف قومن ۽ مذهبن
جي ماڻهن سان تبادلهٔ خيالات، پراڻن متن ۽ نون خيالن جي وچ ۾ ڪشمڪش جا نظارا، هڪ
وڏي ۽ شاندار شهر جي سوسائٽيءَ سان اوچتو ميلاپ، ۽ ان سان گڏ سندس سڌن ۽ امنگن جي
خاموشي ۽ اڪيلائيءَ ۾ پائمالي ۽ بربادي- هي سڀ اهڙيون حقيقتون هيون، جن سندس طبع
تي گهرو اثر ڪيو ۽ ان کي خاص رخ ورتايو ۽ سندس تخيل کي جاڳائي جنبش ۾ آندو. هن
لحاظ کان سندس بغداد وڃڻ ۽ اتان مايوسيءَ ۾ موٽڻ هڪ مبارڪ واقعو هو. جيڪڏهن
ائين نه ٿئي ها، ته ادبي دنيا سندس بينظير ديوان "لزوميات" کان محروم رهجي ها، ۽ معريءَ
کي ايڏي شهرت نصيب نه ٿئي ها.

بغداد مان واپسيءَ بعد، معري ٥٠ سال زنده رهيو، ۽ ١٠٥٨ع ۾ وفات ڪيائين. اهو سمورو عرصو هن گوشي نشينيءَ ۾ گذاريو. مغرور، حساس، شڪي، انسانن کان متنفر ۽ دنيا کان بيزار — هيءَ آهي سندس تصوير، جا سندس شعر مان ملي رهي آهي. هڪ نابين ۽ پيو گوشه نشين - گويا هڪ ئي وقت پڻ بنديخاني ۾ بند هو! پر تصوير جو ٻيو پهلو به ڏسو: پروفيسر مارگوليٿ چوي ٿو ته "جڏهين معري بغداد ۾ هو، ته اتي جا وڏا عالم کيس پاڻ جهڙو ڪري سمجهندا هئا. بغداد جو اثر اتان موٽڻ بعد فورا" ظاهر ٿيڻ لڳو. گرامر، شعر ۽ عربن جي قديم علمن تي سندس تقريرون ٻڌڻ لاءِ شاگرد هر طرف کان وڏي تعداد ۾ اچڻ لڳا. معريءَ جو اندو گهر هڪ چڙ والي هو، سو معره جو اهم ترين مڪان بڻجي پيو، ۽ معري پاڻ شهر جو اول نمبر شهري ٿي پيو. سندس خطن مان معلوم ٿيندو ته هو راهب يا تارڪ دنيا اصل ڪين هو. ڏسڻ ۾ پيو اچي ته ڪيترن سان دوستيءَ جا ناتا هئس ۽ دنيوي معاملن سان گهري دلچسپي هيس."

معره ۾ تعليم جي مشغلي کان سواءِ هو پنهنجو وقت "لزوميات" نظم ڪرڻ ۽ ٻين تصنيفن لکڻ ۾ صرف ڪندو هو. انهن تصنيفن مان گهڻيون ضايع ٿي ويون آهن، ۽ ماڻي فقط نالا وڃي باقي رهيا اٿن.

## معري ۽ سندس خيال

جيتوڻيڪ معريءَ جي خلوت نشيني ۽ رهبانيت سان دل هئي، پر تنهن هوندي به زماني جي واقعن جو گهريءَ نظر سان مطالعو ڪندو هو، ۽ ان زماني جي ماڻهن جو چڱيءَ طرح واقف هو. انهيءَ ڪري سندس شعر ۽ سندس تصنيفون انهيءَ وقت جي سياسي ۽ معاشرتي نظام جو آئينو آهن. معري پڪي نيت ڪئي هئي ته سچ ۽ حقيقت چوندس - ۽ سچ ۽ حقيقت جو اظهار به هڪ خاص انداز سان ڪيو اٿس. سندس خيال هو ته سچ هڪ اسرار آهي، جو پردن ۾ لڪل آهي. تڪليفن جي حياتي گذارڻ ۽ دماغ سوزي ڪرڻ سان معريءَ ڪوشش ڪئي ته اهي پردا هٽائي. سندس گفتا، جي سوز سان ڀريل آهن؛ ۽ اشارا ۽ استعارا، جي دردن ۽ دکن جو هڪ ڀيانڪ منظر پيش ڪري رهيا آهن - سي انهن جسماني ۽ ذهني تڪليفن جي عين مطابق آهن، جي معريءَ کي برداشت ڪرڻيون پيون. پنهنجن خيالن کي رومال ۾ ويڙهي ظاهر ڪيو اٿس، ۽ مذهب ۽ سياست سان گرفت کان پاڻ بچائي ويو آهي - جيتوڻيڪ جن جاين تي وڏو ڪفر چيل آهي، سي گهڻو مبهم ڪين آهن. سندس طرز بيان يا ڍنگ مان سندس شخصيت پڻ ظاهر ٿئي، ۽ ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته هو هڪ وڏو عالم هو. گرامر، علم عروض ۽ علم البديع سان جيڪو عشق اٿس، سو به هر هنڌ ظاهر آهي.

معريءَ جا نظريا ۽ سندس عملي حياتي ۽ سندس تجربا سندس تصنيفن مان معلوم ڪري سگهجن ٿا. مجاز گهڻو استعمال ڪيو اٿس ۽ ڪن جاين تي تشريح جي ضرورت پوي ٿي،

خدا ۽ تقدير، وقت ۽ مڪان، روح ۽ مادي بابت سندس نظريا ڇٽا ڪين آهن. انهيءَ
هوندي به سندس تصنيفون لطف سان پريل آهن. ستارن جي اثر جي مسئلي تي ۽ روح جي
لافاني هجڻ تي روشني وڌي اٿس. هنن سيني مسئلن تي جو ڪجهه چيو اٿس، سو معلوم
ڪرڻ سان انسان ۾ شوق پيو پيدا ٿيندو ته وڌيڪ ڪوجنا ڪري، هنن مسئلن متعلق وڌيڪ
معلومات حاصل ڪجي.

انساني سوسائٽيءَ بابت ڏسو ته ڇا ٿو چوي: "ممڪن آهي ته هن حياتيءَ ختم ٿيڻ بعد،
تون هميشه لاءِ وڃي بهشت ۾ رهين؛ پر يقين سمجهه ته هن دنيا کي ڇڏيئي ته چڱو ته دوزخ
مان آزاد ٿئين!" جيڪڏهن معري لاچين ۽ مفلس نه هجي ها، ته به شايد انساني زندگيءَ
کي هن طرح سورن پريل سمجهي ها - پر ته مايوس خيالي يا قنوطيت انساني طبع جو جز
آهي ۽ باهرين حالتن تي ايترو مدار ڪانه ٿي رکي - پر ساڳئي وقت شايد اٿين نه به ٿئي
ها: چاڪاڻ ته معريءَ جو زندگيءَ بابت جو فلسفو آهي، تنهن ۾ ٻن شين جو وڏو هٿ آهي:
هڪ اهي مصيبتون جي معريءَ تي نازل ٿيون، ۽ ٻيو اهي خرابيون، بدڪاريون ۽ ظلم، جي
ان وقت ملڪ ۾ ٿي رهيا هئا ۽ جن جي کيس خوب خبر هئي. هنن ٻنهي سببن ڪري معري
هن نتيجي تي پهتو ته جيڪڏهن "وجود" جي زحمت کان بچي نٿو سگهجي ته گوشه نشيني
اختيار ڪجي. خرابيون ۽ ظلم ڏسي، کيس يقين ٿيو ته انسان سڀ ذليل، شرارتي، ڪوڙا ۽
منافق آهن. حقيقت ۾ ان وقت جا سڀ ماڻهو اهڙا ڪين هئا، جهڙا سندس تحرير ۾ ڏيکاريل
آهن. پر معريءَ جي نقطه نگاهه کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته ان وقت جي سياسي حالت جو
جائزو وٺجي. اچو ته ڏسون ته ڏهين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ ٻارهين صديءَ جي
شروعات ۾ اسلامي حڪومت جي عام طرح، ۽ شام جي خاص طرح ڪهڙي حالت هئي.

عباسين جي حڪومت حقيقي معنيٰ ۾ ختم ٿي چڪي هئي، ۽ سندن حيثيت فقط روحاني
پيشوائن جهڙي وڃي رهي هئي. بغداد ۾ بويهي نالي هڪ ايراني خاندان مختارڪل بنيو، ۽
خراسان ۽ ماوراءالنهر وارن علائقن تي ساماني خاندان وارن قبضو ڪيو. ١٠٠٠ع ۾ يعني
معريءَ جي وفات کان ٿي سال اڳ سلجوقين بغداد هٿ ڪيو، ۽ ان کان پنجاهه سال پوءِ
دمشق ۽ حلب سندن قبضي ۾ آيا. معريءَ، سلجوقين جو اهو دور ڪونه ڏٺو. جنهن شيءِ سان
معريءَ جو واسطو هو، سا هئي قاهره جي سياست ۽ ان جون طوفاني لهريون ۽ لاها چاڙها.
٩٦٩ع ۾ قاهره جو بنياد پيو ۽ ان ئي ڏينهن کان قاهره فاطمي خليفن جو آئيندي لاءِ
پايهء تخت بنيو.

معريءَ جي ولادت وقت شام جو شمالي حصو - حلب ۽ معره سميت - سيف الدوله حمدانيءَ
جي هٿ هيٺ هو؛ پر سدائين اهو خطرو رهندو هو ته ڪٿي طرفان فاطمي خليفا حملو ڪري
ملڪ تي قبضو نه ڪن. سيف الدوله ۽ فاطمين جي ڪشمڪش ويهه سال هلي. سوپ ڪڏهن
ڪنهن جي، ته ڪڏهن ڪنهن جي. حلب تي ته سخت خوني لڙايون لڳيون. واري واري
سان ان تي حمداني ۽ فاطمي ۽ بنو مرداس وارن جو قبضو پئي ٿيو.

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ معري سڄي حياتي جنگ جي ڇانوَ ۾ گذاري، ۽ جنگ جي تباھ ڪاريءَ کان خوب واقف هو. ١٠٠٧ع ۾ معره تي گهيرو ٿيو، ۽ معريءَ پنهنجي سر صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن سياسي انڌ ڌنڌ ڪري، ڪيتريون خرابيون پيدا ٿيون، ۽ وقت بوقت بي قانونيءَ جا طوفان ڪڙا ٿيندا رهيا: بدامنيءَ جي حالت تہ هن حد تي پهتل هئي، جو ٩٨٢ع کان ٩٩٠ع تائين، ۽ ١٠٠٢ع ۽ ١٠٠٨ع ۽ ١٠١٠ع، ۽ ١٠١٧ع کان ١٠٢١ع تائين وارن سمورن سالن ۾ ڪوبہ حج ادا ڪري نہ سگهيو - ڇو تہ قرمطي ۽ بدوي، ٽوليون ڪري قافلن جون واٽون وٺيو ويٺا هوندا هئا، ۽ مسافرن کي ڦريندا هئا. سنہ ٨٤-٩٨٣ع ۾ عراق ۾ ڪڪڪ جا اکهہ ڇوٽ چڙهي ويا، ۽ ڪيترا بک وگهي موت جو شڪار بنيا. ٩٩٢ع ۾ بغداد ۾ مانيءَ جو اڌ سير چاليهن درهمن کي وڃي لڳو. اهڙيءَ طرح ١٠٠٧ع ۾ موصل ۽ عراق ۽ بغدد ۾ هولناڪ ڏڪر نازل ٿيا. ٣-١٠٠٢ع ۾ عواصم ضلعي ۾ - جنهن ۾ معره جو شهر هو - ۽ شام جي سرحدي علائقن ۾ هڪ زلزلو آيو، جنهن هزارين جانيون ورتيون. ٣٤-١٠٣٣ع ۾ هڪ زبردست زلزلو آيو، جنهن رملہ جو ٽيون حصو ڊاهي ڇڏيو. سمنڊ جو پاڻي ٽي فرسخ مٿي چڙهي آيو: ايتري قدر جو ڪيترا ماڻهو سڄي مارڻ لاءِ جڏهين سمنڊ ۾ هيٺ لٿا، تڏهين اوچتو پاڻي مٿي چڙهيو، ۽ جيڪي ويچارا ترڻ ڪين ڄاڻندا هئا، سي سڀ ٻڏي مئا - دينارو، تبريز، تدمر ۽ بعلبڪ ۾ پڻ ساڳئي قسم جا واقعا ٿيا.

بغداد ۽ عراق جي ٻين شهرن ۾ جيڪي خونريز مذهبي فساد ٿيا، تن جو تفصيل ڏبو تہ هڪ پنڊاڙي داستان ٿي پوندو. اهڙا واقعا رعيت ۽ ملڪ کي تباھ ڪندا رهيا. معريءَ جي نقطي نگاھ کان هنن سمورن مرضن جا اصلي ۽ صحيح ڪارڻ هئا: هڪ تہ غلاميءَ جو رواج، ٻيو گهٽين ذاتن پرائڻ جو رواج، ۽ ٽيون مذهب مان صحيح ۽ اصلي روح جو گم ٿيڻ، ۽ چوٿون دولت جي غير مساوي تقسيم. مسلمان مورخن کان وڌيڪ معريءَ جي تصنيفن مان اسان کي هنن خرابين بابت معلومات ملي ٿي. اهي ئي خرابيون هيون، جن معريءَ کي انسانن کان بدظن بنايو، ۽ مٿي ڄاڻايل خيال سندس دل ۾ وڌا.

حڪمران طبقي مان ڪوبہ سندس مذمت کان ڪونہ بچيو آهي، ۽ ڪين خوب سنيو اٿس. عجب آهي تہ هن قسم جي ڪلئي ڪلائي ۽ اڦرت خيز طعنہ زن هوندي بہ، هو ڪيئن گرفت کان بچي ويو. عالمن سان بہ چڱي جٽ ڪئي اٿس. چوي ٿو: "مذاهب جعلوها من معاشهم، من يعمل الفكرفيه تعطيه الارقا-" يعني تہ "مذهب کي معاش جو ذريعو بنايو اٿن. هن باري ۾ وڌيڪ غور ڪبو تہ افسوس ۽ بي آرامي ٿيندي!" علم نجوم وارن تي بہ خوب چوٽ چنبا اٿس - ڇو تہ اهي انسانن جي بيوقوفي ۽ وهم پرستيءَ جي هٿيارن سان انسانن جو شڪار ڪندا آهن. شاعرن کان پاڻ کي الڳ شمار ڪندي چوي ٿو تہ 'شاعر خسيس ۽ بدڪار آهن.' الغرض تہ ان وقت جي سوسائٽي ۽ مختلف پيشي وارن جي روش تي خاصي روشني وڌي اٿس. جن خرابين جو ذڪر ڪيو اٿس، سي واقعي موجود هيون، ۽ انهن جون پاڙون

گهريون ۽ مضبوط هيون. شراب خوري ۽ شهوت پرستيءَ جو ذڪر هر هر آيل آهي. ڪثرت ازدواج ڪي زالن سان بي انصافي ڏيکاري، ان ڪي خوب ننديو اٿس. حرمون ڌارين قومن جي غلام عورتن سان ڀريون پيون هيون، ۽ انهيءَ ڪري هڪ گاڏڙ نسل پيدا ٿي رهيو هو. عربن جو اقتدار ختم ٿي چڪو هو. عربي زبان چٽ ٿي وئي هئي. يهودين ۽ عيسائين جو رسوخ ايترو ته وڌي ويو هو، جو ڪيترن وقتن تي هڪ مسلمان کي انهن غير مسلمن جي حفاظت جو محتاج ٿيڻو پوندو هو. مذهب جي ته نالي کان به نفرت ٿيڻ لڳي هئي. هي آهي معريءَ جي همعصر سماج جي حالت جو صحيح نقشو، جنهن جي مدنظر معري انسان ۽ انساني زندگيءَ بابت پنهنجي راءِ قائم ڪئي.

## معري ۽ سندس رهبانيت

معريءَ پاڻ کي گهر جي چوديواريءَ ۾ بند ڪيو، ۽ ائين ڪرڻ سان گويا هو انهيءَ دنيا کان ويو وڃي رهيو هو، جنهن کيس توڙي ڇڏيو هو. ظاهر آهي ته اها نوبکلائي ۽ گوشي نشينيءَ ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ اختيار نه ڪئي هئائين. صحيح معنيٰ ۾ تارڪ دنيا ۽ گوشه نشين راهب اهو آهي، جو دنيا جي خوشين ۽ مزن کي خيرباد چئي، نوبکلائي اختيار ڪري. معريءَ جي چوڻ تي مقدر ڪوبه اهڙو دلڪش پهلو رکيو ئي ڪونه هو، جنهن کي معريءَ ڇڏي ڪري راهب هئڻ جي دعويٰ ڪئي هجي. سندس ديانتداري ۽ صاف گوئي ڏسو، جو خلوت نشينيءَ لاءِ ڪوبه داد يا جس ڪونه ٿو گهري. چوي ٿو ته "سمجهو ماڻهو مون کي تارڪ دنيا سڏين ٿا، پر سندن تشخيص غلط آهي. جيتوڻيڪ پنهنجن خواهشن ۽ سڌن کي ضابطي هيٺ آندو اٿم، پر تڏهين به مان ائين چوندس ته دنيا جي مزن ۽ خوشين کان انهيءَ ڪري دستبردار ٿيس، جو بهترين مزا ۽ خوشيون مون کي نصيب ٿي سگهڻ وارا نه هئا." ويچارو نابين عالم، جنهن جو گذر ٿيهن دينارن جي پينشن تي هو، سو دنيا سان دوستيءَ ۽ پيار جا ناتا ڪهڙيءَ طرح قائم ڪري ٿي سگهيو! دنيا جي مزن ۾ سندس ڪوبه حصو ڪونه هو، پر سوسائٽيءَ جي خرابين تي خيال جو گهوڙو ڊوڙائڻ لاءِ وٽس ڪافي وقت هو. حقيقت ۾، بغداد وڃڻ کان پوءِ معري پنهنجي انساني پاڻرن متعلق راءِ قائم ڪري چڪو هو، ۽ اها ساڳي راءِ هن اڳتي هلي پنهنجي شعر ۽ تصنيفن ۾ وڌيڪ چٽي ڪئي. سندس رهبانيت سان مذهبي نمڪ ته مليل هو، پر اها رهبانيت معريءَ جي فلسفي جو ناڪاري ۽ شخصي پهلو ڏيکاري ٿي. هن گنديءَ دنيا کان دور رهڻ مان غرض هوس دلي اطمينان ۽ آرام حاصل ڪرڻ. سندس هن بيت مان به ساڳيوئي آواز پيو اچي:

اولو الفضل في اوطانهم غرباء۔ تشذ و تناي عنهم القرباء.

[سڄا وارا پنهنجي وطن ۾ ڌاريا آهن. ۽ سندن عزيز به کانئن پري ڀڄندا آهن.]

معريءَ جو خيال هو ته سوسائٽي انسان جا اخلاق بگاڙي ٿي؛ ۽ جن سان پيار ۽ نفرت جا لاڳاپا هوندا آهن، تن سان سمجهه ۽ عقل جي قانونن پٽاندر گڏ رهڻ مشڪل هوندو آهي. انهيءَ ڪري ئي هن رهبانيت جي راه اختيار ڪئي.

## معري ۽ سندس شاعري

معريءَ جي شعر جا ٻه ديوان آهن، هڪ "سقط الزند"، جو بغداد وڃڻ کان اڳ لکيل آهي، ٻيو "لزوميات"، جو بغداد مان موٽڻ بعد لکيو ويو آهي. "سقط الزند" ۾ وقت جي رسمي شاعريءَ جو تتبع ڪيو ويو آهي، ۽ "مُتَنَبِّي" لاءِ جا عقيدتمنديءَ هيس، تنهن جو اثر ظاهر ڏسڻ ۾ ٿو اچي. مشرق وارن وٽ اهو ديوان "لزوميات" کان وڌيڪ مقبول آهي، ڇو ته "لزوميات" ۾ ظاهر ڪيل خيال مسلمانن کي ناپسند آهن. ازانسواءِ مشرق جي شاعراڻي معيار سان "لزوميات" ٺهڪي نٿو. "لزوميات" ۾ قصيدہ گوئيءَ جو جهونو ڍنگ ترڪ ڪيو آهي، ۽ ان جي عيوض هڪ غير رسمي لظم آندو ويو آهي.

پنهنجي شعر ۾، معري، سواءِ ڪنهن خوف يا خوشامد جي، وقت جي تصوير چٽي آهي. ان ۾ سندس پنهنجي تصوير به چٽي ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي. شعر ۾ خاميون به اٿس، جن مان هڪ هيءَ آهي ته هڪ ئي ڳالهه کي وري وري دهرايو اٿس. ڪيترين جاين تي خيال خسيس ۽ معمولي اٿس. پر انهن خامين هوندي به معريءَ جو ڍنگ دلڪش آهي. ڪٿي پيار جا، ته ڪٿي ڏڪار جا جذبا جاڳائي ٿو. ڪٿي ولولہ انگيز آهي، ته ڪٿي وري تنگ ڪير اڪايو ڇڏي. ڪٿي موهيندڙ آهي، ته ڪٿي وري اڻ وڻندڙ ۽ اکرو. پر، انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي ته "لزوميات" هڪ جاذب شخصيت جي تصوير پيش ڪري ٿو، ۽ ان ڪري هميشه زندہ رهندو.

## معري ۽ سندس نثر

معري نثر نويس به آهي. نثر ۾ سندس وڏي اهميت واري تصنيف آهي "رسالة الغفران". ڪتاب تي اهو نالو ان ڪري پيو آهي ته جڏهن "ابن القارح" ڪنهن بهشتيءَ سان ملي ٿو ته کانئس پڇي ٿو ته "بما غفر لڪ؟" يعني "تنهنجا گناهہ ڪيئن بخش ٿيا"; ۽ جڏهن ڪنهن دوزخيءَ سان ملي ٿو ته پڇيس ٿو ته "لِما لَم يغفر لڪ" يعني "توکي معافي ڇو نہ ملي؟" ڪتاب جا ٻه حصا آهن — پهريون حصو هڪ جملو معترضہ آهي، ۽ ٻيو حصو "ابن القارح" جي سوال جو جواب آهي.

ڪتاب پڙهڻ سان اندازو ڪري سگهبو ته معريءَ کي زبان تي ڪيڏي دسترس حاصل هئي. ڪتاب ۾ لفظن جي ڪيڏي واهہ جي آهي! هر لفظ ٺيڪ ٺيڪ مفهوم ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. استعارا زوردار آهن، ۽ تخيل جا ڦيرا عجيب ۽ پرلطف. طرز بيان جادوءَ سان پرُ آهي. ڪٿي هيٺ ٿو لهي، ته ڪٿي ٿو مٿي چڙهي. ڪٿي ظرافت سان پرُ، ته ڪٿي طعنزنيءَ سان رڱيل. جيڪڏهن بي خياليءَ سان ۽ سرسري نموني پڙهبو، ته مصنف جي شخصيت جو پتو ڪونہ پوندو. پر جيڪڏهن غور سان پڙهبو تہ ان ۾ مصنف چٽو نظر ايندو. قرآن شريف جي آيتن ۽ نبي ڪريم جي حديثن جي پردي هيٺ پنهنجا خيال ڏنا ڪي، ڪيڏيءَ نہ حرفت سان وٺي نوڪبازي ۽ طعنزني ڪئي اٿس! ازانسواءِ هن ڪتاب ۾ ڪيترن نحوي ۽ لغوي سوالن تي روشني وڌي اٿس.

مطلب ته عربي ادب ۾ معري بي‌نظير حيثيت جو مالڪ آهي. ماکي، کير ۽ گوشت کان پرهيز ڪندو هو، ۽ ڀاڄيءَ تي گذران ڪندو هو. هي سڀ حقيقتون ۽ ان سان گڏ سندس شخصيت ۽ رهڻي ڪهڻي ۽ سندس زندگيءَ جو فلسفو اسان جي دلين ۾ لاڪس اها عزت ۽ وقار پيدا ڪن ٿيون، جو دنيا جي مشهور نابينن يعني 'هومر'، 'ملٽن' ۽ 'رودڪي' کي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي حاصل آهي.

> — اداره "مهراڻ" طرفان هيٺ ابوالعلاءَ المعريءَ جو ٿورو چونڊ ڪلام "مهراڻ" ۾ پڙهندڙن جي واقفيت لاءِ عرض رکجي ٿو. — ادارو

* جڏهن ماڻهو منهنجي تعريف ڪن ٿا،
تڏهن اها مون کي ڏاڍي ڏکي ٿي لڳي—
۽ آءٌ شرم کان پگهر ۾ ٻڏيو وڃان:
منهنجو جسم پليت آهي—
۽ آءٌ ٿو چاهيان ته ان کي عطر جي مالش ڪئي وڃي.

* توڻ قيدي هجين يا آزاد— مگر ڪائنات ته هڪ
نظام جي پابند آهي—
۽ هڪ خاص انداز سان هلائي پئي وڃي—
هتي چڱي ڳالهه آهستي هڪ ٻئي سان ڪن ۾
ڪرڻي ٿي پوي؛
۽ ٻرين ڳالهين لاءِ پليٽفارم بنايا وڃن ٿا:
توڻ سيني کان پاڻ بچائيندو رهه— آءٌ سيني کي
چڱيءَ طرح ڄاڻان سڃاڻان—
ضرورت وقت ڪمزور نه ٿج؛
جڏهن سگهيو ٿين، تڏهن هٺيلو نه بڻج.

* هي شخص ملڪ جي انتظام ۾ عقل کان هرگز
ڪم ٿا وٺن—
تڏهن به انهن جا ملڪ ۾ حڪم پيا هلن!
۽ ڪين سياستدانن ۾ شمار پيو ڪيو وڃي!

* آءٌ هنن ماڻهن سان ڪڪ ٿي پيو آهيان —
ڪيستائين وٺي رهان!
سندن حاڪم بي قاعدگيون ڪندا رهن ٿا؛
رعيت تي ظلم، ۽ عوام سان ڌوڪيبازي سندن
ڏاڏو آهي؛
هو رعيت جا پگهاردار ملازم آهن،
— ۽ رعيت جي ڀلائيءَ سان هميشه ڪين چڙ آهي!

* اسان جي ابن ڏاڏن، پنهنجن وڏن جي طريقي
تي زندگيون گذاريون،
۽ سندن تقليد ڪندي جيڪو دين انهن کان مليو،
سو اسان جي مٿي ۾ سڙهي ويا؛
اهوئي سبب آهي، جو جيڪي پڙهو پيو وڃي،
ان تي ڪوبه ويچار نٿو ڪيو وڃي:
۽ حد اها آهي جو بيوقوفيءَ سببان اهو به نٿو
سوچيو وڃي،
ته پنهنجو سڀ ڪنهن ٻئي جي پيرن تي رکي
ڇڏيو اٿئون!

* عقل حيران آهي!
ڇو ته سمورا مذهب ۽ سندن قانون روايتن تي
ٻڌل آهن،
۽ انهن کي ڪو به ڄاچي پرکي نٿو.
ڪجهه مجوسي آهن، ڪجهه مسلمان، ۽ هڪ ٽولو
عيسائي، ۽ انهن کان اڳ يهودي؛
هو بندگيءَ لاءِ پاڻ جي مندرن ۾ وڃن ٿا،
۽ هي مسجدن ۽ ديولين ۾—
ڪجهه "صابئي" آهن، جي ستارن جي عظمت جا
قائل آهن—

پر، هي سڀ هڪڙيءَ ڳالهه ۾ هڪ جهڙا آهن-
۽ اها هيءَ آهي ته
سڀني جون طبيعتون براين ۾ پريون پيئون آهن.

* اي فريب ۾ آيل!
توکي اجائي سودا آهي ته تون دينداري آهين.
آءٌ خدا جو قسم کڻي ٿو چوان
ته "تنهنجو ماڳهين ڪو دين ئي ڪونهي-
تون عبادت ۽ قربانيءَ خاطر ڪعبة الله ڏانهن
وڃين ٿو،
پر تنهنجا غمگين پاڙيسري ۽ پريشان حال دوست
تنهنجي اڳيان پنهنجي مصيبتن تي روئي رهيا آهن،
سي تون ڏسين ئي ٿو!"

* مخلوق مان سڀ کان وڌيڪ شرارت پکيڙيندڙ
اهو حاڪم آهي،
جو خلق کي پنهنجي اڳيان جهڪڻ تي مجبور ڪري!

* رعيت بي اطميناني، پريشان حاليءَ ۽ فتني فساد
۾ ڦاٿل آهي؛
۽ حاڪمن شراب خوريءَ ۽ ناچ ۽ تفريح جي محفلن
جو سلسلو کڻي شروع ڪيو آهي؛
۽ وڏا وڏا آفيسر ماڻهن کان نت نيون ڍلون
اڳاڙڻ ۾ مشغول آهن-
آءٌ اهڙن حاڪمن کي ڀيو ڏسان،
جي رعيت جي آرام جو ڪو بندوبست نٿا ڪن-
پوءِ ڀلا هي ڍلون ۽ ٽيڪس آخر ڇا لاءِ ٿا
اڳاڙيا وڃن؟
- ڇا، هنن اونداهين ۾ ڪنهن کي ڪو حق به آهي،
جنهن کي شمعن وسيلي ڳولي سگهجي؟

* ماڻهو هڪ امام برحق جا منتظر آهن،
جو اچي سندن اڳواڻي ڪندو!
ڪيڏا نه سادا آهن هي ماڻهو-

سچو امام ته صرف "عقل" آهي،
جو هر وقت انسان کي صحيح مشورو ڏئي ٿو
۽ صحيح رهنمائي ڪري ٿو-
جڏهين تون ان جي تابعداري ڪندين،
تڏهين هو ديس خواه پرديس ۾
تو لاءِ خدائي رحمت جو باعث بڻبو!
آءٌ جڏهين دنيا مان مرندس،
تڏهين منهنجو عقل کان سواءِ ٻيو ڪو به امام
نه هوندو!

* چڱائي نه روزو آهي، جنهن ۾ روزيدار ڳري ٿو؛
نڪي نماز ۾، نڪي صوفي بڻجڻ ۾-
اصل چڱائي آهي هر حال ۾ برائيءَ کي پري
اڇلائڻ، ۽ سيني کي ڪيني ۽ حسد کان پاڪ رکڻ!

* چڱائي فقط انهيءَ لاءِ ڪر،
ته اها چڱائي آهي-
۽ ائين متان چوين
ته "خدا هن جو عيوض ڏيندو!"

* ٻين سان اهو سلوڪ ڪر، جو تون پاڻ لاءِ
انهن کان گهرين؛
سڀاڻي ۽ پرينهن لاءِ رزق لڪائي نه رک-
جو هر ڪو ڏينهن پنهنجي لاءِ رزق آڻي ٿو!
پنهنجو ماڻٺو مال ورهائي ڇڏ،
تنهنجي مرڻ کان پوءِ، هي تو لاءِ لڙڪ
نه وهائيندا!

حيف آهي انهيءَ شخص تي،
جو ڪاڏي جي محبت ۾ ذليل بڻيل آهي!
جيڪڏهين زمانو توکي پريشان ڪري،
ته انهيءَ تڪليف کي صبر سان سهه؛
۽ اهڙي ته سرجات واري زندگي گذار،
جو جڻ ته توکي پريشان ڪيو ئي نه ويو آهي

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# درويش راضي شاهه لڪياري

[ست اٺ سال ٿيا جو درويش راضي شاهه جا هڪ ٻه بيت ڪنين پيا، مگر سندس ڏس پتو ڪونه ٿي پيو. تان جو ٣٠ - آگسٽ ١٩٥٢ع تي ميلي (ٿرپارڪر) ڏانهن وينديءَ، سنيشن لئين ڪوٽ جي پريان، راضي شاهه جي ميلي ۽ مقبري ڏسڻ جو اتفاق ٿيو. ان موقعي تي راضي شاهه جا ڪي بيت انان جي سگهڙن وٽان مليا. اٽڪل ڏيڍ سال بعد، محترم رئيس حاجي علي محمد خان پنهور (تعلقو سامارو) جي مدد ۽ مهربانيءَ سان ساماري، ٽنڊي باگي، جيمس آباد ۽ ڊگهڙي تعلقن جو گشت ڪندي، ١٨ - نومبر ١٩٥٤ع تي، "دولهائي" (تعلقو جيمس آباد) جي لڪياري سيدن جي ڳوٺ ۾ جناب ميان علي اڪبر شاهه وٽ اچڻ ٿيو. ڪانئن معلوم ٿيو ته درويش راضي شاهه سندن خاندان مان هو. ميان علي اڪبر شاهه ۽ سندس ننڍي ڀاءُ ميان نور محمد شاهه کان هن بزرگ بابت جو احوال معلوم ٿيو، لکيو ويو. ميان نور محمد شاهه وٽ درويش راضي شاهه جي بيتن جو ڪجهه ذخيرو گڏ ٿيل هو، جنهن مان مستند بيت قلمبند ڪيا ويا. راقم انهن مڙني بزرگن ۽ دوستن جو شڪرگذار آهي، جن هن مضمون جي مواد هٿ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي - نبي بخش]

ٿر جي پٽن جي ڪنار جي دامن ۾، ٽالپور اميرن جي اڏايل "نئين ڪوٽ" واري قلعي کان ذرا اولهه ڏکڻ طرف ۽ ڊوري جي اپرندي طرف (تعلقي مٺي) مُهرائي جي هڪ موهيندڙ ماڙيءَ ۾ درويش راضي شاهه جو مزار آهي - ۽ انهيءَ ڪري عام طرح هن درويش کي "مهرائي جو مير" ڪري چون. راضي شاهه جي حياتيءَ جو وڏو عرصو ميرن جي عهد ۾ گذريو؛ مگر غالباً هو انگريزن جي اوائلي دور تائين حيات هو. سندس سن وفات معلوم ناهي، پر شايد مهيني ذوالحج جي پهرئين ڏهي ۾ وفات ڪيائين، جو اجا تائين سندس ساليانو ميلو، مهيني ذوالحج جي نائين تاريخ تائين لڳي ٿو.

راضي شاهه سنڌ جي مشهور لڪياري سادات جي هڪ خاندان مان هو. سندس ڏاڏو موليڏنو شاهه ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ هو؛ ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن جي تصادم ۾ سندس همدردي ٽالپور اميرن سان هئي، جن جي مدد ۽ معاونت سان هو لڪيءَ طرفان لڏي اچي ڳوٺ خانپور

۾ ويٺو- اها 'خانپور' هاڻي "ڪَنَ" سڏجي ٿي، ۽ ان نالي سان ديھ ڪنَ، تعلقي ساماري ۾، اسٽيشن 'صالح پٽ' کان ٽي ميل اتر طرف آهي.




مولڏني شاهه کي خانپور ۾ لڏي اچڻ بعد ٻه فرزند مينهَن شاهه ۽ نور شاهه ڄاوا. مولڏني شاهه ۽ سندس ٻنهي فرزندن اتي وفات ڪئي ۽ مخدوم عبدالرحمان جي مقام ۾ رکيا ويا. مخدوم عبدالرحمان ذات جو "ڄاڳو" هو، ۽ پنهنجي وقت جو عالم ۽ درويش هو. اتي سندس هڪ مدرسو هو ۽ چوڌاري ٻنيون هيون، جن جي پيدائش مدرسي لاءِ وقف ٿيل هئي. ٺرپارڪر جي ٺڪرن انهن زمينن جي ڀل ڪري ۽ ڳڌ ڪيل پيدائش هٿ ڪرڻ لاءِ ڪرن تي چڙهي آيا، مگر ميدان صاف ڏٺائون؛ جنهن تي مخدوم صاحب جن جا معتقد ٿي پيا ۽ چيائون ته اوهين اسان جا 'رام' آهيو؛ اهڙيءَ طرح "رام مخدوم" يا "رام ڄاڳو" نالو مشهور ٿيو، ۽ اهوئي نالو مخدوم مرحوم جي مقام تي اڄ ڏينهن تائين هلندو اچي. ٿي سگهي ٿو ته "رحمان ڄاڳو" زبانزد عام ٿي "رام ڄاڳو" مشهور ٿي ويو هجي. سيد مينهن شاهه جي اولاد مان سيد عالي شير ٿيو، جو پڻ هن مقام ۾ مدفون آهي ۽ هتي سالياني ميلو لڳي ٿو، جو "رام ڄاڳي" جي نالي سان مشهور آهي. مينهن شاهه جي اولاد مان سيد جڙيل شاهه هن وقت هڪ معزز ۽ پڙهيل زميندار آهي.

نور شاه کي چار فرزند ٿيا، جن مان هڪ راضي شاه هو. راضي شاه ننڍي هوندي کان ئي درويش صفت هو. جڏهن پنهنجي سؤٽن (سيهن شاه جي اولاد) کان سڱ گهريائين، تڏهين جواب ڏنائونس ته "تون فقير آهين- سڱ کي ڇا ڪندين؟" اهو جواب ٻڌي، اتان قطع تعلق ڪري روانو ٿيو، ۽ سندس موجوده مزار واريءَ جاءِ تي اچي پنهنجو فقيرائو ڏيرو قائم ڪيائين. پاڻس اميدعلي شاه به ساڻس گڏجي لڏتو ۽ ويندي آخر عمر تائين ساڻس گڏ رهيو، ۽ ساڻس گڏ مدفون آهي. راضي شاه جي ٽئين ڀاءُ قطب شاه کي غلام نبي شاه نالي فرزند ٿيو. سندس چوٿين ڀاءُ هاشم شاه کي ٻه پٽ ٿيا، جن مان قربان علي شاه جو اولاد موجود آهي. قربان علي شاه، سندس ٻه فرزند محمود شاه ۽ علي اڪبر شاه، ۽ سندس پوٽو علي اصغر شاه، وڏا نيڪ دل ۽ نيڪ سيرت درويش ٿي گذريا آهن. مرحوم علي اصغر شاه جا ٻه فرزند- ميان علي اڪبر شاه ۽ ميان نورمحمد شاه- حيات آهن ۽ اولاد وارا آهن. ميان علي اڪبر شاه هڪ وڏو زنده دل مرد آهي، ۽ تواضع سندس طبع جو سينگار آهي. ميان نورمحمد شاه به هڪ نيڪ سيرت ۽ لائق انسان آهي.

درويش راضي شاه، ٽئين ڪوٽ لڳ پنهنجي قائم ڪيل ڏيري تي وڃي منڊل مچايو. ملڪ جو ڏکڻ اڀرندو ڳوٺ کي آڪ اجهي ڏيرن گذرندا هئا، ۽ انهيءَ ڪري سندس تڪيو ڄڻ شهر جي دروازي تي هو. ٿر جا ماڻهو جڏهين سنڌ ۾ پورهيي لاءِ ايندا هئا، ته واڻاس ٿيندا ايندا هئا، ۽ ويندا هئا ته به واڻاس ٿي پوءِ ويندا هئا. ٽالپور اميرن سنڌ جي زراعت کي وڌائڻ لاءِ، اون واهن کوٽائڻ جو سلسلو هڪ عظيم الشان پيماني تي شروع ڪيو هو، ۽ ملڪ جي پورهيتن لاءِ ڪمائيءَ جو رستو کلي پيو هو. راڄن جا راڄ ٻري ٻري کان ڪاني کڻڻ لاءِ ايندا هئا، جن کي نقدي رقمون اڳواٽ ڏنيون وينديون هيون. ڪڇ جا سيد به پنهنجي ماڻهن ساڻ واهن جي ڪاڻين جي ڪم تي ايندڙ هئا. راضي شاه سان سيدن ڏيٺ ويٺ هئي. هڪ سال وڻن سرڪاري پئسا رهجي ويا، ۽ جڏهين ٽئين سال وري سنڌ ۾ آيا، تڏهين راضي شاه کي چيائون ته اسين اوهان کي سڱ ڏيون ٿا ۽ اوهين اسان کي پئسن جي مدد ڪريو ته رهيل بقايا ڏيون، ۽ سرڪار ۾ به اسان جي سفارش ڪريو. راضي شاه جي به سيدن سان محبت هئي، انهيءَ ڪري سيدن اها آڇ قبول ڪيائين ۽ سيدن مدد ڪيائين. سندس شادي انهن ڪڇ وارن سيدن جي ڌيائيءَ سان ٿي- چون ٿا ته ان شاديءَ جي موقعي تي راضي شاه جي هڪڙي فقير، گولي فقير ولهاري، خوشيءَ مان هيءُ بيت ڏنو:

ڪڪوريا ڪڇيءَ ۾، سڀ سيد جا سنگتي،
ڀاريو ڀارين ڏيري تي، مٺي سيج سڳتي،
آهيان جالب جي جڳتي، ٻائي هلندڙ پير ۾.

راضي شاه جواب ڏنو ته

١- ميان! تون موچين ڪان وڃي ڀرائج ڀاه،
سائيءَ ۾ محبت جي پوري ڏينگي ڀاه،

روڙي روح رڳن سان، ڪن چست منجهارا چاه،
چوڏا چوڏيون چتريون منجهان ڪَنل ڪماءِ،
رانبي جا رهاڻ جي لڳي صيقل ساءِ،
پوءِ ٿيءَ جتي جانب لاءِ، تہ پوري هلنئي پير پرا.

٢- پرين جا پوري هليا، تنهن جتيءَ نہ جيهاس،
ڪٿي خاڪ چمسي گهٽو سر چشمين پاپاس،
اڏما اوڙ عجيب ري اندر پر آياس،
تنهن جتيءَ جيار باس، پشي جا پيزار جي.

ميرن صاحبن وٽ راضي شاهہ جي وڏي عزت هئي ۽ مٿس نهايت ئي مهربان هئا. راضي شاهہ هڪ وڏو بي رياءِ ۽ سخن جو سچو مرد هو. خود مير صاحبن کي بہ سچ چئي ڏيندو هو. انهيءَ ڪري مير صاحب جن خاص طرح ساڻس خوش طبعيءَ طور مذاق ڪندا هئا، ۽ سندس چيو دل پر ڪونہ ڪندا هئا. هڪ دفعي راضي شاهہ مير صاحبن وٽ آيو. کيس وڏي عزت ڏنائون ۽ چانديءَ واري ڪٽ ڏيارائونس. ان موقعي تي ٻيو هڪ اپرو سيد بہ آيو، جنهن کي رواجي ڪٽ ڏيارائون. ان بعد ڪچهري ٿي. راضي شاهہ اهل سنت جماعت جو هو، ۽ کيس چيڙائڻ لاءِ مير صاحب جن پڇيس تہ "راضي شاهہ! مروان ڪنهن کي چئجي؟" راضي شاهہ جواب ڏنو، "وڏا مروان اوهين آهيو، جو بہ اڪيائي ڪٿي اڳ: مون کي چانديءَ جي ڪٽ ڏياري اٿوَ ۽ هن غريب سيد کي رواجي ڪٽ!" مير صاحب جن نهايت خوش ٿيا ۽ راضي شاهہ کي هٿيدار چهنبدار ترار تحفي طور ڏنائون. راضي شاهہ موڪلائي روانو ٿيو. اها ترار سندس مائٽ ڪنيو پئي آيو، جنهن ڪان اتفاق سان ترار هيٺ ڪري پئي. راضي شاهہ ترار ڪٽڻ ڪان منع ڪيس ۽ اها ترار اتي جو اتي ڇڏي هليا آيا- راضي شاهہ جي زندگيءَ جو دستور هوندو هو، تہ ڪرپل شيءِ ڪڏهين بہ نہ کڻندو هو.

راضي شاهہ کي پنهنجن فقيرن جو گروهہ هوندو هو، جن سان گولو فقير ولهاري، حمزو فقير، ايماني فقير، ۽ ڪنجڪي فقير مشهور هئا- ڪنجڪي فقير جو نالو ٻيو هو، مگر جڏن تہ راضي شاهہ جي گهوڙي جي ڪنجڪ جهلي هلندو هو، انهيءَ ڪري مٿس "ڪنجڪي" نالو پئجي ويو. اهي فقير بہ شاعر هئا. "ايماني" فقير جو هيٺيون معاصرانہ بيت ثابت ڪري ٿو تہ راضي شاهہ پنهنجي وقت جو هڪ سخي مرد هو جنهن جي اوتاري پر ايندن ويندن سان پئي ترب ٿيا. غريبن مسڪينن جو اجهو هو. پاڻ مجازي رانگ پر رنگيل هو. محبت جا ونس سڻ هئا، ۽ پنهنجي طالبن کي شريعت ۽ طريقت جي تلقين ڏيندڙ هو-

ڏونگر، ڏک، ڏاڪوا مون کي قسمت ٿي ڪاري،
لال لڪياري لال کي ساهہ سڪي ساري،

جنهن کي وصيت ناهي ورو جي، تنهن کي پيرل ٿو ٻاري،
ڪيئن پيئن ٿا ڪيترا، ان جي اوتاري،
مٿس مچ مجاز جا، دنيا نه ڏاري،
لنئي وڏائين لاهه جيئن، جيڪي آيس اظهاري،
سَيون دليون محبت سان، ٿو جڏيون جياري،
مرشد منهنجو مَهر ۾، آهي نر سان نظاري،
شريعت، طريقت، معرفت، حقيقت ڏَسَ اهو ڏياري،
پائي حوض ڪوثر جو سون کي پاڪ پياري،
امن سان، "ايماني" چوي، شل اهو ڏيهه ۾ ڏيکاري،
سيد ان ساري، مون تان لاٿا حرف حساب جا.

درويش راضي شاه جو ڏير، تڪيو ۽ تلاءُ سندس طالبن ۽ معتقدن لاءِ هڪ زيارتگاه هئا. ٿر جي چئني ڪنڊن کان ايندڙ مسافر ۽ سندس ڏير جي ڏاڻي رکندا هئا، ۽ اتي اچي هڪ ٻئي سان گڏبا هئا. انهيءَ ظاهري حقيقت کي طريقت جي رنگ ۾ راضي شاه هن طرح اظهار ڪيو آهي:

پري ڪنيو پير، عالم منجهان انکي؛
پير ڌ چڏيندو پالهنجا توڙي ڏڏ ڏئير،
ڏيئي اٿن ڏير، رسيا "راضي شاه" چئي.

سندس تڪيو ۽ تلاءُ هڪ ماڙيءَ ۾ آهن، جنهن جي رونق جو ذڪر خود راضي شاه پاڻ هن طرح ڪيو آهي ته:

تڪيي جي تلاءُ تي هاديءَ ڪئي هري،
مٿي ڏير ڏري، رحمت "راضي شاه" چئي.

ان وقت لئين ڪوٽ واري طرف مهراڻي ۾ راضي شاه هڪ وڏي اثر ۽ رسوخ جو مالڪ هو. پنهنجي مولا تي ڪيس ڪُلي توڪل هئي، جنهنڪري ٻئي ڪنهن جي ڪيس ڪاڻ ڪاڻ هئي.

مَهر ۾ منهنجا ڏئي آهي همت هاديءَ جي،
ڪاڻ ڪيان ڪنهن جي، ڏيئي اٿم ڏير تي.

مَهراڻي جي هن خوش نما ماڙيءَ ۾، راضي شاه جي ڏير تي هميشه ريجهه-رهاڻ جا رنگ لڳل هئا. هڪ دفعي مينهن جي مند هئي، ۽ وسڪارن جي خوشيءَ ۾ سڀني جون دليون سرهيون هيون. سالجهيءَ جو وقت هو، جو اتر اوڀر کان ڪنڊائتي ڪنوڻ تجلا لائي ڏنا، جنهن بعد مينهن وٺو. ٻئي ڏينهن سڀي سنگت ويٺي هئي. ساوڻ جي سولهن ۽ مند جي موت محبت وارن جي من تي مجاز جا مچ ٻاري وڌا هئا. راتوڪي ڪنڊائتي ڪنوڻ لُڏائي واري طرف کان هئي، جنهنڪري هڪ درويش ڪنوڻ جي تجلن کي مومل جي حسن سان تعبير ڪندي بيت ڏنو ته:

رات ٻ راول رنگ هئا، سانجهيءَ سج لٿي،
ڪنوڙين خوب خوشيون ڪيون، ٻاڻ ڪيئون ٻٽي،
هٿي مومل محل مٿي، اهي رات تجلا هئا تنهن سندا!

راضي شاهه پنهنجي طالب کي مجاز ۾ غرق ڏسي، کيس حقيقت طرف متوجهه ڪرڻ لاءِ، جواب ۾ بيت ڏنو ته

ڇا مومل ڇا ماڻاس، ڇا وس واجائيءَ جو،
جنهن تي ڪلمون راس، اهي تجلا هئا تنهن سندا!

سيد شاهه محمد شاهه ٻ ڪو سخي مرد هو، جنهن وقت بوقت درويش راضي شاهه جي مدد ٻي ڪئي؛ جنهن تي خوش ٿي هيٺيان بيت چيائين:

۱- رنگ ته ”راضي شاهه“ چئي، هنڌ هالاري هوءِ،
مر تہ ڏوبي ڏوءِ، ته ٻ لالي لهي نہ لعل جي.

۲- رنگ ته ”راضي شاهه“ چئي، خوب ڏئوسون ڪولي،
آهيون سخي ’شاهه محمد شاهه‘ جي اجهي ۾ اولي،
مهر ڪئي مولي، لٿ تہ اسان تڪيو هو تار ۾.

۳- ٻتري جا ٻتوَ جي، سا هاديءَ ڪئي هتري،
ويرن منجهه وَري، رسج ”راضي شاهه“ چئي.

راضي شاهه جي وفات بعد سندس فقير ۽ مريد، حمزي جو چيل هيٺيون بيت، راضي شاهه جي تڪيي ۽ تلاءِ، منزل ۽ مرتبي بابت معتقدانہ جذبات جو حامل آهي:

تڪيي هيٺ تلاءِ، هو ’اڪياري‘ لال جو،
ڪنيو جن خوشيءَ مان، تن ٻانڌين آيو ٻاهه؛
”حمزو“ چوي، هاديءَ ڏي، منهنجو اڪيري ارواح،
سنڌ سڄيءَ ۾ ٻڌرو، هو رتل ”راضي شاهه“،
هو اڳي ٻڻ الله، ٻر ٿيو سيد ساماٿي سوجهرو.

راضي شاهه جو ڪلام

درويش راضي شاهه جو ڪلام غالباً ڪنهن ٻ لکي گڏ ڪونہ ڪيو. انهيءَ ڪري، هن وقت هڪ صديءَ کان زياده وقت گذرڻ بعد، فقط سندس ڪي بيت وڃي باقي بچيا آهن، جي مهراڻي طرف ڪن سڪهوڻ ۽ وڏي عمر وارن کي ياد آهن. راضي شاهه ليڪ دل، ٻي رباءِ ۽ سڪنهن کي سچ چوندڙ هو- ۽ اها سچائي سندس بيتن ۾ اڻ ٻيٺي ٻکي. ان طرف جا ڪلوئي بلوچ اڪثر سندس مريد هئا، ۾ سندن روش ڏسي هڪ بيت ۾ چيائين ته ”ڪلوئي ۽ ڪانءَ، ڏاڏا ڪڍين ڏيهه مان!“

ڪوڙ سان سندس ڪانہ ٻوندي هئي - هيٺين بيت ۾ ڪوڙ ۽ ڪلفت جي شڪايت ڪندي، چيو اٿس تہ:

ڪوڙيءَ هن ڦلتيءَ جي آهي عالم منجھہ اڄاڻ،
سچ ويو سنگت ساڻ، حيا لڏيو هاڻ،
محبت ماڻهن سان ونئي، وڃي ويسلا وڏندي واڻ،
راڄن ۾، "راضي شاھ" چئي، رانئيون ڪن رهاڻ،
شرع شفيع ڄام جي، تنهن ۾ قاضين وڏي ڪاڻ،
هادي بخشي هاڻ، محبت محمد ڄام جي.

ڪوڙن ڪي ڪنوار بندي چوي ٿو:

ڪوڙا ڪوڙيءَ ڪان، رهن نہ "راضي شاھ" چئي،
اسان ڪينو ويساھ، هنن پٽ وڃائي پاڻهنجي.

هن بي بقا دنيا جي کيل جي باري ۾ چيو اٿس:

بابو هت بهوت هئا، لڪين هئا لقمان،
مانجهي جسي هن ملڪ جا ڪبي وئوا خان،
ان جا رنگ، "راضي شاھ" چئي، سون هئا سامان،
ڪل ٻوي ٿي ڪانہ، سڀ خاڪي وئوا خاڪ ٿي.

نبي صلعم جي محبت، اصحاب ڪرام جي عزت، ۽ اسلام جي پيروي پرلوڇڻ ۽ وقت سجايو ڪرڻ، سندس تلقين جا مرڪزي نقطا معلوم ٿين ٿا- چوي ٿو:

قابو ٿـي ڪلمي سين دل جا وهم وسار،
للّٰه ڪارڻ لوچ تون ڪوڻا ڏينهن م ڪار،
اول تنهن امام جي ڏس ڪامل سندي ڪار،
هو جي چڱا چارئي يار، سي ٿيندا مهاڙ مهند جي.

پاڻنجي ٿو تہ راضي شاھ موقعن جي مناسبت سان گهڻا ئي في البديھہ بيت چيا. عمداً ۽ ارادتاً، سُرن وار، ڪي ٿورا بيت چيائين- مارئيءَ جي سر جو سندس هيٺيون بيت مشهور آهي:

چوڙ تہ چيلا چاريان، ٻهرايان ٻهون،
سون جيڏيون ملير ۾، اتي پيل پهون،
راڄن ۾ "راضي شاھ" چئي، ڪا جا رات رهون،
اسين ساعت لئا سهون، تون ٿو سال جتائين سومرا.

رامڪلي ۽ پورب جي سُر ۾ جوڳين ۽ ڪاپڙين ڪي راضي شاھ گهڻو ڳايو آهي؛ جاڪاڻ تہ جيءَ کي جفا ڏيڻ، جهد ڪرڻ ۽ منزل مقصود تي پهچڻ وارو مضمون، خود سندس پنهنجي حسب حال

هو، ۽ راضي شاه جو جيڪو حال هو سو ٿي سندس قال هو. هيٺ اهان الهيءَ سر جا ڪي بيت قلمبند ڪري، هن مضمون کي ختم ڪريون ٿا:

موت نہ ماريا ڪاهوءِ، موت ۾ مارياڻون،
ويا وهراڳي لڪري، گهر نہ گهارياڻون،
هئڙيا هورب هند تي، سيد سارياڻون،
محمد محبياڻون، رسيا "راضي شاه" چئي.

---

اڇي انَي، هند گهٽو، سنپريا سپڻي،
تنين مان ڪيئي، رسيا "راضي شاه" چئي.

---

لڪي گولين گوٺ کي، اکي اهر پڄن،
لڪي سوجهن سچ کي، لڪي رچ رهن،
اوطاقون اهناس ۾، اڏيون آديسن،
وينا سي ونجهلن، ورهين ان ورونهہ ۾.

---

ينا بازر ڪول، ياد گرو ڪن گودڙيا،
نانگا پنهنجي ناٿ تان، وڄن کولا کول،
جي پڌا آهن پول، سي جوتا جور بڻ ٿي ڪينڪي.

---

جوتا ٿا جورين، اجا ڪي البت،
مٿهو، مجر، ملڪ ۾ آهي ڪامل وڏي ڪُٽ،
گڏجي هنبو ڪُهتر ۾، ونبو ڪام ڪنلي جو ڪٽ،
جنهن جي پاڻ رکندو هٿ، سي سرها ٿيندا "سيد" چئي.

---

ناٿين ڏهين لسنگ، جوڳي هليا جات تي،
سک پڌاٿون سندرو، توفيق پڌاٿون تنگ،
آديسن آرام ڪٿو پاڻ لڳن کو پنگ،
رات ڏٺوسون رنگ، آهن ريڌا "راضي شاه" چئي.

---



سیٹ وشنداس نہالچند

Born. 1843

Died. January 7, 1929

موتيرام ايس. راموائي

# سنڌ جو شاهاڻو درويش

## (سيٺ وشنداس نهالچند مانجهوءَ وارو)

اسان مان، جي سڄڻ لڳ ڀڳ سائيڪو ڪن سالن جي عمر جا آهن ۽ جن جي زندگيءَ جو چڱو حصو واپار، ٺيڪيداريءَ، زمينداريءَ يا سنگيت جي دلچسپيءَ ۾ صرف ٿيو هوندو، تن سيٺ وشنداس نهالچند مانجهوءَ واري جو نالو اوس ٻڌو هوندو. سمجهان ٿو ته هن وقت به، سونهاري سنڌڙيءَ ۾، ڪي بزرگ وسندا هوندا، جن مان، هڪوار، سيٺ وشنداس جي نالي جو ذڪر ڇوريجي، ته هو سڄڻ اچي داستانن ۾ پلٽبا، ۽ سيٺ صاحب جي زندگيءَ جي حيرت انگيز ۽ عجيب و غريب ڪارنامن کي دهرائي، ٻڌندڙن کي حيرت ۽ عجب ۾ وجهي ڇڏيندا.

انهيءَ ۾، رتيءَ ماتر به شڪ شبهو ڪونهي، ته سيٺ وشنداس، پنهنجي زماني جو هڪ زبردست، شاندار ۽ اعليٰ شخصيت جو صاحب هو. ڇا پنهنجي ڏنڌي، واپار ۽ زمينداريءَ ۾؛ ڇا هنگتي سڌاري ۽ سخاوت جي راهه ۾؛ ڇا سنگيت، گائڻ وڄائڻ، لرتيه ڪلا ۽ ساهت جي ڏس ۾؛ ڇا روحاني رازن ۽ رمزن پروڙڻ ۾؛ ڇا جيوت جي جدا جدا ۽ هر پهلوءَ ۾ - جا ڪماليت سيٺ وشنداس حاصل ڪئي، تنهن جو ويچار ڪندي، ائين چوڻ کان رهي نٿو سگهجي ته هو صاحب، هڪ انمول هستي هو.

سيٺ وشنداس جو جنم سنه ١٨٤٣ع ۾، ڪوٽڙي تعلقي جي، مانجهو ڳوٺ ۾ ٿيو. مانجهو ڳوٺ جو ڪهڙو بيان ڪجي! هڪ ننڍڙو ڳوٺ، جنهن جي ادمشماري، ڪنهن به وقت، ڪجهه سوَن جي تعداد کان وڌيڪ نه وڌي هوندي. پر، مانجهو ڳوٺ، اهي هستيون پيدا ڪيون، جن پنهنجي زندگيءَ ۾ اهڙا ڪم ڪري ڏيکاريا، جو اڄ به، سنڌ ۽ سنڌ واسي مٿن ناز ۽ فخر ڪري سگهن ٿا. ڪنهن اهڙي ننڍڙي ڳوٺ، ايترا ۽ اهڙي ڍنگ جا ڪم ڪندڙ پيدا ڪيا هجن، اهڙا مثال، دنيا ۾ ڇڏا ڇاڏا ملندا.

سيٺ وشنداس جو پيءُ، سيٺ نهالچند لکميچند، هڪ واپاري هو- پر ساڳئي وقت هڪ درويش ۽ شاعر هو. سنڌ ۾، ڪيترا سارا هندو ۽ مسلمان، سربند هئا- سگهڙ جو درويش ۽

شاعر ڀوڄل شاهه ٻڻ سيٺ لهالچند جو مريد هو- سيٺ لهالچند کي، سندس شش ۽ مريد، صدق
وچان ڀڳت لهال لال ڪري سڏيندا هئا. سيٺ لهالچند جا ٻه پٽ، سيٺ وشنداس ۽ سيٺ
ليلارام هئا. سيٺ وشنداس جو ذڪر هن ليک ۾ ٿي رهيو آهي. ۽ سيٺ ليلارام هڪ آدرشي
انسان هو. دنياداريءَ ۾ رهي، دنيا جي ڌنڌن کي ڪندي به هو صاحب دنيوي ڳالهين
کان مٿي هو. وڏو گيان وان هو. خالق جي خلق سان ڪا لنءُ لڳل هئس. ڳچ وقت انسان
ذات جي خدمت ۾ صرف ڪندو هو. راڳ جو به ڄاڻو هو ۽ سهڻي ڍنگ ستار وڄائي سگهندو هو.
ديسي دوائن جو خاصو ڄاڻو هو. پنهنجا ڪم ڪاريون سنڀاليندي به، حڪمت ڪندو هو ۽
سندس هٿ ۾ شفا هئي. دکين جو درد دور ڪرڻ سندس سهڻي ولدر هئي. سندس جيوت
جو انت به غريبن ۽ مسڪينن جي شيوا ڪندي ٿيو. سنه ١٩٠٠ع ۾، مانجهوءَ ۾ ڪالرا
جي مرض منهن ڪڍيو. هولڻ ۽ هلنديءَ وارا ٽوٽي ڀڪوڙي ويا. سيٺ ليلارام جي ڪٽنب
جا ڀاتي ڪراچيءَ لڏي ويا، پر سيٺ ليلارام مانجهو نه ڇڏيو. ٻي وسيلن ۽ نڌر انسان جي
وچ ۾ ويٺو رهيو ۽ سندن شيوا ۽ چاڪري ڪندو رهيو. قدرت کي اهو منظور هو، جو سيٺ
ليلارام ڪالرا جو شڪار ٿيو ۽ پڪ ٿيو. اهڙيءَ ريت، سروپچ سورمي جيان، سيٺ ليلارام
هن دنيا کي ڇڏيو. سيٺ وشنداس کي ٽي پٽ هئا: هرچندراءِ، سرپچند ۽ اوڌوداس. سيٺ
هرچندراءِ وشنداس جو نالو سنڌين کان ڳجهو رهي نٿو سگهي. سنڌ جي گذريل ٥٠ سالن جي
عرصي ۾، جو ڀارت سيٺ هرچندراءِ ادا ڪيو هو، سو سنڌ جي تاريخ ۾، نهايت اهم جاءِ
والاريندو. سيٺ هرچندراءِ، سنڌ جي پبلڪ جيوت جو ابو هو. لڳاتار ٥٠ سال سنڌ جو نيتا
۽ اڳواڻ ٿي رهيو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو سالن ڏهه سال پريزيڊنٽ ٿي رهي، هن جنهن
ڪفائتي ڍنگ ۽ صرفي سان، ڪراچيءَ کي، هڪ ڳوٺ مان ڦيرائي هڪ نامور ڪو شهر بنايو،
تنهن ڪيترن کي حيران ڪري ڇڏيو. سيٺ هرچندراءِ به، پنهنجي جان آزاديءَ جي راهه ۾
قربان ڪري، سنڌ جو شان اوچو ڪيو. سنه ١٩٢٨ع ۾ سئمن ڪميشن خلاف، هن اسيمبليءَ ۾
پنهنجي ووٽ داخل ڪرائڻ لاءِ، بيماريءَ جي بستري تان اٿي، ائمبولنس ۾ ٻاڻ ڪٿائي،
رستي تان ويندي ويندي پران تياڳيا. سيٺ سرپچند، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ڪائونسلر
هو. پنڪتي ۽ شهري سڌارن ۾ دلچسپي وٺندڙ هو. هو صاحب، انهيءَ وقت جي انگريزي
اخبار "فينڪس" ۾ ليک ڏيندو هو. سندس هڪ ٿي پٽ، پرنسپال هيرالال پاروالي هو، جنهن
جو نالو سنڌ ۾ چڱو وڃيل هو. سيٺ اوڌوداس، سنڌ جو لڪل شاعر هو. هو صاحب،
هڪ عمدي ۽ خاص ڪلام جو صاحب آهي. دوهرا، سورٺا، بيت، سي حرفيون، غزل ۽
ڪافيون، سندس ڪلام جا حصا آهن. سيٺ اوڌوداس جو وڏو پٽ، سيٺ سڪديو به مانجهوءَ
۾ پيدا ٿيو. هي صاحب، گذريل ٢٥ سالن کان، سنڌ جي پبلڪ جيوت ۾ حصو وٺندو رهي
ٿو. هو صاحب واپاري آهي، پر جڏهين، ديس جي آزاديءَ جو ناد وڄيو هو، ته پنهنجا ڌنڌا
ڇڏي، ملڪ جي سيوا کي اوناٽيو هئائين. ٻه ٽي ڀيرا جيل ياترا نصيب ٿي هيس. ١٩٣٠ع

واري بانڪاٽ هلچل جو سنڌ ۾ هرتا ڪرتا هو. ملڪ ۾ انگريزن جي حڪومت هئي، ۽ ڪراچي شهر جي ڪپڙي جي واپارين تي سندس راڄ ٿي هليو. بانڪاٽ ڪاميٽيءَ جو فرمان لکتو ته 'هو ڏينهن سانده ڪپڙي مارڪيٽ صفا بند رهي، ڪوبه دڪان وغيره نه کلي، ڪپڙي جا گدام ڪانگريس پاران سيل ڪيا وڃن'، ته حڪم جي پوريءَ ريت تعميل ٿي ويئي هئي-مکيه مراد اها هئي ته ڌارين حڪومت کي ذهن نشين ڪرائجي ته 'قومي شڪتين کي ملڪ ۾ ڪائنن وڏيڪ مڃتا آهي'. سيٺ سڪڌيو، هن وقت به سنڌ ۾ وسي ٿو. پاڪستان کان اڳ، دهليءَ جي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هو، ۽ پوءِ پاڪستان دستورساز اسيمبليءَ جو به ميمبر هو. سندس تقريرون آزاد خياليءَ، بي ڊپائيءَ سان ڀرپور آهن. سو، ڏسبو ته مالجهو ڳوٺ، بيشڪ مالجهي مڙس پيدا ڪيا، جن پنهنجي قوم ۽ ديس جي خاص خدمت ڪئي ۽ سنڌ جو شان اوچو ڪيو.

## اوائلي جيوت

وشنداس ننڍپڻ کان، پنهنجي پتا، سيٺ نهالچند جهڙي ڪامل پرش جي سنگ ۾ رهندو هو. مالجهوءَ ۾ سندن هڪ باغ، "باغ بلاس" نالي هوندو هو. باغ بلاس ۾، ڪئي ڪئي جا سنت، مهاتمائون ۽ درويش سدائين ايندا رهندا هئا. باغ بلاس ۾ روزانو سنتن ۽ درويشن جون واڻيون پيون اچاريون هيون، گيان جون وارتائون پيون ٿينديون هيون ۽ راڳ ۽ سنگيت جون مجلسون پيون هلنديون هيون. انهن سڀني نازڪ ڳالهين جو وشنداس تي، ساني سلي کان، اولهو اثر ٿيندو رهيو.

انهيءَ اثر، وشنداس جي جيءَ ۾ ڀڳتي جاءِ هٿ ڪئي. ان جو نتيجو اهو ٿيو جو اوڻيهن ورهين جي لوجوان اوستا ۾، سندس سيني ۾، هڪ عجيب قسم جي تبديل پيدا ٿي ۽ منجهس زبردست ويراڳ ورتي پيدا ٿيڻ لڳي. دنيوي ڳالهين تان چت کڄڻ لڳس ۽ سندس من جو لاڙو روحاني ڳالهين طرف مائل ٿيڻ لڳو. ننڍپڻ کان جو گيان جي ڀنڊار مان ڀڪون ڀرڻ جو موقعو مليو هوس، سو هاڻ برهم گيان پائڻ ۽ پنهنجي سروپ کي سڃاڻڻ لاءِ، سندس اندر ۾ زوردار تمنا پيدا ٿئي ٿي.

١٩ ورهين جي ڀوري جوانيءَ جي اوستا، شاهوڪاري ڪٽنب ۾ لاڏ ڪوڏ سان نپايل لوجوان، تازو شادي ڪيل، ۽ ڪن مهنن جو پهريون ٻٽ چاول-اهڙين حالتن ۾ آسريل ۽ وڏيل لوجوان، رواجي طرح، عيش ۽ آرام واري جيوت پسند ڪندڙ هجي ها؛ يا ته پنهنجي ڏنڌي ۽ ڪرت جي مشغوليءَ ۾، رات ڏينهن ايترو ته رڌل هجي ها، جو ٻين ڳالهين جي ڪابه سڌ سماءُ نه هجيس ها. پر، چاڪاڻ ته قدرت کي هن لاءِ ٻيو ڪجهه رٿيل هو، تنهنڪري هن لوجوان ۾ هڪ اڻالي ۽ الوڪي ڪشش-گيان پرائڻ جي چاهنا-پيدا ٿي.

انهيءَ وقت ۾ سندن پتا جو گرو، پرمهنس مهراج حيات نه هو. پرمهنس مهراج، ستگرو گلابداس جن جو شش هو، ۽ سنڌ جو رتن ڪنڌي، مالجهوءَ ۾ رهي پيو هو. سيٺه

نهالچند، پرمهنس مهراج جو شش هو. نهالچند پنهنجي گروءَ جي ساراهه ۾ هيئن چيو آهي:

پرمهنس ڪلتار، تون ڪر لال نهال ڪا – داتا تون داتار، آنند ڏيو ڏيڻ جو.

*                    *

پرمهنس پرماتما، ستگر همرا شاهه – تاسون مل تنسا ڀيا، نهال بي پرواهه.

*                    *

نهال پريتم پرمهنس، ستگر همرا يار – انتر گياني مل رهيا، ديکن دو تن يار.

*                    *

نهال پريتم پرمهنس، ستگرو همرا ميت: همري تپت بجهائڪي، دان ديت هتي ليت.

انهيءَ زماني ۾، پرمهنس مهراج جو گرو، ستگرو گلابداس جن حيات هئا. سندن عمر، انهيءَ وقت ۹۳ سال جي هئي. وشنداس هڪو فيصلو ڪيو تہ ستگرن جي چرنن ۾ رهي، اپديش وٺي، گيان جي ڀنڊار سان هڪ ٿي، روحاني رنگ ۾ پاڻ رڱائجي.

ستگرو گلابداس جو جنم ۱۷۲۳ع ۾ ٿيو، ۽ ٻارهين ورهين جي عمر ۾ گهر ۽ ڪٽنب تياڳي، سير سفر اختيار ڪيائون، ۽ ساڍهه آسي سال، رمتن جوڳين وانگر، دنيا جي دور ديسن جو سير ڪندا رهيا. چون ٿا تہ سندن ان سفر جي دوران ۾، سنڌ جي ڀٽائي گهوٽ، شاهه عبداللطيف سان پڻ ملاقات ٿي هئي. شاهه صاحب انهيءَ زماني ۾ ويراڳ-ورتيءَ ۾ ورتل هو، ۽ ڀٽ جهڙي نويڪلي آستان ۾ ياد حق ۾ محو هو. ڪجهه عرصو هنن ٻن ڪامل درويشن گڏ رهي روح رهاڻ ڪئي. ستگرو گلابداس جن جو ديهانت ۱۰۱ ورهين جي اوسٿا ۾ ٿيو. سندن درٻار ۾، ذات پات جو ڀيد ڀاو نہ هو. سندن مکيہ شش هي هئا: سنت تارا سنگ، جو ذات جو مذهبي شريف (هريجن) هو؛ ٻيو هو سيد محمد شاهه، جو لاهور جي دروازي وٽ هڪ مشهور حڪيم هو؛ ٽيون مکيہ سنت هئي ماتا هيرو، جنهن جو جنم بہ مسلماني گهر ۾ ٿيو هو. هي ٽئي، ستگرن جا پيارا ۽ مکيہ شش هئا. وڏا عالم ۽ عارف هئا. چون ٿا تہ سنڌ جي هاڪاري شاعر، ڪنڊڙيءَ واري روحل فقير پڻ، ستگرو گلابداس جي درٻار ۾ ڪجهہ عرصو رهي سکيا پرائي هئي.

## ستگرن جي قدمن ۾

ستگرو گلابداس جن جي درٻار، ڳوٺ چنيانوال، ضلعي ڪسور، پنجاب ۾ هئي. ڪٿي ڪوٽڙي، تہ ڪٿي ڪسور! زمانو بہ اهو هو، جنهن ۾ مسافريءَ جا وسيلا ۽ واهڻ، اهڙا سٺالڪا ۽ سهوليت وارا نہ هئا.

انهيءَ زماني ۾ ڪوٽڙي، سنڌو نديءَ تي وڏو بندر هو. ريل گاڏي فقط ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين هلندي هئي. ڪوٽڙيءَ کان ملتان تائين، مسافرن جي آمدرفت ۽ سامان سٽ جي آمدني ۽ روانگي، سنڌو نديءَ دواران، آگبوٽن رستي ٿيندي هئي. ۱الاس.

وٽلي ڪمپنيءَ' ٻاران آگبوٽ هلندا هئا. ڏهن ڏهن ميلن جي مفاصلي تي، ڪمپنيءَ ٻاران ڊڪا ٺهيل هئا، جتي ڪمپنيءَ جون آفيسون هونديون هيون. ڊڪن تي آگبوٽ اچي بيهندا هئا. مال ۽ مسافر لهندا ۽ چڙهندا هئا. آگبوٽ، پنهنجي ڪتب لاءِ، ڊڪن تان ڪاٺيون به کڻندا هئا.

اها، سال ١٨٦٣ع جي شروعات هئي. سيٺ وشنداس پنهنجي ارادي کي عملي روپ ڏيڻ جو فيصلو ڪري، بنا گهر ڪان موڪلائڻ جي، ڪوٽڙيءَ ڪان "انڊس" آگبوٽ ۾ چڙهي ويٺو. آگبوٽ جي ڪپتان سان اڳي ئي چڱو رستو هوس، سو سائس، سموري ڳالهه ڪري ڇڏي هئائين. ڪپتان سندس لاءِ سڀ انتظام ڪري ڇڏيو هو. اٺن ڏينهن جي مسافريءَ بعد، آگبوٽ اچي سکر بندر تي پهتو. سکر مان وشنداس هڪ خط پنهنجي پيءَ کي لکيو، جنهن ۾ سچو راز ظاهر ڪيائين ۽ بنا موڪلائڻ جي هليو وڃڻ لاءِ معافي ورتائين.

آگبوٽ ملتان لاءِ روانو ٿيو ۽ ٻارهن ڏينهن جي سفر بعد، ملتان جي شيرشاهه بندر تي اچي پهتو. ملتان ۾ سندس هڪ پريتوان، سنت مالجهيرام رهندو هو، جنهن وٽ هفتو کن ٽڪيو. انهيءَ عرصي ۾، رٿا موجب، سندس سنگي هيرانند به ڪوٽڙيءَ ڪان اچي ملتان پهتو. سنت مانجهيرام به سائن گڏجي هلڻ جي تياري ڪئي.

هي ٽيئي ياتري، خشڪيءَ رستي، پيرين پنڌ، چنيانوال ڏانهن روانا ٿيا.

ملتان ڪان چنيانوال جو مفاصلو پنج سو 'پنجابي ڪوهه' جوڻ ۾ ايندا هئا. پنجابي ڪوهه ٽنڍا ٿين، ۽ ٻن انگريزي ڪوهن ۾ ٽي پنجابي ڪوهه سمجهجن. روزانو، صبح ۽ شام، اٽڪل ڏهه ڪوهه پنڌ ڪندا هئا. رستي ۾ سدوڪوي (ٻکيا ڪري ڪائڻ) ڪندا هئا. رات جو اوطاقن، ٽڪاڻن يا مڙهين ۾ سمهندا هئا. اهڙيءَ ريت منزلون هڻندا، ٢٠-٢١ ڏينهن ۾، اچي ستگرن جي آستان تي پهتا.

دربار ۾ پهچڻ سان، وشنداس به، ٻين ششن جيان، دربار جي روز مره جي شيوا ۽ چاڪريءَ جي ڪمن کي لڳي ويو. شان ۽ مان جا سڀ خيال ۽ ويچار ترڪ ڪري، سچي سالڪ جيان، من کي ماري، ڪرڪار ۾ جنبي ويو. هڪ جوانيءَ سبب سرير ۾ زوردار ٻل، ۽ ٻيو سيني ۾ سچو صدق ۽ اوجل امنگ، سو دربار جي شيوا اهڙي ڍنگ ۾ ڪندو رهيو، جو سيني جي وات مان واهه واهه جي ورڪا پيئي لڪرندي هئي. محنت ۾ ايتري قدر پاڻ پتوڙيندو هو، جو جسم جي سمڪ به ڪانه رهندي هيس. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته سرون ڍوئيندي، سندس مٿي ۾ ڦٽ ٿي پيو هو. پر هن ذرو به پرواهه نه ڪئي: هي بي پرواهه، پنهنجي ڪرڪار ۾، ذرو به ڍلو نه پيو. ڪنهن کي به لک نه ڏنائين. ليڪ ڦٽ پچي پيو ۽ ٻالس ڪرڻ لڳو. ستگرن جي ويجهو وڃڻ وقت، ڪين ٻانس اچڻ تي پتو پيو، ته سندس مٿي ۾ وڏو ڦٽ ٿي پيو آهي! ستگر، وشنداس جي شرڌا ۽ لياقت کي ته اڳيئي پروڙي ويا هئا; ڪيس سندس سچي صدق لاءِ ڏليواد ڏنائون.

وشنداس تي روحاني رنگ، پنهنجو اثر اوائل کان ڪرڻ شروع ڪيو هو. ويتر، ڪامل مرشد جي قدمن ۾ رهيو، سو ڪافي رڱجي چڪو هو. سنگرن جي روحاني رنگ نسبت پاڻ هيئن چيو اٿس:

آئي پهر عجيب جي، ارواح سان من لڳو،
سنگ ساجن شاهه جي، پڙ پرم سڀ پولو پڳو.

سندس حافظو تمام چٽو هو. ٿوري ئي وقت ۾ پنجابي، هندي، ۽ ٿوري گهڻي فارسي پولڻ سکي ويو. پنهنجي روحاني اڀياس ۾، چڱي ترقي ڪري چڪو هو. سندس سينو صاف ۽ اوجل ٿي، بولڻ لڳو:

نا مٿن هندو، نا مٿن تُرڪا، نا مٿن پنڊت قاضي ري،
نا مٿن سيد، شيخ، مسلا، نا مٿن پيا نمازي ري،
سچ بات هي اوران اوري، بيک بني سڀ بازي ري،
"وشنداس" جب آپ پڇانيا، سرڊ رنگ ۾ راضي ري.

وشنداس هاڻ الهيءَ منزل تي اچي پهتو، جنهن وڏيڪ اپديش وٺڻ جي ضرورت نه رهي. سنگرو مٿس گهڻو پرسن ٿيا؛ آسيس ڪري، موڪل ڏنائونس.

## سچو ڪرم يوگي

لڳ ڀڳ ١٢ مهنن جي عرصي بعد، وشنداس اچي مانجهوءَ ۾ پهتو. سنڌ ۾ انهيءَ زماني ۾ پيريءَ ۽ مريديءَ جو زبردست دور هلندڙ هو. وشنداس به، رواجي طرح پڻ ساڌن ۽ سنتن جهڙي جيوت اختيار ڪري ها، ته ٿوري ئي وقت ۾، جهجهي تعداد ۾، سندس شش ۽ مريد بڻجي وڃن ها. پر، هن سچو گيان پرايو هو. ڀڳتن ۽ سنتن نسبت، سندس خيال ۽ ويچار بلڪل نرالا هئا. چي، "ڀڳت اهو آهي جو دنيا جي پوڻن کان گت يعني پار ٿيو هجي – جنهن پاڻ سڃاتو هجي ۽ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، پرپٽر کي پاڻ ۾ ڀسيو هجي. ۽ سنت اهو آهي، جو پورن ريت، سانت روپ ٿي رهيو هجي، ۽ جنهن جي اندر مان اگيان ۽ اوديا پري ڪري آڌامي ويا هجن."

وشنداس جي ويچارن انوسار، سچا ڀڳت آهي آهن، جي پڻ کان نڪي پڙي ۽ لڪي پڙيان ولن – آهي، جي پڻ جي رحم ۽ ڪرم تي نه رهي، پنهنجي ئي هڏن جي ڪمائيءَ ۽ ڪرت تي پاڙين ۽ گذر ڪن؛ جي گذران کان وڌيڪ حاصل ٿئين ته پڻ گهرج وارن ڏانهن ۾ مدد جو هٿ ڌکيرين.

اهڙي قسم جا ويچار ڌاريندڙ، گهڙيءَ ريت، رواجي سنت ۽ ساڌو بنجي، پڻ جي آڌار، رحم ۽ ڪرم تي رهي ٿو سگهي! وشنداس، پوءِ، سچو ڪرم يوگي بڻجي، "هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجن لوڪ" واري ڪار اختيار ڪري، پنهنجي ڏنڌي ۽ ڪرت کي لڳي ويو. دنياداريءَ ۾ جنهن اصول کان ڪم ورتائين، سو سندس هيٺين بيت مان ظاهر آهي:

ٻورهيءَ ۾ ڏرر دل جي سان ڪمائڻ آهه جوڳو،
تنهن سنجهان ڪي تنگ ۾، ڪي ٻاڻ ڪاڻڻ آهه جوڳو،
ڪي يتيمن، ڪهرج وارن ڪي رسائڻ آهه جوڳو،
برهمڻ، سنتن، چڱن ڏي هٿ ورائڻ آهه جوڳو،
ڪي ضروري وقت لئي، ٻاچي ٻچائڻ آهه جوڳو،
سڪ سڌڻ لئي ٻاڻ ڪي ان ۾ هلائڻ آهه جوڳو،
”وشنداسا“! ريت اِن، ڪَنڌڻ ڪپائڻ آهه جوڳو.

سالڪن سچ چيو آهي ته ’چوڻ هڪ ڳالهه آهي ۽ ڪرڻ ٻي‘. انسان جي آزمائش به عمل جي ميدان ۾ ٿئي ٿي. عملي ميدان ڪسوٽي آهي، جنهن مان ٻرڪ ٻنجي سگهي ٿي ته ڪولڏ، ڪيتري قدر، پنهنجي چَوڻين تي عمل ڪري ٿو سگهي. سيٺ وشنداس، پنهنجي جيوت جي هلت چلت ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته مٿين بيتن جي، اکر به اکر، پيروي ڪئي ڪجي!

سندس اهو چوڻ هولدو هو ته ”مايا جو مريد ٿي نه رهجي، بلڪ شاهه ٿي رهجي. ليڪ ۽ چڱن ڪمن ۾ جيترو خرچ ٿي سگهي، اوترو ڪجي ۽ مايا ڪي چڱيءَ طرح ڪتب آڻجي“ – جي:

”مايا ڪي سڀ لوڪ طالب، مينون نا ڪڇ چاهه هئي،
آوي آواديسون تسي، نا آوي، نا پرواهه هئي“.

سو، مايا جو شاهه ٿجي هلت ڪندو هو. دنيا داريءَ ۾ ديانت ۽ سچائيءَ سان هلت ڪرڻ سبب، ٿوري ئي وقت ۾، سندس ناماچار پکڙجي ويو. انهيءَ زماني ۾ هالن جو پير، مخدوم محمد امين صاحب، اڃا ننڍيءَ عمر جو هو. مخدوم صاحب جي والده ٻاران، وشنداس کي آڇ ٿي ته عام مختيار ٿجي اچي سندن ڪاروبار ۽ زميندار سنڀالي: وشنداس اها آڇ قبولي، اچي سندن ڪاروبار سنڀالڻ لڳو. پوريءَ ذميداريءَ ۽ هڏمار محنتن سان، ٿوري ئي عرصي ۾، حالتن ۾ وڏو سڌارو آڻي ڇڏيائين. سندس محنتن جي قدرشناسي ڪرڻ ۽ پنهنجي راضپي جي ظاهر ڪرڻ لاءِ، مخدوم صاحب جي ماتا سڳوريءَ، وشنداس کي هڪ جوهردار تلوار، ميناڪاري مياڻ سان، تحفي طور ڏني.

ڪجهه عرصي کان پوءِ سيٺ وشنداس، مخدوم صاحب جو ڪاروبار ڇڏي، وري اچي پنهنجي وسائي، ۽ پنهنجي ڏڌي کي زور وٺائڻ ۾ لڳي ويو. زمينن جا مقاطعا ۽ ڪانٽن جا ٺيڪا ڪڻڻ لڳو. مالڪ جي مٿس وڏي مهر ٿيندي رهي. جلد ئي وڏو شاهوڪار ٿجي پيو. سندس ڪٽنب پنجن پيڙهين کان آسودو هو، ۽ ڪين سيئون ڪري سڏيندا هئا؛ پر سيٺ ۾ رتيون ڪسر ويو – اهو سڀ روحاني سکيا تي عمل ڪرڻ جو اثر هو.

ڏينهون ڏينهن، واپار ۽ ڏڌي ۾ ويو ترقي ڪندو. ۱۸٦۹ع ۾، ڪراچيءَ ۾ هڪ ڪوٺي ٻڌرا ڪيائين، جتي اناج، ڪاٺين ۽ ڪوئلن جو وڏو ۽ ٻڌو واپار هلڻ لڳو: سندس

ٻيون سنڌونديءَ تي هلنديون هيون ۽ ڏکڻيون، ايران، عربستان، ڪيٽي بندر، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي ۽ ملبار مان مال آڻينديون ۽ کڻي وينديون هيون.

لاڙڪاڻي ضلعي جي باڊهه ڳوٺ ۾، سارين ۽ چانورن جو ڪارخانو، انجڻ سميت چالو ڪيائين. نوابشاهه ۾ ڪپهه جو ڪارخانو ۽ چانورن جي انجڻ برپا ڪيائين. سندس ڳوٺ مانجهوءَ ۾، ٽين ناڻ جو ڪارخانو هلندڙ هو- مطلب ته واپار وڌائي، ٻين ڪيترن سارن جي، واپاري ڏس ۾، رهنمائي ڪيائين.

سندس زمينداري اٽڪل اٺ هزار ايڪڙ هئي، جنهن مان گهڻي زمين لاڻ براج تعلق ۾ هئي. هارين ۽ ناريں سان سندس هلت بلڪل سٺي هوندي هئي. ڪڏهين به ڪين تڪليف نه ڏنائين. خراب فصل ٿيندا هئا، ته سندن سڀ ڪٽون ۽ قرض معاف ڪري ڇڏيندو هو، ۽ ٽين سر، سندن حساب ڪتاب رکڻ جا حڪم جاري ڪندو هو. ٻج ۽ ڍور ڍڳو به مفت ڏياريندو هون. ڪين اولاد جيان سنڀاليندو هو. هاري ۽ ناري سڀ مسلمان هئا. سندن ڪيترين ذاتيون هيون. سيٺ وشنداس کي سڀني جا نالا، ذاتيون ۽ سندن ڪٽنب جو احوال زبان تي ياد هوندا هئا. گشت تي نڪرندو هو ۽ هارين سان ملاقات ڪندو هو، ته ساڻن خوب رهاڻيون ڪندو هو. سندن ڏک، سور ۽ اهنج، صبر ۽ تحمل سان سٺي، انهن کي دور ڪرڻ ۾ هرڪا ڪوشش وٺندو هو. هاري ناري، سيٺ وشنداس تان ٻلهار پيا ويندا هئا.

## سخاوت جو سائين

رواجيءَ ريت، ڏٺو ويو آهي ته جڏن ڪو انسان، پئسي ۾ وڌيڪ واڌارو ۽ ترقي ڪرڻ لڳندو آهي، ته منجهس آپ-سوارٿپڻي ۽ خود غرضيءَ جا جزا زور ٻوڻ لڳندا آهن، ۽ ڪاڻن انسانيت جا نازڪ ۽ نفيس گڻ موڪلائڻ لڳندا آهن. ورلي ڪي سائينءَ جا سنواريا، مايا جي ست جهلي سگهندا آهن؛ باقي هرڪو مايا ساگر جي وهڪ ۾، لهوارو وهڻ شروع ڪندو آهي. سيٺ وشنداس، جنهن جو مايا نسبت اهوئي چوڻ هو ته "هر تسيڪي شاه هئي"، سو مايا جو شاه ٻڌجي، مايا ساگر جي ست سهي، اوپارو هلي، سخاوت جي راه ۾ خوب خرچ ڪندو هو.

هن شير دل ۽ دلير انسان ۾، هڪ سڀاجهي ۽ سدوري دل موجود هئي. درياه‌دلي ته ڪو سيٺ وشنداس ڪان سکي! سندس دل درخت جي دستور هئي- جئن شاه صاحب فرمايو آهي:

> دل ڪر درخت جي دستور،
> ڇانوَ لڳي، ڇڳا ڇڻن، ميوا ۽ ٻيو ٻور،
> ڪهاڙو لڳي ڪوڪ نه ڪري، درد نه رکي سور،
> وڍيندڙ سان وير نه رکي، توڙي ٻڇي ڪري چور،
> پاڻ جلائي ڇانو ڪري، لٽ الهيءَ تي نور،
> سرتيون "شاه لطيف" چوي، حاصل تن حضور.

سيٺ وشنداس ذات پات جي ڀيد ڀاو کان آجو هو. جو وٽس آيو، سو اگهيو. تڪليف ۽ مشڪلات ويلي، ٻنا ڪنهن ڀيد ڀاو جي، انسان ذات جي خدمت ڪرڻ ۾، هردم تيار ۽ اڳرو ٿيندو هو. سخاوت جو جنسي سائين هو. سندس ڪم جا رنگ ۽ ڍنگ ئي پنهنجا هئا. سخاوت به ايڏي پيماني تي ڪندو هو، جو ڏسندڙن ۽ ٻڌندڙن جا عقل چرخ ٿي ويندا هئا. سخاوت ۽ پرايڪار جا ڪارناما، سندس جيوت سان گنڍيا پيا هئا ۽ جيوت جي آخرين دم تائين هليا.

هڪ دفعي، محال ڪوهستان ۾ ڪي سال سالڌهه برسات ڪا نه پئي. ڪوهستاني سخت مصيبت هيٺ اچي ويا. ويچارا اڳيئي هولدا آهن ڏکن ڏڌل، ويتر هي قدرت جو ڦهراچي مٿائن ڪڙڪيو: سندن گذران صفا ڏکيو ٿي پيو. ڪين اهڙيءَ حالت ۾ هجندو ڏسي، سيٺ وشنداس ڪيئن ماٺ ۾ رهي سگهي؟ سندس پاران، آتي اناج جا دوڪان کوليا ويا، جتان سستي اگهن تي اناج ميسر ڪيو ويو. پيلن جي ڪاتن ۾ جهنگن جي ڪاٺين جا ليڪا هئس، تن تي غريبن ۽ مسڪينن کي مفت پاسون ڪيپي ڏنائين، ته پئي اهي ويچارا ڪاٺيون ڪري، بازار ۾ وڪڻي، پنهنجو گذران ڪري سگهن. انسان جي جڏهين اهڙي ڏکدائڪ حالت هئي، ته گگدام جانورن ۽ ڍورن سان ڪهڙو وٽل وهيو هولدو! ويچارن گگدام جي جان بچائڻ ۽ مسڪين مالدارن جي مشڪلات مٽائڻ خاطر، ڍورن جي چرڻ لاءِ، پنڇريءَ جون مفت پاسون ڏنائين- اهڙيءَ ريت، ويچارن غريب ۽ مسڪين ڪوهستانين سان ڏکئي وقت ۾ پنهنجن وانگر همدرديءَ ۽ خير خواهيءَ جا پير پريائين.

ڏرپارڪر ضلعي ۾، جڏهين ميگهه ديوتا جي مهر نه ٿيندي هئي، ۽ سوڪ ڏيڻ سبب ڏڪر منهن ڪڍندو هو، ته سيٺ وشنداس پاران، اتي سستي الاج جا دوڪان کوليا ويندا هئا: غريبن ۽ اناٿن کي، الاج مفت ڏيڻ ۾ ايندو هو.

سن ١٨٩٧ع ۾، ڪراچي شهر ۾، پهريون دفعو 'پليگ' جي نڪري مرض منهن ڪڍيو. انسان ذات سان جنسي وٽل مچي ويو. سخت ڪال جو ويلو هو. ماڻهو سخت هراس هيٺ اچي ويا. هراس ۾ هيسايل انسان سڌ ٻڌ به وڃائي ويٺا. خود غرضيءَ جو اندُ ايتري قدر چانئجي ويو، جو ڪيترا ته پنهنجا گهر ٻار ۽ پيارا عزيز به ڇڏي آئي ڀڳا. ڪو ڪنهن جو نه ٿيڻ لڳو. انسان گهٽي قدر ڪيري پيو. اهڙي آفت ويلي، سيٺ وشنداس، مصيبت ۾ پيل دکي انسانن سان زبردست ساٿ ڏيئي، پنهنجي شاندار ۽ اعليٰ شخصيت جو ثبوت ڏنوا

مرض ۾ ورتلن جي علاج لاءِ، سرڪاري سول اسپتال موجود هئي. اهڙي سنڪٽ ويلي، انسان ذات سان زبردست همدرديءَ جي ضرورت هئي. اهڙي حالت سول اسپتال جي سرڪاري عملي ۾ ڪٿان اچي؟ تنهنڪري، سول اسپتال ۾ علاج ڪرائڻ کان هر ڪنهن ڇرڪ ٿي پريو: ۽ ڦهري مرض کي منهن ڏيڻ لاءِ، علاج ڪرائڻ بلڪل ضروري ۽ لازمي هو. سيٺ وشنداس اڳيل ڪائي، پنهنجي خرچ تي، خانگي پليگ اسپتال برپا ڪئي. اسپتال

جي سموري چارج ڊاڪٽر نظرت جي حوالي ڪئي وئي، جو صاحب پنهنجي وقت ۾، ڪراچيءَ
جو مشهور ۽ قابل ڊاڪٽر هو. اها اسپتال پيرپوڙي ڪوارٽر ۾ وڏي آڪاڙي پرسان کولي وئي.

اسپتال ۾ بيمارن لاءِ ٥٠ کٽون هيون. ڊريسون، ڀنگي ۽ ٻيا خدمتگار هڪيا حاضر
ڪيل هئا. ڪاڏي، پٽي، ڪپڙي لٽي ۽ دوا درمل جو جوڳو بندوبست ٿيل هو. تنهن کان
سواءِ، اسپتال ۾ ڀرپور پاڻ، شيوا ۽ قربانيءَ جو وايومنڊل موجود هو. هر ڪنهن لاءِ، خاطر
خواه نموني ۾، علاج جو يتن ڪيو ٿي ويو. ذات پات جو ذرو به ڀيد ڀاو نه هو. هر ڪنهن
کي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويندو هو. اسپتال جي ٻاهرين انتظام ۽ بيمارن جي سار سنڀال جو
ڪم، سيٺ وشنداس جي ڀائٽي سيٺ ڪيشوداس، ۽ پٽ سيٺ هرچندراءِ تي رکيل هو.
هي صاحب نت نيم سان، پنهنجي فرض ادائي ڪندا هئا.

مهراج ريواچند رتنچند، ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جي اڳين چيف آفيسر، هڪ
تقرير ۾، انهيءَ اسپتال بابت، شخصي آزمودي جو ذڪر ڪندي چيو ته "ٻهرينءَ پليگ ۾،
منهنجي گهر جا ٻه ڀاتي ٻنڪ ٿي چڪا هئا. انهيءَ بعد مان به، اچي انهي نيگري مرض ۾
جهليس. مون کي سيٺ وشنداس واريءَ اسپتال ۾ کڻائي آيا. انهيءَ وقت ۾، ڪوبه سڄڻ ۽
مٽ مائٽ، پنهنجي ساهه جي ڊپ کان مريض جي ويجهو اچڻ نه چاهيندو هو. پر سيٺ
هرچندراءِ، نت نيم سان، صبح ۽ شام، اسپتال ۾ ايندو هو ۽ بيمارن جي دل وٺندو هو.
سياڻي ۽ دل وٺندڙ ڍنگ ۾، سندس پريم ڀريل مٺن ٻولن، منهنجي ڍٺل جسم ۾ ٻيهر جان
آندي، ۽ مان ڏينهون ڏينهن تندرست ٿيندو ويس. انهيءَ وقت ۾، مان ميونسپالٽي ۾
هڪ ڪلارڪ هوس."

پليگ جي وقت ۾، شهر جي حالت نهايت عجيب ٿي وئي هئي: ڪيترا سارا گهر،
هميشه لاءِ، بند ٿي ويا، گهڻا دوڪاندار شهر ڇڏي ڀڄي ويا. عام ماڻهن کي گذران لاءِ
شيون ملڻ مشڪل ٿي پيون. مهانگائي به زبردست ٿي پئي. سيٺ وشنداس، مانجهي مڙس
بڻجي، انهن مسئلن کي به حل ڪيو. شهر جي جدا جدا پاڙن ۾، سيڏي پاڏي، ڪاٺين ڪوئلن
۽ ٻين ضروري شين جا پنهنجا دوڪان کولايا، جتي سستي، اگهن ۾، اهي شيون ميسر ڪيون
وييون. اهڙيءَ ريت، عام لوڪن جي مانسڪ پيڙا گهڻي قدر دور ٿي، ۽ سندن دل تان
بوجو هلڪو ٿيو. تنهن کان سواءِ، سندس پاران لنگر پڻ جاري رهيا، جتان ڪوبه بندو، ٻه
ويلا، مفت روٽي کائي ٿي سگهيو.

ٻئي سال ١٨٩٨ع ۾، پليگ اڳين سال کان وڌيڪ ڦهري روپ اختيار ڪيو. سيٺ
وشنداس ٻيهر به، اڳين سال وانگر، همٿ جي ڪمر ڪشي، پاڻ ملهايو.

انهيءَ وقت ۾، ڪراچي شهر جي بستيءَ ٻاهران، هڪ غفا ۾، هڪ درويش اچي رهيو
هو. هن صاحب جي ڪنن تي جڏهين سيٺ وشنداس جي ڪارنامن جو پڙلاءُ پيو، ته هن
کان رهيو نه ٿيو ۽ ڪهي سيٺ وشنداس کي ڏسڻ آيو. هڪوار ڏسڻ سان ڪشش وڌي.

ايئن سيٺ وشنداس جي اثر ـ تہ "دنيا کان ڪنارو ڪرڻ ۾ ڪابہ بهادري ڪانهي، بلڪ دنيا ۾ رهي، دنيا کان مٿي رهڻ ۾ ئي سيکجهہ آهي"ـ، هٿي هنڌ ڪيو. هو درويش هاڻ جهنگلن ۽ غفائن کي ترڪ ڪري، اچي شهر ۾ رهيو ۽ دنيا داري ٿيو. سندس نالو عبدالغني هو. هي صاحب اردو، فارسي ۽ عربي ٻولين ۾ ماهر هو. هڪ عمدو شاعر هو. سندس تخلص "سائين غني" هو. سائين غنيءَ تي وشنداس جي سنگ جو وڏو رنگ لڳو. هن صاحب، سيٺ وشنداس جي همت ڀلي ۽ خير جي ڪارنامن کي پنهنجي ڪلام ۾ هيئن دهرايو:

جسدم 'وشن' کے فيض کا درياہ روان هوا، جنگل ڀي خاردار چمن گل فشان هوا.
خلقت کي آرزو کے هر ايک حوض پر گئے، ابر ڪرم 'وشن' کا جو باران فشان هوا.
ظلمات غم سے خانۂ دل جنکے تے سياہ، فيض 'وشن' انهون کے لئے مهر جان هوا.
تا کس غضب کا قحط کہ ملتا نہ تا اناج، وشنو کا لنگر ايسے هي وقت آ روان هوا.
مرض وبا نمونۂ قهر خدا کي بيچ، وشنو هي کا وہ بيت شفا فيض جان هوا.
صد مرحبا ايسے کرمي وشن داس رنگيے وشن، جاري سخن هر اک کے يهي سر زبان هوا.
"سائين غني" بدورہ کانجگ جهان کے بيچ، وشنو کے مثل کوئي نہ فياض جان هوا.

هليڪ جي، ٻن سالن واري عرصي جي ڪلن سمي ۾، سيٺ وشنداس، جنهن دليريءَ ۽ درياهہ دليءَ سان، انسان ذات جي خدمت ڪئي، انهن ڪارنامن کي دهرائيندي، جسم ۾ هڪ عجيب قسم جي لرزش پيدا ٿيو وڃي. انهن ڪارنامن جو احساس ۽ ذڪر، انهيءَ وقت جي اخبارن ۾ ٿيندو رهيو. ڪيترن شاعرن ب پنهنجي ڪلام ۾، سيٺ وشنداس جا ڳڻ ڳايا. هيٺيون قصيدو مولانا احمد خان صاحب نورنگ زادي جو جوڙيل آهي. هو صاحب انهيءَ وقت 'سنڌ مدرسة الاسلام' ڪراچيءَ جي، سنڌي برانچ جو، انڪنگ، هيڊ ماستر هو.

هجي شال سرهو وشنداس سيٺ، رهي غم کان آجو وشنداس سيٺ.
غريبن جو غمخوار سختيءَ اندر، سخاوت ۾ پڌرو وشنداس سيٺ.
سخاوت ۾ اهڙو ڀيو ڪون ٿيو، سخي آهي جهڙو وشنداس سيٺ.
سندس درجو دربان 'حاتم' سونهي، جوان حال ڪهڙو وشنداس سيٺ.
ڪري حال ۾ ڪهل غربا آتي، ڪيو آن سهانگو وشنداس سيٺ.
سهانگو سڄي خلق خالق کي ڏي، سهانگو خريدي وشنداس سيٺ.
ڪروڙين ڪمائي ڪندو مون ڏٺا، سهي سر تي آنو وشنداس سيٺ.
نہ ڏيندو ڪڏهين ان کي تو تو خدا، هميشه ڪمايو وشنداس سيٺ.
فقط آن آني ۾ مدد ڪيائين ڇا؟ ڪرم ڪيا هزارين وشنداس سيٺ.
سڄي خلق خالق جي خوشنود ٿي، ٿيا سڀ دعاگو وشنداس سيٺ.
جڏهن ملڪ ۾ مرض منحوس پيو، تڏهن مهربان هو وشنداس سيٺ.
ڪري خرچ زر ڪيائين خاص هسپتال، علاج مرض ڪيو وشنداس سيٺ.
رکي ڊاڪٽر ۽ بہ لوڪر گهڻا، مريضن بچاءَ ٿيو وشنداس سيٺ.

دوا مفت ۾ پيو ٿي سڀ ڪچ ڏلو، وڃائو ۽ ڪاڏو وشنداس سيٺ.
پئي وقت سانجهي صبح کي غريب، ڏنائين ٿي ڪائو وشنداس سيٺ.
غريبن ڪيا شڪر خالق خدا، ٿيا سڀ دعاگو وشنداس سيٺ.
جهين پورهيت کي نه پورهيو مليو، تهين ڪم لڳايو وشنداس سيٺ.
ڪراچيءَ مان جيڪي ويا کي انهن، ڏنو خرچ پٽو وشنداس سيٺ.
گهڻن تنهنجي در کان خدايا سدا: "رهي شاد سرهو وشنداس سيٺ".

سنه ١٨٩٨ع ۾، ڪوئٽيءَ ۾ پليگ منهن ڪڍيو. سيٺ وشنداس اتي به، ڪراچيءَ وانگر، حالتن کي منهن ڏنو: پليگ اسپتال برپا ڪئي ۽ ٻيا به سڀ سهنج ڪيائين. پنهنجن ڪارنامن سان، ڪوئٽي واسين جي جنسي دل وٺي ڇڏيائين. ڪوئٽي نواسين، ٣٠ جولاءِ ١٨٩٩ع ۾، سيٺ وشنداس کي مانپتر ڏنو- مانپتر مان ڪي ٽڪرا هي آهن:

"اسين ڪوئٽيءَ جا رهندڙ، سائينءَ جن جي خدمت اقدس ۾، گهڻي ادب ۽ ڏاڍيءَ خوشيءَ سان ظاهر ٿا ڪريون، ته جڏهين ١٨٩٨ع ۾، هت نحس پليگ پير پاتو هو، تڏهين حضورجن، پنهنجن ڪيل الطافن سان، اسان غريبن جي هر طرح سان، ايتري قدر پرگهور ۽ سنڀال ڪرڻ فرمائي هئي، جا ڪن حالتن ۾، هوند ٻيءَ به پنهنجي اولاد سان نه ڪري سگهي، ۽ جنهن جو بيان جيترو به لکجي، تيترو ٿورو آهي.

"اڄ ڪلهه ڏسجي پيو، ته هن زماني جا اڪثر ماڻهو خود غرضيءَ کي پيارو ڄاڻن ٿا. پر سائينءَ جن جي وجود ۾، انهيءَ خود غرضيءَ جي بوءِ به ڪانهي. پنهنجو تن من ڌن ترىءَ تي رکيو، مسڪينن ۽ اناٿن جي ڀلي لاءِ، ايتري قدر، ادم ۽ جهد ڪرڻ فرمايو ٿا، جو پنهنجن ڪارخانن جا لکين ڪم ٿا ڪريو، پراپڪار ۽ خيرخواهيءَ جي ڪمن ۾، جانفشاني، تڪليف ۽ هرج سهڻ پاڻ گوارا ڪري، عام جو ڀلو چاهيو ٿا، جنهن جو ورڻن، هن ناطق زبان جي توفيق کان ٻاهر آهي ......"

سيٺ وشنداس جي سخاوت جو هٿ، سنڌ کان ٻاهر به وڌيو هو. سنه ١٨٩٧ع ۾، بمبئي جي احمدنگر ۽ شولاپور ايراضين ۾ اڃي ڏڪار پيو. سيٺ وشنداس جي سخاوت جي هاڪ، انهيءَ طرف به پهچي ويئي هئي. ڪنهن مدد لاءِ وينتي ڪئي ويئي. هن صاحب به سندن سڌ آنايو: يڪدم اناج روانو ڪيائين. ڪي عيوضي به موڪليائين. ڏڪر وارين ايراضين ۾، سستي اناج جا دوڪان کوليا ويا. غريبن ۽ اناٿن کي اناج مفت ۾ ڏنو ويو.

سيٺ وشنداس جي انهن قدمن تي، شولاپور ضلعي جي ڪليڪٽر، مسٽر ڊبليو. ٽي. موريسن، پنهنجي ٢٣ نومبر ١٨٩٧ع واري خط ۾، سيٺ صاحب کي هيٺين ريت خط لکيو:

"شولاپور ضلعي ۾، ١٠ سيپٽمبر کان، اوهان پاران سستي اناج جا دوڪان کوليا ويا. اوهان جا اهي شاندار قدم نهايت ساراهڻ جوڳا آهن. اوهان جي قربانيءَ ۽ سيوا لاءِ، مان شڪرادائي ٿو ڪريان.

”اوهان جي قدمن سبب، اسان وٽ اناج جي اگهن تي وڏو اثر ٿيو. اگهه چوٽ چڙهڻ کان روڪجي پيا. جي اها روڪ نه پوي ها، ته ضلعي جي غريب ۽ مسڪين ماڻهن جو الائي ڪهڙو حال ٿئي ها! اوهان صاحبن جي مهربانيءَ، ڪين سخت مشڪلات ۽ مصيبت کان بچايو.“

احمد نگر ميونسپالٽيءَ جي ١٨٩٨-٩٧ع واريءَ ائڊمنسٽريشن رپورٽ ۾، سيٺ وشنداس جي سخا ۽ قربانيءَ جو ذڪر ڪيل آهي ته ”ميونسپالٽيءَ جي وائيس پريزيڊنٽ، مسٽر اپڊلجي رستمجيءَ جي وينتيءَ تي، سيٺ وشنداس آن جا انبار روانا ڪيا، ۽ سستي اگهن تي ڏنائين، عام ماڻهن سان وڏو سهنج ڪيو. انهيءَ قدم سبب، سيٺ صاحب کي ڪافي مالي نقصان سهڻو پيو. احمد نگر ميونسپالٽي، سيٺ وشنداس جي شاندار قربانيءَ ۽ سخاوت جي قدمن کي ساراهي ٿي ۽ کيس ڌنيواد ٿي ڏئي“.

سنه ١٩٠٨ع جي ڳالهه آهي. جولاءِ مهيني ۾، مانجهند طرف سخت برساتون پيون. جبلن مان، وڏيون نديون ۽ ملهه زور شور سان وهڻ لڳا. درياهه جي به سخت اٿل ٿي. انهيءَ پوڏ ۾، مانجهند جو وڏو حصو پاڻيءَ هيٺ اچي ويو. سيٺ وشنداس جو وشن لگر سڄو پاڻيءَ هيٺ اچي ويو. ڦٽين جو ڪارخانو ناس ٿي ويو. ڪيترا سارا قيمتي ڪاغذ پٽ ۽ دستاويز وغيره سڀ لڙهي ويا. پيو به گهڻو نقصان ٿيس. انهن سڀني حالتن کي ڏسندي به، شخصي نقصان ۽ ڳالهين کي پاسيرو رکي، سيٺ وشنداس اوائل ۾ عام ماڻهن جي اهنجن، مشڪلاتن ۽ مصيبتن جو خيال ڪيو. پنهنجي ڪم ڪندڙن جي اثالي کي، گهارن بند ڪرڻ جو حڪم ڪيائين، جو آمد رفت ۾ وڏي اٽڪ ٿي پيئي هئي ۽ واهڙن جي ٻڏي وڃڻ جو وڏو خطرو هو. اهو سڀ ڪم پنهنجي خرچ سان ڪيائين.

١٩٠٩ع کان، سيٺ وشنداس حيدرآباد ۾ ڦليليءَ ويجهو زمين خريد ڪري، وشن نگر ٺاهيو. سيٺ صاحب جو هاڻ گهڻو وقت حيدرآباد ۾ رهڻ ٿيندو هو. حيدرآباد ۾، سندس پاران، تندا وڏا خير جا ڪم پيا ٿيندا هئا. سنه ١٩١٤ع ۾، جون مهني ۾، حيدرآباد ۾ پليگ جو مرض پيو. هولڊ ۽ علنديءَ وارا ته هيڏانهن هوڏانهن ٽڙي پکڙي ويا. سفيد پوش ۽ غريب ڪيڏانهن وڃن؟ سيٺ وشنداس، وشن نگر جا دروازا کولي ڇڏيا. پيون به لاڏيون اڏيون ويون. وشن نگر ۾ اسپتال برپا ٿي. سستي اناج جو دڪان کوليو ويو. غريبن ۽ اڻ هولڊ وارن کي مفت اناج ڏنو ويو. وشن نگر ۾، سڄو وقت سنگيت ۽ راڳ جو دور هلندو هو، جنهنڪري ماڻهو دکن کي هلڪو ڪري سمجهڻ لڳا.

سنه ١٩١٦ع ۾، سيٺ وشنداس پاران، وشن نگر حيدرآباد ۾، هڪ پرائمري سڪول ۽ هڪ خيراتي اسپتال برپا ٿيون. سڪول ۽ اسپتال کولڻ جو مهورت، ١٠ اپريل ١٩١٦ع تي، سنڌ جي ڪمشنر صاحب، مسٽر ڊيلو. ايڇ. ليوڪس ڪيو. موقعي تي، وشن نگر ۾ وڏو جلسو ٿيو، جنهن ۾ سنڌ جون مکيه ۽ مشهور شخصيتون شريڪ ٿيون.

مهورت جي رسم ادا ڪندي، ڪمشنر صاحب چيو:

"مان راءِ بهادر سيٺ وشنداس کي مبارڪبادي ٿو ڏيان، جو جيتوڻيڪ هن وقت ٧٢ ورهين جي عمر جو آهي، تڏهين به سنڌ سربر خير ۽ سخا جي ڪمن ۾ اهڙوئي ٿو ڏسان، جهڙو هن ڪان ٥٠ ورهيه اڳ ڏٺو هوم، جڏهين منهنجي ساٿس پهرين سڃاڻپ ٿي هئي.

"سيٺ صاحب جي ڪيل وڏن پراڪار جي ڪمن لاءِ شڪرگذاري ٿو ظاهر ڪريان. سخاوت جي ڪمن سبب، ڪيس وڏو جس ۽ ناماچار رسيو آهي. مان چوان ٿو ته اهي ڏري پرزي ظاهر ٿيڻ گهرجن، ته ٻيا به عبرت پرائين.

"مهاڀاري لڙائيءَ جي زماني ۾، جڏهين ٻيا سڀ پيا ڏن ميڙين ۽ ڪٺو ڪن، تڏهين، سيٺ وشنداس پاڻ پيو خير جي ڪمن ۾، ڪشادهه دليءَ سان خرچ ڪري. سنڌ ۾ رڳو اهوئي هڪڙو سيٺ آهي، جنهن جو نالو، سخاوت جي ڪمن ڪري، گهڻن ئي ملڪن ۾ مشهور ٿيو آهي. هي صاحب، خير جا ڪم هميشه پاڻمرادو ۽ پنهنجي مرضي پٽاندر ڪندو آهي. سنڌ جي شاهوڪارن کي سيٺ وشنداس جو مثال وٺڻ گهرجي".

ڏسبو تہ سيٺ وشنداس، ٢٠ ورهين کان ٨٥ ورهين تائين، پنهنجي زندگيءَ جي ٦٥ سالن ۾، نهايت حيرت انگيز ڪم ڪري ڏيکاريا. انهن ڪارنامن کي ڏسي، ڪيترا سخت حيرت ۾ پئجي ويندا هئا. سنڌس درياهه دليءَ جي منزل ايڏي اوچي هوندي هئي، جو ڪيترا سارا ائين چوندا هئا ته سيٺ صاحب وٽ پارس يا ڪيميا آهي، جنهن سان لوهه مان سون بنائي سگهي ٿو ۽ هيڏيون ساريون رقمون خرچي سگهي ٿو.

٨٥ ورهين جي ڄمار جي آخرين دم تائين، مايا جو شاهه بڻجي، نهايت فراخدليءَ سان، مايا اُڏائي سگهيو. اهوءَ ريت مايا اڏائڻ لاءِ به دل، جگر، همت ۽ حوصلو کپي. اهڙا غير رواجي ڪارناما، اعليٰ ۽ اوچ انسانن جوئي ورثو آهن.

## پنگتي سڌارڪ

ڪٿا زميداري، ٺيڪيداري ۽ واپار: ۽ ڪٿا پنگتي سڌارو! ٻئي صفا نراليون ۽ انوکيون ڳالهيون آهن. زميندار، ٺيڪيدار ۽ واپاريءَ جو ڪيترو ئي پنهنجو. انهيءَ جي جنجالن ۽ جهنجهٽن ۾، انسان اهڙي قدر رات ۽ ڏينهن رڌل ٿو رهي، جو سندس چت ۾ پنهنجي ڪرت ۽ مطلب کان سواءِ، ٻي ڳالهه ڪٿان ئي اچتهي؟

پنگتي سڌاري جو ڪيتر، ڪا سولي سٺري وٽ نہ آهي، جو هرڪو ان ۾ پير پائي سگهي! اها ڪا ٿلهن چانئين وات نہ آهي، جتان هلڻ لاءِ هرڪو سڌ ڪري! اهو پيچرو نهايت اٽانگو ۽ پيچدار آهي، جنهن جي راهه ۾، انيڪ لاهيون ۽ چاڙهيون آهن. هڪ عملي ميدان آهي، جنهن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ همت، حوصلي ۽ زبردست اخلاقي پختائيءَ جي ضرورت آهي.

سيٺ وشنداس پنگتي ڪيتر ۾ پڻ پير پائو ۽ سر توڙ ڪوشش وٺي، پاڻ پتوڙيو. سماجڪ سڌاري لاءِ، زبردست ادم ۽ لڳاتار محنت ۽ اورچائيءَ جي ضرورت آهي. اوائل ۾، عام

ماڻهن کي سڌارن جي ضرورت محسوس ڪرائڻي هوندي آهي ۽ هوءَ، سڌارن تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪين همٿائڻو هوندو آهي: سماج ۾ اهڙو وايو منڊل پيدا ڪرڻو آهي، جو سڌاري جي ڏس ۾ قدم کڻڻ کي، هرڪو فخر ۽ ناز جي ڳالهه ڪري سمجهي.

ڀنڪتي ريتن ۽ رسمن سان، اڪثر ڪري، سنسا، ڀرم ۽ وهم ڳنڍيا رهن ٿا: جنهنڪري سماج جو وڏو حصو، بنسن ۽ ڀرمن وس ٿي، هلندڙ رواجن ۾ درستيون ۽ ڦير ڦاريون آڻڻ لاءِ تيار نہ رهندو آهي. اها بہ حقيقت آهي، تہ ڀنڪت ۾ شاهوڪار، هلنديءَ ۽ پڄنديءَ وارا، اهڙين رسمن ۽ اڏنگن رواجن کي جهڙي ٻوڙ ۾، ۽ هٿ ڇاڙ خرچن ڪرڻ ۾، فخر وٺندا آهن. نتيجو اهو نڪرندو آهي، جو انهن کي ڏسي، ننڍي هستيءَ وارا، پنهنجي وت کان ٻاهر خرچ ڪري پاڻ کي ٻوڙي ۾ وجهندا آهن.

سيٺ وشنداس، سماج ۾ وڏي هستي مڃيندو هو: سندس پاران سڌارن جي راهه ۾ ڪوشش جو وڏو اثر ٿيڻ لڳو. هن صاحب شاهوڪار طبقي کي محسوس ڪرايو تہ ڏنڍي ۽ واپار لاءِ، موڙيءَ جو هردم ڪپ رهي ٿو. سماج جي اها حالت هئي، جو ڪٽنب ۾ ٻہ ٽي شاديءَ جا ڪارج يا غميءَ جا موقعا ٿيا، تہ اجاين نڪمين ريتين رسمن ۽ رواجن کي منهن ڏيڻ ۾ ٿي، ميڙي چونڊي ۽ موڙي ختم ٿي ويندي هئي. ڪن حالتن ۾، ڪيترن کي قرض کڻي ٻہ، ٻاهريون ٻئو رکڻو پوندو هو. نتيجو اهو نڪرندو هو، جو ڏنڌي ۽ واپار کي سخت شڪست اچي ويندي هئي، ۽ هٿ وٺي ڳٽيون، اڪر ۽ دڪ خريد ڪرڻ ۾ اٻندا هئا.

سماج سڌاري جي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، اهو اوائلي ۽ ضروري قدم هو تہ ڀنڪت جي چالو رواجن ۽ رسمن جو اونهو اڀياس ڪري، زماني آهر، گهربل ڦير ڦارون ۽ درستيون سوچجن. سيٺ وشنداس ائين ڪيو. جنهن بعد، "وشن وهنوارڪ اپديش" نالي هڪ ڪتاب تيار ڪيائين. ڪتاب ۾، ڄمڻ کان مرڻ تائين موقعن تي جي رسمون ۽ رواج چالو هئا، تن جي تفصيلوار اپتار ڪئي ويئي ۽ گهربل سڌارا ڏسيا ويا. "وشن وهنوارڪ اپديش" ٣٥٢ صفحن جو ڪتاب، ليٿو ۾ ۽ سونهري مس سان ڇپائي، سنڌ جي ڀنڪوائتن ۾ مفت وراهيائين. هيءَ ڪتاب، ٢٠ صديءَ جي پهاڙيءَ واري عرصي جي سنڌ هندو سماج تي ڪافي روشني ٿو وجهي، ۽ هڪ اونهو اڀياس آهي.

"وشن وهنوارڪ اپديش" پنهنجي جاءِ تي چڱو ڪم ڪيو. عام لوڪن جو انهيءَ مسئلي طرف ڌيان ويو ۽ گهربل وايو منڊل بہ پيدا ٿيو. جنهن بعد، سيٺ وشنداس پرچار لاءِ، دوري تي نڪتو. عام ماڻهن ۽ پاڙن سان لهہ وچڙ ۾ آيو. جنهن بعد، ٽي ڀنڪتي ميڙ ڪٺا ٿيا: پهريون، سنہ ١٨٩٨ع ۾، اڏيري لال تي؛ ٻيو، سنہ ١٩٠٠ع ۾، حيدرآباد شهر جي اوڀر ۽ قليءَ جي اولهہ پاسي، تلاءَ ڪانگن ڪاڏي جي ڪناري تي؛ ۽ ٽيون، ١٩٠٦ع ۾، وشن لڪر حيدرآباد ۾. اهڙيءَ ريت، ڀنڪتي سڌارن ۽ واڌارن جي راهه ۾، سيٺ وشنداس جي لڳاتار ۽ اڻ ٿڪ ڪوشش، هٿي هنڌ ڪيو. قوم ترقي ڪئي ۽ وڏيڪ آسودي ۽ سکي ٿي.

## سنگيت جو ڪوڏيو

ننڍپڻ کان ئي جي سنگ ۾ رهڻ سبب، ڳائڻ وديا ۽ سنگيت جو به وشنداس تي اونهو اثر ٿيو. ٻاغ ٻلاس ۾، هري ڪيرتن ۽ ڀڄن ڀاو جي ڌم لڳي پئي هوندي هئي. ڳوين ۽ راڳيندڙن جو ميڙاڪو متو پيو هوندو هو. نامور ڳوين ۽ ڳائڻ وديا جي چڱن ڄاڻن سان چڱيءَ لهه وچڙ ۾ اچڻ سبب، سيٺ وشنداس، ڳائڻ وديا جو خاصو ڄاڻو ۽ پارکو ٿي پيو.

ستگرو گلابداس جن جي درٻار ۾ پڻ، اعليٰ درجي جا ڳويا، ڪوي ۽ شاعر ايندا هئا. نت، راڳ ـ روپ ۽ سنگيت جون مجلسون لڳنديون هيون. تنهن کان سواءِ، درٻار ۾ نرتيه ۽ ناچ جو به سهڻو دور ٿيندو هو. ڪيتريون ناچڻيون اچي پنهنجو فن ڏيکارينديون هيون ـ انهيءَ زماني ۾ اهو رواج هوندو هو ـ انهي آزمودي جو به سيٺ وشنداس تي وڏو اثر ٿيو.

اهي ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جا اثر توڙ تائين هلندا رهيا. سيٺ وشنداس، سنڌ ديس ۾ راڳ ۽ سنگيت جي هنرن کي زور ورتايو ۽ هٿايو. ڪي چونڊ ۽ نامور ڳويا، سدائين وٽس پگهاردار ٿي رهيا پيا هوندا هئا.

جڏهين ستگرن جي درٻار کان موٽيو هو، تڏهين پنجاب مان، هڪ نوجوان ڳويو وٽي آيو هو، جنهن جو نالو هادو خان هو. هو هڪ عمدو ڳائيندڙ هو. ستار به سهڻي وڄائي سگهندو هو. هادو خان، سيٺ وشنداس وٽ زندگي گذاري. ڪيس مانجهوءَ ۾ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو سينڌو خان هو. سينڌو خان به، سيٺ وشنداس جي سڀا جو هڪ سٺو شاعر، ڳويو ۽ ستار وڄائيندڙ هو. ڍاڪو ڪن سال ٿيا آهن، جو سينڌو خان حالن ۾ گذاري ويو. سيٺ وشنداس بعد، هو مخدوم صاحب جن وٽ رهندو هو.

سيٺ وشنداس وٽ، راڳ روپ جون محفلون روزانو ٿينديون هيون. سنڌ ۾ ويندو هو، اتي به راڳ جي محفل چالو رهندي هئي. سندس ٻارنهن پيڍين تي، سنگيت ۽ مجري جو دائمي بندوبست ٿيل هو ـ هرهنڌ وڏو هال هوندو هو، جنهن کي "وشن سڀا" يا "راڳ محل" سڏيو هو. ڳوين، ناچڻين ۽ سازيندڙن جي رهڻ لاءِ جدا جاءِ هوندي هئي، جنهن کي "هادو خان واري ماڙي" نالو ڏنل هو. گشت وقت، "وشن سڀا" جو سڄو سارو اثالو ـ ڳويا، ڳائڻيون، سازيندڙ ـ ۽ سندن زبردست به هلندا هئا. سندس آگبوٽ هڪ سڄو ٻوٽ ٻڪهو هوندو هو، جنهن ۾ ناچ گهر، ڳوين، راڳيندڙن، ناچڻين، نوڪرن چاڪرن لاءِ رهڻ جون جايون ٺهيل هيون. تنهن کان سواءِ، گهوڙي گاڏيءَ جي رکجڻ جو به آگبوٽ ۾ بندوبست ٿيل هو. آگبوٽ ۾ راڳ روپ ۽ ناچ جو دور چالو رهندو هو.

ڪراچيءَ ۾ ميري ويدر ٽاور پرسان، سندس رهڻ واري جاءِ ۾، هيٺ هڪ وڏو ٺاهوڪو ۽ سينگاريل "وشن سڀا" هال هو. هال جي وچ ۾، غاليچن تي، ڳويا ۽ سازيندڙ ويهندا هئا ۽ پاسن کان ڪرسيون لڳل هونديون هيون. راڳ محل جو ڪم شروع ٿيندو

هو، تہ اوائل ۾ روشن سڀا جو شاعر، "روشن گنج" سان ڪي شعر پڙهندو هو، يا ڪو ٻيون ڪاميل شعر چوندو هو. انهيءَ بعد ڪو ٻاهريون آيل شاعر هوندو هو، تہ هو صاحب شاعريءَ سان سڀا کي وندرائيندو هو. جنهن بعد، مکيہ شاعرن جا چيل ڪلام آچاريا هئا. اهڙيءَ ريت شاعريءَ جو دور ختم ٿيندو هو، تہ پوءِ راڳ روپ جي محفل شروع ٿيندي هئي. گويا ۽ راڳيندڙ، پنهنجي آلاپ سان سڀا جو سواد سوايو ڪندا هئا. پڇاڙيءَ ۾ مجرو ٿيندو هو، جنهن ۾، ناليريون ڳائڻيون ۽ ناچڻيون اچي راڳ ۽ ناچ ڪنديون هيون.

ڪراچيءَ ۾ روشن سڀا جا دروازا، هر هفتي ۾ ٻہ ڏينهن، عام لوڪن لاءِ کليل رهندا هئا. جن کي انهيءَ ڏس ۾ شوق هوندو هو، سي اچي لطف وٺندا هئا. اهڙي ڍنگ ۾، هرهنڌ روشن سڀا جو پروگرام ٿيندو هو- مانجهوءَ ۾ سنڌس باغ ۾، انبن جي وڻن هيٺان؛ ۽ روشن نگر، حيدرآباد ۾، ڦاڪ جي منهہ هيٺ. هوليءَ جي موقعي تي، متيارين ويجهو، ٽيماڻي وسين ۾، جتي گرو پرمهنس ۽ سيٺ لهالچند جون سماڌيون آهن، هر سال شاندار ميلو لڳائيندو هو. ميلي تي اعليٰ درجي جو سنگيت پروگرام ٿيندو هو.

سنہ ۱۹۰۹ کان روشن نگر حيدرآباد ۾، آکاڙ مهني جي پڇاڙيءَ ۾ بہ، سنگيت ميلو لڳائيندو هو. موقعي تي سنڌ جا مشهور معروف گويا، راڳيندڙ ۽ سازيندڙ اچي شامل ٿيندا هئا. موقعي تي، سنڌ جا سنت ۽ درويش اچي شامل ٿيندا هئا، جي پڻ سنگيت ۾ ٻهرو وٺندا هئا. هڪ دفعي، سنڌ جا امر شهيد، ڀڳت صاحب ڪنورام جن پڻ اچي شريڪ ٿيا ۽ موقعي جي رنگ کي سوايو ڪيائون. انهن موقعن تي، سنڌ جا عام لوڪ، ڪٿان ڪٿان کان ڪهي، اچي ميلن ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ لطف وٺندا هئا.

روشن سڀا جا مکيہ گويا هي هئا: هادوخان ۽ سندس پٽ سينڌوخان- جن جو ذڪر مٿي ٿيل آهي- ٻيو مشهور گويو هو ڳامڻ خان پٽ شادي خان. ڳامڻ خان اصل فتح ڳڙهہ جو رهاڪو هو. سندس پٽ جو نالو آهي مبارڪ خان. ڳامڻ خان ۽ مبارڪ خان، سيٺ صاحب وٽ گهڻا سال رهيا. پوءِ وڃي شڪارپور ۾ وسيا. ٻنهي گوين، پنهنجي فن سان سنڌين کي ڏاڍو لطف رسايو. مبارڪ خان اڃا بہ جيئرو آهي. هن تازو حيدرآباد ريڊيو سٽيشن کلڻ جي مهورتي جشن ۾، حاضرين کي پنهنجي سنگيت سان لطف رسايو. ٽيون ڀاڪارو گويو؛ ميران بخش اڙو خان هو. هو امرتسر جو رهواسي هو. سندس پٽ پيارو خان، ۽ پوٽو اميد علي خان بہ وڏا گويا ٿيا. هي ٽئي روشن نگر ۾ چاوا. اهي گويا بہ، سيٺ وشنداس وٽ سالن جا سال رهيا. پيارو خان هن وقت صفا پيرسن ٿي ويو آهي، ۽ اميد علي خان سان لاهور ۾ رهي ٿو. روشن سڀا ۾ ڪيتريون ڳائڻيون ۽ ناچڻيون بہ هيون، جي ناچ جي فن ۾، ۽ ڪي راڳ ۽ سنگيت ۾ نهايت قابل هيون.

سيٺ وشنداس جي، ناچ ۽ سنگيت جي ڄاڻ ۽ قابليت جي هاڪ، هندستان ۾ ڦهليل هئي. اهوئي سبب هو جو هندستان جو ڪو بہ مشهور گويو، يا ناليري ناچڻي ڪراچيءَ ۾

ايندي هئي، ته "وشن سڀا" ۾ اچي، پنهنجو جوهر ڏيکارڻ ۾ شرف سمجهندي هئي- ڪامل
اُستاد اڳيان پنهنجو فن ظاهر ڪرڻ، فنڪار جي طبيعت جو هڪ اهم جزو ٿيندو آهي.

هڪ دفعي، هندستان جي هاڪاريءَ گوهر جان ڪراچيءَ ۾ آيل هئي. هڪ ٿيٽر ۾
سندس لرتيه ڪلا جو پروگرام رٿيل هو. دوستن جي زور پرڻ تي، سيٺ وشنداس الهن سان
گڏجي ٿيٽر ۾ ويو. ناچ جو پروگرام ڪندي، هڪ هنڌ، لرتيه ڪلا جي اصولن کان پل
ڪري وئي. وئلن سان، اڻڄاڻائي سبب، ڪنهن کي به پتو نه پيو. سيٺ وشنداس، وڏو واڪو
ڪري، گوهرجان کي روڪيو. گوهرجان روڪجي پئي. چوڌاري سنّاٽو ڇانئجي ويو.
سڀ حيران ٿي ويا. گوهرجهان جو ڏاڍو ڏاڪو ڇميل هو. اهڙيءَ ريت، سندس پروگرام ۾
اٽڪ وجهڻ، ڪا رواجي ڳالهه نه هئي. پر اڳيان به سيٺ وشنداس جهڙي هستي هئي!
گوهرجان پل قبول ڪئي. نه فقط ايترو، بلڪ چيائين ته سندس اُستاد جو چوڻ هوندو هو،
ته سنڌ ۾ نرتيه ڪلا جو ڄاڻو آهي، ته اهو سيٺ وشنداس آهي.

اهڙيءَ ريت ڏسبو ته سيٺ وشنداس، پنهنجي سر، سنڌ ديس ۾ راڳ ۽ سنگيت جو
پرچار ڪيو: عام ماڻهن لاءِ، وقت به وقت موقعا پيدا ڪري، منجهن راڳ جي فن جي
پوڄهه پيدا ڪئي ۽ شوق وڌايو. راڳ روح جي راحت آهي. اهڙيءَ ڏس ۾ انسان ذات لاءِ
خدمت ڪرڻ، ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه ڪانهي! اهو سنگيت جي ڪوڏين جوئي مرڪ آهي!

## ساهت جو شائق

راڳ روپ، گائن وديا، نرتيه ڪلا ۽ شاعري، سڀئي جا نازڪ ۽ نفيس جزا آهن. انهن ڳالهين
۾ زبردست دلچسپي وٺندڙ، ساهت جو به اوس شائق ٿئي ٿو. سيٺ وشنداس، ساهت لاءِ
پريم ۽ محبت جو اظهار ڪندي، پر قدم اڳتي وڌيو. عام ماڻهن ۾ ساهت لاءِ دلچسپي پيدا
ڪرڻ لاءِ، هن صاحب عملي قدم به کنيا. سن ١٨٩٦ع ۾، ڪراچيءَ ۾ پنهنجي لٿو پريس
برپا ڪيائين. پريس ۾ هيٺيان ڪتاب ڇاپايا ويا، جي ادب سان دلچسپي رکندڙن ۾
ورهايا ويا:

١- "قرآن شريف"- عربيءَ ۾، ۽ حاشيءَ تي اردو معنيٰ لکيل. جيڪو به مسلمان سوڙ،
سنڌ مان حج ڪرڻ لاءِ ويندو هو، تنهن کي گهر ڪرڻ سان، هي پاڪ ڪتاب مفت ڏبو
۾ ايندو هو.

٢- "وشن وهنوارڪ ايڊيشن"- هي ڪتاب، ١٩ صديءَ جي پڇاڙيءَ واري عرصي جي
هندو سماج تي روشني ٿو وجهي. هڪ اونهو اڀياس آهي. سنڌي هندن ۾ جي ڪرسمون،
ڪريتيون ۽ اجايا رواج گهر ڪري ويا هئا، تن جو بيان ڪيو ويو هو ۽ انهن کي بند ڪرڻ
جي هدايت، ۽ زماني جي حالتن آهر، رهڻ ۽ رسمن ۾ ڪهڙا گهربل سڌارا ۽ واڌارا ڪجن،
اهي ڏيکاريا ويا آهن.

٣- "روشن پرڪاش" - هي ١٦٨ صفحن جو ڪتاب، پنڊت ديوانچند جو جوڙيل آهي. پنڊت ديوانچند، روشن سڀا جو هڪ شاعر هو ۽ سندس تخلص "ديوانہ" هو. روشن پرڪاش ۾، فارسي ۽ اردو ٻولين ۾، غزل ۽ قصيدا آهن.

۴- "روشن گنج"- اهو ڪتاب چئن ڀاڱن ۾ آهي. اهو سنہ ١٩٠٠ع ۾ ڇپيو. هي ٨٠٠ صفحن جو شاهڪار، سائين غنيءَ جو لکيل آهي.

"روشن گنج" جو پهريون ڀاڱو حڪمت تي لکيل آهي. انهيءَ ۾ تندرستيءَ جا نيم ۽ بيمارين جا سولا نسخا ڏنل آهن. تنهن کان سواءِ، اردو-سنڌي ڏکين لفظن جي هڪ لغت پڻ ڏنل آهي.

ٻيو ڀاڱو آهي "روشن سخا"، جنهن ۾، ڪراچيءَ ۽ ڪوٽڙيءَ جي پهلن جا داستان، روشن وهنوار اپديش جو پرچار، اڏيري لال تي پڪني ميڙ جو احوال، ۽ سيٺ صاحب جي سخاوت جي راهہ ۾ ڪيل ڪارنامن جا بيان ڏنل آهن.

ٽيون ڀاڱو: "روشن گيان"- انهيءَ ۾ سائين غنيءَ، وشنداس جون روحاني رمزون، اردو شعرن ۾ قلمبند ڪيون آهن. انهيءَ کان سواءِ، اردو ۽ پارسيءَ ۾ عارفن، عالمن ۽ دردمندن جا ڪلام پڻ درج ٿيل آهن.

چوٿون ڀاڱو: "روشن راڳ"- انهيءَ ڀاڱي ۾، سائين غنيءَ جو ڪلام - ٺومريون، راڳ ۽ ڀڄن ڏنل آهن. تنهن کان سواءِ، هندستان جي مکيہ شاعرن جي چيدن ڪلامن جي خاصي چونڊ ڏني وئي آهي.

"روشن گنج" نهايت قيمتي نقطن جو ڀنڊار آهي. جملي ٨٠٠ صفحن ۾، اردو ساهت جو علمي خزانو آهي. اهو ڪتاب، ادب جي شائقن کي سيٺ وشنداس پاران سوکڙيءَ طور ڏنو ويو هو.

٥- "ڪريما"- پارسي ٻوليءَ جو مشهور ڪتاب آهي. سيٺ صاحب جي ڪوٽڙيءَ واري ڪارخاني جي مئنيجر ۽ عام مختيار، سيٺ جشن مل، "ڪريما" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اصل فارسي بيت ۽ سندن سنڌي ترجمو، ڪتابي صورت ۾ ڇاپيو ويو ۽ علم دوستن ۾ ورهايو ويو.

٦- "روشن سڀا" - هي ڪتاب، "اندر سڀا" جي ڍنگ تي، اردو غزلن ۾ ٺاهيل آهي، جنهن ۾ روشن سڀا جي رنگ ڍنگ جو نقشو چٽيل آهي. هي ڪتاب سيد مراد حسن صاحب جو لکيل آهي، جنهن جو تخلص "مير سوز" هو.

٧- "مثنوي عالم فيض"- هي سائين غنيءَ جو جوڙيل آهي. هن ڪتاب ۾، هندو ڌرم ۽ اسلام جون مکيہ ڳالهيون بيان ڪيل آهن.

اهڙيءَ ريت ڏسبو تہ سيٺ وشنداس، پنهنجي ڍنگ ۾، ساهت جي چڱي چوکي خدمت ڪئي. گهڻائي ڪتاب ڇپائي، علم دوستن کي بي بها علمي خزانو ميسر ڪري ڏنو، تہ پڻ وتن

اڀياس ڪندا ۽ راحت پرائيندا. ادب ۽ ساهت جي ترقي ۽ واڌارو تڏهين ٿو ٿئي، جڏهين علم
دوستن لاءِ ڪا پختي ۽ سهارو به پيدا ٿئي ٿو. سو، سيٺ وشنداس جي سخا جو رخ ساهت
طرف پڻ هو، جنهن جي ڪري، ڪي شاندار ڪتاب ۽ علمي گنج هستيءَ ۾ اچي سگهيا.

## قومي فهم

سيٺ وشنداس نهايت آزاد خيال انسان هو. آزاد خيالي، سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هئي. سندس
۽ ڀرمن کي ته ننڍڻ کان ئي ترڪ ڪري ڇڏيو هئائين. ويتر، ستڪون وتان گيان جي
پندار مان پڪون پيتيون هئائين، سو زندگيءَ جي هر ڳالهه ۽ حالت ۾، آزاد خياليءَ کان
ڪم وٺندو هو. انهيءَ ڪري، زبردست خودمختيار طبيعت هوندي هئس.

ملڪ ۾ تعليم جو ڦهلاءُ ٿيڻ لڳو هو. رواجيءَ ريت، پائيبند ۽ واپاري، پنهنجن
ٻارن کي اوائل کان ئي پنهنجي ڌنڌي ۽ ڪرت ۾ لڳائڻ پسند ڪندا هئا. سيٺ وشنداس،
پٽن کي اوچ تعليم پرائڻ لاءِ همٿايو. انهن ڏينهن ۾ ڪاليجي تعليم لاءِ سنڌ ۾ انتظام نه هو.
سيٺ وشنداس، هرچندراءِ کي ڪاليجي تعليم لاءِ بمبئيءَ روانو ڪيو.

سنه ۱۸۸۰ع ۾، انڊين نيشنل ڪانگريس جو پهريون جلسو، بمبئي ۾ ٿيو. سيٺ وشنداس
انگريزي تعليم ڪانه پرائي هئي، پر قومي فهم منجهس جهجهو هو. قوم جي سڌاري ۽
واڌاري لاءِ، ڪيتري قدر دلچسپي ۽ اونو هوس، سو سندس جيوت جي ڪارنامن مان ظاهر
آهي. سو، جڏهين پهريون دفعو سڄي ديس ۽ قوم جي ترقيءَ لاءِ، انڊين نيشنل ڪانگريس
جو ميڙ ٿي رهيو هو، ته ڪاهي بمبئيءَ ويو. انهيءَ بعد، ٻيو ميڙ ڪلڪتي ۾ ٿيو ۽ ٽيون مدراس ۾،
سيٺ وشنداس انهن ۾ به شريڪ ٿيو. مدراس واري جلسي ۾، سمورو ڪاروبار انگريزي
ٻوليءَ ۾ ٿيو؛ تنهنڪري دلچسپي گهٽيس. چوٿين ميڙ ۾ هرچندراءِ ويو، ۽ هرسال شامل
ٿيندو رهيو.

هرچندراءِ قومي ڪم ۾ ايتري قدر دلچسپي وٺڻ لڳو، جو پنهنجا ڪم به گهڻي قدر
پاسيرا ڪري ڇڏيائين. انهيءَ لاءِ، ائين چوڻ کان رهي نه سگهبو، ته سيٺ وشنداس جي آزاد
خياليءَ ۽ قومي فهم جو گهڻي قدر لڪل هٿ هو. ائين چئجي ته سيٺ وشنداس، ديس
۽ قوم جي بکيه ۾، پنهنجو قابل پٽ ارپي ڇڏيو هو.

## جيوت جو هڪ عجيب واقعو

سخاوت جي راهه ۾، سيٺ وشنداس پاران خرچ، سالن جا سال، بنا ڪنهن اٽڪ جي جاري
رهيا ۽ هلندا هليا. ”جنن نڌ، تنن وڌ“ واري ڪار لڳي پئي هوندي هئي. ايتري قدر،
جو سيٺ صاحب جي وڇڙڻ پٽ ڪي اچي گمان جاڳيو ـ جي: ”پاپي جي خرچن جي رفتار اهڙي
هلندي هلي، ته اسان جو الائي ڪهڙو حال ٿيندو!“ اهو گمان وڌي ويو. حالتون انهيءَ منزل
تي پهتيون، جو سيٺ وشنداس کي پٽن کان ڌار ٿيڻو پيو ۽ ملڪيت جي ورهاست ڪرڻي پئي.

اهو واقعو سنه ١٩٢١ع ۾ ٿيو، جڏهن سيٺ وشنداس جي عمر ٧٧ سالن جي هئي. هيڏيءَ وڏي اوستا ۾، اهڙي قسم جو واقعو، ڪوڙي ۽ انسان جي دل ۽ دماغ تي وڏو اثر ڪري وجهي ها، ۽ جسم مان رهيل کهيل رت ست ڪڍي ڇڏي ها؛ پر سيٺ وشنداس لاءِ مڙيوئي آنند هو.

ملڪيت جو وڏو حصو ٻن کي ڏيئي، ڪارخانا ۽ ڪارخانن جي ڏيتي پاڻ تي هموار ڪيائين. ٧٧ ورهين جي وڏي اوستا ۾، ٽئين سر ڪمائڻ کي لڳي ويو. ٽن سالن جي عرصي ۾ اڳين وانگر اڳرو ٿي پيو.

سيٺ وشنداس پڇاڙيءَ تائين صحت ۾ ٺيڪ رهيو. ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جون شڪتيون سالم رهيس. ڪم ڪار ۾ لڳل رهندو هو. سندس روزانو نيم هو ته پريات ويلي، منشيءَ هٿان، سموري لکپڙهه نيڪال ڪرائيندو هو. ٧ جنوري ١٩٢٩ع جي پريات ويلي، دستور مطابق، منشي لکپڙهه نيڪال ڪرڻ لاءِ اچي حاضر ٿيو؛ پر سيٺ صاحب خيال ته ڏيکاري وڃي آرامي ٿيو. ڪافي وقت گذري چڪو، پر سيٺ صاحب بستري ۾ ئي رهيو. اها هڪ غير رواجي حالت هئي. جاڳائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ وقت پتو پيو ته سيٺ وشنداس سرڳواس ٿي چڪو هوا

اهڙيءَ ريت، ٧ جنوري ١٩٢٩ع ڏينهن، ٨٠ ورهين جي پڪي اوستا ۾، سنڌ جو هي شاهاڻو درويش پرلوڪ پڌاريو. هروات ۾ سيٺ وشنداس جي شاهاڻي زندگيءَ ۽ شاندار ڪارنامن جي وائي هئي- بيشڪ، اڄ به سنڌ ۽ سنڌواسي، سيٺ وشنداس جهڙين شاهاڻين هستين تي ناز ۽ فخر وٺي سگهن ٿا.

---

خواجہ عبدالحسین

# جهرڪن جو شهر

[هي مضمون، ايم-اي (سنڌي) ڪلاس جي ڪم جي تڪميل جي سلسلي ۾ جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صدر شعبه سنڌي جي هدايتن موجب لکيو ويو. مصنف ڊاڪٽر صاحب جي مدد ۽ مشوري لاءِ مشڪور آهي ]

جهرڪ شهر متعلق گهڻوئي ڪجهه احوال انگريزي خواهه سنڌي ڪتابن ۾ اچي چڪو آهي، مگر هن قديم شهر جي ثقافت ۽ قدامت ان جي تاريخي اثارن کي اکين سان ڏسڻ کان سواءِ ني دل تي نقش ني سگهي ٿي.

هن کان اڳ ۾ ڪنهن به صاحب جني روشني نه وڌي آهي ته هن شهر کي "جهرڪ" جو سڏيو ٿو وڃي. "جهرڪا" ذات جي هڪ عمر رسيده ۽ زمانه ديد بزرگ ميان جني جهرڪي کنڌ ڌوڻيندي ۽ ڏيندي ڏيندي ڳالهه ڪئي ته: "ڏاڏو مرحوم چوندو هو ته پنج ڇهه پيڙهيون اڳ، اسان جا وڏا اصل ذات جا "پني" هئا، جي هاڻوڪي شهر "جهرڪ" کان اٽڪل اڌ ميل جي مفاصلي تي، ڏکڻ طرف درياءَ جي ڪنڌيءَ لڳ، شاهپور نالي ڳوٺ ۾ رهندا هئا. شاهپور ۾ پنين جو تعداد تمام ٿورو هو، ۽ سندن مال ۽ اولاد ۾ برڪت ڪانه ٿيندي هئي. انهن ڏينهن ۾ مخدوم صاحب هالن واري جو خليفو اتان اچي لانگهائو ٿيو، ۽ پنين وٽ ٽڪيو. پنين مال اولاد جي برڪت لاءِ مخدوم صاحب جي در تان دعا جي طلب ڪئي، جنهن تي خليفي صاحب جواب ڏنو ته: "بابا! مخدوم صاحب جي مريدي قبول ڪندا ته اهڙو هنڌ ڏسيندو سانئو جتي پڪا اڏڻ سان اوهان وٽ سڀڪي ٿيندو." پنين مخدوم صاحب جي مريدي قبول ڪئي ۽ خليفي جي ڏسيل هنڌ يعني هاڻوڪي شهر جهرڪ ۾، جو ان وقت پٽ هو، پنهنجا پڪا اڏيائون ۽ شاهپور کي الوداع چيائون."

اٽڪل ڇهن ستن سالن کان پوءِ، جڏهن ساڳيو خليفو اتان لانگهائو ٿيو، تڏهن پنين جي مال اولاد ۾ ڪافي واڌارو ڏٺائين. هڪ ڏينهن هڪڙي ماڻهوءَ جا آٽ-اٺو پار خليفي صاحب جي اڳيان اچي ويٺا. خليفي صاحب جي پڇڻ تي، اتي ويٺلن مان هڪ ماڻهوءَ ٻارن ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايو ته هي سڀ ٻار فلاڻي جا آهن. انهيءَ تي خليفي صاحب ٿورو کلي فرمايو ته "اوهين ته ڪي جهرڪ آهيو!" ان کان پوءِ اهي پني، "جهرڪا پني" سڏجڻ ۾

آيا. آهستي آهستي 'ٻني' لفظ تي ڪر ٿي ويو ۽ فقط "جهرڪا" سڏجڻ لڳا؛ سنڌن ڳوٺ کي به "جهرڪ" جي نالي سان سڏيو ويو. اهڙيءَ طرح هن شهر جو نالو ٿي مستقل طرح "جهرڪ" پئجي ويو، جو سنڌ جي واديءَ جو هڪ قديم شهر آهي. اڄ ڏينهن تائين ڪي جهرڪا ذات وارا جهرڪ شهر ۾، ڪي شهر جي اتر طرف ميل ڪن مفاصلي تي، ۽ ڪي وري درياءَ جي ٻيءَ پر ٻن ميلن جي مفاصلي تي رهن ٿا.

ميان نور محمد جهرڪي خبر ڪئي ته "اسان جا ڪي مائٽ 'ٻني' ڪچ طرف لڏي ويا هئا، جن سان ڪيتري وقت تائين اسان جي خط و ڪتابت ٿيندي رهي. اڄ تائين به هو پاڻ کي اتي ٻني سڏائيندا آهن."

ميان ولي محمد ڏکڻ ڳالهه ڪئي ته "ميرن جي حڪومت جي آخري سال، ١٨٤٢ع ۾ جهرڪ شهر ۾ وڏو خواجو زور هو؛ سندس ڏاڪو هڪ طرف ڪوٽڙيءَ تائين، ته ٻئي طرف ٺٽي تائين هو. مطلب ته هن پٽ ۾ مڙس جي هاڪ هئي. ڪوٽڙي ان وقت ٺٽي ٻولا خان جي ملڪ سردارن جي هٿ هيٺ هئي. انهيءَ ڪري ملڪ سردارن ڪي اها ڳالهه نه وڻي ۽ ميرن وٽ داڻهن ڪئي ويا. انهيءَ ڪان سواءِ ان وقت 'خواجه' قوم جي مذهبي رهنما آغا حسين علي شاهه محلاتيءَ (هزهائنس سر سلطان محمد شاهه آغا خان جي ڏاڏي)، جي به ميرن سان اڻبڻت ٿي پئي. هيءَ صاحب ان وقت جهرڪ شهر ۾ رهندو هو. انهيءَ اڻبڻت ڪري ملڪ سردارن ميرن جي رهبريءَ هيٺ نومڙين جي لشڪر سان جهرڪ شهر تي ڪاهيو. نومڙين جي لشڪر جو هر هڪ سپاهي 'وڏسو، وڏسو' ڏئي رهيو هو. ٻئي طرف آغا حسن علي شاهه جا جانباز سپاهي به سامهون ٿيا. جنگ لڳي جنهن ۾ ملڪن جي فتح ٿي ۽ آغا حسن علي شاهه بمبئي طرف اکري ويو". اڄ تائين جهرڪ شهر ۾ هن صاحب جو محلات موجود آهي.

انگريزن جي اوائلي دور ۾، شهر جهرڪ کي خاص اهميت ملي. هيءَ شهر انهيءَ وقت جهرڪ ڊويزن جي گاديءَ جو هنڌ هو. منجهس هڪ وڏي پوسٽ آفيس ٺهرائي وئي، جا هن وقت به زبون حالت ۾ موجود آهي ۽ جنهن جي مهڙ واريءَ پٽ تي، لڳل پٿر تي ١٨٧٣ع سن لڳل آهي. اها پوسٽ آفيس شهر جي ايرلنڊي طرف هائوڪي سڪول جي لڳولڳ آهي. شهر کي ميونسپالٽي هولدي هئي، ۽ انهيءَ ڪان سواءِ منجهس هڪ وڏي مارڪيٽ پڻ هئي، جنهن جي عمارت اڃا تائين سلامت بيٺل آهي. هن وقت ان عمارت ۾ پي. ڊبليو. ڊي کاتي وارن جو سامان وغيره رکيل آهي. چون ٿا ته سر چارلس نيپئر جهرڪ شهر کي لشڪر لاءِ موزون سمجهيو ۽ لشڪر جي رهڻ لاءِ بئرڪون ٺهرايائين.

ميان بچو مير بحر، جنهن جي عمر قريب سؤ سال ٿيندي، ڳالهه ٿي ڪئي ته "انگريزن جي اوائلي دور ۾ ڊويزن جو حاڪم ڊپٽي ڪليڪٽر هولدو هو، جنهن جو نالو سوڊي صاحب(؟) هو. هو صاحب بااخلاق ۽ انصاف پسند هو. سندس خاص ڪچهري شهر جي ڏکڻ طرف ٽڪر تي ٿيندي هئي. ٽڪر تي چڙهڻ لاءِ عام ماڻهن لاءِ ڏار رستو ۽ 'سوڊي صاحب' لاءِ

خاص رستو هوندو هو. اڄ تائين بہ اهي رستا ڪجهہ ڀاڱي سلامت آهن. ٽڪر تي عاليشان عمارت ۽ عمدا باغيچا ٺهيل هئا، جن جا نشان اڄ تائين نظر اچن ٿا. ٽڪريءَ جي ڀرسان اڀرندي طرف عيسائي مشن اسڪول هوندو هو، جتي پادري گورن جي ٻارن کي پڙهائيندا هئا. پادرين جي رهڻ لاءِ خاص جايون ٺهيل هيون، جي اڃا تائين زبون حالت ۾ موجود آهن. 'سوڍي صاحب' وارو بنگلو بہ هن وقت سلامت آهي ۽ جيڪي بہ وڏا وڏا آفيسر گشت تي ايندا آهن، اهي انهيءَ بنگلي ۾ اچي رهندا آهن."

انگريزن جي شروعاتي دور ۾ پوليس ٿاڻو شهر جي اڀرندي طرف هوندو هو، مگر هينئر شهر جي الهندي طرف آهي. جتي هن وقت اسپتال آهي، اتي سڪول هوندو هو؛ ۽ جتي سڪول آهي اتي مارڪيٽ هئي. هاڻوڪي اسپتال جي مهڙ واريءَ پٽ تي انگريزيءَ ۾ "مولانا محمد علي ڊسپينسري، جهرڪ، ١٩٣٢ع" لکيل آهي. جڏهين شهر کي ميونسپالٽي ملي، تڏهن هڪ وڏي عاليشان مارڪيٽ شهر جي الهندي طرف تعمير ڪرائي وئي، جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي.

جيئن جيئن فرنگي وڏيڪ شهر هٿ ڪندا ويا، تيئن تيئن شهر جهرڪ کي وساريندا ويا. ڊويزن مان گهٽائي ڪيس محالڪاري ڪيائون، جنهن جي آفيس هن وقت هاڻوڪي اسپتال جي ڀرسان اتر طرف هڪ دڙي جي صورت ۾ موجود آهي. ان بعد هن شهر جي قسمت هيٺ لڳي؛ آخر محالڪاري بہ ختم ڪئي وئي ۽ ڪيس تپي جي حيثيت ۾ تعلقي ڪوٽڙيءَ سان ملايو ويو. اڄ تائين جهرڪ هڪ تپو آهي؛ ۽ هاڻي تعلقي ٺٽي سان ملحق آهي.

هيءَ شهر درياءَ جي ڪناري تي هڪ قديم يادگار آهي. سمنڊ جي سطح کان اٽڪل چار سَو فوٽ مٿي ٽڪر تي ٻڌل آهي. سندس آب هوا وڻندڙ ۽ صحت بخش آهي. شهر جي اتر اوڀر طرف هڪ سلهہ گهر "پارپتي آوت سنگ سئنيٽوريم" جي نالي سان مشهور هوندو هو، جنهن ۾ ڪيترا مريض اچي ٽڪندا هئا. پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ اهو سلهہ گهر بہ ختم ٿي ويو، ۽ اسان جي سرڪار هن قديم شهر ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. سلهہ گهر جي پاسي ۾ هڪ پيو ٽڪر آهي، انهيءَ تي ماڻهو هوا خوريءَ لاءِ چڙهندا آهن. اونهاري جي موسم ۾ نماشام مهل ٽڪر تي چڙهڻ سان ۽ ٿڌي هوا جي هير لڳڻ سان دل بهار بهار ٿيو وڃي؛ روح کي راحت ۽ من کي فرحت اچيو وڃي. ساوڻ جي موسم ۾ پاسي کان وهندڙ درياءَ جون چوليون ۽ سج جا آخرين ڪرڻا ڪيس سلامي ڏيندا نظر ايندا آهن. چوڏاري اڇ ئي اڇ لڳي پئي هوندي آهي، ڄڻ تہ زمين تي چانديءَ جي چادر پکڙي پئي هوندي آهي. انهيءَ وقت اهي لاجواب قدرتي نظارا ۽ منظر ڏسيو انسان دل ئي دل ۾ ڌڻيءَ جي ساراه جا گيت ڳائڻ شروع ڪري ڏيندو آهي.

شهر جي اڀرندي طرف سدا وهندڙ، ورن وڪڙن سان، "ٻوراڻي ندي" وهي ٿي. هنجي پور مستيءَ سبب نہ ڄاڻي ڪيترا دفعا پٽ ٿيرايو اٿس، ۽ ڪيترن هنڌان رُسي، اتان منهن موڙيو اٿس؛ سو شايد هاڻي جهرڪن کان بہ رسي روزانو پري پري ٿيندي ٿي وڃي.

شهر جي پر وارو حصو جتان اڳي درياءُ وهندو هو، سو سکر بئراج ٺهڻ کان پوءِ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو آهي، يعني وچ ۾ "ڪيٽ" ٺاهي ڇڏيو اٿس، جو اٽڪل ڏيڍ ميل ڪن ۾ ٿيندو. سياري جي موسم ۾ شهر جي طرف وارو واهڙ وهڻ بند ٿي ويندو آهي، بلڪ سڪي به ويندو آهي. گذريل ٻن سالن کان سياري جي موسم ۾ پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو هڪ رهڻي ملندو آهي. تعجب جي ڳالهه ته وري هيءَ آهي ته شهر جي چوڌاري هڪ هزار چورس ميل زمين کوهن سان پاڻي کارو لڪري ٿو، ۽ درياءَ جي پيٽ ۾ به ڪٿي ڪٿي کوٽائي ڪرڻ سان کارو پاڻي نصيب ٿئي ٿو. جهرڪن جي هن قديم شهر کي مٺو پاڻي مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ حڪومت جي فوري مدد جي ضرورت آهي.

شهر کان ايرلدي طرف ڪناري تي اڳ عمدا باغ هوندا هئا، جن ۾ خاص ڪري انب، زيتون، ڦاروان، ڪجيون ۽ ڪمند جام ٿيندو هو. هاڻ خريف جي فصل کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه ٿئي.



(گوتم ٻڌ جون مورتيون)

سامهون درياءَ جي ٻيءَ پر "ٻڌ ڪن" جو ٽڪر آهي. اهيءَ ٽڪر تي ٻڌ ڌرم وارن جو مندر هوندو هو. هن وقت اهو مندر ڊهي ڊهي ۽ پڪين سرن جو ڍير ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ۽ ٽڪر سان ملي هڪ ٿي ويو آهي. جڏهن، ڪجهه روز اڳ، اهيءَ ٽڪر تي وڃڻ ٿيو، تڏهن هڪ پڪي سر جو ٽڪر مليو، جنهن تي گوتم ٻڌ جا ٽي بت ٺهيل آهن. هڪ بت جو اڌ حصو ڪرلهي، ٻئي جي سسي غائب آهي ۽ باقي ٽيون بت سلامت نظر اچي ٿو-(ڏسو فوٽو). اهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اڍائي هزار سال اڳ اتي به واقعي ٻڌ مذهب وارن جا مندر هوندا هئا.

شهر جي الهندي طرف ٽڪرني ٽڪر آهن. حيدرآباد-ڪراچيءَ واري شاهي سڙڪ به انهيءَ طرف آهي. شهر جي اتر طرف "ڪاٺ ڪپريو" جنهن کي "ڪپريو ڪاهوڙي" يا ڪپريو ڪاٺو ٻيو" به ڪري سڏيندا آهن، انهيءَ جي مزار آهي. هي صاحب درويشن ۾ ليکيو وڃي ٿو. هن صاحب وٽ هڪ ڪراماتي هٿيار "ڪنئو" هوندو هو، جنهن جي زور سان، هن راجا "منجيراءِ" يا "ماجيراءِ" جي ڪوٽ کي (جو شهر جهرڪ کان اٽڪل چار ميل ٻري، ڏکڻ اولهه طرف ٽڪر تي اڏيل هو) ست ڪاٺ هنيا. ڇهن ۾ ناڪامياب ٿيو، ستين ڪاٺ ۾ ڪامياب ٿيو، راجا ماجيراءِ جي ڌيءَ حاصل ڪيائين. هي به هڪ دلچسپ واقعو آهي، جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو.

جهرڪ شهر جي ڏکڻ اولهه طرف اٽڪل ڇهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ٽڪري "مجيراءِ" يا "ماجيراءِ" جي نالي سان واقع آهي. انهيءَ ٽڪريءَ بابت اهڙي چيو وڃي ٿو ته اتي ڪنهن زماني ۾ "ماجيراءِ" نالي هڪ راجا راڄ ڪندو هو ۽ مٿس سندس ڪوٽ به اڏيل هوندو هو. انهيءَ ٽڪريءَ بابت، مرزا قليچ بيگ صاحب پنهنجي تصنيف "قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" (صفحو ٥٦) ۾ پڻ اشارو ڪيو آهي؛ مگر هن صاحب انهيءَ بابت ڪجهه به وڌيڪ احوال يا حقيقت نه لکي آهي.

ٽڪريءَ جي ڏکڻ ۽ اوڀر طرف سندس دامن ۾ "ويران" نالي ڳوٺ آهي. الهندي طرف ٽڪرني ٽڪر آهن ۽ اتر طرف حيدرآباد-ڪراچيءَ وارو شاهي رستو لنگهي ٿو. ڏکڻ اوڀر طرف وري هڪ ننڍي ڍنڍ آهي، جنهن کي چوندا آهن "منجيراءِ واري ڪوري".

الهندي طرف کان ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي پهچڻ سان، ٻهرائين ميدان ٿي ميدان ڏسڻ ۾ ايندو. ڪجهه ٿوهرن جا، ٿورا ڪنڊن جا ۽ ڪي چاٻرو پيرين جا وڻ ڏسڻ ۾ ايندا. ٿورو اڀرندي طرف هلبو، ته ٻن وڏن ڪمرن جا نشان نظر ايندا؛ وري ڪاهي هٿ تي ٽن ڇهن قدمن جي مفاصلي تي هڪ ڪاهي ڪوٺيل نظر ايندي. انهيءَ ڪوٺيل ڪاهيءَ جي اندرين ڇتي طرفن سرونءَ سرون نظر اينديون. انگريز سرڪار اها ڪاهي سال ١٩٤٥-٤٣ع ۾ کوٽائي هئي، جنهن مان ڪجهه ٽڪر جا ڀڳل ٿانو، هڏا ۽ ٽين جا ننڍا ڏيا نڪتا؛ مگر خاطرخواه نتيجي نه نڪرڻ ڪري ۽ جنگ جي سخت ڪوتائي هئڻ ڪري، اهو ڪم اتيءَ ئي رهجي ويو. هاڻ اڀرندي طرف ٿورو اڳتي وڌبو ته خاص ڌيان ڇڪائيندڙ ۽ حيرت ۾ وجهندڙ هيءَ ڳالهه هوندي ته هيترا سارا پڪين سرن جا ٽڪر ڪٿان آيا! انهيءَ وقت يڪدم موهن جي دڙي يا ٻين ڪن جي ٽڪر (جنهن جو ذڪر مٿي ڪري آيا آهيون) جي ياد دل تي تري ايندي ۽ دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳبو ته هتي ڪنهن نه ڪنهن حاڪم جو محلات يا ڪوٽ ضرور اڏيل هوندو، جو زماني جي گردش ڪري نيست و نابود ٿي ويو آهي. جهڙيءَ طرح ڪا جاءِ پراڻي ٿي ڪري پوندي آهي، پوءِ انهيءَ جاءِ جي پٽين جا نشان ڪن صدين تائين ڏسڻ ۾ ايندا آهن، اهڙي ساڳي حالت هن ٽڪريءَ تي به نظر ايندي. انهن

لشانن تي جيڪڏهين نئين سر جاءِ جوڙائجي، ته هوند هڪ عاليشان مڪان، وڏن گهڻن ۽ سڻن ڪمرن سان ٺهي پوي.

ٽڪريءَ تي چڙهڻ مهل هڪ واڻهڙو گڏيو، جنهن سان خوش خيرعافيت ڪري، ٽڪريءَ ڏانهن اشارو ڪندي، ڪانئس ٽڪريءَ بابت پڇيوسين. چيائين ته "ادا، اسان جا وڏا ڳالهه ڪندا هئا ته هيءَ 'سَجيراء' جي ٽڪري آهي؛ مٿس راجا سَجيراء جو ڪوٽ يل هوندو هو، جو ڪنهن زماني ۾ هن تَرَ ۾ راڄ ڪندو هو. ٽڪريءَ جي ڪاڇيل (ڏکڻ) پاسي سڌ پڌ تي درياءُ وهندڙ هو." اهو درياءُ هن وقت ٽڪريءَ کان اٽڪل ٻن ميلن جي مفاصلي تي وهي ٿو. ٽڪريءَ ۽ درياءَ جي وچ وارو پاڳو پيلو ٿي ويو آهي. ٽڪريءَ تي مٿي چڙهڻ سان، پري ڪان درياءُ (سنڌوندي) وهندڙ ڏسڻ ۾ ايندو.

وڏيڪ هن ريت ڳالهه ڪيائين – جا ٻن ٽن ٻين کان به ٻڌي ويئي. چيائين ته "جڏهين راجا سَجيراءَ کي ڌيءَ ڄائي، تڏهين ڇٺيءَ رات، جنم پتري ڪڍڻ لاءِ گهڻا ئي پنڊت ۽ برهمڻ اچي حاضر ٿيا. شهزادي ننڍي هوندي ئي شڪل شبيه جي سوچاري، نيڻ مَن موهيندڙ، ۽ تمام حسين هئي. پنڊتن جنم پتري ڏسي ۽ پارو هڻي، چيو ته 'شهزاديءَ جو بخت ڀلارو، سدا سهاڳڻ ۽ هميشه سکي گذاريندي رهندي، پر سندس شادي راجا سَجيراءَ (يعني سندس پيءَ) سان ٿيندي.' اهو ٻڌي سڀني ٽڪر ۾ پنجي ويا، خوشين ۾ ڪتر پنجي ويئي ۽ پنڊت به پنهنجو دان پچ وٺي وسندا رهيا.

"مٿين ذڪر جي خبر 'ڪاٺ ڪپربي' کي پنجي ويئي. هي صاحب ڪرامت وارو شخص هو. وٽس هڪ ڪرامتي هٿيار 'ڪَنُو' هوندو هو، جنهن جي ذريعي جتي به چاهيندو هو، اتي وڃي سگهندو هو – يعني درياءُ پار ڪرڻ چاهيندو هو يا ڪنهن ٽڪر جي وچ مان لنگهڻو هوندو هوس، ته اُن 'ڪني' کي انهيءَ هنڌ ڏانهن سجيندو هو، ته اتان گس ملندو هوس.

"ڪاٺ ڪپربي، جڏهين راجا سَجيراءَ جي ڌيءَ بابت پنڊتن جي اڳڪٿي ٻڌي، تڏهين دل ۾ پڪو پهه پچايائين ته اهو ڪڏهين به نه ٿيڻ ڏيو. جڏهين شهزادي وڏي ٿي، تڏهين ڪاٺ ڪپربي شهزاديءَ کي ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو. ڪپربي پنهنجي ڪرامت وارو هٿيار 'ڪني' سان ٽڪريءَ کي ست ڪاٽ هنيا، جن مان ڇهن ۾ ناڪامياب ٿيو، ۽ ستين ڪاٽ ۾ ڪامياب ٿي، سَجيراءَ جي ڌيءَ کي ڪڍي، اچي پنهنجن پکن ۾ رهايائين. انهن ستن ڪاٽن مان گهڻن جا نشان ٿي مٽجي ويا آهن، باقي صرف ٻن ڪاٽن جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هڪ ٽڪريءَ جي اتر طرف آهي؛ اهو به هاڻي گهڻي ڀاڱي ريٽجي چڪو آهي؛ ٻيو ڪاٽ ڏکڻ اوڀر طرف ٽڪريءَ جي اڌ تي غار مثل ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جو اڃا گهڻي ڀاڱي سلامت آهي. برسات پوڻ ڪري، انهيءَ غار جي سُنهن تي به وڏيون چيون ڪري پيون آهن، جنهنڪري اهو به ڪجهه سالن بعد شايد ميٽجي وڃي.

"راجا کي پنهنجي ڌيءَ جي ڪڃي وڃڻ جو ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ شهزاديءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ گهڻئي حيلا هلايا ويا مگر سڀ بيسود ٿيا.

"شهزادي جا شهنشاهي خصلتن ۾ پلي، سا جهر جهنگ ۾ ڪيئن سک پائي؟ ڪهڙو پاڻ اڪيلو رهندو هو؛ سندس ساٿياڻي فقط اها شهزادي ئي هئي. آخر شهزاديءَ کي باز آندائين، ۽ سندس سچي محبت ۾ گرفتار ٿي ويو. شهزاديءَ جي ٽهل ٽڪور لاءِ هر ستن ائن ڏينهن ۾ هڪ دفعو، ڪهڙيو ڪاهوڙي، پنهنجي هشيار 'ڪني'، سان، مجيراء جي ڪوٽ مان، شهزاديءَ جي خاص پانهيءَ کي اکيون بند ڪري کڻي ايندو هو ۽ وري رات وچ ۾ ئي ڪيس ڪوٽ ۾ ڇڏي ايندو هو. ڪهڙي طرفان ڪيس ڏڪو ڏنو ويو هو ته 'جيڪڏهين تون هي راز راجا وٽ ظاهر ڪنديئين ته تنهنجو خير ڪونهي.'

"راجا جڏهين بيحال ٿيو، تڏهن پانهيءَ کان به رهيو نه ٿيو ۽ راجا کي ٻڌائين ته 'آقا، مون شهزادي ڏٺي آهي ـ سلامت ۽ خوش آهي.' وڌيڪ ٻڌائين ته 'هڪ ماڻهو اچي ٿو جو منهنجيون اکيون ٻڌي، رات وچ ۾ ڪٽ تي کڻي وڃي ٿو ۽ ساڳيءَ رات واپس محل ۾ ڇڏيو وڃي، مگر اکين بند هئڻ سبب رستي وغيره جي ڪاٿ سڌ پئجي نٿي سگهي.' انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪرڻ لاءِ وزير ۽ صلاحڪار گهرايا ويا. ڪنهن ڪهڙو ۽ ڪنهن ڪهڙو رايو پيش ڪيو. قصو ڪوتاهه، هڪ وزير صلاح ڏني ته 'جيئن ته چور جي گهر جي خبر نه آهي ته ڪٿي، ڪهڙي طرف ۽ ڪيترو پري آهي؛ انهيءَ ڪري ساوڻي موسم جي شروعات ۾، ڪٽ جي پرانديءَ واري پاسي، سرنهه جي ٻج جون ننڍيون ڳوٿريون ٻڌي ڇڏجن ۽ هر ڳوٿريءَ کي ننڍو ٽنگ ڪري ڇڏجي، جيئن رستي هلندي، اها سرنهه زمين تي ڪرندي وڃي. جڏهين مينهن پوڻ تي سرنهه جو ٻج ڦٽندو، تڏهين رستي ۽ چور جي مڪان جي خبر به جلد ئي پئجي سگهندي.' هيءَ ڳالهه ٻڌي ويٺلن ۾ واهه واهه پئجي ويئي، ۽ آخر ڪيائون به ائين.

"قصو ڪوتاهه، ساوڻ جي موسم به اچي ويئي؛ خيرن جي برسات به پيئي ۽ سرنهه جو ٻج به ڦٽي ظاهر ٿيو. راجا مجيراء جي لشڪر به انهيءَ آڙ تي ڪاهيندو، ڪاٽ ڪهڙي جي مڪان کي اچي گهيرو ڪيو. انهيءَ وقت ڪهڙيو بندگيءَ ۾ مشغول هو. 'ڪني' ۾ اها حڪمت رکيل هئي ته جيڪڏهين عورت ذات انهيءَ 'ڪني' کي هٿ لائيندي ته ڇيڄي پوندو- يعني منجهانئس ڪرامت ختم ٿي ويندي. ڪاٽ ڪهڙي شهزاديءَ کي هدايت ڪئي هئي ته 'ڪني' کي ڪڏهين به هٿ نه لائج، مگر ڪيس متئين راز کان واقف نه ڪيو هئائين.

"ڪاٽ ڪهڙيو راجائي لشڪر جي گهيري ۾ اچي چڪو هو ۽ پاڻ بندگيءَ ۾ مشغول هو. انهيءَ ساعت اهو 'ڪنو' پاڻمرادو ميان مان ٻاهر نڪتو جو شهزاديءَ ڏسي ورتو ۽ جهٽ ڪري وڃي ڪيس هٿ ۾ ڪنيائين؛ ۽ عورت جي ڇهڻ ڪري اهو هٿيار ڇيڄي پيو ۽ سندس ڪرامت به ختم ٿي ويئي. ليڪ ڪهڙيو ڪاهوڙي ۽ شهزادي ٻئي لڙائي ڪندي مارجي ويا. راجا حڪم ڪيو ته 'ٻنهي جون قبرون ڌار ڌار ناهي، اتي ئي ڪين دفن ڪري ڇڏيو!' راجا جي حڪم جي جلد ئي پيروي ڪئي ويئي. جڏهين ٻنهي کي دفن ڪيو ويو، تڏهين الاهي

قدرت سان ٻئي قبرون ملي هڪ قبر ٿي ويون. راجا کي انهيءَ حقيقت کان آگاهه ڪيو ويو.
راجا حڪم ڪيو ته ”اها قبر کوٽي وڃي“. قبر کوٽي ڏسن ته ٻنهي جو لاش (يعني ڪهڙي
ڪاهوڙي ۽ شهزاديءَ جو) الهيءَ هڪڙيءَ ئي قبر ۾ هڪ ٻئي جي ڀرسان پيو آهي. هيءَ
حقيقت ڏسي سڀني کي حيرت وٺي وئي. اتي راجا وري حڪم ڪيو ته ”انهن لاشن کي
وري ڌار ڌار ڪري خاڪ جي سپرد ڪيو وڃي.“ راجا جي حڪم جي پيروي ڪئي وئي،
مگر اهوئي ڳڻ ڪهاڙيءَ ۾ — ٻئي قبرون ٻيهر دفعو به ملي هڪ ٿي پيون. الهيءَ ڪري قبر
کي اتي ئي رهڻ ڏنو ويو، ۽ هڪ قبر مٿان ٻن قبرن جا نشان ٺهرايا ويا“.

جهرڪن جي شهر کان ميل ڪن اتر طرف اهڙي قسم جي هڪ قبر آهي جنهن لاءِ
آنان جي ماڻهن جو چوڻ آهي ته اها ڪهڙي ڪاهوڙيءَ ۽ ان شهزاديءَ جي قبر آهي. هندو
ماڻهو هن ”قبر“ کي ”ڪالي ماتا“ ڪري مڃيندا آهن.

شهر جي ڏکڻ اولهه طرف هڪ ٽڪر تي ”حافظ ابراهيم حماتيءَ“ جي مزار آهي.
قرآن شريف جي ياد هڻڻ ڪري کيس ”حافظ“ جو لقب عطا ٿيو. پاڻ ذات جو حماتي هو؛
انهيءَ ڪري کيس سڏيندا ئي آهن ”حافظ حماتي“. هو صاحب درويش ۽ ڪرامت وارو ٿي
گذريو آهي. پنهنجي جيئري ئي قبر کوٽائي ڇڏي هئائين. سندس حياتيءَ جو مختصر بيان
هن ريت آهي:

”حافظ حماتي اصل هيلاين جي ڀرسان حماتين جي ڳوٺ ۾ ڄائو هو، جو سندس اباڻو
ڳوٺ به هو. کيس قرآن شريف ياد ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو، انهيءَ ڪري ننڍيءَ
عمر ۾ ملا ڪاتيارن ويو. اتي قرآن شريف جو دور ڪري، حافظ ٿي، وري پنهنجي ڳوٺ
واپس وريو. اتي حافظ صاحب کي اشارو ٿيو ته ’تون راڄو نظاماڻي جنهن کي راڄ ڳوٺ به
چوندا آهن، اتي وڃ‘. اهو ڳوٺ جهرڪ شهر کان ڇهن ميلن پنڌ تي اتر اوڀر طرف آهي.
پوءِ، حياتيءَ جو گهڻو حصو انهيءَ ڳوٺ ۾ گذاريائين، ۽ باقي پڇاڙيءَ وارا ٿورا سال جهرڪ
شهر ۾ بسر ڪيائين.

”راڄ ڳوٺ درياءَ جي ڪنڌيءَ تي ٻڌل آهي؛ اتي ڪيتريون ساريون ٻوڏون ٿيون،
مگر هن درويش جي دعا سان هن ڳوٺ کي اڪو لهر نڪو لوڏو آيو“. (!)

ميان احمد (عمر اٽڪل ٥٠ سال) ڳالهه ڪئي ته ”هڪ دفعي گهر ۾ لاچاڪائي ٿي
پئي ۽ ٻکي تعويذ لاءِ وٽس ويس. حافظ صاحب جي خدمت ۾ ساري حقيقت بيان ڪيم.
صاحب موصوف جواب ۾ فرمايو ته ’ابا! تون پري کان آيو آهين، ٿڪيو هوندين!‘ پوءِ،
ڊاڪوءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيائين ته ’تون ماني کائي وٺ، تيسين آءٌ ٻکو ڪري وٺان.
الهيءَ ڊاڪوءَ لاءِ ائين چوڻ ۾ اچي ٿو ته ان سان ماني ڪڏهين به ڪين کنندي هئي —
هڪ مهمان آيو ته به ڍؤ ڪري اٿندو هو؛ جي چار آيا تڏهين به کائي خوش ٿي اٿندا هئا.“

ميان احمد وڌيڪ چيو، ”آءٌ ماني کائي وري سندس خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيس. اتي
چيائين ته ’ادا، شي ڏئين کي وڃي پهتي، ٻکو وڃي رسينس؛ هاڻ ٻکي وغيره جو ضرور
ڪونهي‘. گهر اچي ڏسان ته روح راڙو لڳو پيو آهي ۽ بيمار ماڻهو الله جي رحمت کي
وڃي رسيو آهي.“(!) اهڙيون پيون به ڪيتريون ئي سندس ڪرامتون آتي جا ماڻهو بيان
ڪندا آهن!

حافظ صاحب زال ذات کان بنهہ ونون ويندو هو. ائين ٿي چوندو هو ته "خدا ڏنل عورت ذات جو منهن ٿي نه ڏيکاري." پاڻ شادي نه ڪئي هئائين. ڪيس جيڪي ڪجهه خير خيرات ملندي هئي، سا غريب غربن کي ڏيئي ڇڏيندو هو. چوندو هو ته "سڀان جو روزي به الله تي آهي". هن صاحب پيسو پنجڙ ڪڏهين به پاڻ وٽ نه رکيو. اٽڪل ٥٠ ورهيه کن ٿيا جو تقريباً ٨٥ ورهيه جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس تربت هن وقت اڃي چن سان سلي لموني ٺهيل آهي. مزار جي پاسي ۾ پنج ڇهه ڪاشيءَ جون سرون رکيل آهن، جن مان هڪ تي سندس وفات جي تاريخ به لکيل آهي؛ مگر انهيءَ وفات واريءَ سِر تان ڪاشي لهي وڃڻ ڪري وفات جي تاريخ معلوم ٿي نه سگهي آهي. البته هر چوڏهينءَ رات سندس مزار تي معتقد مولود پڙهندا آهن، ۽ هر سال تاريخ ١١ جماديالاول واڄ ڳوٺ ۾ ڪُني ٿيندي آهي، جنهن مان گمان نڪري ٿو ته غالباً حافظ صاحب ١١- جمادي الاول تي وفات ڪئي.

جهرڪ شهر جي ساڄي ڏکڻ اوله طرف ميل کن جي مفاصلي تي "ميران پير" جو قبو آهي. قبي اندر مزار وغيره نه آهي. عقيدو آهي ته "انهيءَ هنڌ بادشاه پير پنهنجا قدم مبارڪ رکيا هئا ۽ انهن قدمن مٿان ٿي قبو جوڙايو ويو آهي". قبي اندر گهوڙن سان ڏسبو ته وچ ۾ هڪ تڏو پيل آهي ۽ تڏي مٿان قيس جو ٺهيل هڪ مصلو رکيل آهي. سال بسال ميلو لڳندو آهي. ڏکڻ طرف "سبحان شاه" جي مزار آهي، جا نڪر جي دامن ۾ هڪ چبوتري ۾ آهي. هي صاحب به ولي الله ٿي گذريو آهي. سندس حياتيءَ جو احوال معلوم ٿي نه سگهيو آهي. سال بسال ميلو لڳندو آهي. ساڄي طرف ساپاه واهه آهي، جو صرف آبڪلانيءَ ۾ وهندو آهي. اٽڪل ڏيڍ ميل کن پنڌ تي "گوهر خان جماريءَ" جو ڳوٺ آهي. اتي "جماري" (١) ذات وارا رهندا آهن.

---

(١) جماري، اصل ڪرمتي بلوچ آهن. بلوچستان مان نڪري، لس ٻيلي ۾ آيا؛ پوءِ اتان ڪنهن اٻٽ ڪري، لڏي ٿاڻي بولا خان شهر جي اولهه طرف "ڪاري جبل" جي آسپاس اچي ويٺا. آني برفتن ۽ جمارين جي پاڻ ۾ نه بني. آخر پنهي ڌرين جي پاڻ ۾ لڙائي لڳي. جمارين، ٿوري تعداد هئڻ ڪري، هار کاڌي، ۽ باقي بچيلن جمارين کي، برفتن گرفتار ڪري پنهنجن سردارن وٽ وٺي حاضر ڪيو. فيصلو ٿيو ته جماري هتان لڏي وڃن. جمارين برفت سردارن جي حڪم جي پيروي ڪندي، ڪي ميرپور ساڪري طرف ويا ۽ ڪي اچي جهرڪ شهر جي ڏکڻ طرف اٽڪل ڏيڍ ميل کن جي مفاصلي تي ٿانيڪا ٿيا. الهن سان به ڪي ملاڪاتيارن جي آسپاس وڃي ويٺا. ساڪري وارن جمارين مان اڏو ۽ اڏ سجاول جي طرف لڏي ويا.

جهرڪ شهر جي پاسي ۾ جيڪو ڳوٺ آهي، اهو گوهرخان جماريءَ ٻڌايو. الهيءَ ڪري ڳوٺ تي نالو ٿي "گوهر خان جماريءَ جو ڳوٺ" پئجي ويو. انهيءَ قوم سان لس ٻيلي ۾ سون مياڻيءَ جي پرسان هڪ وڏو ڳوٺ آهي. هيءَ قوم سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي زماني ۾ آئي.

شهر جي آدم شماري پاڪستان کان اڳ ۱۲۰۰ انڪل کن هئي، مگر هن وقت انڪل ۵۰۰ کن آهي. ماڻهن ۾ تعليم گهٽ آهي. هي شهر هڪ دريائي بندر آهي. اڳي وڻج واپار ۽ مسافري ٻيڙين ۽ انهن ذريعي ٿيندي هئي، ۽ هاڻ ٻيڙين، لارين ۽ ڏڳن گاڏين ذريعي مسافري ۽ واپار هلندو آهي. هاڻي، شهر کي ويجهي ۾ ويجهي اسٽيشن "مينگ" آهي، جا انڪل پارهن ميل پري اتر اولهه طرف آهي. هاڻي لارين جي سهوليت ڪري "مينگ" اسٽيشن ماڻهن جي دل تان ٿي منجي وئي آهي.

آس پاس وارو ملڪ غريب آهي. ماڻهن جو مکيه ڌنڌو کيتي آهي. مگ، منڊ، جانبي ۽ آرڻ جا چيني فصل ساٿا ۽ جهجهي انداز ۾ ٿين ٿا. مينهن پوي ۽ پاڻي گهڻو چڙهي، ته ماڻهو خوش ۽ سکيا. نه ته ڍورن جو گاهه به مشڪل ملي، آبادي به گهٽ ٿئي ۽ ذري گهٽ ڏڪار جهڙيون حالتون پيدا ٿيو وڃن.

شهر جي اتر اولهه طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي "ڪوٽڙي بئراج" جو واهه لنگهي ٿو جو اڃا اڻپورو آهي. ماڻهن جون اکيون انهيءَ ۾ کتل آهن. شايد وري به جهرڪ هڪ سرسبز ۽ شاداب ملڪ بنجي پوي.

اصل انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر س. پ. ڇبلاڻيءَ جو

سنڌيڪار: سراج الحق

# سنڌ جي اقتصادي تاريخ

(قسط ٻي: پهرينءَ قسط لاءِ "مهراڻ" نمبر ٣، ١٩٥٥ع کي پڙهڻ گهرجي)

## ٣- تاريخي پس منظر

تمهيد

سوهن جي دڙي ۽ هاڙپا ۾ جي تازيون کوجنائون کيون ويون آهن، تن مان پتو پيو ته اج کان پنجن هزارن ورهين کان به گهڻو عرصو اڳ، سنڌ پنهنجي هنج ۾ هڪ هڙي قدير تهذيب کي پرورش ٿي ڏني. جا گهڻن ئي ڳالهين ۾، پنهنجي برادريءَ وارين مصري ۽ عراقي تهذيبن جي پيٽ ۾، رونق ۽ زيب زينت جي لحاظ کان، جي وڌيڪ نه هئي، ته به انهن جهڙي ضرور هئي. الهيءَ کان پوءِ، سموري هندستان جي تاريخ وانگر سنڌ جي تاريخ ۾ به هڪ وڏو خال نظر اچي ٿو ۽ انڪل ٽن هزارن ورهين جي عرصي لاءِ تاريخ جي شاگرد جي رهبريءَ واسطي ڪو به مواد ڪونه ٿو ملي. البت جيڪي ايڪو ٻيڪو حقيقتون تاريخي روزنامچن مان ملن ٿيون، سي ايترو سو پڌائين ٿيون ته اُن تاريخي دور ۾ به سنڌ ڪيترن ئي قومي ۽ سياسي حملن جي آماجگاهه ٿي رهي آهي. اتر ۽ اولهه کان حملي آور قومون درياءَ جي لهرن جيان هڪ ٻئي پٺيان ڏوڪينديون سنڌ ۾ آيون. ايڪيمينئس، سڪندر اعظم، سٿڪاس، ڪوسنس ۽ هن لوڪ سنڌ ۾ داخل ٿيا، ۽ نيٺ اهي لشڪرن پٺيان لشڪر مختلف جاتين ۽ قبيلن جا سنڌ ۾ داخل ٿيا، جن جي زبانن تي اسلام جو نالو هو، ۽ جن جي هٿن ۾ تلوار هئي. (١)

اٺين صديءَ جي اوائل کان وٺي پوءِ جي عرصي لاءِ اسان وٽ سنڌ جي تاريخ جو لاڳيتو رڪارڊ موجود آهي. ٧١٢ع ۾ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي. سنڌ ئي پهريون صوبو هو، جنهن تي پهريون اسلامي حملو ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ اهي حملي آور عرب رڳو ڍل وصول ڪندا پنجي ويا، ۽ حڪومت جون واڳون سنڌ جي مقامي حاڪمن کي سونپي ڇڏيائون(٢).

(١) ڏارمن برائون، ص ٣٢؛ ۽ ولسٽ سمٿ جي "آڪسفورڊ هسٽري آف انڊيا" ص ص ٧-١٣، ١٢٢.

(٢) هيوگس، "گزيٽيئر"، ص ٢٦.

تاريخ ۾ ان حقيقت لاءِ دليل موجود آهن ته ان وقت به ايشيا ۾ خراسان، سيستان، زابلستان، ملبار، سلون ۽ چين سان سنڌ جو تمام گهڻو واپار هلندو هو.(١)

سنڌ جي سياسي تاريخ ڏاڍي منجهيل ۽ پيچدار آهي. هندستان جي ٻئي ڪنهن صوبي جي تاريخ شايد ئي ايتري منجهيل هوندي. هڪ پاسي سنڌ تي ڌارين قومن جون ڪاهون پئي ٿيون، ته ٻئي طرف سنڌ جو سنڌ اندر هڪڙن گهراڻن زور ٿي ورتو، ته ٻيا ڍهي پٽ پوندا ٿي رهيا- تان جو ١٨٤٣ع ۾، انگريزن اچي ملڪ فتح ڪيو. ١٠٢٦ع ۾ سلطان محمود غزنويءَ سنڌ تي ڪاهيو ۽ پنهنجي بادشاهت سان ملائي ڇڏيائينس؛ پر غزنوي طاقت گهڻو وقت پير کوڙي نه سگهي، ۽ ١٠٥٣ع ۾ سنڌ جي هيٺين حصي جي هڪ راجپوت قبيلي، سومرن، لاڙ جي اپرندي واري نڪر تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.(٢)

اٽڪل ٽي صديون پوءِ، ١٣٣٣ع ۾، ٻئي هڪ مقامي راجپوت قبيلي (سما)- سومرن جو تختو اونڌو ڪري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.(٣) پر سمن جي حڪومت کي اڃا ڪي سال مس ٿيا ته ١٣٥١ع ۾ هندستان جي مٿ موڙهل بادشاه محمد شاه تغلق سنڌ تي حملو ڪيو.(٤) پر سنڌ کي پنهنجي شهنشاهت سان ملائڻ ۾ ڪامياب ڪونه ٿيو، ۽ چون ٿا ته اتي ئي سنڌو دريا جي ڪناري تي ٺٽي جي ويجهو وفات ڪيائين. ڪجهه سال کان پوءِ (١٣٦٢ع ۾) سندس جاءِ نشين بادشاه، فيروزشاه، سنڌ صوبي کي فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ سنڌ دهلي شهنشاهت جو حصو بنجي وئي (٥)؛ پر جلد ئي سما پيهر زور وٺي ويا- ۽ وري سڄي صوبي جي حڪومت هٿ ڪري ورتائون. سمن ڏاڍي سياڻپ سان ۽ سهڻي نموني حڪومت هلائي- ۽ مجموعي طرح ڏسجي ٿو ته هنن جي حڪومت نهايت ڪارائتي حڪومت هئي. هنن کيتيءَ، ڪارخانن ۽ واپار جي همت افزائي ڪري صوبي کي ڪافي ترقي ڏياري؛ ڪيترائي نوان شهر ٻڌايائون؛ ۽ هنن جي راڄ ۾ ملڪ ايترو ته سکيو ۽ آسودو هو، جو انهيءَ دور کي سنڌ جي مقامي راڄ جي تاريخ ۾ "سونهري دور" سڏيو ويندو آهي.(٦)

١٥٢١ع ۾ قنڌار جي هڪ پٺاڻ قبيلي (ارغونن) سمن کي جيتي، پنهنجي حڪومت قائم ڪئي: هنن جو راڄ به گهڻو وقت جالي نه سگهيو، ۽ ڪائن، ١٥٥٤ع ۾، سندن برادريءَ جي ئي هڪ قبيلي (ترخانن) حڪومت هٿ ڪئي (٧). انهيءَ کان هڪ سال پوءِ، پورچوگيزن جي هڪ فوجي دستي "پيڊرو بريٽو رولم" جي اڳواڻيءَ هيٺ ٺٽي تي حملو ڪيو، ۽ پن لکن پائونڊن کان به وڌيڪ ملهه جي مال ملڪيتن کي باهيون ڏيئي تباهه ڪري ڇڏيائون.

---

(١) ڏسو باب ستون. (٢) هيگ، ص ٧٢؛- هيوگس موجب اهو سال ١٠٥١ع آهي. (٣) هيگ، ص ٧٢؛- ايلئٽ مطابق، سما ١٣٥١ع ۾ طاقت ۾ آيا؛ ڏسو هيوگس، ص ٣٨. روزني وري چوي ٿو ته سما اول سومرن جي خلاف ١٣٣٣ع ۾ اٿيا- پر ١٣٣٧ع کان اڳ ڪامياب نه ٿي سگهيا ("مهران آف سنڌ"، ص ٣٢٨). (٤) روزني، ص ٣٢٨؛- سمٿ ص. ٢٤٦. (٥) سمٿ، ص ٢٣٧. (٦) هيگ، ص ٨٣. (٧) اينڪن، ص ١٠٣.

پورچوگيز پاڻ سان ابترو تہ مال غنيمت کڻي ويا، جو ايشيا ۾ شايد ئي کنهن قوم کي ابترو مال غنيمت هٿ آيو هجي (١).

## مغلن کان ٽالپرن تائين (١٥٩٢ع - ١٨٤٣ع)

### مغل

١٥٩٢ع ۾، اڪبراعظم سنڌ کي دهلي شهنشاهت سان ملائي ڇڏيو. سنڌ، ملتان صوبي جو هڪ ضلعو بنجي ويئي. سنڌ کي پن "سرڪارين" ۾ ورهايو ويو، مٿين سرڪار جي گادي جو هنڌ "بکر" هو ۽ هيٺين جو "ٺٽو". ٻنهي تي جدا جدا خودمختيار گورنر مقرر ٿيل هوندا هئا، جن کي هندستان مان ئي مقرر ڪري اماڻيو ويندو هو. مغلن جي انهيءَ اوج واري زماني ۾ سنڌن سموريءَ شهنشاهت وانگر، سنڌ ۾ بہ امن امان قائم هو. هڪ سو سالن جي عرصي تائين سنڌ هر قسم جي سياسي بدامنيءَ کان محفوظ رهي. انهيءَ عرصي ۾ سنڌ جي ڪارخانن ڏاڍي ترقي ڪئي، ۽ سنڌس واپار سڄي دنيا جي ملڪن سان هلندو هو. ٺٽو تہ بين‌الاقوامي واپار جو مرڪز بنجي ويو، ۽ ان جا واپاري ۽ تاجر صوبي جون بهترين چيزون پاڻ سان ڏيساور کڻي ويندا هئا، اٿين ٺو پانجي تہ. خود مغلن بہ انهيءَ واپار ۾ دلچسپي ورتي؛ ۽ هنن جيءَ حڪومت جي دوراندر مکيہ يورپي واپارين - پورچوگيزن، انگريزن ۽ ڊچن - صوبي ۾ پنهنجا "ڪارخانا" قائم ڪيا (٢).

سنڌ ١٧٣٩ع تائين مغلن جي قبضي ۾ رهي - ۽ جڏهن نادرشاهہ دهلي تي ڪاهي مغل شهنشاهت کي قريب قريب تباهہ ڪري ڇڏيو، تڏهن محمدشاهہ مغل بادشاهہ سان ٿيل عهدنامي موجب سنڌونديءَ جي اولہ وارا سمورا پرڳڻا هين ايراني بادشاهہ جي قبضي ۾ اچي ويا. انهيءَ طرح سنڌ بہ ايراني شهنشاهت جو حصو بنجي ويئي (٣).

اورنگزيب جي وفات کان وٺي نادرشاهہ جي ڪاهہ تائين، ٽيهن سالن جي عرصي ۾، مغل شهنشاهت جڻ پوءِ ٽٽڻ ڀڄڻ لڳي هئي. اهو ڏسي نيٺ سنڌ جي هڪ مقامي طاقتور قبيلي ڪلهوڙن پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو (٤). انهيءَ طرح هندستان مان مقرر ٿي ايندڙ گورنرن جي بدران مقامي حاڪم سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳا. پر انهن حاڪمن جي طاقت ۽ خودمختياريءَ جو دارومدار هندستان جي بادشاهہ تي هوندو هو. جي ڪو بادشاهہ مضبوط ۽ طاقتور هوندو هو تہ سنڌ جا حاڪم مجبوراً هن جا مطيع ٿي گذاريندا هئا، ۽ جي ڪو ڪمزور بادشاهہ ڏسندا هئا تہ هڪدم خودمختياريءَ جو اعلان ڪندا هئا. سنڌي حاڪم اهڙيءَ طرح پنهنجي گهر جا گويا اڌوگابرو مالڪ هئا: هڪ طرف، ڪين وقت بوقت پنهنجي مٿين حاڪمن کي ڍلن طور ڳريون رقمون ادا ڪرڻيون پونديون هيون: ٻئي طرف جڏهن بہ ڏسندا هئا تہ دشمن جي خطري کان ڪجهہ محفوظ آهن تہ ڍلن ڏيڻ کان هڪدم ٻڙ ڪيڏي بيهي رهندا هئا (٥).

---

(١) هيگ، ص ٩٨. (٢) ڏسو باب ستون. (٣) سمٿ، ص ٥٠٩ (٤) سورلي، ص ٥.
(٥) سورلي، ص ٥.

جڏهن عرصي اندر اڪبر پنهنجي شهنشاهت کي ٺاهيو ۽ مضبوط ڪيو - ۽ نادرشاه وري انهيءَ شهنشاهت کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو، ان عرصي اندر داءُود پوٽن جو هڪ مقامي قبيلو اتر سنڌ ۾ زور وٺندو رهيو. هنن جو ڌنڌو ته اٺ ۽ رلڻ هو، پر جڏهن عقلمنديءَ سان هنن تلوار کي استعمال ڪيو، تنهن جو داد ڏيڻ کان رهي نٿو سگهجي. ۱۶۱۷ع ۾ شڪارپور شهر جو بنياد وڌائون، جو اٺينهين صديءَ ۾ ٻکر کان به گوءِ کڻي ويو ۽ اتر هندستان ۽ وچ ايشيا جي ملڪن سان سنڌ جي واپار جو مکيه مرڪز بنجي ويو.

## ڪلهوڙا

سترهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ داءُود پوٽن سان گڏوگڏ اتر سنڌ ۾ ڪلهوڙن به زور ورتو. هنن جو ڌنڌو فقيري هو - ۽ نوريءَ وقت ۾ ڇڱا پوئلڳ گڏ ڪري ورتائون؛ ۽ پوءِ مغل حاڪمن سان ڏوبڌو چوٽون ڪائيندا رهيا. ۱۶۵۸ع ۾ شاهي فوجن سان مقابلي ۾ فتح حاصل ٿيڻ ۽ سنڌ ۾ حڪومت جو باقاعدي بنياد پئجي ويو (۱). آخر ۱۷۰۱ع ۾ يارمحمد ڪلهوڙي کي مغل شهنشاه کان سنڌ ۽ مختيارنامو عطا ٿيو. هن جي حڪومت ارڙهن سال هلي، جن مان پهريان نو سال ته رڳو جنگين ۽ لڙاين ۾ گذاريائين؛ پر انهن جنگين پاڻ هن جي طاقت ۽ حڪومت ۾ اضافو آندو (۲). باقي پويان نو سال پنهنجي حڪومت کي پختو ۽ مضبوط بنائڻ ۾ صرف ڪيائين. انهيءَ دور ۾، سنڌ ۾ ڪافي امن امان ۽ آسودگي ڦهلجي وئي. ۱۷۱۹ع ڌاري ميان يارمحمد وفات ڪئي ۽ ساڳئي ئي سال پٽس نورمحمد کي مغل شهنشاه، محمدشاه، سندس جاءِ نشين تسليم ڪيو ۽ سندس ساڳيا لقب ۽ سندون به عطا ڪيائينس. نورمحمد ڪيترائي ڀيرا داءُود پوٽن جي زور ڀڃڻ لاءِ مٿن حملا ڪيا (۳). نيٺ هنن کي آڻ مڃائڻ ۾ ڪامياب ٿيس. ٻه دفعا هن قلات جي بروهين تي حملا ڪيا، ۽ ٻنهي ۾ خاطرخواه ڪاميابي نصيب ٿيس. ۱۷۳۶ع ۾ ٻکر جو قلعو ۽ پسگردائيءَ وارا ٽڪرا به سندس حوالي ڪيا ويا، ۽ ان کان پوءِ ٻئي سال، ڪيس ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو (۴). انهيءَ طرح سڄي سنڌ سندس قبضي ۾ اچي وئي ۽ هو حقيقي طرح سنڌ جو خودمختار حاڪم بنجي ويو.

جڏهن محمدشاه عهدنامي ماتحت سنڌ نادرشاه جي حوالي ڪئي، تڏهن اها ڳالهه نورمحمد کي ڪانه وڻي، ۽ انهيءَ فيصلي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيائين. نادرشاه کي ڪابل ۾ جو انهيءَ بغاوت جون خبرون پهتيون، سو هڪدم وڏي ڪٽڪ سان سنڌ تي چڙهي آيو. نورمحمد ڪروڙها رپين جو خزانو ساڻ ڪري رڻئي رڻ ۾ عمرڪوٽ جي قلعي ۾ وڃي لڪو. نادرشاه به پويان لڳس ۽ هن جي فوجن نيٺ هن ڪلهوڙي سردار کي جبرو گرفتار ڪيو. هن کي نه رڳو پنهنجي خزاني تان هٿ ڌوئڻا پيا، پر سندس راڄ جو

(۱) هيوگس، ص ۳۱. (۲) قليچ بيگ، جلد ۲، ص ص ۱۴۳-۱۴۴. (۳) هيگ، ص ۱۱۳.
(۴) هيگ، ص ۱۱۳.

ٿر اولهه وارو ٺٽو نلات جي حاڪم کي ڏنو ويو ۽ شڪارپور جو شهر دائود پوٽن کي واپس مليو. ايترو ملڪ وڃائڻ کان سواءِ انگل ۲۰ لکن رپين جي سالياني ڍل به ڀرڻي پيس (۱).

نادرشاه ۱۷۴۷ع ۾ قتل ٿي ويو ۽ سندس سموري حڪومت احمدشاه ابداليءَ جي ور چڙهي وئي. سنڌ جي حڪومت به احمدشاه جي قبضي ۾ آئي. ڪجهه سالن لاءِ ته احمدشاه پنهنجي ملڪي معاملن ۾ ايترو رڌل هو، جو سنڌ تي ڌيان ڏيڻ جي وارڪائي ڪانه مليس. نورمحمد انهيءَ موقعي جو فائدو وٺي ڍل ڏيڻ بند ڪري ڇڏي. نتيجو اهو ٿيو جو ڍل جي بقايا وصول ڪرڻ لاءِ احمدشاه پاڻ سنڌ تي ڪاهي آيو. نورمحمد ڀڄي وڃي جيسلمير ۾ لڪو ۽ اتي ئي ۱۷۵۵ع ۾ وفات ڪيائين.

مجموعي طرح سان ڏسبو ته ٻين ڪلهوڙن، يارمحمد ۽ سندس پٽ نورمحمد، حڪومت ڏاڍيءَ سياڻپ ۽ دوراند يشيءَ سان هلائي. ٻئي زبردست جنگي جوڌا هئا، پر ان سان گڏ امن قائم ڪرڻ جي به منجهن بيحد صلاحيت هئي. ميان نورمحمد سنڌ ۾ واهن جي ذريعي پوک ڪرڻ جي سرشتي کي زبردست ترقي ڏياري. جهڙي هيس جنگ جي ميدان ۾ بهادري، زرعي ڪمن ۾ به اوتري ئي قابليت جو مالڪ هو. هن جي حڪومت جي دور ۾ سنڌ جي زرعي پيداوار چوٽيءَ تي پهچي وئي.

نورمحمد ڪلهوڙي کان پوءِ سندس وڏي پٽ مراد ياب تخت سنڀاليو؛ پر ٽن سالن جي مختصر حڪومت کان پوءِ پاڻ غلام شاه کيس تخت تان لاهي، پاڻ حڪومت هٿ ڪئي. غلام شاه جي خلاف وري سندس ٻين ڀائرن، عطرخان ۽ احمد يار، بغاوت ڪئي. ڪيترو عرصو ته هنن جو اهو تنازعو هلندو رهيو؛ پر نيٺ غلام شاه مٿن غالب پيو، ۽ کيس ۱۷۶۱ع ۾ سنڌ جو حاڪم تسليم ڪيو ويو (۲).

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته غلام شاه زبردست حاڪم هو، پر هن جي حڪومت جي دور ۾ ملڪ لڙاين ۽ جنگين ۾ گهيريل رهيو. هن جون ويڙهون به ملڪ کي ڏاڍيون مهانگيون پيون. هو ڪڇ تي ڪاهي ويو، ۽ اتي جي حاڪم کان 'بستا' ۽ 'لکپت' جا بندر ڇڏايائين (۳). هن جي حڪومت جي اوائلي دور ۾ برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ ۾ پنهنجو پهريون "ڪارخانو" قائم ڪيو، پر سترهن ورهين کان پوءِ يعني ۱۷۷۵ع ۾ ملڪ جي بدامنيءَ جي حالتن ۽ ميان سرفرازخان، غلام شاه جي پٽ ۽ جاءِ نشين، سان اڻبڻت ٿي پوڻ ڪري ڪارخانو بند ڪرڻو پين.

سرفراز خان آپهڙو، "ظالم ۽ خونخوار" حاڪم هو. هو اڳرائي ڪري ڪڇ تي ڪاهي ويو. اتان ڪاميابي حاصل ڪري، وري انهن ڏانهن ڌيان ڏنائين، جن سان پنهنجي بقاءِ لاءِ

---

(۱) هيگ، ص ص ۱۱۶-۷. (۲) قليچ بيگ، جلد ۲، ص ۱۰۲. (۳) هيگ، ص ۱۱۸.

خطرو ني محسوس ڪيائين. ڪيترن بلوچ سردارن کي بي درديءَ سان قتل ڪرائي ڇڏيائين، ۽ انهيءَ ظلم جي قيمت پنهنجي حڪومت جي صورت ۾ ادا ڪرڻي پيس (١). ان کان پوءِ ڪيتريون ئي تبديليون آيون. ۽ نيٺ ١٧٧٧ع ۾ سندس چاچي غلام نبيءَ کي حڪومت جون واڳون سپرد ڪيون ويون. ۾ هڪ بلوچ سردار مير بجار خان هن جي خلاف بغاوت ڪئي ۽ گهمسان جي لڙائيءَ ۾ غلام نبي مارجي ويو (٢). سندس ڀاءُ ميان عبدالنبي مير بجار سان صلحنامو ڪيو، ۽ سنڌ جي تخت تي ويٺو. ١٧٨١ع ۾ افغانن جو هڪ وڏو لشڪر قنڌار کان ڪاهي آيو. مير بجار خان انهيءَ لشڪر کي شڪارپور ويجهو زبردست شڪست ڏني. ميان عبدالنبي، مير بجار جي طاقت جو سورو اندازو ويٺي ڏٺو، سو اچي ڪيس دشمن ورايو ۽ نيٺ هن کي منصوبو سٽي مارائي ڇڏيائين. مير بجار جي مرڻ کان پوءِ، سندس پٽ عبدالله خان ڪلهوڙن جو تخت پنهنجي قبضي ۾ آندو. آخري ڪلهوڙو حاڪم مقابلي جي همت نه ساري ڀڄي وڃي قلات ڪان نڪتو. اتان هو بروهين جو هڪ وڏو لشڪر سنڀرائي پاڻ سان وٺي آيو، پر وري به شڪست کاڌائين. اقتدار ۽ طاقت جي انهيءَ جنگ سڄي ملڪ کي بدامنيءَ ۽ مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو هو: نتيجو اهو ٿيو جو افغان بادشاهه تيمورشاهه کي دخل ڏيڻو پيو. تيمورشاهه، مدد علي خان جي اڳواڻيءَ هيٺ وڏو ڪٽڪ سنڌ تي چڙهي ڪرڻ لاءِ موڪليو ته ڪلهوڙي حاڪم کي پنهنجي حڪومت واپس وٺي ڏني. مدد علي خان سنڌ ۾ طوفان بڻجي آيو ۽ جيڪي ئي اڏو آيس، تنهن کي ڪٽي وانگر ٻهاريندو ويو. شهرن کي لٽي، ڳوٺن کي جلائي تباهه ڪري ڇڏيائين. بيشمار ماڻهن کي موت جي اوڙاهه ۾ اڇلي چوڌاري ڏهڪاءُ مچائي ڇڏيائين. هن جي تباهين ملڪ ۾ ڏڪر ۽ ڏڪار وجهي ڇڏيو، جنهن ملڪ جي غريب عوام کي تنهان ئي وڌيڪ تڪليفن ۽ مصيبتن ۾ ڦاسائي ڇڏيو (٣). انهن ڳالهين کان پوءِ به ڪلهوڙن جي طاقت ۾ ڪا پائداري پيدا ڪانه ٿي. وقت گذرڻ تي ٽالپرن وري زور وٺڻ شروع ڪيو، ۽ نيٺ ١٧٨٣ع ۾ ڪلهوڙا حڪومت جو خاتمو آيو (٤).

ميان غلام شاهه ۽ سندس جانشين، جن کي هن ڪتاب ۾ آنده آخري ڪلهوڙا حاڪم جي نالي سان بيان ڪيو ويندو، ملڪ کي تباهه ڪن جنگين ۾ اڙائي ڇڏيو هو. انهن جنگين ۾ کوسن، دائود پوٽن، بروهين، ڪڇين ۽ ٽالپرن سان چوٽون کاڌائون (٥). غلام شاهه جي طاقت ۾ اچڻ کان پوءِ اٽڪل ٣٠ سالن لاءِ بدامني، ڪهرو لڙاين ۽ ٻاهرين حملن جي ڪري سنڌ جي حالت ڏاڍي رحم جوڳي ٿي ويئي هئي، ۽ انهيءَ حالت ۾ ملڪ ٽالپرن جي قبضي ۾ آيو.

ٽالپر

١٧٨٣ع ۾ ٽالپر قوم جي سردار مير فتح علي خان، افغان بادشاهه زمان شاهه کان "فرمان" حاصل ڪيو ۽ سنڌ جو رئيس، يا حاڪم بڻجي ويو، ۽ حيدرآباد کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايائين (٦).

---

(١) هيوگس، ص ٣٢. (٢) ايضاً (٣) ايلفنسٽن، "ڪابول" ص ٥٦١؛ هيگ، ص ١٢٣.
(٤) اٽڪن، ص ص ١١٥-١١٧. (٥) پوسٽنس، ص ص ١٧٤-١٧٨. (٦) هيوگس، ص ٣٤.

هنن جي ڪورائي ۾ قوت ٻوڻ ڪري صوبو ٽن خود مختار حڪومتن ۾ ورهائجي ويو.
سڀني ۾ سڪيه خاندان حيدرآبادي (يا شهدادپوري) ٽالپرن جو هو. جنهن جي حڪومت
وچولي تي هئي. ٻيو خاندان (سهرابائي خاندان) مير فتح علي خان جي ڀائٽي مير سهراب جو اولاد
هو. اهو خاندان خيرپور تي حڪومت ڪرڻ لڳو. ٽئين خاندان جي حڪومت جي گاديءَ
جو هنڌ ميرپور هو (هي خاندان مانڪاڻي سڏبو هو - ۽ مير سهراب جي پٽ مير ٺاري خان
جو اولاد هو). حڪومت جي انهيءَ ورهاست ٽالپر ڪورائي جي تاريخ کي ڏاڍو منجهائي وڌو
آهي. جڏهن حيدرآباد واري ٽالپر خاندان جي سردار مير فتح علي خان ملڪ جي حڪومت ۾
پنهنجي ٽن ڀائرن - غلام علي، ڪرم علي، مراد علي - کي به ڀائيوار ڪيو، تڏهن ته معاملا
هيڪاري بگڙي ويا. اهي چار ڀائر تاريخ جي نظر ۾ "چار يار" ٿا سڏجن. مير فتح عليءَ کي
اچي خيال ٿيو ته ڪراچي ۽ عمرڪوٽ واپس هٿ ڪجن. ليڪن ١٧٩٢ع ۾ قلات جي
حاڪم کان ڪراچي واپس ورتائين، ۽ جوڌپور جي راجا کان ١٨١٣ع ۾ عمرڪوٽ ڇڏايائين.

١٨٠١ع ۾ مير فتح علي پنهنجي پٺيان هڪڙو پٽ صوبدار ٽالپر ڇڏي، مري ويو،
۽ پنهنجي حڪومت باقي ٽن ڀائرن جي سپرد ڪري ويو. ڏهن سالن کان پوءِ، مير غلام علي
پويان هڪڙو پٽ مير محمد ڇڏي وفات ڪري ويو. ان هوندي به باقي بچيل ٻه ڀائر،
ڪرم علي ۽ مراد علي، سنڌ تي حڪومت ڪندا رهيا. ١٨٢٨ع ۾ ڪرم علي بي اولاد مري
ويو، ۽ مراد عليءَ ٻه پٽ، نور محمد ۽ نصير خان، ڇڏي وفات ڪئي. ١٨٣٠ع تائين انهن
ٻن ميرن پنهنجي سوٽن، صوبدار ۽ مير محمد، سان گڏجي حيدرآباد تي حڪومت ڪئي. ١٨٤١ع
۾ مير نور محمد حيدرآباد جو حاڪم به گذاري ويو ۽ حڪومت سندس پٽن ۽ سندن
چاچي نصير خان جي هٿ آئي.

انهيءَ طرح سنڌ جا ٽالپر حاڪم ونڊ ونڊ جي ڪاڻ ٿي ويا. ۽ ملڪ جو اتحاد ڀڄڻ
انهيءَ سبب ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. هنن جي حڪومت جي دوران ۾، انهيءَ ۾ ڪو شڪ
ڪونهي ته امن امان هو، پر اهڙو امن، جنهن ۾ ملڪ لاءِ ڪا آسودگي ڪانه هئي؛
حڪومت ته هئي، پر بنا ڪنهن قانون قاعدي جي. ٽالپر بي پرواهه ۽ عياش حاڪم هئا. هنن
جو سمورو شوق شيل شڪار تي هوندو هو. پاٽنجر اسان کي انهن اميرن بابت ٻڌائي ٿو:
"جنهن ملڪ تي هنن جي حڪومت آهي، ان جي انتظام تي هو ڪو توجهه ڪونه ٿا ڏين.
نه ڏوهاري کي سزا ٿي ملي، نه ڪنهن مظلوم کي انصاف ٿو ملي (١). هن وقت ائين
ڪٿي چئجي ته هن ملڪ ۾ ڪا حڪومت آهي ئي ڪانه؛ جو ته هنن بلوچ سردارن کي رڳو
پنهنجي ئي ڪاسارن جي لڳل آهي. عام رعيت جو الله واهي آهي! (٢). هنن حڪومت ايتري
ته بي پرواهيءَ ۽ جابراڻي طريقي سان ڪئي ۽ غريبن ويچارن ايتريون ته سختيون اهنج ۽
ايذاءَ ٿي سٺا، جو ملڪ سچ پچ ته انتهائي بيوسيءَ ۽ ڏتڙيل حالت کي وڃي پهتو.

(١) پاٽنجر "آئوٽ ورڊ فائيل نمبر ٦٣" (١٨٢٧-٢٨) ص ص ٢٨٢-٢٨٣. (٢) ايضاً، ص ص ٢٨٨-٢٩٢.

اڻويهين صديءَ جي اوائل ۾ سنڌ دنيا جي سياسي سيلاب ۾ گهيرجي ويئي - ۽ انگريزن لاءِ سنڌ ۾ پير ڄمائڻ هڪ سياسي ضرورت بڻجي پئي. ايران ۾ نيپولين بونا پارٽ جي منصوبه بازين، انگريزن ۾ ڏرئلو وجهي ڇڏيو هو. ١٨٠٩ع ۾ انگريزن سنڌ جي حاڪمن سان، جو دوستيءَ جو عهدنامو ڪيو، سو محض انهيءَ لاءِ ته فرينچ سنڌ ۾ قدم نه ڄمائي سگهن (١). ١٨٢٠ع ۾ سرحدي تنازعن کي پنجي ڏيڻ لاءِ ٻيو عهدنامو ٿيو (٢). ١٨٣٦ع ۾ 'پنجاب جي شيرمرد' راڻي رنجيت سنگ سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني. ١٨٣٨ع ۾ انگريزن جو لشڪر ٻهرين افغان لڙائيءَ ۾ حصي وٺڻ لاءِ عهدنامي جي شرطن جي خلاف ورزي ڪندي، سنڌو دريا منجهان پنهنجا جنگي ٻيڙا هاڪاري وڃي مٿي چڙهيو. انهيءَ تان سنڌ جي ٽالپر حاڪمن ۽ انگريزن جي وچ ۾ سخت تنازعا ٿي پيا، ۽ ليڪ ١٨٤٣ع ۾ هنن سنڌ کي به پنهنجي برٽش شهنشاهت سان ملائي ڇڏيو. اها حقيقت آهي ته انهيءَ لاءِ هنن کي ڪوبه اخلاقي جواز ڪونه هو. سر چارلس نيپئر پاڻ قبول ٿو ڪري ته "اسان کي سنڌ تي قبضي ڄمائڻ جو ڪو حق ڪونهي، پر ان هوندي به اسين قبضو ته ضرور ڪنداسين - ۽ سچ پچ ته اسان جو اهو قدم تمام فائديمند ۽ ڪارائتي ڪميٽ ۽ بدمعاشي ٿيندي!" (٣). انهيءَ طرح سموري سنڌ (خيرپور کان سواءِ، جنهن جي حاڪم پوري پوري وقت تي پنهنجي وفاداريءَ جو يقين انگريزن کي ڏيارپو)، ١٨٤٣ع ۾ انگريزن جي هٿن ۾ اچي ويئي.



---

(١) اينڪن، ص ١١٩. (٢) هيوگس، ص ٣٠. (٣) ائٽڪن جو ڏنل حوالو، جلد A ص ١٢٧.

سيد حسام الدين راشدي

# سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جون مهرون

سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران خاندان، جنهن کان انگريزن ڪوڙ ڪپٽ، دغا ۽ دولاب، مڪر ۽ فريب، بدعهدن ۽ حيلي جوئن جي هڪ طويل سلسلي کان پوءِ مياڻيءَ واري نام نهاد لڙائيءَ بعد سنڌ کسي - اُن جي ابتدا مير فتح علي خان کان ٿي ۽ اختتام مير نصيرخان تي ٿيو. انهيءَ گهراڻي پنهنجي دور حڪومت ۾ سنڌ کي تهذيب تمدن، علم ۽ ادب جو هڪ عظيم الشان ثقافتي ورثو ڏنو، جيڪو سنڌ جي تاريخ لاءِ هميشه ناز ۽ افتخار جو سبب رهندو.

صاحبزادو مير نور محمد خان، انهيءَ گهراڻي جو چشم و چراغ ۽ نهايت صالح دل ۽ دماغ، سنجيده طبيعت ۽ فطرت جو مالڪ آهي. حيدرآباد ۾ سندس ڪتب خانو ۽ عجائب گهر، جو عرب ۽ عجم يعني شاهه ايران کان وٺي شاهه مسعود تائين خراج تحسين حاصل ڪري چڪو آهي. تاريخ سنڌ جي سلسلي ۾ انهيءَ نيڪ بخت ۽ نيڪ نهاد نوجوان، تاريخي ۽ ثقافتي مواد مهيا ڪري ڏيڻ ۾ منهنجي جيڪا مدد ڪئي آهي، ان جي احسان کان نه فقط آءٌ بلڪ اڳتي هلي سڄي سنڌ سبڪدوش ٿي نه سگهندي. تازو هن شريف النسل نوجوان، سون کي پنهنجي ابن ۽ ڏاڏن يعني سنڌ جي شاهن ۽ شهزادن جون مهرون ڏيکاريون، ۽ انهن جو عڪس ڪيڻ ڏنو: منهنجي اکين عبرت حاصل ڪئي؛ دل گهريو ته ''مهراڻ'' جي مطالع ڪندڙ دانشمندن کي به انهن جي زيارت ڪرايان، ته جيئن اهي به، سنڌ جي آخري آزاد ۽ خودمختيار رياست جون نشانيون ڏسي پنهنجي ماضيءَ سان روشناس ٿين، حال جو اندازو ڪن ۽ مستقبل لاءِ سوچين.

اِهي آهي مهرون آهن، جيڪي تقريبًا سٺيءَ صديءَ تائين، سنڌ جي آخري خودمختيار حڪومت جي شاهي فرمانن، انتظامي نوشتن، ۽ سياسي مراسلن تي استعمال ٿينديون رهيون؛ اِهي آهي مهرون آهن، جن کي سنڌ جي حڪمران آگرين زيب ۽ زينت بخشي؛ اِهي ڪڏهن مجرمن جي موت وارن فرمانن تي لڳيون، ڪڏهن جان بخشيءَ جي حڪنامن تي ثبت ٿيون، انهن ٿي مهرن جي ذريعي جاگيرون بخشيون ويون؛ ۽ انهن ٿي مهرن ايران ۽ سنڌ جي هزارن هنرورن تي لکن رپين جي ورڪا وسائي؛ اِهي ٿي آهي مهرون آهن، جيڪي انگريزن جي بدعهدين جي عهدنامن تي، گهٽيون آڻ گهٽيون، ۽ خوشيءَ ناخوشي، ثبت ٿيون؛ هي

مهرون سخن جون سچيون هيون- انهن پنهنجا قول پاڙيا- ليڪن پاهران ڪان جيڪي مهرون آيون، انهن پنهنجو هڪ به واعدو وفا ڪونه ڪيو- دغا ۽ فريب سندن خمير ۾ داخل هو؛ تاريخ ته اهوئي چوندي ته هينئن مهرن ٽالپري حڪومت جي ابتدا آندي ۽ هينئن ئي مهرن ان جي انتها به آندي- ليڪن ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته حقيقتون ڇا وهيو واپريو!

اسان انهن مهرن جا عڪس هن لاءِ هتي شايع ڪري رهيا آهيون ته تاريخ جو مطالعو ڪندڙ اکيون، حڪومتن جي ترقيءَ ۽ تنزل جا داستان پڙهندڙ نگاهون، ۽ قومن جي بلنديءَ ۽ پستيءَ جون حقيقتون پسندڙ بصارتون انهن کي ڏسن ۽ عبرت حاصل ڪن.

اڄ اگرچه اِهي مهرون خاموش، بي حس و حرڪت، صاحبزادي مير نور محمد خان جي عجائب گهر ۾ پيون آهن؛ ليڪن بدعهدين جي تاريخ جا هزارين دلچسپ ۽ حيرت انگيز داستان دل ۾ رکيو ويٺيون آهن. اڄ کان ڪيئي سال اڳ، انهن تي شاهي چوبدار پهرو ڏيندا هئا، درباري مهر بردار انهن جي حفاظت ڪندا هئا، ۽ دربار ۾ داخل ٿيڻ وقت، انهن جو دست بسته سرو قد ٿي استقبال ڪيو ويندو هو: ڪهڙو تعجب، جيڪڏهن وري هڪ دفعو سنڌ جي اهڙين بااختيار مهرن جو وارو وري، شاهي چوبدار اٿي کڙا ٿين، مهر بردار موٽي اچن، ۽ درباري دست بسته انهن جو استقبال ڪن، سنڌ جي قسمت پلٽو کائي، ۽ سنڌ جو مقدر جاڳي- ڇاڪاڻ ته دنيا دورنگيءَ جو دستور اهوئي آهي، هميشه کان ائين ٿيندو آيو آهي، ۽ هميشه ائين ئي ٿيندو رهندو!

انهن مهرن جو تفصيل ۽ مهرن جي مالڪن جو مختصر احوال هن هيٺ ڏيون ٿا.

## (١) مير ڪرم علي خان

مير ڪرم علي خان، ٽالپرن جي پهرينءَ چوياريءَ جو ٻيون ڀڳدار هو، جيڪو مير غلام علي خان (وفات ٦ جمادي الثاني ١٢٢٦هه/١٨١١ع) کان پوءِ سنڌ جي شاهيءَ تي ويٺو. سندس ننڍو ڀاءُ مير مراد علي خان ۽ سندس ڀائٽيو مير محمد خان بن غلام علي خان ساڻس شريڪ رهيا.

مير صاحب جو دور سنڌ لاءِ نهايت آرام ۽ آسودگيءَ جو دور هو- علم ادب، تهذيب ۽ تمدن، وڻج ۽ واپار، وڏو زور ورتو. انگريزن سان ٻهريون واپاري معاهدو انهيءَ زماني ۾ ٿيو- سر جان ملڪم بمبئي جو گورنر هو، ميجر اسڪين (Skeene) وڪالتي سفير ٿي آيو؛ عهدنامي ٿيڻ بعد انگريزن جي عملداريءَ ۾ سنڌ جو مال وڃڻ لڳو ۽ سنڌ ۾ اتان جي مال جي آمدرفت ٿي. شاهه ايران، فتح علي شاهه قاچار، سان دوستيءَ جو پيمان ٿيو- ايلچين جي آمدرفت وڌي، تمدني ۽ ثقافتي رستو پيدا ٿيو؛ ڪيترا شاعر، اديب، خطاط ۽ مصور سنڌي دربار ۾ اچي پهتا. جن جي سرپرستي مير صاحب پلئون پل ڪئي. مرزا خسرو بيگ چرڪس، جو اڳتي هلي مير ڪرم علي خان جو پنيلو ۽ سنڌي دربار جو امير ڪبير ٿيو، سو هن ئي دور ۾ ايران منجهان خريد ٿي آيو.

۱۲۳۰ هه ۾، شاهه شجاع الملڪ، محمد عظيم خان شڪست کائي حيدرآباد ۾ اچي پناهگزين ٿيو - ڦليليءَ جي ڪپ تي ننڍي آغا ۾ ابراهيم شاهه وٽ اچي لٿو؛ حيدرآباد جي فوجدار (ميان علي بخش ابن ميان فقير محمد خدمتگار) جي خبر ڏيڻ تي، مير صاحب سندس شايان شان استقبال ۽ بندوبست ڪيو. محمد عظيم انهيءَ خبر پڌڻ تي ڪابل کان لشڪر چاڙهي ميرن تي موڪليو. شڪارپور وٽ ٻئي طرف آمهون سامهون ٿيا. لڙائي ڪانه لڳي، ليڪن خير ڪندي، مير صاحب پنهنجا هٿ ساڙايا - افغاني سپه سالارن سان ميرن معاهدو ڪيو - ٻارهن لک تاوان ڏيڻ جو، ۽ سنڌ ۾ افغاني سڪو چالو ڪرڻ جو واعدو ڪري، لشڪر موٽايائون - شجاع الملڪ رات ڏٺي شڪارپور مان لڏيانڊ ڀڄي ويو، جنهنڪري ميرن کي اهو نقصان سهڻو پيو.

انهيءَ ئي دور ۾ خبر آئي ته "پنجاب جي حاڪم راجا رنجيت سنگ جو پونو سنڌ تي لشڪر ڪشيءَ جي خيال سان ملڻ ڪوٽ تائين اچي پهتو آهي". مير ڪرم علي خان جو خيال هو ته پنهنجو لشڪر ولي، علي شڪارپور جي سرحد تي سانس ٻه هٿ ڪجن؛ ليڪن مير مراد عليءَ اهو مناسب نه سمجهيو. آغا اسماعيل شاهه ايلچي ڪري ٻمبئيءَ ڏانهن سر جان ملڪم ڏانهن موڪليو ويو، تاڪه انگريزن کان امداد وٺي اچي، جنهن بعد سڪا شاهيءَ جو مقابلو ڪجي. سر جان ملڪم، ايلچيءَ جي پهچڻ کان اڳ وطن روانو ٿي چڪو هو؛ تنهن گورنر لارڊ ايلفنسٽن، ٽالپري سفير جي پذيرائي ڪئي. لارڊ ايلفنسٽن لڏيانه ۾ رهندڙ انگريزي ريزيڊنٽ، ڪيپٽن ويڊ، جي ذريعي رنجيت سنگ سان لکپڙهه ڪئي. رنجيت سنگ لکي موڪليو ته سندس پونو دسهڙي جي موڪل ملهائڻ ملڻ ڪوٽ ويل هو، سنڌ تي لشڪر ڪشيءَ جو ڪوبه خيال سندس دل ۾ ڪونه هو؛ اهڙيءَ طرح اهو معاملو رفت گذشت ٿي ويو. رنجيت سنگ ساڳي وقت ملتان جي نائب حاڪم ديوان ساونڻ مل جي معرفت ٽالپرن ڏانهن دوستانو خط موڪلي، ذاتي طرح به غلط فهمي دور ڪئي.

۱۲۴۰هه ۾، مير مراد علي خان بيمار ٿيو. مقامي علاج معالجو ڪرايو ويو. آخر لارڊ ايلفنسٽن ڏانهن ڪنهن انگريزي ڊاڪٽر کي موڪلڻ لاءِ لکيو ويو. ڊاڪٽر برنس علاج لاءِ آيو. ويهن ڏينهن اندر ميرصاحب خوش ٿيو، ۽ تقريبًا ڏيڍ مهيني بعد صحتمند ٿي ويو. ڊاڪٽر برنس پنهنجو مشهور ڪتاب A Visit to the Courk of Ameers of Sind انهيءَ زماني ۾ لکيو.

۱۲۴۰هه ۾ مرحوم مير فتح علي خان جي صاحبزادي، مير صوبدار خان، مال ملڪيت ۽ ملڪ جي ورهاڱي ڪرڻ لاءِ پنهنجن چاچن سان بغاوت ڪئي. مير ڪرم علي خان لاولد هو، تنهنڪري هن ڪيس پٽن جيان پاليو هو - محبت وچان هن گهربو ته سندس خواهشون پوريون ڪجن؛ ليڪن مير مراد علي خان انڪار ڪيو. مير صوبدار شڪار جي بهاني سان قلعي مان نڪري وڃي لاڙ پهتو. غلام علي (ولد فيروز) ٽالپر سندس مدد ڪئي، ۽ هيرا جواهر وٺي مير صوبدار ۸ هزار لشڪر گڏ ڪيو. هوش محمد شيدي ۽ ديوان پرتابراءِ سانس گڏ هئا. مير

غلام علي اُن سُونَ ماڻهن سان وڃي سنڌس مقابل ٿيو. اهو حال ڏسي، مير صوبدار کان لشڪر ٺٺي لڳو، ۽ چند ڏينهن اندر وٺي وڃي باقي پارٽين سؤ ماڻهو بچيا. مير ڪرم علي خان وري به اچي وچ ۾ پيو، ۽ آخر پاڻئي سان صلح ڪري، کيس تنخواه ۽ جاگير ڏئي راضي ڪيو ويو.

مير ڪرم علي خان پويون سال ڊيگهه بيماريءَ ۾ گذاريو، ۽ آخر ۱۲ جمادي الثاني ۱۲۴۴ھ / ۱۸۲۸ع جو هي جهان ڇڏيائين. هي ٻهريون حڪمران هو، جيڪو پراڻيءَ خدا آباد جي بجاءِ حيدرآباد ۾ دفن ٿيو.

دستور مطابق هر سال نئين مهر ٺهرائي ويندي هئي، جنهن تي ٺالي يا سجع سان گڏ ٺئون سال به اڪريل هوندو هو.

اسان جيڪا مهر پيش ڪري رهيا آهيون، اها سال ۱۲۳۱ھ جي آهي ۽ ان تي هيءَ سجع اڪريل آهي:



"بندهء آل علي ڪرم علي- ۱۲۳۱ھ"

مير ڪرم علي خان جي هڪڙي هيءَ به سجع هئي:

"ڪرد با من ڪرم عليء عظيم - بحق حضرت نبي و ڪريم."

## (۲) مير مراد علي خان

مير مراد علي خان ٻهرين چوياريءَ جو آخري فرد ۽ وڏن ميرن مان پويون مير هو. مير ڪرم علي خان کان پوءِ سنڌ جي حڪومت جو هي سربراه ٿيو: سنڌس تخت نشيني ۱۶ جمادي الثاني ۱۲۴۴ھ/۱۸۲۸ع جو عمل ۾ آئي.

مير مراد علي وڏي شان شوڪت، ۽ فهم فراست جو صاحب هو. سياسي تدبر ۽ دانشمندي، حڪومت ڪرڻ جو رنگ ۽ ڍنگ پلئون پل ڄاڻندو هو. گاديءَ تي وهندي هن سنڌ جي سيني سربراهن، بلوچ سردارن ۽ قومن قبيلن جي ٻڳدارن سان پنهنجا ناتا نوان سنوان ڪيا. ميرپور ۽ خيرپور جي ٽالپرن سان به هن نئين سر محبت ۽ مُوَدّت پيدا ڪري، پنهنجي سياسي قوت ۽ ملڪي يڪجهتيءَ کي سنواري سڌو ڪيو. ملڪي فضا کي درست ڪرڻ بعد، هن سرحدي ملڪن ڏانهن توجهه ڪيو: پنجاب جي راجا رنجيت سنگهه، جيسلمير جي راجا، ڪڇ جي راؤ، مسقط جي امام ۽ مڪي معظم جي شريف سان هن نئين سر ناتا ڳنڍيا: بمبئيءَ جي گورنر سان به تعلقات پيدا ڪيائين. ميجر پاٽنجر اُن وقت ڪڇ ۾ انگريزن طرفان ريزيڊنٽ هو- اتان ڪهي اچي مير صاحب سان ملاقي ٿيو، ۽ ايتري قدر سنڌس شخصيت کان متاثر ٿيو، جو هميشه پيو سنڌس واکاڻ ڪندو هو. مرزا قليچ بيگ مرحوم جو قول آهي ("تاريخ سنڌ"، جلد پيو، ص ۲۲۰) ته 'فتح علي شاه قاچار مٿس ايترو اکين ڇڪن ٿيو، جو هن پنهنجي لياڻيءَ جو سنگ ڪين ڏيڻو ڪيو، ليڪن مير صاحب دوريءَ ۽ پنهنجي عمر رسيد کي جو سبب ڏئي، اها پيشڪش ٽاري ڇڏي'.

شاه شجاع الملڪ، وري ٻيو دفعو هن مير صاحب جي دور ۾ لڏپاڻي مان لڏي، اچي سنڌ پهتو: مير صاحب مهمانداريءَ کان مجبور ٿي، شڪارپور جو شهر ڪيس رهڻ ۽ خرچ خروچ لاءِ ڏنو.

سڪي سازيءَ جو ڪارخانو پهريون دفعو مير صاحب حيدرآباد ۾ قائم ڪيو: ارادو هوس ته سنڌ اندر ٽالپري سڪو چالو ڪري، ليڪن موت مهلت ڪانه ڏنيس ۽ اهو ضربخانو کلندي ئي بند ٿي ويو.

مير مرحوم ٦ جمادي الثاني ١٢٤٩هه/١٨٣٣ع جو هي جهان ڇڏيو- ١٠ ڏينهن کن سيني جي سور ۽ پيڙيءَ جي درد ۾ مبتلا رهي، ان مان ابدي نجات حاصل ڪيائين.

نهايت نيڪ، ارادي جو پڪو ۽ پختو، ۽ فيصلي جي قوت جو صاحب هو. پنهنجي پٺيان چار شهزادا ۽ ٻه نياڻيون ڇڏيائين- مير نورمحمد خان، مير نصير خان، مير محمد خان ۽ مير يارمحمد خان (مصنف- "فريځ نامه") ڪانئس پوءِ سندس يادگار رهيا. هن خوش قسمت ٽالپر پنهنجا پوٽا به اکين ڏٺا- مير نورمحمد جا نينگر مير شهداد علي خان ۽ مير حسين علي خان، ۽ مير نصير خان جا صاحبزادا مير حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان.

مير صاحب مرحوم جي فقط هڪ مهر موجود آهي، جيڪا هن وقت پيش ڪئي وڃي ٿي: ان تي سجع جو هي شعر اڪريل آهي:



"از تقاضاي حکمت ازلي
گشت مير جهان مرادعلي- ١٢٣٥هه"

مير صاحب مرحوم جون ٻيون سجعون هي به هيون:

"بحق حضرت نبي و ولي،
يافت از حق همه مرادعلي."

"بندهء مصطفيٰ مرادعلي داشت."

انهن سجعن واريون مهرون موجود نه آهن.

## (٣) مير نور محمد خان

مير مرادعلي پهرين چوياريءَ جو آخري فرد هو، جيڪو رب ڏي واهي ٿيو- پوئتي سڀ وجهي صاحبزادا بچيا. بلوچن ۽ سردارن، دستور مطابق، مير مرادعلي خان جي وڏي شاهزادي، مير نورمحمد خان کي پڳ ٻڌارائي، ٻئين چوياريءَ جو بنياد وڌو.

مير مرحوم، شجاع الملڪ کي مهمانداريءَ لاءِ شڪارپور جو شهر ڏئي ويو هو- سندس جهان ڇڏڻ بعد افغاني امير، ڪنهن طرح هضم ڪرڻ لاءِ ان ۾ اکيون وڌيون. تنهن پڳدار، آغا اسماعيل شاه جي فرزند آغا محمد ڪاظم ڏانهن، جيڪو ان وقت شڪارپور جو ناظر هو، لشڪر موڪليو. خيرپور جي ميرن به سيد گولي شاه جي سپهه ساﻻريءَ هيٺ پنهنجو سپاهه

روانو ڪيو. ارڙهن هزارن جو لشڪر شڪارپور کان ڇهه ميل اوري لکيءَ جي آس پاس وچي ڪڏ ٿيو. هڪ ٻه مقابلو ٿيو، جنهن ۾ آغا ڪاظم شاهه ۽ سيد گولي شاهه، جان جهان آفرين جي سپرد ڪئي. ٽالپري لشڪر غيظ و غضب ۾ اچي ويو. افغاني امير شاهه شجاع الملڪ مقابلي جي توانائي نه سمجهي، صلح جو پيغام موڪليو، ۽ زادراهه لاءِ ١٢ لک سنڌي رپيا، جيڪي انگريزي ٨ لکن جي برابر هئا، طلب ڪيائين. ٽالپر ليڪ طبيعت ۽ نرم سرشت هئا ــ سو، شاهي نسل جي هن جلاوطن شهزادي جي گهر پوري ڪري، کيس هڪ دفعو وري لڏپاڻي ڏانهن روانو ڪري ڇڏيائون، ۽ شڪارپور جي نظامت آغا محمد ڪاظم شهيد جي پٽ آغا زين العابدين جي سپرد ڪئي وئي. اهو واقعو شوال ١٢٤٩هه/١٨٣٣ع ۾ ٿيو.

١٢٥٢هه/١٨٣٦ع ۾ شجاع الملڪ انگريزن کي التجا ڪئي ته هو کيس امدادي لشڪر ڏئي، ڪابل جو تخت ۽ تاج کيس وٺي ڏين. هندستان جي گورنر جنرل، لارڊ آڪلنڊ، سروليم ميڪناٽن کي انهيءَ ڪم تي مقرر ڪري، بمبيءَ جي فوج کي سر جان ڪين جي ڪمان هيٺ ڪابل وڃڻ جو حڪم ڏنو؛ ڪرنل پاٽنجر کي ڪچ مان موڪليو ويو ته هو سنڌ پهچي، ٽالپر حڪومت کان لشڪر جي لنگهڻ لاءِ اجازت نامو حاصل ڪري. سنڌ جي بدبختي انهيءَ ڏينهن شروع ٿي، جنهن ڏينهن ڪابل جي تخت حاصل ڪرڻ جو منصوبو شجاع الملڪ ۽ انگريزن سٽيو.

ڪرنل پاٽنجر جي اچڻ تي، مير نورمحمد اجازت نامي ڏيڻ لاءِ آماده ٿيو؛ ليڪن پين ميرن ۾ ان جي خلاف اثرو اچي تاءُ پيدا ٿيو. جو هينري پاٽنجر سان غصي وچان بازار مان لنگهندي پٿر اڇلايا ويا. جتي هاٿي ٽنڊو مير نور محمد آهي، اتي اُن وقت "آباد" نالي هڪ ٽنڊو ڳوٺ آباد هو ــ اتي انگريزن جي ڪيمپ هئي. بلوچ اثرو جوش ۽ ڪاوڙ ۾ هئا، جو ليون، لوڙهيون، تير ۽ تلوارون ڪئي اوڏانهن ڪاهي هليا. مير شيرمحمد لاءِ به مشهور ٿيو ته "ٻارهن هزار لشڪر وٺيو، انگريزن جي ڪئمپ تي اچي رهيو آهي." حالتون ضابطي کان ٻاهر ٿيڻ تي هيون، جو مير نورمحمد پنهنجي پاٿرن سميت قلعي کان ٻاهر اچي ان مشتعل هجوم کي قبضي ۾ ڪري، معاملي کي رفع دفع ڪيو.

اڃا اجازت نامي جون ڳالهيون هليون ٿي ٿي، جو ڪراچيءَ جي ناظم، جمعدار الهرکيي، اطلاع موڪليو ته "انگريزن جي لشڪر جهازن تان لهي، زوريءَ ڪراچي بندر تي قبضو ڪيو آهي." حالتن جي نزاڪت کي ڏسندي، مير نور محمد خان آغا اسماعيل شاهه کي ايلچي ڪري ڪراچيءَ، سر جان ڪين سان ملڻ لاءِ، موڪليو. هينري پاٽنجر حيدرآباد جون حالتون ڏسي، آغا اسماعيل کان اڳ ئي ڪراچيءَ پهچي چڪو هو. حالتن جي اوچتي ڦيري، ۽ خلاف توقع انگريزن جي اچانڪ پهچڻ، ميرن کي مجبور ڪيو، ۽ هنن انگريزن سان نئون عهدنامو ڪيو، جنهن جا مکيه شرط هي هئا:

١- سنڌ ۾ انگريزن جو ريزيڊنٽ رهندو؛
٢- ٽيويهه لک روپيا انگريزن کي ڏنا ويندا؛
٣- ٽي لک رپيا ساليانا لشڪر جي خرچ لاءِ ڏنا ويندا؛ ۽
٤- ٽي هزار انگريزي لشڪر آئينده ڪراچيءَ ۾ رهندو.

سنڌ جي بربادي‌ءَ واري دستاويز جو عنوان انهيءَ عهدنامي سان شروع ٿيو. پهريون ريزيڊنٽ ڪرنل هينري پاٽنجر ٿيو، ۽ خيرپور ۾ مسٽر راس بيل کي مقرر ڪيو ويو. ڏيڍ سال بعد، راس بيل جي مرڻ ڪري، خيرپور جي چارج به ڪرنل پاٽنجر کي ڏني وئي. ستن مهينن بعد، ڪرنل پاٽنجر بيمار ٿي لنڊن هليو ويو، ۽ ڪيپٽن ليڪي (Leckie) جو تقرر عمل ۾ آيو. ٿوري وقت بعد ان جي به بمبئي بدلي ٿي، ۽ ڪيپٽن ايسٽوڪ ريزيڊنٽ ٿي آيو. اهو آهو سينڌي دوست انگريز هو، جنهن پوءِ Dry Leaves from Young Egypt نالي پنهنجو مشهور ڪتاب لکيو، جنهن انگريزن جي فريب ڪارين ۽ مظالمن جو پردو چاڪ ڪري ڇڏيو. ريزيڊنٽن جي سلسلي جي آخري ڪڙي ڪرنل آئوٽرام هو، جنهن جي دور ۾ نيپئر آيو، ۽ مياڻيءَ واريءَ جنگ آهيءَ ڊراسي جو ڊراپ سين آندو، جيڪو مٿي ذڪر ڪيل معاهدي ڪان شروع ٿيو هو.

سرجان ڪين جو لشڪر درياه جي رستي ڪان حيدرآباد پهتو. لشڪر جي انگريز عملدارن حيدرآباد جو شهر ڏسڻ گهريو - شهر جي ڪوتوال، سيد جيندل شاهه، سخت خطري جي حالت هوندي به ايترو بهتر انتظام ڪيو، جو انگريز صبح ڪان شام تائين شهر ۽ شهر جون تاريخي جايون اطمينان سان ڏسندا رهيا.

١٢٥٤ھ/١٨٣٨ع جي ذي القعد مهيني ۾، سرجان ڪين شجاع الملڪ کي تخت تي وهاري، بمبئيءَ واپس وڃڻ لاءِ حيدرآباد اچي پهتو. مير نور محمد خان ١٩ توپن جي ڪيس سلامي ڏياري، ريزيڊنسيءَ ۾ پهريون پاڻ سندس آجيان ڪرڻ ويو؛ ۽ بعد ۾ سرجان ڪين قلعي ۾ سندن سلام تي آيو، مير نور محمد خان ۽ سندس پاڙن سان شاهي دربار ۾ مليو، ۽ مير صوبدار خان سان، ان بعد، جدا وڃي سندس جاءِ تي ملاقي ٿيو.

مير نور محمد خان کي انهن صدمن جلد ئي نهوڙي وڌو - جمادي الثاني ١٢٥٥ھ/١٨٤٠ع ۾ بيمار ٿيو. مقامي علاج ڪان سواءِ بمبئيءَ مان انگريز ڊاڪٽر به گهرايا ويا، ليڪن فائدو ڪونه ٿيو. خاندان ۽ حڪومت جي جنهن بربادي‌ءَ جي ابتدا سندس دور ۾ شروع ٿي چڪي هئي، ان جي انتها کي پنهنجي اکين سان ڏسڻ کان، خدا کيس بچائي ورتو، ۽ اربع ڏينهن اسر مهل ١٠ شوال ١٢٥٦ھ/١٨٤٠ع جو مير صاحب پنهنجي جان جان آفرين جي سپرد ڪئي.

سندس مزار مير ڪرم علي خان جي روضي جي پر واريءَ تجر ۾، مير نصير خان ۽ مير شهداد خان جي وچ ۾ آهي، ۽ مٿس هي ڪتبو لکيل آهي:

"تاريخ وصال مرحوم مغفور مير صاحب نور محمد خان ٽالپور عليه رحمت
- ڏهين شوال ١٢٥٦هه"

مير صاحب جي هڪ سجع هئي:

"ز نورِ محمد جهان روشن است."

هتي جيڪا مهر ڏني وئي آهي، اُن تي سجع جو هي شعر اُڪريل آهي:



"گرفت نور محمد ز لطف يزداني،
نگين خاتم جمشيدي و سليماني - ١٢٤٧"

## (٤) مير محمد نصير خان

مير نور محمد خان کان پوءِ، مير مراد علي خان جو پيو نمبر فرزند، ۽ ڪانئس ننڍو ڀاءُ، مير محمد نصير خان سنڌ جي ناپائدار ۽ عنقريب زوال سان همڪنار ٿيندڙ تخت تي جلوه افروز ٿيو. چوندا آهن ته جڏهن بخت منهن موڙيندو آهي، ته سڀ ڪان پهريون گهرو مشڪلاتون منهن ڪڍنديون آهن. تخت تي وهندي ئي مير محمد نصير خان کي گهرو جهيڙن ۾ مبتلا ٿيڻو پيو. سندس ڀائٽيا مير حسين علي خان ۽ مير شهداد خان پاڻ ۾ وڙهي پيا. مير صوبدار جيڪو گهڻي زماني کان وٺي مخالف رهندو پئي آيو، تنهن انهيءَ باهه کي هوا ڏني، ۽ قريب هو ته تير ۽ تلوارون اچي وچ ۾ پون، ليڪن مير نصير خان جي معتمد خاص، آخوند محمد بچل دانشمنديءَ کان ڪم ورتو، انگريز ريزيڊنٽ ڪرنل آئوٽرام کي اچي وچ ۾ وڌو، جنهن، خبر ته آهي ڇو، همدردي ڪري انهيءَ جهيڙي کي ٽاري ڇڏيو.

١٢٥٧هه / ١٨٤١ع ۾ ڪرنل آئوٽرام بيمار ٿي مصر هليو ويو، ۽ سندس اسسٽنٽ، ڪئپٽن ميلن (Mylne) قائم مقام ريزيڊنٽ ٿيو. ١٢٥٨هه / ١٨٤٢ع ۾ حيدرآباد اندر سخت وبا پيئي. جنهن سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙي ملڪ جا رانگا لاهي ڇڏيا. حڪمران خاندان حيدرآباد ڇڏي مياڻيءَ ۾ وڃي رهيو، ۽ مير حسين علي خان ۽ مير صوبدار خان اُگهماڻن ۾ قيام پذير ٿيا. ٽي مهينا ساندهه اها بلا ملڪ تي مسلط رهي. جڏهن خير شير ٿيو، تڏهن جمادي الثانيءَ ۾ هرڪو موٽي اچي گهرين ٽڪين ٿيو.

١٢٥٨هه جي شعبان (سپٽمبر ١٨٤٢ع) ۾ سر چارلس نيپئر پوني مان ريزيڊنٽ ٿي، سنڌ اچي پهتو. اچڻ سان هن نئون معاهدو تيار ڪيو، جنهن جا مکيه شرط هي هئا:

(١) سنڌ جي سڪي تي انگلستان جي بادشاهه جو نالو لکيو وڃي؛

(٢) ڪراچي، شڪارپور، عمرڪوٽ ۽ سبزل ڪوٽ جا شهر ۽ انهن جي ملحقه زمين انگريز جي حوالي ڪئي وڃي؛ ۽

(٣) درياهه جي ٻنهي ڀرين واري زمين هڪ سو وال جي ويڪر ۾ انگريزن کي ڏجي.

انهيءَ معاهدي تي دستخط ڪرڻ کان ميرن انڪار ڪيو. خدا ڄاڻي انگريز اِنهيءَ انڪار کان پوءِ ڇا سوچين ها، ليڪن فوري مدد ڪين پئي سگهي. مير علي مراد پنهنجي ڀاءُ مير رستم خان کان تخت حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزن سان سازش رٿي، ۽ حيدرآباد ۾ مير صوبدار گهڻو اڳ ئي پاڻ اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ سرچارلس سان گفت شنيد شروع ڪئي. انهيءَ ڳالهه پوله جو نتيجو اهو نڪتو جو جڏهن ڪرنل آئوٽرام موڪل تان مصر سان موٽي آيو، تڏهن مير صاحبن ڏاڍهن جيڪي سوکڙيون ۽ سوغاتون موڪليون، سي هن واپس ڪري ڇڏيون، ۽ مير صوبدار جا موڪليل تحفا هن ڪٽي اکين تي رکيا!

انهيءَ کان پوءِ ڇا وهيو واپريو، ۽ ڇا ڇا ٿيو، سو هڪ دردناڪ داستان آهي. بهرحال نتيجو اهو نڪتو جو مياڻيءَ واري ميدان تي، ١٧ محرم ١٢٥٩هه (١٨٤٣ع) جو انگريزن اهو کيل کيليو، جنهن جو مدت کان وٽي ڪين انتظار هو - يعني سنڌ جو نه بخت رهيو، نه تخت رهيو، نه تاج رهيو، نه تاجور رهيو.

پئي ڏينهن تي ٽالپرن ڪرنل آئوٽرام جي خيمي ۾ پهچي، سر چارلس نيپئر جي سامهون حڪمرانيءَ جي تلوار ڪمر سان کولي سنڌس حوالي ڪئي. مير صوبدار کي انتظار هو ته انگريز ساڻس به اهوئي سلوڪ ڪندا جيڪو هنن مير رستم جي مقابلي ۾ مير علي مراد سان ڪيو آهي. موسيٰ آرمني ۽ منشي آوتراءِ سڄي رات ڏکيا، ليڪن وريو ڪجهه ڪونه، ۽ آخر ١٠ ربيع الاول جو هيٺين مير صاحبن سان گڏ، مير صوبدار به ٻالدي پهچي، جلاوطن ٿي، "نمرود" جهاز ۾ ڪلڪتي ڏانهن روانو ٿيو:

مير نصير خان بن مير مراد علي خان،

مير محمد خان بن غلام علي خان،

مير شهداد خان بن مير نور محمد خان،

مير حسن علي خان بن مير نصير خان،

مير عباس علي خان بن مير نصير خان،

مير فتح علي خان بن مير صوبدار خان، ۽

مير محمد علي خان بن مير صوبدار خان.

٢٣ ربيع الاول ١٢٥٩ (اپريل ١٨٤٣ع) جو باقي رهيل هيٺيان مير صاحب به ٻاهر روانا ڪيا ويا:

مير حسين علي خان بن مير نور محمد خان،

مير محمد خان بن مير مراد علي خان،

مير يار محمد خان بن مير مراد علي خان.

مير نصير خان ۽ ٻيا ٽالپر ڪلڪتي، پوني، سامور، عظيم آباد، ۽ هزاري باغ ۾ قيد و بند جا ڏينهن گذاريندا رهيا. مير نصير خان جيڪي خط پنهنجي ديري ڏاهن بندي خاني مان لکيا آهن، انهن مان نهايت ئي دردناڪ حالات ۽ الدوهناڪ ڪيفيات جو پتو پوي ٿو.

مير نصير خان کي وطن ورڻ نصيب ڪونہ ٿيو - ۽ ربيع الاول ۱۲۶۱ هه (۱۸۴۵ع) جو ڪلڪتي ۾ سندس انتقال ٿيو. اتان لاش ڪجي اچي حيدرآباد واري هيديري ۾ دفن ڪيو ويو. مير صوبدار خان ۽ مير نور محمد خان جي وچ ۾ سندس مزار آهي، جنهن تي هي ڪتبو لکيل آهي:

"وفات حضرت مير صاحب مغفرت رضوان
مير محمد نصير خان عليه رحمة والغفران
بتاريخ هفتم ماه ربيع الثاني ۱۲۶۱ هه."

سندس ٻه مهرون پيش ڪيون وڃن ٿيون، جن تي ٻه مختلف سجعون آهن:

"بندهء آلِ علي مير محمد نصير - ۱۲۳۵ هه"
"امام علي و محمد نصير - ۱۲۵۷ هه"





مير صاحب مرحوم جون وڌيڪ ٻه سجعون هي هيون:

"سزد گر نهد بر ثريا سرير،
کسي را که باشد محمد نصير."

"علي و حسين و حسن و دستگير،
خدا يار و ياور محمد نصير."

## (۵) مير محمد خان

مير محمد خان ٽالپر مير غلام علي خان جو فرزند هو. والد جي وفات بعد، پنهنجن چاچن جو دست و بازو رهيو، ۽ بنديخاني ۾ ٻه پنهنجي خاندان سان گڏ هليو ويو.

۱۲۷۰ هه (۱۸۵۳ع) ۾ جڏهن لارڊ ڊلهائوسيءَ جي سفارش تي ڪمپني بهادر جي ڊائريڪٽرن ميرن کي ملڪ موٽڻ جي اجازت ڏني، ان وقت سڀ کان پهريون ربيع الاول ۱۲۷۱ هه (نومبر ۱۸۵۵ع) ۾ دهلي ۽ پنجاب کان ٿيندو، مير محمد خان حيدرآباد پهتو، ۽ چند مهنن بعد ۱۰ جمادي الثاني ۱۲۷۱ هه جو فوت ٿيو. ٽالپري مقابرن ۾ سندس جدا مقبرو آهي، جنهن ۾ ساڻس گڏ فقط سندس پٽ مير شاهنواز خان رکيل آهي. روضي جي اندران ديوار تي هي ڪتبو آهي:

"فغان از جفاهاي دورِ سپهر،
هم از بازوي روزگارِ کهن.
خوش آن کو درين کهنه ديرِ خراب،
بناي نکو نامي افکنده ......ن.
پالدار (؟) ميرِ محمد که بود،
اميرِ زمان شهريارِ زمن.
خديو خردمند والا شکوه،
که پاکيزه دين بود پاکيزه تن.
باخر ز حق چون شنيد 'ارجعي'،

روان شد بسوي بهشت عدن،
چو "حيدر" پئي سالِ تاريخِ او،
به بحرِ تفکر شدم غوطه زن.
بناگه رسيد از سروش اين صدا،
که "بادا به خلدِ برين شد وطن!" – ۱۲۷۱ھ

مزار تي کتبو آهي:

"وصال مرحوم مغفور مير صاحب مير محمد خان
ٽالپور – دوشنبه ۱۵ جمادي الثاني ۱۲۷۱ھ."

مير صاحب جي سجع هئي:

"مير محمد مه اوج کرم."

اسان جيڪي سندس ٻه مهرون ڏيون ٿا، اهي سجع کان خالي آهن، ۽ منجهن فقط نالو اکريل آهي:-




"مير محمد خان ٽالپر – ۱۲۳۹ھ"
"مير محمد خان ٽالپر – ۱۲۶۷ھ"

## (٦) مير صوبدار خان

مير فتح علي خان ۱۰ محرم ۱۲۱۷ھ جو انتقال ڪيو. جنهن رات مير صاحب جو لاڏاڻو ٿيو، انهيءَ رات مير صوبدار خان ڄائو. مير فتح علي خان جي آرزو پوري ٿي، مرڻ کان چند ڪلاڪ اڳ، اها نويد ڪيس ملي ۽ شهزادو ڳورائي ڏنائين – ٻوسو ڏني، دعا گهري، پوءِ ساهه ڏنائين.

مير صوبدار خان جي زندگيءَ جا اهم واقعات مٿي ڏئي چڪا آهيون – هتي زياده تفصيل جي ضرورت نه آهي. ساڻ جڏهن سنڌ کان ٻاهر فرنگين جي بنديخاني ۾ هو، ان زماني ۾ "جدائي نامي" جي عنوان سان هڪ نهايت ئي دردناڪ، اثرانگيز ۽ غريب الوطنيءَ جي جذبات سان ڀرپور هڪ عظيم الشان مثنوي تصنيف ڪيائين.

۱۲۶۳ھ (۱۸۴۶ع) جو مير صاحب جلاوطنيءَ ۾ فوت ٿيو. سندس لاش اتان ڪڍي، اچي پرائي خداآباد ۾ مير فتح علي خان سان گڏ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

اسان جيڪا مهر هتي پيش ڪري رهيا آهيون، سا، ۱۲۵۸ھ جي آهي، ۽ ان تي هيءَ سجع اکريل آهي:



"صوبدارم من از نبي و ولي – ۱۲۵۸ھ"

سندس ٻيون سجعون هي هيون:

"ظل احمد تاج فرق صوبدار."

"صوبدار جهان ز فتح علي."

## (٧) شهداد خان بن نور محمد خان

مير شهداد خان، مير مراد علي خان جو پوٽو ۽ مير نور محمد خان جو پٽ هو. هيءَ جي

انتقال بعد، جڏهن مير نصيرخان تخت تي ويٺو، تڏهن مير شهداد خان ۽ مير حسين علي خان جي وچ ۾ ملڪيت تي تڪرار ٿيو. مير نصيرخان، مير شهداد خان جو طرف هو، ڇاڪاڻ ته کيس حق تي ٿي سمجهيائين. احمد خان لغاريءَ جي چُرچ تي مير صوبدار، مير حسين علي خان کي هوا ٿي ڏني: جهيڙو شايد وڌي وڃي ها، ليڪن ڪرنل آئوٽرام جي وچ ۾ پوڻ ڪري صلح صفائي ٿي ويو.

مياڻيءَ جي جنگ کان پوء، مير شهداد خان به گرفتار ٿي جلاوطن ٿيو. مٿس هي سنگين الزام هو ته هن انگريزي فوج جي ڪئمپ کي باهه ڏياري هئي ۽ ڪپتان انس (Ennis) کي هن ٿي قتل ڪرايو هو. انهيءَ غصي ۽ ڪاوڙ سبب پڻ سيني ٽالپرن کان جدا ڪري، کيس اڪيلو سورت ۾ بند ڪيو ويو. ڪيترن ڏينهن بعد، جڏهن لارڊ ڊلهائوسيءَ کيس بيقصور ثابت ڪيو، ان وقت تنهائيءَ جي قيد مان نڪري اچي ڪلڪتي ۾ مائٽن ۾ پيڙو ٿيو.

مير شهداد خان، ٧ محرم ١٢٨٤ھ (٢٨ آگسٽ ١٨٥٧ع) جو ڪلڪتي ۾ هي جهان ڇڏيو. اتان سندس لاش ڪڻي اچي حيدرآباد واري هڏيري ۾ مير مراد علي خان ۽ مير نورمحمد خان جي وچ ۾ دفن ڪيو ويو. مزار تي هي ڪتبو لکيل آهي:

"تاريخ وصال مرحوم مير صاحب مير شهداد خان
ٽالپر عليه رحمة - هفتم ماه محرم ١٢٧٣ھ."

سندس سڄون مختلف هيون - اسان جيڪي ٽي مهرون پيش ڪري رهيا آهيون، انهن تي هي سڄون آهن:





"خاڪپائي مرتضيٰ - شهداد خان - ١٢٤٩ھ."

"خاڪپائي مصطفيٰ و مرتضيٰ - شهداد خان
سربلند از فضل حق پيوسته باشد درجهان-١٢٥٦ھ"



"خاڪپائي مصطفيٰ و مرتضيٰ - شهداد خان
سربلند از فضل حق پيوسته باشد درجهان-١٢٥٧ھ."

## (٨) حسين علي خان بن نورمحمد خان

مير حسين علي خان به سيني ٽالپرن سان گڏ ڪلڪتي ۾ جلاوطن هو، ۽ جڏهن سنڌ موٽڻ جي مين کي موڪل ملي، تڏهن شعبان ١٢٧٥ھ (مارچ ١٨٥٩) جو وطن واپس آيو، جتي ٢٦ ربيع الاول ١٢٩٥ھ جو آچر ڏينهن ٧ بجي شام رب ڏانهن راهي ٿيو. ٽالپرن جي هڏيري ۾ مير مراد علي خان ۽ مير علي بخش خان مرحوم جي وچ ۾ دفن ٿيل آهي. هيٺيون ڪتبو سندس مزار تي موجود آهي:

"حضرت بندگان، سرکار دولت مدار میر صاحب
میر محمد حسین علي خان ٽالپور علیه رحمة والغفران
تاریخ بیست و ششم ماه ربیع الاول ۱۲۹۵هه، شب
یکشنبه بوقت هفت کلاک."

میر صاحب جون ٽي مهرون پیش کجن ٿیون، جیکي هک ئي سال (۱۲۷۱هه) جون آهن:




"هست روشن زفیض ام یزلي
آفتاب جهان حسین علي - ۱۲۷۱هه"

"زاور محمد بود منجلي
چراغ مراد حسین علي - ۱۲۷۱هه"




سرکار دولتمدار عالي تبار امیر صاحب
میرمیان محمد حسین علي خان ٽالپر بلوچ
حمزوي العلوي القرشي - ۱۲۷۱هه"

هک ٻي به مهر آهي، جنهن تي لکیل آهي-
"ادرکني یا حسین - ۱۲۷۷هه"

اسان سمجهون ٿا ته اها به میر صاحب جي ئي آهي.

## (۹) حسن علي خان بن میر نصیر خان

میر حسن علي خان میر نصیر خان جو فرزند هو. سندس به مهرون پیش کجن ٿیون-




"آسوده بر سریر امارت بخوشدلي
فخر الملوک ظل الاهي حسن علي - ۱۲۵۳هه."

"محمد حسن علي - ۱۲۷۳هه."

## (۱۰) امیر محمد علي خان ٽالپر

هک مهر مٿین ٽالي سان ڏني وئي ٿي، جنهن تي هیٺین اکر آهي:



"امیر محمد علي خان ٽالپر - ۱۲۵۳هه."

میر محمد علي خان میر صوبیدار خان جو فرزند هو، جنهن جي ولادت ۳ صفر ۱۲۴۳هه
جو ٿي. جنهن صورت ۾ مهر جو سال ۱۲۵۳هه آهي، تنهنکري اها مهر کنهن ٻئي هم نالي
ٽالپر جي آهي، جنهن کان اسان واقف ٿي نه سگهیاسین.

# ادبي خط

۱

شيخ حفيظ

... پانوا تني تاءِ ٻيو جواب ڏيڻ – رهي ڪين سگهيس.

تو منهنجي دوستيءَ جي پٺ ڀڻ جي دوستيءَ سان ڪئي آهي. واقعي اسان ٻنهي جي دوستي دنيا جي دوستين کان نرالي رهي آهي – ورور ڪري وڃي پيا آهيون. ڪڏ ورائي ماضيءَ جي پيچرن تي نظر ٿو ڪيان ته الڪ ننڍڙا ننڍڙا جهيڙا ڪندڙ پيا آهن – ڪڏهن ”ڪلفٽن“ جي ڪناري تي هڪ ٻئي کي واريءَ ۾ دسي ويا آهيون، ڪڏهن ڪراچيءَ جي فلئٽن ۾ ٿونشي بازيءَ جي مشق پيا ڪيايون. الجهي الجهي وڃڙي ويا آهيون ۽ وري اهو ’تون‘، اهو ’مان‘; اهي ڀاڪر، اهي ڳراٽڙيون!

اڄ دل تي هڪ احساس طاري آ ته تنهنجي منهنجي دوستي هميشه محض ائين ئي رهي آهي – انهيءَ دوستيءَ جو ڪو مقصد نه رهيو آ – ڪا مدعا ڪانه هئي. اها دوستي هئي به، ۽ ڪانه به هئي; جڻ ٻه روح هئا، ٻه غبار جا ٽڪر هئا، ٻه جهڙ جا ڪڪر هئا – ويجهو اچي ٽڪريا ٿي – هڪ ٻئي ۾ مدغم ٿي وڃڻ لاءِ – ۽ پوءِ ڪنوٽيون هڻندا ڌار ٿيي ٿي ويا. ڪهڙو نه عجيب هو زمانو! پر افسوس، گذري ويو.

آءٌ خمارن غبارن جي دنيا جو رهواسي، اڳ تو کي به پيچن ۾ اٽڪائي، فضائن ۾ اڏائي ڪئي ويندو هوس; پر هاڻي انهيءَ دنيا ۾، تنهنجو چڪجي هاڻ، تولاءِ نه رکو ڪلن آهي، پر نقصان ڪار به آهي. آءٌ ادب جي تخيلاتي دنيا ۾ رهان ٿو، انهيءَ دنيا ۾ منهنجي دماغ تي هميشه خمار طاري رهن ٿا ۽ مون کي ائين ٿو محسوس ٿئي، جڻ اندر ۾ بخار ڀرجي آيا اٿم ۽ آءٌ ڪنهن ڪبوتر جيان فضا جي چولين تي چلڪي رهيو آهيان. تو آڪاس ۾ ڪنهن ڪبوتر کي هوا جي چولين تي چاڪندو ڏٺو به آهي، الاجي ڪين – پر آءٌ ڏسي چڪو آهيان.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونه آهي، ته آءٌ هٿين خالي ٻنو.فقير آهيان. مون وٽ دنيا جو ڌن دولت ڪين آهي، پر پنهنجي دنيا ۾ آءٌ پاڻ کي تونگر سمجهندو آهيان. ڪڏهن ڪنهن انساني جو ڪردار وجود ۾ اچڻ کان اڳ ڪڏي پهندو آهي، ته آءٌ ائين جهرڻ لڳندو آهيان جيئن چڪي مٽيءَ جي اوڏڪي پٽ بوڏ جي پاڻيءَ ۾، هري هري حل ٿي، جهجندي وڃي. ۽ پوءِ منهنجي روح جي انهيءَ حلاوت سان منهنجي انساني جو ڪردار ڪر موڙي، آرس ڀڃي، ائين اٿندو آهي، جيئن ڪو سلو ڪنهن شاداب زمين مان اسرندو هجي يا ڪا لرتڪي.

ليئهن مان اُني جهومڻ ڳائڻ لڳي وڃي. ۽ جڏهن منهنجي افساني جو ڪردار اهڙو روپ ڌارڻ ڪندو آهي ته آءٌ سمجهندو آهيان ته آءٌ خود خدا آهيان - خالق جو هولڊو آهيان هڪ ڪردار جو.

تون چوندين: "اڄ هن مست کي وري ڪا مفت جي مَيِ ملي آهي". پر جي سچ پڇين ته مون تي بنا پيتي به ڪيپ چڙهيل آهن. مون لاءِ ڪنهن شي جو تصور به ڪئي ٿيو پوي. تون ان ڳالهه کي سمجهي نٿي ڪين سگهندين. زندگيءَ جا لطف پل تو مون کان وڏيڪ ماڻيا هجن، پر جيڪي مزا مون کي منهنجي موهه ماڻايا، سي تنهنجي وس کان ٻاهر آهن. انساني زندگي لڙڪ مرڪ جي ڪهاڻي آهي - توکي ڪلندي نير هارڻا پيا هوندا ۽ رئندي ٽهڪ ڏنا هولدءِ- پر منهنجي جندڙي ئي نرالي آهي.

پورن جا پور ڪنهن دلبر جي چاهه جي چڪيا تي چڙهي، آءٌ ڪامندو پچندو رهندو آهيان؛ پر انهيءَ جهوريءَ جهُرڻ جي لطف تي، لال! آءٌ هوند ڪائنات قربان ڪري ڇڏيان! چانڊوڪي رات ۾ ساگر جي ڪناري ڪنهن پرينءَ سان پرت پرين ڳالهڙين جو تصور، انين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ پوريءَ فضا تي پهار ڇانيل آهي، ۽ ڪو ديوانو پنهنجو تنبورو ڪٽي فضا ۾ گيت پيو پوکي - مڌر مٺڙيون راڳڻيون.

مون کي دنيا جي مالڪ جي ٺاهيل بي بقا مورتين سان هڪ طرح نفرت ٿي وئي آهي. ڪمبخت ڪر موڙي اٿنديون مس، ته اٿين پسرڻ شروع ڪنديون، ڄڻ آيون ئي مَن ۾ چوچڙي لڳائڻ، ٻاهه ٻڪائڻ، ۽ وري وڃڻ لاءِ هيون. انهن جي ڀيٽ ۾ منهنجي من جي مورتين کي ڏس! مون پنهنجي مورتين کي قوس قزح جي رنگن سان رڱيو آهي. هڪ رنگ پيو وڃو ائر، ٿالو ائس "بقا". دنيا جي خالق جي تصويرن ۾ بقا جو رنگ آهي ئي ڪين- سڀ بي بقا آهن.

هيءَ هير گهلي، هيءَ رت بدلي؛
گل گل جي منهن تي مرڪ ملي-
افسوس الهيءَ مکڙيءَ تي، جا
نه کڙي نه ٽڙي، نه ڪِلي نه ڪُلي!

مون کي ته اٿين ٿو ڀاسي، ڄڻ آءٌ ۽ الله ٻه بت گر آهيون. هو به بت تو ٺاهي، آءٌ به بت تو ٺاهيان. حسن ڪمال هن جي تمنا - حسن ڪمال منهنجي آرزو. مون شايد هيءَ ذات، هيءَ تات وناٽش ئي چورائي آهي؛ جو ته هو ازل کان آهي، ابد تائين هوندو ۽ آءٌ فاني آهيان - فنا ٿي ويندس. هو به بت تو ٺاهي، آءٌ به بت تو ٺاهيان؛ هو به مصور آءٌ به مصور؛ هو به خالق، آءٌ به خالق! البت - هن جا بت فاني، منهنجا بت لافاني؛ هن جا بت پريشان، منهنجا بت خندان؛ هن جا بت نياز ڪيش وارا، منهنجا بت بي نياز؛ هن جا بت تند خو، منهنجا سادا سباجهڙا!

ڏس انسان. ٻن ٻٽ گرن جي ڪلا ۾ ڪيڏو نه فرق آهي!
بقا ۽ فنا جي ٻن رنگن ڪيڏو نه هل هلچل مچايو آهي!
صدين کان انسان ائين الجهندو رهيو آهي. فنا جو رنگ هر شيءِ تي حاوي ۽ طاري آهي. انسان خود به فاني آهي، پر تنهن هوندي به بقا جا عڪس پيو لوچي.
۽ آءٌ انسان آهيان...... فاني انسان، خدا جو شاهڪار.

منهنجي فطرت ۾ بقا جي تلاش جو رنگ ڀريل آهي. ۽ مون ساهه جيئن سڀئون ڏني بقا حاصل ڪئي آهي. اها بقا مون ڏاتار ٻنجي، پنهنجي نقش کي عطا ڪئي آهي.
قدرت عظيم آهي. آءٌ - سندس نقش ڪمال آهيان، ۽ منهنجو نقش، حدِ ڪمال آهي.
الاجي، تون منهنجي روح جي رباب جا هي سر سمجهي به سگهندين ڪي ڪين. ازل کان منصور سوريءَ کي سيج ڄاڻي، سر ڏني، سردار ٿيو آهي. تون به شايد مون کي ڪوڙڪو ڏني، پوءِ منهنجي مزار تي مجاور ٿيڻجي وهين!

مٺ جيترين ساعتن جي مهلت جيڪا جڳ ڏاتار مون کي ڏني آهي، تنهن ۾ مون کي پنهنجي نقشن کي سينگارڻو آهي، منجهن رنگ ڀرڻا آهن، ۽ سڀ کان وڌيڪ، منجهن بقا جو ناياب رنگ ڀرڻو آهي.

تون منهنجي دنيا جي پيچيدگين کي نه ڪڏهن سمجهي سگهيو آهين ۽ نه سمجهي سگهندين.
هي ازلي راز جيڪي منهنجي سيني ۾ سمايل آهن، آءٌ جي چاهيان، ته به توکي ڪين ٻڌائي سگهندس. ازل ڇا هي، ابد ڇا هي ۽ ڏاتار جي ذات ڇا هي — سي سڀ اهڙا ته پيچيدا مسئلا آهن، جو منهنجي سمجهائي به تون شايد سمجهي ڪين سگهندين. مون کي ان دوست جي سمجهه تي رشڪ ايندو آهي، جنهن هڪ خط ۾ لکيو: ”وهم وسوسن ۾ ويڙهيل مذهب، منهنجي لاءِ من گهڙت، جڙتو ڪهاڻيون آهن. فرقي بنديون ۽ ظاهرداريون مون لاءِ خود فريبي ۽ خدا فريبيءَ کان گهٽ ڪين آهي. خشڪ اخلاقيات جي ڳالهه منهنجي چپن تي هڪ شرارت ڀري مرڪ آڻيندي آهي. بهشت، دوزخ، گناهه ثواب، حرام حلال جي بحث تي ئي مون کي کل ايندي آهي — کل، جا مرڪ ۾ اسرندي، ٽهڪ ۾ ڦهلندي ۽ ساري ڪائنات کي وڻ ويڙهيءَ وانگر وڪوڙي ويندي آهي؛ ۽ پوءِ ڪائنات جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين گونجندي رهندي آهي. منهنجا ٽهڪ زمان ۽ مڪان جي سرحدن تي وڃي پهچندا آهن.“ انهيءَ دوست جيان آءٌ به الون سوالن تي کلي ڪيرو ٿي پوندو آهيان، ۽ رازازل مون لاءِ ائين ظاهر ٿي پوندو آهي جيئن ڪا مهه وش حسينا پنهنجي عاشق جي آواز تي رخ تان نقاب لاهي وٺي - شرمائيندي، لڄائيندي، هزار ناز و ادا سان.

اڄوڪي محفل ۾ توسان انهيءَ کان وڌيڪ ڪجهڙي رهاڻ رهان. چند لڙي اچي منهنجي دريءَ مان جهاتي پائڻ پيلو آهي. آڪاس تي هلڪيون هلڪيون ڪڪريون اک ٻوٽ

مڇائي پيليون آهن. سنهنجي ليکڻ ۾ لنڊ جا ڪيپ آهن، ۽ آءٌ چاهيان ٿو تہ جهٽ پل لاءِ اکيون ٻوٽي، ڪنهن ٻرندڙ ڪي ساري، لنڊرا ڊيويءَ جي ڪداز ڪود ۾ ننڊ جي رهان - سنهنجو ٿڪل روح قرار لاءِ بيقرار آهي. تنهنجو- جهڙو ئہ تون پاڻين -......

## ٢

رسول بخش پليجو

-سائين، ڏسندو آهيان تہ لکندڙ اڪثر پڙهندڙن کي ليکي ۾ ئي نہ آڻيندا آهن. جي: "عام ماڻهن کي فن جي اسرارن ۽ نزاڪتن جي ڪهڙي خبر؟" تنهنڪري پڙهندڙن جي وجود کي پنهنجي ادبي وٽ تسليم ڪرائڻ لاءِ "مهراڻ" جي سرء واري پرچي تي هڪ سرسري نظر وجهي، هڪ پڙهندڙ جا تاثرات پيش ڪريان ٿو. آخر پڙهندڙن جي وات ۾ بہ تہ زبان آهي!

مون کي الائي ڇو، اخبار يا رسالي ۾ ايڊيٽوريل نوٽ پڙهڻ تي دل نہ ٿيندي آهي- شايد ان ڪري، جو ڪڏهن آءٌ بہ اهي نوٽ لکندو هوس. هونئن بہ آءٌ ايڊيٽرن کي نجي ادبي خيال کان ڪجهہ مٿڀري "انين" سمجهندو آهيان. سو هن دفعي جو اتفاق سان "مهراڻ" جي "گذارش" نظر مان ڪڍيم تہ وٺندڙ حيرت لڳيم. لکندڙ جو تنقيد ڏانهن هڪ پاسي ۽ پوليءَ ۽ فن ڏانهن ٻئي طرف ڪهڙو رويو هڻي ڪئي، تنهن تي ڪهڙي نہ سهڻي ۽ ذهن نشين نموني روشني وڌي آٿوا

شيخ "اياز" جا من موهيندڙ ۽ دل ڏاريندڙ پيارا پيارا بيت پڙهي، روح کي راحت آئي. اياز جي شاعري سنڌي ادب جي هن دور جي هڪ مکيہ خصوصيت آهي. هو بنيادي طرح هڪ رومانوي شاعر آهي. سندس شعر جا موضوع بہ گهڻو ڪري روايتي آهن: محبوب جي فراق ۾ اڇڻ، سندس حسن جا گيت ڳائڻ، پنهنجي محبت جون ساکون ڏيڻ، ڪيس پنهنجي زندگيءَ جو مقصد ٺهرائڻ، وغيره. هن جو محبوب جيڪڏهن ايراني ۽ اردو شاعريءَ کان اڌارو ورتل ڪونهي، تہ سنڌي بہ ڪونہ ٿو لڳي. هن جي شاعريءَ ۾ محبت جو جيڪو ماحول ملي ٿو، سو سنڌ ۾ اڻ لڀ آهي. هن جي شاعريءَ جي دنيا گهڻو ٽڻو هڪ خيالي، تصور جي دنيا آهي.

پر اها اسان جي آسپاس واري دنيا نہ هوندي بہ، اسان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺي ٿي. ان ۾ اسان کي پنهنجي دل ۽ اڻ لکن امنگن ۽ جذبن جو تعبير ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ان جو ماحول جيڪڏهن پنهنجو ڪونهي، تہ صفا اوپرو بہ ڪونهي.

شيخ "اياز" جي شاعريءَ جي جان سندس موضوع ۽ ان جو فن آهي. اها سراسر سونهن ۽ رس ۾ رچيل آهي. هن جي لفظن ۾ جادو ۽ طلسم ڀريل آهي؛ هن جو تخيل گوناگون ۽ زمان ۽ مڪان جي قيدن کان بي نياز آهي. سندس جذبن ۾ سنئوسڌو سيڪ، اسرار ڀريو سوز، اٿاهه گهرائي ۽ بي پناهه خلوص آهي. سندس شاعري دل ۾ زنده رهڻ جي هڪ بي پناهه تڙپ پيدا ڪري ٿي. ڪڏهن وجد آڻيندڙ سٽون پڙهي بي اختيار "واهه! واهه!" چئي ڏيندو آهي ۽ جهومي ٿو:

ٻوڙ ۽ جهڙ، متو متوالن جو.

...............

لهارن ليا ليئا، سجڻ جا سنسار مان.

...............

ٻرندي کي ٻانهن، رلندي پنهنجي راڳ ۾.

...............

الا وقت اجهل! لتاڙيندي لک عاشقيون.

...............

ٻرين ساڙو ٻٽ، ڇُهي ڇُهان ڪيترو!

...............

او اڻ ڇاتل آءُ، ڇاتو منهنجي ڇاڻ جا!

"گدائيءَ" جا بيت سنڌي عوام جي دردناڪ زندگيءَ جو چيندڙ نقشو آهن -

آزادي آئي، ٻر ماڳ نه موٽي ماروئي،
سنگهارن جي ساٿ ۾، ڪانهي سرهائي،
اڄ به هيٺن سان هلن ڏاڍا ڏاڍائي،
لڏڪين سان نت ڪرن عمر ارڏائي،
سڪر سڻائي، ناهي ملڪ ملير ۾!

ڪافين جو حصو هن دفعي ڪمزور آهي. اڳين جي ذڪر ۾ پير خدا ڏني ۽ صاحبڏني شاهه جون ڪافيون البت وڻندڙ آهن. اجوڪن استادن ۾ "غني" ۽ "گرامي" ته، موضوعن جي گولا ۾، مٽي جي موهه ۽ ڏولنگر جي ڏاڍاين ۾ اڙجي ويا آهن. "فائق" ۽ "برده" جون ڪافيون چڱيون، ۽ "رضا" ۽ "پنوهر" جون موچاريون آهن. "برده" جي ڪافيءَ ۾ "مختلف" "مشرف"، "قلزم" ۽ "حزن" جهڙا ديرهضم لفظ کٽڪن ٿا.

گيتن ۽ نظمن جو حصو رسالي کي ڪٿيو ٻيڻو آهي. "برده" جي "توکي ساهه سنباري" ۾ بلا جو سوز ۽ شوخي ۽ اٿاهه رواني ۽ نغمگي آهي. منظرنگاريءَ سان ته حد ڪري ڇڏي اٿس. شيخ "اياز" جو "تنهنجي تات تنوار"، "خليل" جو "ڪيئن گذري هيءَ رات"، "عارف المولا" جو "اجهي چاڻ مسافر آيا"، ۽ "صائب" جو "موت مسافر سهرين"، سڪ، اداسيءَ

۽ پياس جا دل ۾ چُڀندڙ ورلاپ آهن. ”تنوير“ جو ”پيار جو سمنڊ اجهاڳ“ پيار جي بيخوديءَ ۽ سپردگي جي تصوير آهي. ڪوورڏن جي ”اوسيڙو“ جو اونهو درد ۽ سوز ۽ بي انت اداسي بيان ڪرڻ لاءِ لفظ ئي نٿا ملن.

رسول ”بياسي“ ۽ ”فائق“ جا سنڌيءَ جي شان ۾ قصيدا عمدا آهن. ٻئي نظم شاندار آهن. غزلن ۾ شيخ ”اياز“ جو غزل لاجواب آهي. مهرچندائي ”مهر“ ۽ نعيم صديقيءَ جا غزل، ۽ ٻين غزلن جا ڪي بند وڻندڙ آهن. ٻئي آزاد نظم سهڻا آهن، خاص ڪري ”بردهء“ جي ”ميڪلي ڪڪري“.

شيخ ”اياز“ جا خط نثر ۾ شاعري آهن. ادب لطيف واقعي انهيءَ کي چئجي.

مضمون مان هرهڪ اسان جي ادبي خزاني جي سوني ڪنجي آهي. منهنجي خيال ۾ انهن مضمونن کي جيتري جاءِ ملي ٿي، سا بلڪل مناسب آهي ۽ مضمون نگارن جو جيترو احسان مڃجي سو ٿورو. البت فارسي شعرن مان ڪي ڳاڻ ڳڻيا خوش نصيب لطف وٺي سگهن ٿا. انهيءَ ڪري نموني طور ٿورا شعر ڏيئي انهن جو ترجمو پيش ڪرڻ کپي، ته جئن اسان جهڙا فارسيءَ کان ڪورا به ڪجهه پلئه پائين.

ٻُڌندڙن جي پيغام ۾ بشير موريانيءَ جو منهنجي باري ۾ لکيل مضمون انهيءَ هنڌ مناسب اٿو لڳي. شيخ حفيظ جو خط، آءٌ ڀانيان ٿو، ته شيخ اياز جي خطن سان وچي ٿو ڪاهو هئي. هيڙا خط اسان جي ادب ۾ هڪ حسين اضافو آهن. عمدين تجويزن جي خيال کان مينڌري سعادتيءَ جو پيغام گوءِ ڪٽيو ويو آهي.

آخر ۾ - ۽ سڀ کان وڌيڪ - افسانن بابت ٻه ٽي ڳالهيون چوڻ جي اجازت ڏيو.

ربانيءَ جو ”بري هن پنيور ۾ هيڙا هاڃا ٿين“ هن اشاعت جو بهترين افسانو آهي. گڏريل پوڙن جي ڊراماٽي پس منظر ۾ ڏاڍن ڀاڻ وهڻن جي هيڻن سان هلت جي هڪ ڪڏهن نه وسرندڙ جهلڪ ڏيکاري وئي آهي. قدرتي آفتون، جن ۾ خود شيطان جي دل به ويچاري انسان جي دردناڪ حالت ڏسي ڀڳهرجي وڃندي هوندي، جڏهن هڪ جهڙي مصيبت بظاهر ڏاڍي ۽ هيڻي، وڏي ۽ ننڍي، امير ۽ غريب جا فرق ۽ ويڇا ڪڍن سڀ توانگر اڏايو ڇڏي، تڏهن به انسان ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني پنهنجي هم جنس کي ستائڻ جي وندر جاري رکڻ جا رستا ڳوليو وٺي - اهو ڏسڻو هجي ته هيءَ ڪهاڻي پڙهجي. افسانه ۾ پوڙ جي راڱن جون تصويرون دل ڏاريندڙ آهن -

”...... اڄ به اڻان جهڙي! ميربحرن جيو ”آچيون ڏاڙهيون انهن ڊونڊين ڊوڙائيندي ڪيوسين، پر هيڙو ڀاڳي اسان جي اکين ۾ ڏٺوا مالڪ مهر ڪري، باقي هيل خير ڪونهي!“

"...... رات ٿي، ته پاڻيءَ اچي ٺڪر ڪيو ٻولڪيءَ تي ...... ورهين جا ڪابلي پٿر پاڙئون ڪڍي ڇڏيائين. چوڌاري گوگاءُ پيو ٿيو ٿئي. ڄڻ ڪو جهاج (جهاز) ٿو هوا ۾ گهوگهٽ ڪندو اچي!"

"چوطرف فضا ۾ پاڻيءَ جو ڪڙڪو لڳو پيو هو. ڇولين جو سڙڪو، مرن جو ڦڪارون ۽ هڏڪارون! - سنڌس اکين ۾ خوف پرجي ويو! سامهون ٻولڪيءَ جي ڪپر جو ڪو نالو نشان به ڪونه هو! پاڻيءَ الاجي ڪيڏيءَ مهل ڪپر ڪيري ڇڏيو!"

گفتگو به بلڪل قدرتي، سادي ۽ موادي آهي -

"ٻوءِ عيسيٰ تون ڪٿان ڪندين؟ ٻولڪيءَ جو ڪپر ڪندو ڪو جهالو، ڪي سٽ ٿي ڪونه جهليندو؟ ٻپ ڏاءَ هڄيٽي ته زوراور هلي آءَ ٻڪي تي. ٻه چار ڏهاڙا اچي هتي رهه - جيسين پاڻي موٽي ڪري ۽ سوڪهڙو ٿئي".

"وڏيرو آهي موڙهي ارڏو ماڻهو. هيٺ تي ڪهل ڪٿي آهي سائين ......! - غريبن تي موڙهي سدائين ڪٽڪي هوندي اٿس. بيشڪ به ڪجهاڻ سائين، توسان اٿس گهٽي گهاٽي ... اميد هيم ته حاڪم جو در آهي...... ڇهين ڏهاڙي تي وڃي پڌايومانس ته ڪم ٿورو ٿيو. تڏهن چيائين ته ٺيڪ ٿيو. خوش هوندين. هاڻي ٻلي وڃ، توکي موڪل آهي". منهنجا ته ڏند ڇپن سان لڳي ويا: ...... مسڪين ماڻهو! ...... ڪٽنب ڀاتين جو ...... هٿن جي مفت ۾ مزوري ڪندا وتون ته ٻچن ڀارن جو واهي الله!"

افساني جي شروعات توڙي پڄاڙيءَ جا جملا دل ۾ کپي وڃن ٿا.

شروعات - "برو هين واري ٻلي جي چور ٿيي ۾، پراڻي ٻولڪي واهه جي ڪڙ تي سنڌس چونرو هو......"

پڄاڻي: "... ۽ ٻوءِ پاڻيءَ جي وڌندڙ ڇولين ۾، مٿان ڪرندڙ مينهن جي ڦڙن سان گڏ، عيسي جي اکين مان ڳوڙها وسڻ لڳا."

ابن الياس جو "اختيار" هڪ بدنصيب ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي آهي جنهن کي دولتمند پيءَ جي غرور ۽ گهمنڊ جي قربانگاهه تي پنهنجي عصمت ۽ زندگيءَ جي قرباني ڪرڻي پئي ٿي. ڪهاڻيءَ جو پلاٽ فطري ۽ اعتبار ۾ ايندڙ آهي. بيان ۾ هلڪي، اڻ لکي طنز ڪهاڻيءَ جي نتيجي کي وڌيڪ دردناڪ بڻائي ٿي. دولتمند ٿيڻ تي صوبيدار صاحب کي اڳيان سمورا ناتا وسري وڃن - ڌيءَ جي سڳ جو به!

"زندگيءَ جي شروعاتي دور ۾ اڃا پاڻ اهڙو ڇڙهيل ڪين هو... ڪڪيءَ کي ڪڇ ۾ کڻي اچي وڏي ڀاءَ کي هنج ۾ ڏنو هئائين: جي، 'ادا، پاڻرن جون وندپون پائر ڪائيندا!' مگر هاڻ 'هڪ سچ به پاڻا آهي، جيڪو جڏهن چڙهي سو تڏهن سوار' -

وڏو پاڻ مقاطمن ۾ ترين ۾ وڃي ڪريو، ۽ صوبيدار صاحب پاڻ بالائي اهت مان سٽيو
ٿي پيو هو، ۽ هاڻي اڳين ڳالهه رکو پڌڻ لاءِ ٻه تيار ڪونه هو.“

”پيا ٻه ڪئين، سڪر سگ ڪُهڻ لڳا ۽ صوبيدار صاحب کي منجهن ڪوبه پنهنجو
ثاني شريڪ نظر نه آيو، هرڪنهن ۾ ڪو نه ڪو نقص ڳولي ورتائين. سندس انهيءَ
هوڏ ۾ خوبي ڏسڻ وارن جي کوٽ ڪانه هئي.“

”هائو امان، ڏهن هزارن حق مهر کي ڇا ڪبو؟... وڏي ڳالهه آهي انسان جي عزت.“

- تان جو نيٺ سندس وفات کان پوءِ اها ’انسان جي عزت‘ جنازي جي صورت ۾ وڃي
قبر داخل ٿي.

”غلام فاطمه... ڪي ائين معلوم ٿي رهيو هو، ڄڻ ڪو پيٽ ۾ ڊوڙون پائي رهيو
هو... (ڪيس) رکي رکي اهوئي خيال پئي آيو ته جيڪر ڪيڏانهن هلي وڃان ۽... آهي
ٿي اڄان!... اٿي ماٺ ماٺ ڪري شيشي ڪڍيائين... (۽) يڪساهيءَ پي ويئي.“

ولو، جنهن جي ڪرتوتن، صوبيدار صاحب جي عزت جو جنازو ڪڍيو، سو چو غلام فاطمه
جهڙي سٽي گراهه کي ڇڏي هليو ويو - سو ڪهاڻيءَ ۾ صاف ڪونهي. نه وري غلام فاطمه
جي ڪردار کي سڌيءَ طرح اڀاريو ويو آهي. ۽ انهيءَ هوندي به ”اختيار“ هڪ بهترين
معياري افسانو لڳي ٿو.

ابن حيات پنهور جو ”واهه وڏيرا“ انساني نفسيات جي هڪڙي اهم ۽ دلچسپ پهلوءَ
تي روشني وجهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن انسان ٿورڙيءَ خوشامد ۽ ڪوڙيءَ همدرديءَ
جي اثر هيٺ اچي اهو ڪجهه ڪري وجهندو آهي، جيڪو هو جيڪر لکها رپين جي لالچ
تي به هرگز نه ڪري ها. شمن خان ساجي ٻاڙي جي وڏيري جي ڌيءَ ڀڄائي ويو. وڏيري
ڪيس ختم ڪرائڻ جو پڪو پهه ڪيو. ۽ پنهنجي سر ڏيڻ لاءِ به تيار ڪونه هو. تنهنڪري
پنهنجي هڪ اپوجهه ۽ ايماندار هاريءَ کي استعمال ڪرڻ جو خيال ڪيائين. وڏيري ۽
سندس ڪمدار جي چٽر زبانيءَ ۾ اچي، ڳالهه وسهڻ لڳو ته هو ڪيس پنهنجو دل گهريو دوست
۽ مٽس ماڻهو ڪري ٿا سمجهن. انهيءَ خوش فهميءَ جي نشي ۾ هو آخر شمن کي خون
ڪري وجهي ٿو، ۽ وڏيرو گهر ويٺي پنهنجو ڪڏو مطلب حاصل ڪري وٺي. ”واهه وڏيرا“
جي پلاٽ جي رٿا قابليت واري ۽ ان جي تڪميل عمدي آهي. بيان ۾ اڇاتراڻي ۽ لهر پڙهندڙ
تي اثر ڪري ٿي. ڳالهه کي ڦاسائڻ لاءِ وڏيري ۽ ڪمدار جي چالين کي بيحد نفاست ۽ نرالي
هنرمنديءَ سان پيش ڪيو ويو آهي.

اياز قادريءَ جو ”فرشتو“ هڪ ماءُ لاءِ سندس پٽ جي محبت جي دردناڪ آکاڻي
آهي. ماءُ ۽ اولاد جو رشتو سڀني رشتن کان وڌيڪ گهرو، پيارو ۽ لافاني آهي. جنهن
جنهن جي پيرن هيٺ جنت ڇني وڃي ٿي، جنهن جي خوشيءَ لاءِ لائق اولاد پنهنجي
جان قربان ڪرڻ ۾ فخر سمجهندو آهي، سا جڏهن موت جي بستري تي آخري پساهه کڻي

رهي هجي، تڏهن ڪهڙو نه دل ڀڃ هوندو، جو سندس خواهش کي پورو ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪري- ۽ سو به تڏهن جڏهن اها خواهش رڳو پنهنجي آنن جي دوا لاءِ هجي؟ ليڪن هڪ اهڙو به مصيبت جو ماريل بدنصيب ڀٽ آهي، جو ٻڍڙي ماءُ کي دوا جي ڍڪ ڏيئي ڏيڻ جي سر توڙ ڪوشش ۾ ناڪام ٿئي، آخر دوا بدران ڪيس هڪ اهڙي شي جو ڍڪ آڻي ڏيندو آهي، زهر جو ڍڪ! ويچاري بي خبر ماءُ دعائون ڏيڻ لڳي ٿي. چي: ”ابا، تون ته ڪو فرشتو آهين!“ ”فرشتو“ اسان جي سماجي نظام جي ٻاهرين ڏيکاءُ جي ملمع هيٺ لڪل هيبت ناڪ ۽ تلخ حقيقتن جو پردو چاڪ ڪري ڏيکاري ٿو، ته بک ۽ بيروزگاريءَ جون وهنون ڪيئن نه انسان جي ڪهرن، نازڪ ۽ نفيس جذبن ۽ خون جي لاڳاپن کي بي رحميءَ سان توڙي ڇڏڻ جي پوزيشن ۾ آهن.

مرزا مراد عليءَ جو ”سوال“ به ساڳئي موضوع تي هڪ اثرائتي ڪهاڻي آهي.

ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾ زبردستيءَ ڪنهن خاص نتيجي ڪڍڻ جو حرص ڪئين هڪ بهترين ڪهاڻي جو اثر ڪمزور ڪري ڇڏي- سو ڏسڻو هجي ته شيخ حفيظ جو افسانو ”مبارڪون“ پڙهجي. هن نوجوان افسانه نگار جي ڪهاڻين ۾ سنڌي عوام جي روزمره جي بول چال ۽ رهڻي ڪهڻي ۽ انساني سڀاءَ جي تاڃي پيٽي جي جيتري ڄاڻ ۽ انساني جذبن جو جيترو گهرو ۽ نازڪ احساس ملندو، سو ٻين ٿورن وٽ ملي ٿو. مثلاً ”مبارڪون“ جا هي فقرا افسانه نگار جي گهري مشاهدي، حساس طبعي ۽ رنگين بيانيءَ جا ڪيڏا نه لاجواب ثبوت آهن-

نئينءَ ڪنوار کي ماءُ جي نصيحت: ”امڙ، اڄ رڪجانءِ! مڙس جنهن پڪو تنهن سچو! عمر ۾ ڇڙهيل آ ته ڇا ٿيو؟...... گهر ۾ ڪهوٽن ڪان سواءِ ٻهرني ڪانهي. راڻي ٿي راڄ ڪندينءَ ...... دل نه لوڙهه.“

ڄڃ جو ڪهوٽين ۾ اچڻ: ”ڳڏين جو رونگٽ شرنائين ۽ دهل جي آواز ۾ دٻجي ويو...... زالن لهڻ شروع ڪيو. نندڙا ٻار...... جاڳي پيا ۽ شرنائين جي آواز ۾ سر ملائي روئڻ لڳي ويا...... ’اوي ادي، منهنجو رئو ڪاڏي ويو؟......‘ ’اوي هي گلوءَ جو چولو ڪاڏي ويو؟ هت جو رکيم‘...... ’امان! او امان! اچي هي جڻيءَ جو ٻاڏر لڏم‘ ...... ’مائي شڪر ٿيو جو لڏو. منهنجو ته هانءَ ڪاڇي ويو‘!“

پوڙهو ڪهوٽ ۽ نوجوان ڪنوار، شاديءَ جي رات: ”هن جو ڪهوٽ ڇاهين کي روانو ڪري اندر پيهي آيو. ’سمهين پئينءَ ڇا؟ ڪجهه پيٽي هوندينءَ: ٿهيو لنب ڪرا‘“

ٻيءَ رات: ”...... هن پنهنجي ڪهوٽ جي شڪل چڱيءَ ۾ ڏٺي ۽ هن جي خوابن جو محل قلابازيون کائيندو اچي پٽ تي پيو. سٺ ورهين جو پوڙهو، هن جي ٻيءَ ڪان ٻه وڏو، موت ۽ حيات جي جنگ جو نقشو سندس ڪهوٽ هو. هن جي دماغ ۾ سندس ماءُ جا لفظ وڄي رهيا هئا. ’اسان توکي سگهه سچائي ڏنو آهي!‘“

شاديءَ ڪان پوءِ: ”رتيون بدليون- اونهاري پليان سرءُ آئي، ڪڏهن سيارو ۽ ليٺ بهار به آيو. ڳوٺ جي چوڌاري ٻنين ۾ پوکيل سرنهون گل ڪيا ۽ سڄي فضا پنل پنل خوشبوءِ سان رڄي وئي ...... سهاڳڻيون پنهنجي ڪهوٽن سان خوشيءَ جا گيت جهونگارڻ لڳي ويون،

۽ ڳوٺ جي پوري فضا هڪ مزي ۾ منجهي پئي. ها البت هوءَ – هن جو وجود، انهيءَ مرڪ تي هڪ ٽهڪ هو. هن جي جوان مکڙي تي سدائين هڪ اداسي ڇانيل هوندي هئي...... ڳائيندڙيون، ڪلنديون، الهڙ نينگريون هن کي ڏسي خاموش ٿي وينديون هيون."

ڳوناڻي محبت: "ڳوٺ جي ننڍڙيءَ دنيا ۾ پيار محبت جي ڪمي ڪانه هئي...... شام جو کوهن تي، واٽر جي تڙن تي ۽ راهه رلند ائين پٽين ۾ محبت پنهنجا ڪس ڳولي لهندي هئي. مگر...... هوءَ ڳوٺ جي چڱي مڙس جي زال هئي ۽ بس."

پرڏيل عورت جي پهرين محبت: "ڏينهن گذريا، هوءَ تڙپندي رهي...... پوءِ نيٺ لاچارن ٿي، هن جي به دعا قبول پئي – هن جي منهن تي به هلڪي هلڪي، ٻڏل ٻڏل مرڪ تري آئي. هن جي دنيا ۾ به ڪنهن پير پاتو."

زال هٿان زهر: "هڪ رات جو جانل جي مڙس کي پيٽ ۾ اچي سور پيو؛ صبح جو نه تو ڏٺو نه مون ڏٺو. جانل رنڙ ٿي پئي. ڳوٺ جو چڱو مڙس مري ويو. ختما درود ٿيا. ڪنهن چئي ڪيو ته مڙس کي زهر مليل آهي!"

"مبارڪون" چيندڙ سچائي، گهري سوز، ۽ بي انت خلوص سان دولت جي لالچ ۾ نوجوان ڇوڪرين کي پوڙهن پيرن جي حوالي ڪرڻ جي نتيجي جو هڪ دل ڏاريندڙ نظارو پيش ڪري ٿو. ليڪن افساني جي آخر ۾ جانل ۽ گلڻ کي وڏيري جي خون ۾ اپيل ڦاسيءَ خلاف ڪيل اپيل جي فتوا ٻڌڻ لاءِ چيف ڪورٽ وٺندي. رات تي ويٽنگ روم ۾ ويهارڻ، ۽ آخر ۾ ڦاسيءَ جي تختي تي گلڻ کي جانل ڏانهن پوليس وارو موڪلي، سندس حمل سان ٿيڻ جي خوشخبري ٻڌي خوشيءَ ۾ جهومندو ۽ فتحياب ٿيندو ڏيکاري، هڪ دردناڪ ۽ همدردي پيدا ڪندڙ داستان کي جذبات جي وهڪري ۾ وهي، زبردستيءَ ڪامياب ۽ پسنديءَ جهڙيءَ پڄاڻيءَ تي آڻڻ جي افسوسناڪ ۽ ناڪام ڪوشش ڪري، افساني جي مجموعي تاثير کي ضرب ڏيئي ويو آهي. مزي جي ڳالهه آهي ته اهو پويون واقعو هڪ غلط واقفيت تي ٻڌل آهي. حقيقت ۾ اپيل جي فيصلي وقت جوابدارن کي ڪورٽ ۾ گهرائبو ئي ڪونهي. قانوني دستور کان انهيءَ ناواقفيت ۾ ڪا به اهڙي اربع خطا ڪانهي، پر جنهن نموني افساني جي پڄاڻي ڪئي ويئي آهي، تنهن جو اثر اهو ٿو وهي، جڏهن نوجوان ڇوڪرين کي جيڪڏهن پوڙهن سان پلئه اٽڪي پوي، ته ان جو فڪر ڪونهي، جو سولو علاج پيو اهو آهي ته مڙس کي زهر ڏيئي، پاڻ مڙي سان وڃي يارن سان گڏ ڦاسيءَ چڙهن – رڳو اپتري پڄاڻي سا ڪري ڇڏين، جو پويان ڪا نشاني ضرور ڇڏي وڃن، جنهن سندن ڪارناما هميشه ياد رهن! بهرحال پڄاڻيءَ ۾ پري ٺوڪر کائڻ جي باوجود "مبارڪون" هڪ بيحد دلچسپ ۽ اوچي تخليق آهي.

ٽائڪ "نجومي" اڳ چيل ۽ ٻڌهيل هجڻ جي باوجود ڪافي سوادي ۽ مزيدار ٿو لڳي.

پين پولين جي شاهڪارن بابت ڪجهه چوڻ سج کي ڏيو ڏيکارڻو آهي – البت انتخاب ۽ ترجمي جو داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان. – او هانجو......

## ٣

جمال ابڙو

—ادا سائين، مون پنهنجو ”پشو“ اوهان طرف موڪليو آهي. اميد ته پهتو هوندو.

مون ”پشو“، ”بلو دادا“ ۽ ”شيدو ڌاڙيل“ کان متاثر ٿي لکيو، جو ته انسان جو مقام منهنجي نظر ۾ نهايت بلند آهي. منهنجو ”پشو“ نه ڌاڙيل آهي نه داداگير، پر هڪ سڌو سنئون انسان آهي. آهن ته اهي ٻئي هڪڙي ئي ماحول جي پيدائش، پر صرف ان ڪري اسان جي سائن همدردي ٿئي ڇا؟ ائين ته وڏيرو ۽ سيٺ به انهيءَ ماحول جي پيدائش آهن. پوءِ انهن کي ولين (Villian) ڪري ڇو ٿو پيش ڪيو وڃي؟ پوءِ ته اسان جي همدري وڏيري ۽ سيٺ سان به هئڻ کپي! اسين ته سُنجهي ٿا پئون! ڇاڪاڻ ته هڪ انسان مسڪين آهي تنهنڪري ۽ صرف تنهنڪري، هو رحم جي لائق آهي ڇا؟ منهنجي دل اها ڳالهه نٿي مڃي.

مان پاڻيان ٿو ته انسان کي ”رحم جوڳو“ ٺهڻ ٺي نه کپي. اها انسان جي توهين آهي- انسانيت جي توهين آهي. انسان نهايت بلند ۽ بالا آهي. هو ”ويچارو“ ۽ ”ڪين جهڙو“ نه آهي. مفلسي ڪيس ماري نه ٿي سگهي. انسان جيڪڏهن ڪُنڊن ۾ اوٻاسيون ڏئي، شوڪارا ڀري ڇڙهيون هڻي مري وڃي، ته ڇئبو ته منجهانئس انسانيت ڪڏهوڪو مري چڪي هئي.

انسان اهو جو مفلسي، بيماري، بي علمي ۽ ظلم جي حملن جي باوجود اڳتي وڌي. ڏسٿو آهي ته اهي رنڊڪون سندس ”انسانيت“ کي ڪيترو چرڪائين ٿيون. پوءِ انسانيت جي واڌاري جي راهه ۾ جيڪي اهڙيون رنڊڪون آهن، تن کي پاڙئون پٽيندي ڪو خون ڏيئي مئو، ته شهيد ٿيو: پر جي ڪو صرف اڪين مان پاڻي هاري مئو، ته پين کي به دلشڪستو ڪري مئو-انسانيت کي بدنام ڪري مئو- هُو ته مرڻ کان اڳ ئي مري چڪو هوا جو مُڙيو سو به مئو ۽ ٻڻ ڪريو. مون انهيءَ ڪري ”پشو“ پيش ڪيو. خبر نه آهي ته ڪيتري قدر موضوع کي نباهي سگهيو آهيان. اسين اڃا سکون پيا. چئي نٿو سگهجي ته اهو موضوع ڪيتري قدر صحيح آهي، يا منجهس ڪيتري قدر سڌاري جي گنجائش آهي.

ائين نه آهي ته ”شيدو“ ۽ ”بلو دادا“ ڪو ڪهٽ آهن- سنڌي افسانوي دنيا جا شاهڪار آهن. ”شيدو“ ۽ سندس ماحول جو نقش نهايت فنڪارانه طرز تي پيش ڪيو ويو آهي. لکندڙ جي زنده دلي ۽ احساس جو ثبوت آهي. ٻولي ته لاجواب آهي. پر افساني پڙهڻ کان پوءِ ائين ٿو ڀانئجي ته انسانيت سڪرات ۾ آهي ۽ حيوانيت کيلي رهي آهي. شايد آءٌ غلط هجان. ڏسجي ٿو ته هي هڪ اختلافي مسئلو آهي....... —جمال ابڙو، لاڙڪاڻو سنڌ.

[—ياءٌ جمال، ...”بلو دادا“ ۽ ”شيدو ڌاڙيل“ جي باري ۾ جيڪي نڪتا اوهان ظاهر ڪيا آهن، الون جو تت اوهان جي هن جملي ۾ اچي وڃي ٿو ته ”افساني پڙهڻ کان پوءِ ائين ٿو ڀانئجي ته انسانيت سڪرات ۾آهي ۽ حيوانيت کلي رهي آهي“. اوهان انهن افسانن مان، جيڪڏهن اهو تاثر ورتو آهي ته اوهان برابر ٿي سگهو ٿا - پر منهنجي خيال موجب، افسانن جي جملي تاثر جو فقط اهو هڪڙو پهلو آهي. ٻئي ڪندي، اسان جي هن سماج ۾ حقيقت به

اها آهي ته انسانيت تي حيوانيت جو غلبو آهي ـ ٻئي انهيءَ حقيقت جو اظهار جيڪڏهن افساني نگار،
اني نقطي نگاهه کان ڪاميابيءَ سان پيش ڪري، ته اهو افسانو منهنجي خيال ۾ هر طرح
ڪامياب افسانو چئي سگهجي ٿو. مختصر افساني جي هڪ خصوصيت آءٌ سمجهان ٿو ته اها ۾
آهي ته ان ۾ زندگيءَ جو ڪو به هڪ پهلو، ڪا به هڪ حيثيت پيش ڪئي وڃي، ۽ ان ۾ سماجي
ڪيفيتن ۽ پس منظر کي اثرائتي انداز ۾ اڀاري، پڙهندڙن جو ڌيان ان جي اصلي حقيقت ڏانهن
ڇڪايو وڃي. ڪامياب افساني جي هر ورو پرو اها خصوصيت ڪانهي ته ان ۾ پيري پيري سان
انسان جو اعلىٰ مقام پڙهندڙن وٽ ثابت ڪيو وڃي؛ يا نتيجي طور ان ۾ انسانيت ۽ نيڪيءَ
جي فتح، ۽ حيوانيت ۽ بديءَ جي شڪست ئي ڏيکاري وڃي. اهڙي قسم جا افسانا ته شايد
اني نقطي نگاهه کان ٿورا به ڪمزور ٿيا، ته مٿن تبليغي افسانن، يا قديم ناصحاڻه آکاڻين
هئڻ جو الزام مڙهجي ويندو. حيوانيت جو ڪلڻ ۽ انسانيت جو روئڻ، اهڙوڪي سماج جون
تلخ حقيقتون آهن. جيڪڏهن انهن حقيقتن کي پيش ڪندي، پڙهندڙ جي دل ۾ حيوانيت
ڏانهن نفرت، ۽ انسانيت لاءِ عزت ۽ محبت جو رد عمل هڪ افساني نگار پيدا ڪري سگهي
ٿو، ۽ ساڳئي وقت پڙهندڙ کي جيڪڏهن انهيءَ اُٺي گنگا جي اصلي حقيقت ۽ ماهيت،
يعني ان جا ڪهڙا سبب آهي، ۽ زندگيءَ جي اها مخصوص حيثيت، جنهن کي چٽيو ويو آهي، تنهن
جي سچي سماجي پس منظر ۾، اصل جڳهه ڪهڙي آهي ـ جيڪڏهن انهن ڳالهين تي افساني
نگار روشني وڌي آهي، ته منهنجي نظر ۾ اهڙن افسانن کي ڪامياب افسانا چئي سگهجي ٿو.

[اوهان کي معلوم آهي ته آءٌ لکي ڪونه ڄاڻان ـ ڪڏهن به ڪو افسانو ڪونه لکيو اٿم ـ
شاعر ڪونه آهيان؛ ننڍپڻ کان سواءِ ڪڏهن به ڪو شعر ڪونه چيو اٿم ـ سو جيڪڏهن مٿين
ڳالهين کي اوهان ڪو به وزن نه ڏيو، بلڪ انهن کي غلط سمجهيو، ته اوهان هر طرح
حق بجانب ٿي سگهو ٿا.

[”مهراڻ“ ۾ اوهان صلاح ڏني آهي ته مضمونن ـ خاص طرح افسانن جي منڍ ۾
مختصر طور صحتمند تنقيد جا ٻه چار جملا لکيا وڃن. منهنجي راءِ آهي، ته هر پرچي ۾ گذريل
پرچي جي ڪنهن چڱي مضمون يا افساني تي اوهان ۽ اوهان جهڙا اهل قلم ۽ ڪامياب
افساني نگار دوست مفصل تنقيد لکن، ۽ اها اسين شايع ڪريون ته ان طرح لکندڙ دوستن
کي وڌيڪ رهنمائي ملندي ـ ۽ انهيءَ نموني تنقيد جو موضوع به ”مهراڻ“ ۾ پيش ٿيندو رهندو.
ـ اوهان جو، محمد ابراهيم جويو]

ـ ادا سائين، اوهان جو خط مليم.

افساني ۾ عام طرح ٻه پهلو ٿين ٿا. هڪ ’ماحول‘ ٻيو ’ڪردار‘. منهنجي سمجهه ۾
ماحول پروڙي سگهي ٿو پر ڪردار نه. اٿين برابر آهي ته ظاهرا“ انسانيت روئي پئي ۽ حيوانيت
ڪيلي پئي. پر جا اها حقيقت نه آهي ته حيوانيت جي کيل کوکلي آهي. جا اها حقيقت نه
آهي، ته انسانيت جو روئڻ ڪارڻن کي ڏوڙيندو پيو وڃي، يا اٿين ڪٿي چئجي ته انسانيت
اڄ ڪلهه آويءَ ۾ آهي، جتان ضرور جرڪي لڪرندي، سڙي ڪاڪ ويندي. حيوانيت ڪلندي
ڪلندي وڃي ڪڏ ۾ ڪرندي ـ انسانيت روئندي روئندي اوجل ٿي ويندي.

ٻيو جيڪڏهن افساني ۾ 'ماحول' کي مقدم رکيو ٿو وڃي، ته انهيءَ لاءِ ته ڀلي ڪيس اگهاڙي ٻڌائي، جيئن ڦاڙي خوب نشانو بڻائجي؛ ڀلي ڏيکارجي ته ڪيئن انهنجوني گهٽو ڪاٽي رهيو آهي. اسان جي سنڌي ادب ۾ اهڙا افسانا لکجن پيا. انهن ليکڪن بيشڪ ڪيرون لهڻيون - کين مبارڪ هجي.

جڏهن 'ڪردار' کي افساني ۾ مقدم رکيو ٿو وڃي، تڏهن جڙ ته ڪنهن ٻنهه نازڪ شي کي ٿو هٿ لائجي. افساني ۾ جڏهن جو ڍهڻ ۽ ڪرڻ، بيوس ۽ بي حس ٿيڻ، سڙڻ ٿي وڃڻ، چٽو چريو ٿيڻ، ڌڪار ۽ نفرت جو اڀرڻ يا وري ٻجڻ ۽ جرڪڻ، نهايت حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهيون آهن. جيڪڏهن اسان جو 'ڪردار' ڍهي ٿو پوي، سڙي ٿو وڃي، بيوس ۽ بي حس ٿي ٿو پوي، چٽو چريو ٿو ٿئي يا ڌڪار ۽ نفرت ٿو ڪري ۽ بس، ته چئبو ته اهو ڪردار به ماحول جو نشانو ٿي ويو. ان افساني ۾ به ماحول مقدم رهيو، نه ڪردار. اهڙو افسانو به ٻهرئين قسم جي افسانن ۾ اچي ويو. اهائي گندي ماحول جي گندگي ظاهر ڪئي وئي. پر، ادا سائين، ليڪ ڪيستائين اسان ماحول جي شڪايت ڪندا رهنداسين؟ ڪيستائين ماحول اسان جي ڪردارن کي نشانو بڻائيندو رهندو؟ ڪيستائين حيوانيت ڏنه شيڪيندي رهندي؟ ڪيستائين اسان جا ڪردار سيڪ سيڪ ڪندا رهندا؟ ڇا اڃا اهو وقت نه آيو آهي، جو پيار ۽ محبت، پورهيو ۽ محنت، ماڻهو ۽ ماڻهپو، اڳتي وڌن ۽ ڇانئجي وڃن؟ جي اڃا نه آيو آهي، ته ڪڏهن ايندو؟ جڏهن جنازو ڪڍندو؟ جنازو ته حيوانيت جو ڪڍندو. نسانيت زنده رهندي. .

وقت آيو آهي جڏهن اسان جا ليکڪ ڪردار کي ماحول جو نشانو نه بڻائين. انسانيت کي مظلوم ۽ قابل رحم نه بڻائين. اهي ڪردار چونڊين، جي ماحول کي ميٽائين. دهل جي ڏونڪي تي پڌائين ته انسانيت ۾ اهي قوتون لڪل آهن، جي جوالا ٻنجي حيوانيت کي جلائي ڇڏينديون ۽ زمين جي سطح تي مالڪ ۽ موتي ٻاري ڇڏينديون. پيو نه، ته ڀلا اهو ته پڌائين ته انهيءَ گندي ڦيڻي ماحول جي اڏ ۾ اها ياد پربل آهي، جا پاڻهي سندس پيٽ ڦاڙي رکندي. من اهي ڪجهه اميد جا پيغام پهچائين.

ها اهين آهي ته اهين ڪرڻ لاءِ ڦني پختگي کپي. پر رڳو ڦني پختگيءَ لاءِ منزل ته ڪاله وڃاڻي. اهو وري هر ڪنهن ليکڪ تي مدار آهي. اسين سڀ پانڌيڙا آهيون، ڪچا آهيون. پر ليڪ انهيءَ پختگيءَ کي ڳڻتو ڪان جهليندا سين. اڄ نه ته سڀاڻي. اسين نه ته پيا.

انهيءَ ڏس ۾ "پشو" منهنجي پهرين ڪوشش آهي. مڃان ٿو ته منجهس اها پختگي ڪانهي. شايد ڪجهه مصنوعي به لڳندو هجي. پر اميد اٿم ته هوريان هوريان مان ۽ منهنجا پيا هر سفر سڌرندا ويندا سون.

لکڻ ڪان معذور آهيان. ساڃهه هوندي، ڪيئي سان پيو لکان. ان ڪري افسانا موڪلي نه سگهيو آهيان - اوهان جو، جمال ابڙو

# موراڻ جا موتي

—استبداد ۽ ظلم جي بقا ۽ جٽاءَ لاءِ ضروري آهي ته عوام کي جاهل رکجي، ۽ ڪين وهم ۾ مبتلا ڪجي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مذهب جي اوٽ ۾ لڪل غلط مذهبي پيشوائن ۽ جاهه پسند پيرن ۽ اميرن کي استعمال ڪيو ويندو آهي. جڏهن عام ماڻهو سمجهه ۽ سوچ کان محروم ٿي ويندا آهن، تڏهن استبداد ۽ ظلم پوريءَ طرح زور وٺندو آهي، ۽ ويچارو عوام اڪيون ٻوٽي هاڻ شروع ڪندو آهي. پوءِ، جن ڀتنگن کي ٻاهر ۾ سوڙ کان روڪڻ سولو ڪم نه آهي، تن انڌن ۽ ٻوڙن تي مشتمل هڪ وڏي گروهه کي ظلم ۽ ملوڪيت جي ٻاهر ۾ سوڙ کان روڪي سگهڻ ناممڪن آهي.

بصيرت ۽ بصارت کي ته اڳين تباهه ڪيو ويندو آهي — ٻر جسم کي تباهه ڪرڻ لاءِ وري رزق جي وسيلن تي قبضو ڪيو ويندو آهي، ۽ عوام کي فاقن ڪڍڻ تي مجبور ڪري، سست ۽ ڪاهل، بزدل ۽ ڪمزور بڻايو ويندو آهي. اهڙي وقت ۾ ظلم پوريءَ طرح قوم کي غلام بڻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي، ۽ پنهنجي رعيت جي دلين ۾ هيءَ ڳالهه ٻڌيءَ طرح وهارڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي ته

"حق جي طلب ڪندڙ باغي آهن، ۽ پنهنجو پاڻ اسان جي آسري ۽ زباني کهترين ۽ ڏنن تي ارپڻ ڪندڙ وفادار آهن. ذهين ۽ عقل وارا ۽ اسان جي حرڪتن کي سمجهڻ وارا بيدين ۽ لامذهب آهن؛ پر اسان سان هام ۾ هام ملائيندڙ، اوباش ۽ عياش، بي ضمير ۽ خوشامدڙيا، دينداد ۽ مذهبي، سچا ۽ ايماندار آهن. غيرت فتنو آهي، ۽ خود داري سرڪشي آهي. آزاديءَ جي طلب حماقت آهي، ۽ انسانيت حيوانيت آهي. مڪاري دانائي آهي، ۽ چاپلوسي اخلاق آهي. تدبر "نفاق" آهي، نفاق "عقل" آهي!" — ڪانونٽ

—وهمي ماڻهوءَ جي دنيا ئي وهمي آهي. هو ويچارو اهڙيءَ دنيا ۾ ٿو گذاري، جنهن کي نه ڪنهن ڏٺو آهي ۽ نه ٻڌو آهي— نه ان جو ڪو وجود آهي، ۽ نه ان کي معلوم ئي ڪري سگهجي ٿو: وهمي ماڻهو مرگهيءَ جي بيمار وانگر هميشه ڏڪندو ۽ ڏاڪوندو وتندو آهي. ڪير نه چئي ٿو سگهي، ته ڪيس ڇا مليو، ۽ ڪاڻس ڇا ويو! —جمال الدين افغاني

—وقت جا ٻرتي گهوڙا، غيب جي قوتن هٿان چابڪ کائيندا، اسان جي قسمت جي مختصر گاڏيءَ کي، اسان جي چوڻ کان سواءِ ئي، اڳتي — تيئن اڳتي — هميشه ڊوڙائيندا ٿا رهن! اسان جي اختيار ۾ شايد رکو هي آهي ته— همت ٻڌي واڳن کي چنبڙيا رها هجون، ته جيئن

ڳاڙهيءَ جي ڦِڙن کي ساهون اپ ڪيرين، مٿانهين ۽ هيٺانهين ڪان ڪجهه سوڙي سگهون.
ڪيڏاهن ٿا وڃون؟ ان جي ڪنهن کي ڪهڙي خبر؟ اسان کي ته اها به خبر پنهنجي نٿي
سگهي ته آيا ڪهڙي پار ڪان آهيون......" ـ ڪنٽي

ـ اسين ايتريءَ جستجوءَ ۾ آهيون، ۽ تحرير تقرير ۾ ايترو ته مست آهيون، پنهنجي فائدي جي ڪم ۾ ايترو ته غرق آهيون، جو اسان کي هڪ ڳالهه جو سماءُ ئي ڪونه ٿو ٿيوي: اها ڳالهه جنهن جي ڪجهه ڀاڱي جي حيثيت ۾ اهي سڀئي ٿيندڙ ڳالهيون اچي وڃن ٿيون: اها آهي زنده رهڻ، هڪ هنڌ قيام ڪري تصور عام ڪرڻ، پاڻ کي مڪمل صورت ۾ پيش ڪري ڏيکارڻ، همدرديءَ سان پاڻ کي سينگارڻ، موجوده قيامگاه، موجوده حالت، موجوده وقت ۾ پاڻ کي سکيو سمجهي راضي رهڻ. ان کان وڌيڪ حڪمت ۽ چڱائي کي سڃاڻڻ لا ڪا ٻي طرز عمل ٿي سگهي ٿي؟ ـ ڪمنار.

ـ جڏهن مان انسان جي تاريخ متعلق ڪافي ڄاڻ حاصل ڪري چڪس، تڏهن ورڊس ورٿ جيان گهڻو ڪري اداس رهڻ لڳس ـ ورڊس ورٿ، جو هميشه اهو ويچاري اداس گذاريندو هو ته 'انسان، انسان سان ڇا نه ڪيو آهي!' واقعي ڪيڏي نه المناڪ چيز آهي جو اڄ به انسان نوع انسان جو شڪاري آهي!
انسان کي ٽانگ، چيتي، شينهن ۽ ٻين جهنگلي جانورن ايترو نه چيريو، ڦاڙيو ۽ ماريو آهي جيترو انسان. مون کي اهو معلوم هو. مان ڄاڻندو هوس، مان محسوس ڪندو هوس، پر ان جي باوجود مون کي اها اميد هئي ته ضرور ڪا جاءِ اهڙي به هوندي، ڪو مندر اهڙو به هوندو، جتي انسان جو غيرفاني روح ڪڪرن ۾ لڪل سچ جيان موجود هوندو. ۽ آخر 'ادب' جي وسيلي مان ان مندر تائين پهچي ويس. ـ ٽنڪور

ـ هر شخص پنهنجي دل کان سوال ڪري ـ پوشاڪ، خوراڪ، روپيا يا ملڪيت ـ ڇا، انهن مان ڪابه چيز اوهان جي دل کي پوريءَ طرح مطمئن ڪري سگهي ٿي؟
زندگي، زندگي ٿي تڏهن آهي، جڏهن ڪيس پنهنجي مرضيءَ کان ڪم وٺڻ، ڪنهن جو محتاج نه هجڻ، ڪنهن جو رعب نه سهڻ يعني خودمختيار هجڻ ميسر آهي. خودمختياري ئي هرهڪ سڪون ۽ اطمينان جو پيالو آهي.
ملٽن به چيو آهي ته:
"بهشت ۾ غيرمختيار رهڻ جي بنسبت
مون کي جهنم ۾ خودمختيار رهڻ پسند آهي."
ڪنهن به بريءَ حالت ۾ رهڻ قبول نه ڪريو. هر انسان عمدي ۽ خوبصورت دنيا جو وارث آهي. عمل ڪان ئي زندگي "جهنم" به بنجي ٿي ۽ "جنت" به. اسيري ڪرڻ گناه ڪرلوي؛ ۽ غريبيءَ، نالائقيءَ ۽ ذلت جا فائدا بيان ڪرڻ پاڳلپڻو آهي، ۽ قدرت جي بيعزتي آهي.
ڪنهن جو ماتحت ۽ محتاج بنجڻ، پنهنجي اصليت کان انڪار ڪرڻ آهي، ڪنهن به انسان اڳيان برڪتن ۽ غيبي مددن حاصل ٿيڻ لاءِ جهڪڻ، انسانيت سان بيوفائي آهي، ڪنهن

سان نفرت ۽ حسد رکڻ غلاميءَ جو نشان آهي، ڪوبه شخص غلام، ۽ محتاج رهي نٿو سگهي بشرطيڪ هو خود ان لاءِ تيار نه هجي. — سردار ڪود بخش، ايڊيٽر ”پربت لوڙي“

جڏهن ماڻهو تو ۾ اهڙي صفت بيان ڪن، جا تو ۾ نه هجي، تڏهن سندن تعريف ڪان مغرور نه ٿيءُ؛ ڇو ته جاهلن جي چوڻ سان ٺڪري سون ٿي ڪانه پوندي آهي. — لقمان

— سڀ ڪان وڏيڪ بيوقوف اهو شخص آهي، جو ستل فتني کي جاڳائي، ۽ جيڪو ڪم آسانيءَ سان ٿي سگهي، ان جي نوبت لڙائيءَ جهڳڙي تائين پهچائي، پنهنجيءَ گهٽيءَ قوت تي اعتماد ڪري دشمن سان هروڀرو وڙهڻ جو اباءُ ڪري؛ ڇو ته ڪٿي ”ترياق“ موجود هجي، پر انهي جي اميد تي رڦ ڪري ”زهر“ نه کائڻ گهرجي. — سقراط

— انسان کي ڪيترائي نقصان ان سبب ڪان پهچن ٿا جو هُو ماڻهن سان مشورو نٿو ڪري. — افلاطون

— پنهنجي عضون کي محنت ۽ مشقت جو عادي بڻاءِ، توڻي ڪٿي تو وٽ گهڻائي نوڪر هجن، ڇو ته جيڪڏهن ڪو اهڙو اتفاق ٿيو، جو هو تو وٽ نه رهن، ته ان وقت تون بلڪل اپاهج ٿي ويندين ۽ اهڙو اتفاق دنيا جي دؤر ڪان پري به ناهي. — ارسطاطاليس

— مٿي جو فاسد معدو غرغرن سان، معدي جو قي سان، آنڊن جو دستن سان، ڪُل جو پگهر سان، ۽ رڳن جو سير چوڙائڻ سان دور ٿي ويندو آهي. پر دل ۾ جميل سَرُّ دور ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. بقراط

— ماڻهن ۾ طاقت جي گهٽتائي نه هوندي آهي، پر قوت ارادي جي ئي ڪوتاهي ٿئي ٿي. — وڪٽر هيوگو

— مون اهڙا ماڻهو ڏٺا آهن جي رواداريءَ جي وڏي وات وڪالت ڪندي، پنهنجي سر پاڻ شديد تعصب ۾ ڦاٿا پيا هوندا آهن. — ڪالرج

— جو شخص روزانو هڪ ڊپ دفع ڪري ٿو، سو ارتقا جي ڏاڪڻ تي چڙهي ويندو. — ايمرسن

— جيڪڏهين اوهين زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ جي تمنا رکو ٿا ته مضبوط ارادي کي دوست، تجربي کي صلاحڪار، احتياط کي وڏو ڀاءُ، ۽ اميد کي پنهنجو سرپرست بڻايو. — ايڊيسن

— جيڪي مشڪلات جو مقابلو ڪندي گهٻرائيندا آهن، تن تي ئي وڏيڪ مشڪلاتون اينديون آهن. — اسٽينلي

— طبيعت جي يڪسوئيءَ سان ڪوبه ڪم شروع ڪري، ڪمزور ڪان ڪمزور انسان به ڪجهه ڪري ڏيکاري سگهي ٿو، پر وکريل طبيعت شخص مضبوط ۽ طاقتور هوندي به گهڻن طرفن ڏي پنهنجو ڌيان ورهائڻ سبب ڪجهه نٿو ڪري سگهي. پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو ڪنهن هنڌ لڳو لڳو ڪرندو رهندو، ته ايئن هو مضبوط پٿر ۾ به ٽنگ ڪري سگهندو؛ پر جلدباز لهرون زور شور سان اچن ٿيون ۽ پٿرن سان لڳي واپس وڃن ٿيون، سندن نشان به جاتي نٿو رهي. — ڪارلائل

# سنڌي نثر مان مثالي فقرا

—"سنڌي شعر جي نهر، انهي ٻئل جيوت جي جبل مان آجي ۽ آزاد ٿئي — تنهن لاءِ هڪ وڏي شاعراڻي شڪتيءَ جي ضرورت آهي. اها شڪتي نئين زماني جي نون ويچارن ۽ وڻن، نون جذبن ۽ جوت کي نئين زماني جي نئين النڪار ۽ روپڪ جي ويس ۾، ڪوتا ۾ آڻي، اها جولاني جنبش اٿاريندي، جو سنڌ جي شاعراڻي نهر، هڪ ٿي طاقتور اڏمي سان آڻي ڪچڪوڙ ڪري وهڻ لڳندي. ٽڪرين ۽ ڏڙن تان اچندي، چمڪندي ڇوڇڙا ڪندي، سنڌ جي مائيٽي ميدان ۾ ٻاروهي ٿيڻي وهندي. ۽ سنڌس نرمل پاڻي ۾ نئين روشني جو روشن آفتاب جهلڪا ڏيندو، سنڌين جي اک ۾ نئين چمڪ، ۽ سنڌن دل ۾ نئون امنگ ۽ آنند پيدا ڪندو. اهڙي شڪتي، ڪيئن چنجي ته ڪڏهن، انساني جامو پهري سنڌ جي سرسبز ٿيندڙ ڪهني ديش ۾ جنم وٺندي!" — (چونڊيندڙ: منگهارام ايل. "اوجها". سنڌو سيپٽمبر ١٩٣٣ع تان ورتل)

—"ڏينڙي، سياڻي زال، جنهن جو هنڌ ڪٿل، جنهن کي گهر جي سهڻو سنڀال لاءِ ۽ ڪيوٽ جي اونُ، ڪاڻ آنهي جو ڪوڏيو اٿئي. ملهه ان جو سون کان سرس، ۽ هيرن جواهرن کان وڌ. ڪاڻ اڳيان ڪنوار اهڙي سونهي. سورهن ئي آنا ان ۾ پروسو، گهر اُن جو سدا بهار، سدا آباد ۽ سکيو. سنڌس زال، آن ٿي، ڪپه ٿي، هٿ ڪري ويهي ڪاهو ڪري. اڻ آيرني آئي، ساري گهر جي رسد رسائي. ڪهڙو به اڪائيو ڪم، تنهن کان ڪين ڊڄي. ڪوڏو ڪوڙي، ڪري آئي ته به وهڻ واري نه آهي. ڪنهن نه ڪنهن ورتڻ کي وجهي لڳندي. ڏکئي ٻکئي ننگي محتاج اڳيان مٿ نه پيڙيندي. غريب غربي کي ڏيڻ کان ڪين ڪيٻائيندي. نه انس ٿڌ جي گهٽي نه سيءَ جو آلڪو. ڏس ته سڄي گهر کي دمرا اوڊيل ڪپڙا، سبق پڙهڻ ۾ هوشيار ٻاڻ به پوشيدي پهربل، عقل ۽ سياڻپ جا ٻول ٻوليندي، زبان مان ميٺ ۽ قرب جي اوت اوتيندي. سڄي گهر تي سنڌس نظرداري. اجايو وڃائڻ نه ڏيندي. سليو ساٿ ٿي ماني نه کائيندي.

اهڙي ڪي سنڌس اولاد هٿ ڪٺي آسپون ڪندو. ۽ ڪاڻ اُن جو سنڌس ساراهه مان نه ڍاپندو." — (سنڌي درسي ستين ڪتاب مان ورتل؛ لکندڙ: پرمانند ميوارام؛ چونڊيندڙ: منگهارام ايل. اوجها)

—"مون کي يقين آهي ته علم لغات جي قائل کي، هندستان جي ٻين ٻولين کان، سنڌيءَ جو اپياس وڌيڪ دلڪش لڳندو؛ جو ته ان ۾ ڪي اهڙيون خوبيون سمايل آهن، جي ٻين مڙني هندستاني ٻولين کان نراليون آهن." — (ڪئپٽن جارج سٽئڪ- ميسرس دوارڪاداس جي ڇپايل انگلش سنڌي ڊڪشنريءَ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: موتيرام سونيجي- بمبئي)

—"آءٌ نه ڪي شاعر آهيان، نه ڪي نثر جو اڳوان. آءٌ هڪ ادنيٰ اخبار نويس آهيان. سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻيا وڏا ماهر آهن، سنڌي ساهت جا ٻيا وڏا ڄاڻو آهن؛ مگر سنڌي ساهت منجهه جو خيال ۽ خوبي، جو حسن سند و حق سمايل آهي، آءٌ تنهن جو مشتاق آهيان. آءٌ انهيءَ سندس ڪلي درسن تي مست آهيان. دنيا جي ساهت جي ڀيٽ ۾ آءٌ سنڌ جي انهيءَ ساهت کي گهٽ نٿو ڀانيان. سنڌي ٻوليءَ جو آءٌ هڪ قربدار ڀانهو آهيان. اوهان کي سڪ مان سڏ ٿو ڪريان ته 'اچو ته سنڌڙي ۽ سنڌ جي شيوا ۾ شامل ٿيون. سنڌي ساهت کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ به هڪ وڏو شيوا جو ڪم آهي'." —(جيٺمل پرسرام. اصل ١٩٣٣ع ۾ لکيل، جو وري شريمتي ديوي رامچند گلراج جي پهتميءَ هيٺ شايع ٿيندڙ ماهوار مخزن "روح رهاڻ"، بمبئي، جي جنوري ١٩٥٥ع واري پرچي ۾ ڇپيو؛ چونڊيندڙ: سوتيلو ڏامونمل سونيجي، ڪانديولي، بمبئي.)

—"منهنجي حقير ذهن ۽ تصور جي هيءَ آذاري ورتل پونجي واپس ٿو ڪيان انهيءَ معصوم محبوبه جي پاڪيزه ۽ دلنواز ياد سان جيڪا، منهنجي رفيقءِ حيات هئي، ۽ جنهن منهنجو ثمر حيات منهنجي حوالي ڪري موت سان حياتيءَ جي رفاقت جا ڌاڳا ڇنا، ۽ مون سان هميشه، هميشه جون موڪلائيون ڪيون!

"هڪڙي ڀيري جڏهن مون ڪيس "ايمليءَ" جا پهريان ورق پڙهي ٻڌايا سمجهايا، تڏهن پاڻ هڪ نفيس ۽ دلگداز آواز ۾ چيائين: 'هي جو هاڻي منهنجي ساه سان گڏ پيو ساه مون وٽ آهي، سو جڏهن منهنجي ساه کان الڳ ٿي منهنجي منهن ساه ڪڍڻ جهڙو ٿيندو، تڏهن هن کي ڏسان ته تون ڪهڙو ٻچڙو ۽ قابل ڪار ٿو بڻائين! اڳي چوندي هيس ته شل منهنجي عمر به توکي ملي، پر هاڻي چوان ٿي ته شل تنهنجي حياتي به هن کي نصيب ٿئي: شل هيءَ اسان جو روشن تارو جو هاڻي اڀرڻ وارو آهي، دنيا جي آسمان تي هميشه، هميشه چمڪندو رهي! بس، اهي ئي سموريون آهن منهنجي دل جون باقي اميدون'!

"ڪٿي آهي اهو سماج، ڪٿي آهي اهو انصاف ۽ اها آزادي، جنهن ۾ هوءَ ساهه صدقي ڪندڙ، مهربان، مٺڙي "ماءُ" جون اهي محبت ڀريون معصوم اميدون پوريون ٿي سگهن؟" ("ايملي عرف تعليم" ڪتاب (مترجم — محمد ابراهيم جويو) جو انتساب. چونڊيندڙ: ماستر محمد هاشم، ٽنڊو محمد خان)

# پڙهندڙن جا پيغام

جناب ايڊيٽر، "مهراڻ"- رسالي جي ٣ پرچي ۾ "گذارش" پڙهندي، توهان صاحبن جا سنڌي لکڻ بابت املهه موتي هٿ اچي ويا. سچ پچ ته اهي لفظ رسالي جي سچي سونهن آهن ۽ انهن بابت وڌيڪ ڪليل سمجهاڻيءَ جي گهرج آهي. اميد ته ڪجهه عرض جي پورائي پڻ ايندڙ پرچي ۾ ڪرڻ فرمائيندا.

(١) اوهان صاحبن لکيو آهي ته 'مون کي' 'صحيح'، 'مونکي' 'غلط' آهي؛ ۽ 'منهنجو'، 'پنهنجو'، 'تنهنجو' 'صحيح' آهي، ۽ 'منهن جو'، 'تنهن جو' وغيره غلط آهي." عرض آهي ته ترڪيب ڪرڻ وقت، "مون" ضمير متڪلم ۽ "کي"، حرف جر جاڙيو- وري "منهنجو" جي ترڪيب وقت به لفظ کي جُني، اوءِ ترڪيب ڪبي (منهن + جو- "منهن" ضمير متڪلم، "جو" حرف اضافت، يا تُنهن + جو- "تُنهن" ضمير حاضر، "جو" حرف اضافت.) حرف اضافت، حرف جر جو پيو نرالو آهي. اوهان صاحبن "مون کي" جدا ڪري لکيو آهي ۽ "منهنجو" گڏي لکيو آهي. آءٌ انهيءَ راءِ جو آهيان ته "منهن جو" لکڻ جو نمونو جدا صحيح آهي. تنهن هوندي به اوهان صاحب ان لاءِ مدلل ثابتيءَ سان سمجهائيندا، جيئن پيا حضرات پڻ معلوم ڪن.

(٢) : ؛ " " ‘ ’ ، ۽ - هي نشانيون ڪهڙين جاين تي ڪم اينديون آهن؟ بهتر ٿيندو ته مثال ڏيئي جمان ۾ ڪم آڻي ڏيکاريو.

(٣) موجوده ڪتابن ۾ "سڀاڻي" جو لفظ "سڀاڻي ۽ صبحاڻي" ٻنهي امونن ۾ لکيل آهي- انهن مان صحيح يا غلط ڪهڙو آهي، ۽ ڇو؟

---

(١) جيڪي لفظ (مون، تون، اوهان، اسان، وغيره) پنهنجي منهن الڳ وجود رکن ٿا، ۽ پنهنجي پيرن تي بيهي اڪيليءَ صورت ۾ به ٻوليءَ ۾ استعمال ٿي سگهن ٿا، انهن لفظن کي ٻين لفظن سان ملائي لکڻ غلط آهي. لفظ "مُنهن" (ضمير متڪلم واحد). "تُنهن" ۽ "ٻنون" اهڙا پنهنجي منهن الڳ وجود رکندڙ لفظ نه آهن، ۽ ڪڏهن به اضافت جي حرفن (جو، جا، جي، جن) کان سواءِ ٻوليءَ ۾ استعمال ٿا ٿين: تنهنڪري انهن کي، پٺيان ايندڙ حرف اضافت سان گڏي لکڻ نه فقط جائز آهي، پر نهايت ضروري آهي. -ايڊيٽر

(٢) واڪ جي نشانين تي مفصل مضمون (مثالن سميت) هن پرچي ۾ شايع ڪيو ويو آهي. -ايڊيٽر

(٣) "سڀاڻي" لفظ صحيح آهي، ڇو ته عام استعمال ۾ اهو آهي: جنهن ليت سان، ۽ جنهن اصول ماتحت هن لفظ کي ڪٿي "صبحاڻي" جي صورت ۾ ٿو لکيو وڃي، جيڪڏهن ان ليت سان ۽ ان اصول ماتحت سنڌيءَ جي سڀني عربيءَ مان آيل لفظن کي ٺين سر لکيو وڃي، ته هونئه "نُور" کي "نُوُر" لکڻو پوي، ۽ "بصر" کي "بصل"، وغيره- جا هڪ نهايت ئي غير ضروري ۽ منجهائيندڙ ڳالهه ٿي پوندي. -ايڊيٽر

(۴) ٻنهي ڪتاب ۾ "نِيمڪَنَ"، "اَچَنَ" وغيره ۾ "نون غنه" ظاهري طرح چيو ٿو وڃي، پر "ڪِينهِينَ"، مُنهِينَ" (جو)" وغيره جو "نـون" ظاهر نٿو ڪيو وڃي - جيتوڻيڪ ٻنهي جون اعرابون ساڳيون آهن - ائين ڇو آهي؟

(۵) سنڌي ڪتاب جي ۳ صفحي ۽ ۵ صفحي ۾ لفظ "اچا" نون کان سواءِ لکيل آهي، ۽ "مهراڻ" جي ۳۱ صفحي، ۽ ٽين ڪتاب جي ۹۳ صفحي ۾ "وڃان" نون سان لکيل آهي. "اچا" ۽ "وڃان" ۾ ڪهڙو فرق آهي، جو هڪ کي "نـون" سان ۽ ٻئي کي "نون" جي بغير لکيو ويو آهي؟

(۶) چارئي رسالا ادبي نقطي نگاه کان معياري مضمون سان سينگاريل آهن. ته به من ڇوڻ کان رهي نه ٿو سگهان ته مضمون، افسانا خواه نظم اڃان به موجوده دور جي گهرجن موجب هٿ گهرجن. اڪثري شاعر حضرات پنهنجو شعر پراڻي خيال جي قالب ۾ ڍالينداآهن. صرف لفظن جي مناسبتا ڪرڻ تي اڪتفا ڪئي پئي وڃي. هونئن به شعر ۾ مبالغي جي گهڻي گنجائش آهي ۽ - اها شاعري دنيا ۾ آهي به مباح - پر شاعر صاحبن کي اهو سوچڻ ۽ سمجهڻ

---

۴- "ڪِينهِين"، "مُنهَن"، "جِنڌهِين" لفظن ۾ "نون" تي جزم ڏيڻ غلط آهي - ڇاڪاڻ ته "ڪِينه"، "هين" "مُنه"، وغيره ۾ "ن" وارا آواز مفرد آواز آهن - بلڪل ائين جيئن لفظ "گهوڙو" ۾ "گهه" آواز يا لفظ "جهرڪي" ۾ "جهه" جو آواز. مفرد آواز ۾ هڪ کان وڌيڪ علامتون ڏيڻ صحيح نه آهي. "نِيمڪَنَ"، "آچَنَ"، وغيره لفظن ۾ "ڪَنَ"، "چَنَ"، وغيره آواز مفرد نه پر مرڪب آواز آهن - مرڪب آواز ۾ هڪ کان وڌيڪ علامتون (ـَ ـْ، وغيره) ڏيڻي سگهجن ٿيون. - ايڊيٽر

۵- "ن" جو آواز "ڄ"، "ڻ" "ڳ" "ڙ"، آوازن ۾ اڳي ئي موجود آهي: تنهنڪري "آڇا"، "ڪهڻا"، "راڳا" "ماڻا"، وغيره، لفظن جي پڇاڙي "ن" ڏيڻ ۾ نٿو اچي. ساڳئي اصول تي "وڃان"، "لڱان"، "مڳان"، "نيمان"، وغيره لفظن جي پويان ٻڻ "ن" جڏهن ڏجي، ته غلط نه ٿيندو - پر اهي لفظ ساڳئي وقت فعل آهن، ۽ سندن صورت زمان مضارع جي آهي، جنهن جي ٺهڻ جو قاعدو آهي ته "امر" جي پويان "ان" يا "يان" اڪر وڌا وڃن - تنهنڪري انهن لفظن جي فعلي صورت کي نمايان ڪرڻ لاءِ سندن پويان "ن" آڻڻ نه فقط غلط نه آهي، پر انهيءَ هڪ ڳالهين لازمي پڻ آهي. - ايڊيٽر

۶- شعر و شاعريءَ متعلق پيش ڪيل خيالن سان مجموعي طرح اتفاق آهي: پر هي وسارڻ نه گهرجي ته حسن ۽ عشق، شاعريءَ جا بنهه اوائلي موضوع آهن؛ ۽ جيستائين انسان جي دل ۾ حسن لاءِ ڪشش موجود آهي، تيستائين شاعريءَ جا اهي پاڪ ۽ لطيف موضوع هميشه قائم رهندا - تنهنڪري، حسن ۽ عشق جي شاعريءَ کان ايتري بيزاري هڪ صاحب ذوق دل لاءِ مناسب نه آهي. البت شعر جي ٻين موضوعن کي بنهه نظرانداز ڪري ڇڏڻ يا انهن ڏانهن ڪنهن قسم جي بي رخي ڏيکارڻ اسان جي شاعرن لاءِ به مناسب نه آهي. - ايڊيٽر

ڪهڙي ته موجوده دور جي ”عوام“ کي ڪهڙي نظم جي ڪهڙي گهرج آهي؟ ڪوشش ڪري ڪهڙا مقصد لاءِ دماغ سوزي ڪري پنهنجا خيال عوام جي اڳيان پيش ڪجن. اوهان به ڪهڙا مقصد وارا شعر شايع ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. ”مهراڻ“ جي ڪنهن پرچي ۾ اوهان صاحبن شعر جي مرڪزي خيال بابت اظهار ڪيو آهي، جنهن ۾ چاڻايو اٿو ته ’سنڌي نظم جو مرڪزي خيال گهڻو ڪري مجازي ۽ حقيقي عشق جي دائري کان ٻاهر بلڪل ٿوري انداز ۾ آهي. اڃا تائين انهيءَ خيال جي تقليد ٿيندي اچي‘ - اهو بلڪل سچ آهي.

آءٌ پڇندس ته ڪن جزوي شاعرن جي ڪلام کان سواءِ حقيقي شعر ۾ ڪيتري صداقت آهي؟ ۽ مجازي شعر جي اسان کي ڪهڙي گهرج آهي؟ رزم جي جاءِ بزم، ۽ اصلاح جي جاءِ هجو ۽ خوشامد اچي والاري آهي، ۽ بزم اسان جي ذهنيت کي ايتري قدر سوڙهو ۽ تنگ ڪري ڇڏيو آهي، جنهن جي تلافي صدين بعد ٿيندي! - بنده ماستر محمد عالم لغاري، هه.م. اسڪول سعيد خان لغاري، تعلقو هالا.

- پيارا محترم ”مهراڻ“، اڄ منهنجي اڳ ”مهراڻ“ جا گذريل چار پرچا آهن. اهي به جدا جدا وقتن تي پڙهيا اٿم ۽ هن وقت سڀئي هڪ ئي هنڌ ڏسي رهيو آهيان.

مان اها ڳالهه چڱيءَ طرح سوچي سمجهي ٿو چوان ته سنڌيءَ ۾ اهڙو رسالو اڳي ڪڏهن به ڪونه نڪتو آهي.

پر هڪڙي شڪايت اٿم. اها هيءَ ته ”مهراڻ“ جي چئني پرچن مان هڪ ۾ به سنڌي لوڪ ساهتيه بابت يا لوڪ گيتن بنسبت ڪجهه به نه آهي. اهي لوڪ گيت سنڌ ۾ ته جام هوندا. شادين تي ڳائڻ ۾ ايندڙ سهرا، ٻارن کي لنڊ ڪرائڻ وقت مائرن جون لوليون، ڪيتن ۾ ڪم ڪندي هارين جا گيت، رستن تي پورهيو ڪندي مزورن جا گيت، زالن جا جنڊ پيهندي سنهڙا سُرَ - اهي ئي ته لوڪ گيت آهن! ۽ صحيح معنيٰ ۾ اسان جو سچو ادب ته اهو آهي. سنڌ جون لوڪ ڪٿائون، جي مائر رات جي وقت ٻارڙن کي ٻڌائينديون آهن - ڳالهه ميڙاڪن ۾ ويهي ڳالهيون ڪندا آهن، اهي لوڪ ڪٿائون ”مهراڻ“ ۾ ڪٿي؟ سنڌي ناچ، ڇيڄ وغيره جا چتر مهراڻ ۾ ڪونه آهن - ڇو؟ ڇا اهي توهان جي نظر ۾ اهميت وارا نه آهن ڇا! جي آهن ته پوءِ انهن جي ڪمي ڇو؟ - اوهان جو نارائڻ پارتي، بمبئي. (ڏسو هن پرچي جي گذارش! - ايڊيٽر.)

- ”مهراڻ“ جا مدير، خوش هجو شال! ”مهراڻ“ جو چوٿون پرچو مليو - اڄ جهڙي ڳالهه آهي، هڪدم سال گذري ويو! انسان هميشه کان ماضيءَ کي پوڄيندو آيو آهي، ۽ مان به گذريل وقت جي آئيني ۾ جهاتي پائي ڏسان ٿو ته عجب ٿو لڳيم - ڇا ڏسندي ڏسندي سال گذري ويو! الله ڪندو ”مهراڻ“ جي عمر خضري ٿيندي ۽ سنڌين کي سيراب ڪندو رهندو. منهنجي ساهيڙي ٻانو چوندي آهي، ”ادب زندگيءَ لاءِ آهي“ - پوءِ پلا جڏهن اسان جي زندگيءَ جا هزارين عنوان آهن، يعني نفاست، ترتيب، حسن ۽ خيال، معلومات ۽ ڄاڻ، تنقيد ۽ وغيره - انهن جو اپاس ڪڏهن ڪنديون سين؟ منهنجي ننڍڙي ڏيان موجب ان جو

بلڪ اهڙي اڪيلو وسيلو آهي ته اسان انهن موضوعن تي لکون - پنهنجي لکڻين ۾ "تکڙ" پيدا ڪيون، قلم جي رفتار ۾ تيزي آڻيون، ۽ پوءِ پنهنجي ديسي ادب کي خريد ڪيون، پڙهون ۽ سانڍيون. پڪ آهي ته هڪ ڏينهن سنڌيءَ ۾ هر علم تي ڪتاب موجود ملندا - اجايو پئي ڏي ڏسڻو نه پوندو؛ پين ڪان قرض ڪٽي ڪنڌا ڪارا ڪين ڪرڻا پوندا - ۽ پوءِ سنڌيءَ کي پين ٻولين سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي بيهڻ ۾ شرم نه ايندو. يقين آهي ته پوءِ صحتمند ادب جي تخليق ٿيندي، ۽ زندگيءَ جي هزارن بابن جو مطالعو ٿي ويندو، ۽ زندگيءَ جي حقيقتن سان به شناسائي ٿي ويندي.

-خلوص ڪار مينڌري سعادتي، حيدرآباد (سنڌ).

-سعيادڪ سائين، جئين سدائين! سنڌي ساهتيه تي اونداهيون ڇانيل هيون، هلڪيون هلڪيون، ڪهانيون ڪهانيون اونداهيون. سنڌي ادب ڀرائين غيرآباد ماڙين ۾ پئي پنڪيو. ۾ چار سُندون اڳ، هڪ چنڊ - چوڏهين جي چنڊ جيان روشن چنڊ - سنڌي ساهتيه جي آڪاش تي اڀريو - ۽ آهي اونداهيون پري ڪري آڱن ڪان به پري - ڪهڻو پري - پرواز ڪري ويون! سنڌي ادب ڀرائين ۽ ڦٽل ماڙين مان نڪري، هاڻي، نين، من موهيندڙ ۽ جٽس پربل وادين ۾ پير پاتو آهي، جتي ڪيس اهو چنڊ پنهنجي ٿڌي ۽ وڻندڙ چانڊاڻ ۾ تڙ پيو ڪرائي، چاڪائي پيو، چمڪائي پيو! ان لاءِ لک لک مبارڪون هُجنو!

جيئن ڌرتيءَ جي چنڊ ڪي چڪور چڪرن ۾ آ، تيئن هين چنڊ کي به ڪئين مستانا آهن - متوالا آهن. منهنجو من به پيو ڪهُري ته مان هين چندرما جي چانڊاڻ ۾ وهنجندي، هين اسُلهه ماڻڪن جي آڪٽ مهراڻ مان، ٽوپڙ ٽي، ماڻڪ موتي ڪڍي، ساهه سان سانڍيندي - اُن جا انيڪ ليالا هنئين سان هنڊائيندي - ۽ هين جي لهرن ۾ ليڪل پالا سهندي، پنهنجي حياتي گذاري ڇڏيان، پنهنجو جيون صرف ڪري ڇڏيان!

هائو سائين! "مهراڻ" چنڊ آ، چوڏهينءَ جو چنڊ. پر منجهس ڌرتيءَ جي چنڊ جيان داغ به آهن، ڪارا ڪارا داغ! هين ماڻڪن جي مهراڻ ۾ ڪي پٿر به آهن - هين مهراڻ جون ڪي لهرون محض ڏيکاءَ آهن - ڏيکاءُ، جنهن مان نڪو ليانوني جهاتي پائيندو آهي ۽ نه وري منجهس ڪي پالا ئي ليڪَل هوندا آهن - ۽ سائين اهو ڏسي دل کي رنج رسندو آهي - رنج!

"مهراڻ" نئين طرز جي ادب جو هڪ پودو آهي، ۽ هن پوني جي عمر چڙا چار پاڪ آهي. اوهان هن پوني جا پوکيندڙ آهيو ۽ مالهي پڻ! آس اٿم ته توهان هن ڪچي پودي کي پنهنجي دل جو رت ۽ آتما جي رَسُ ڏيندي، جڳ جي طوفانن ۽ باهين ڪان بچائي، پرگهور لهي هڪ وڻ ڪري ڏيکاريندا ... ۽ اِها ڏسان پيو اهو پودو وڌي هڪ وڏو، مضبوط ۽ گهاٽو وڻ ٿي ويو آهي. سندس ٽاريون ايترو ته وڌي ۽ ڦهلجي ويون آهن، جو اُن جي ڇٽانو، هڪ دنيا کي آسماني آفتن ڪان، بچايو ويٺي آهي. ان وڻ جي مٺان سوسين پکي

وڻيا آهن - ميلي ۽ من موهيندڙ ٻلات لنوڻ وارا، رنگن رنگن جا، قسمين قسمين ٻڪي!
اڄهوڪي هي آجايل آتمائون، هن وڻ جا ميوا کائي ۽ ميون جي ٿڌي، مٺي رسُ پيي، سندس
گهاٽي ۽ ٿڌي ڇانو هيٺان ويهي، ٻڪين جون وڻندڙ ٻوليون ٻڌي، ٻنهنجو ٿڪ لاهڻ ۽
ٻاڻ کي نوبنو ڪري رهيون آهن، ته جيئن هُو، نون اتساهن ۽ تازن امنگن سان، ٻنهنجي
ماڳ تي رسڻ لئي آئي اڳتي وڌن، ۽ ڪين ٻڪ آهي ته هن وڻ هيٺان ٿڪ لاهي اڳتي وڌندا،
ته ڪين ٻنهنجي منزل ضرور ماڻيندا! ۽-۽ ماڻ اهو ٻه پيو ڏسان... ٻٽائي گهوٽ جو روح،
جو ڪجهه وقت اڳ بيقرار ۽ ڏکايل هيو، سو هن وڻ کي ڏسي ٻنهنجي سنڌ ۽ ٻنهنجي سنڌيءَ
کان خوش ۽ مطمئن آهي.

ٻاٽوا وقت هڪ مهاساگر آهي، ۽ 'مهراڻ' آتس لڏندڙ لوندڙ ٻيڙي. اِن ٻيڙيءَ
جا ٻتڻ، اوهان کي هڪ مضبوط ۽ مشتاق ملاح سمجهي، ڏنا ويا آهن. وقت جي مهاساگر ۾
ڪئين طوفان ايندا، ٻاڻيءَ اندر لِڪيل ٽڪريون اينديون. توهان کي هيءَ ٻوليي طوفانن
۽ ٽڪرين کان بچائي ٻيءَ ٻر ٻهچائڻي آهي! اسان مهراڻين جون دُعائون اوهان سان آهن -
۽ ڏٺي اوهان کي ٻنهنجي فرض ٻوري ڪرڻ جي سگهه ڏيندو!

مون ٻنهنجي گودڙيءَ مان، الائي ڇا، موتي سمجهي ڪڍيو آهي، جو اوهان ڏي جدا
موڪليان ٿيو. اوهان ٻرکيوس - معيار جي ڪسوٽيءَ تي! جي سچ ٻچ ماڻڪ آ ته سائس
'مهراڻ' کي سينگارجو. جي ٻهڻ لڪتو ته ڪيس اڳين اونداهين جيان ٻري اڇلي ڇڏجو -
انق کان ٻه دور! -اوهان جو مهراڻي، خواجا سليم، ۱۱، سنڌ مسلم ڪاليج هاسٽل،
ٽريٽر روڊ، ڪراچي نمبر ۲.

-مٺڙي مهه لقا "مهراڻ"! تنهنجو ناز نياز، راز رمز ۽ زيبا قابل ستايش آهي. تون
ڪنهن تعارف جي محتاج نه آهين.

تنهنجي اونهه اوسيڙو آٿهي منهنجي جيءَ لاءِ جهوري ٿي ٿو رهي، ۽ تنهنجو آلڪو
اِڪانڊو هميشه هينئڙي اندر پيو هُري ۽ هُڄي! تون سنڌين جي سولهن، ويڳاڻن جي
ورونهه، اڻوسنديءَ جي وندر آهين. جي اباڻن کان اوت آهين ته قربانين واسطي ڪوڙڪي
آهين. تنهنجي هر نقطي ۾ نڪتو آهي، ته تنهنجي هر سٽ ۾ سواد سمايل آهي. تون سنڌي
ٻوليءَ جو آهو سمنڊر ساگر آهين، جو ٻريتوان ٻوهندڙن جي اکين جي آلي تي اجهائين.
آويءَ سويءَ کي، ديسي ٻرديسيءَ کي ٻنهنجي ماڻ مٺي مٺوکري ماڻيندي جي مال مليدن
لئي موهين ٿيا جي ڪو توکي سنڌ جي صحاب. "مهراڻ" يعني اڳوٺو درياءَ ڪري ليکي،
ته ٻه تنهنجو اڻ ميو اٿاهه جالارو جار جر، ٻٽن تي ٻالوٽ ڪري سنڌ سونهاريءَ جي ٻياسي
ٻوڻن جي تاس تشنگي تمام ڪرڻ ڪان ڪافي شافي آهي؛ ٻر تون ته علم حقيقت جو درياءَ
آهين. شاباش هجي ٻاڪ ويهه لک واڌيون هجن تنهنجن سُهتمن ۽ منتظمن کي، جن جاکوڙا
جٽي، نور لڇوڻي توکي سيڙهي سموهي تنهنجي سجاوت ڪئي آهي - گويا قطرو قطرو گڏيي

ڳوٺي، ڳٺي ڳوٺي ڪنارن جي وچ ۾ قابو ڪري قلزم بڻايو آهي، ۽ ڪيان وڏيا ندي‎ءَ جو روپ بخشيو آهي، ۽ تو ۾ "لڙ، لهرين لس ليٽ جتي الست ناهي آب جو" پيدا ڪيو آهي! تون سنڌي جهالت جي اوڙاهه اڏوڪار جو آجالو ۽ نيٽر اعظم آهين. تنهنجو هر پرچو مون کي ائين ڀاسندو آهي، جڻ حرفتي حريص واپاري صبح سج ايرڻ جي مدح ۾ اکيون مهٽيندي چوندو آهي ته "ايريو آهي لکن جو ڏاتار!" ٿي به تنهنجو نت نئون نروار نيل پرچو ڏسي، ڪپڙن ۾ نه پيو ماپيو آهيان، ۽ وري وري آئنده پرچي جي انتظار ۾ ڏُهي پيل ڏسي، ڪاري پاڻي اٿيهه اونداهيءَ جهڙو وچ وارو ويلو، ويجهيل ۽ وڇوڙي وند ويڳ پيو ڀاسندو اٿم. تنهنجي آمد جي مون جهڙن متوالن کي، مرڳو فڪر جي فرحي برزبان ياد ڪرڻي پوندي آهي جو ته —

فڪر ته دليا ۾ ڳهٽا؛ ۾ هن جو فڪر ٻيءَ طرح.
اي سونهاري، لاوارث سنڌيءَ جي لشامبر نشاني،
ديس جي ڏُتل ۽ ڏُوٺيل ڏجائي، مهراڻ!
خوش هجين! آباد هجين! شل نه وسرين!
مر ياد هجين! —

— شيدي ولي محمد طاهرزاده، ٽنڊو الهيار.

— ادا، سڄو سال "مهراڻ" ۾ ڇپيون هنيون اٿم ۽ جيڪو بي پناه مزو ماڻيو اٿم، تنهن جو ذڪر ڪري پنن کي ڪجهه ڏيڻ نٿو چاهيان — پل ته مڙيوئي مون وٽ هجي. "مهراڻ" نه صرف اسان کي سرت بخشي آهي، پر اسان جا ڪنڌ ۽ ڪراڪها سڌا ڪري ڇڏيا آهن ته سنڌي پڻ فخر وٺڻ جي قابل آهي. اسان وٽ هتي پيو ته چڱو ادبي مال پيو پيدا ٿئي، پر اهڙو رسالو تحقيق وڏي همت ۽ سعي جو ڪم آهي. — اوهان جو ڪيرت ٻاٻاڻي، باندرا، بمبئي.

— ادا ايڊيٽر، توهان جي "مهراڻ" ڏسي منهنجو ته نيڻ نيڻ ٺري پيو آهي. ايڏي معيار واري مخزن ٿي ساري هندستان ۾ ٻي ڪا به ڪانه ٿو ڏسان. سچ ته "مهراڻ" سنڌ جو شان بالا ڪيو آهي. اسان سڀني سنڌين کي ان تي فخر آهي، ناز آهي. اسان جي سنڌي ٻولي هندستان جي وڌان (Constitution) ۾ داخل نه ڪئي ويئي آهي. هينئر اسان جي ڪاميٽي ان لاءِ جاکوڙ ڪري رهي آهي. "کير ڪميشن" اڳيان پنهنجو ڪيس پيش ڪرڻو آهي. هو ان ڳالهه تي زور ٿا ڏين ته اسان جي سنڌي ٻولي هنديءَ کي ڪيتري قدر شاهوڪار ڪري سگهندي! انشاءالله ته فتح ڪنداسون. — منو ڪدوائي، اجمير.

— ٻاءِ ايڊيٽر "مهراڻ"، "مهراڻ" جي چندي وڌائڻ جو اطلاع پهتو. مهراڻ جهڙي بينظير رسالي جو چندو ڏهه روپيا ته ڇا پر هزار روپيا به ٿورو آهي. مان ڪهڻيءَ خوشيءَ سان پنهنجا به عزيز به خريدار ڪري موڪليان ٿي. — مس علي بخش راڄپر، ڇڇهو، پڊعيدن.

– ميءَ هڪ انتهائي ظلم ٿيندو، جو اڄ جهڙي نازڪ دور ۾ به اسان پنهنجي ادب
کي اکيون پوري پڙهندا رهون ۽ ان جي صحيح جائزي وٺڻ جي ڪوشش نه ڪريون. منهنجي
خيال ۾ اڄ ته پاڻ اسان تي زياده جوابداري عائد ٿئي ٿي ته پنهنجي ادبي شهپارن کي ورائي
ورائي پڙهون، تڪيون توريون، انهن جو اندازو لڳايون ۽ ڏسون ته منجهن ڪيتري قدر
ادبي اگهائي آهي يا سگهائي.

مٿينءَ حقيقت جي مدنظر، "مهراڻ" جي جانچ پڙتال ڪبي، ته نه رڳو پار ڪٿي پنهنجي
پيرن تي بيٺو آهي، پر منجهس زندگيءَ جي به ڪافيءَ کان ڪافي حرڪت پئي نظر اچي، ۽
يقين سان چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن انهيءَ سلسلي سان سندس وجود سالم رهيو، ته اهو
ڏينهن پري ڪونهي جو "مهراڻ" پنهنجا ادبي فرض پورا ڪري، سنڌ جي ٻين ادارن جي
به سونهون بنجي، ڪين پنهنجي ادبي معراج ڏانهن وڌي هلي.

هڪ ڳالهه جنهن جو اظهار ڪندي بيحد خوشي ٿي ٿئي، سا هيءَ ته هر پرچي کي
ڏسندي، جڏهن نون نون ليکڪن تي نظر پوندي اٿم، تڏهن دل خوشيءَ سان مالا مال ٿي
ويندي اٿم ۽ ازخود زبان سان "مهراڻ" لاءِ مبارڪ جا لفظ پلئجي پوندا آهن. ڇا هيءَ
"مهراڻ" جي ڪوٺ خدمت آهي، جو ڏينهون ڏينهن سنڌ جو اهل قلم حقيقت جي جستجو ۾
ڪوشان نظر اچي. – اوهان جو ابن حيات پهنور، جهمپير.

– بندي جي نظر مان ڪيترائي سنڌي ۽ غيرسنڌي رسالا گذريا آهن؛ ليڪن "مهراڻ"
هرلحاظ سان هڪ معياري رسالو آهي – اٿين ڪٿي چئجي ته هڪ املهه موتين جي بي پناهه
کاڻ آهي.

"مهراڻ" مون کي ته ايڏو پيارو آهي جو قسم آهي مولا جي هيڪڙائيءَ جو ته رات
جو توڙي ڏينهن جو آرام وقت پنهنجي سري هيٺان رکي، آرام سان لطف اندوز ٿيندو آهيان،
۽ جتي به ويندو آهيان "مهراڻ" اصل ساڻ هوندو اٿم.

دعا آهي ته اسان جي سلوڻي سنڌي ادب جو هي روشن چراغ هرهڪ سنڌيءَ جي
گهر ۾ ٻهڪندو نظر اچي.

– دعاگو محمد قاسم "شاد" ڪڇي، ڳوٺ قادر ڏنو شاهه، تعلقو ٽنڊو محمد خان.

– "مهراڻ" جي هن سال واري وهڪري، اسان تائين جي چار تحفا لوڙهي اچي ڪڍيا
آهن، تن کي الاهي غنيمت ٿا سمجهون. ڪهڙي ڳالهه ڪجي انهن چئن تحفن جي – دل ٿي
ٺاري ڇڏيائون!

منهنجا سائين آءٌ نه اديب آهيان ۽ نه شاعر آهيان. مگر "مهراڻ" جي ملاحن اڳيان هڪ
والجهي آهيان – ۽ اجا پيو ولجهڙا هڻي سگهان – نڪي منهنجي ادب جي ڪشتيءَ ۾ سڙه سوان
۽ لاجو نوان آهن، نڪي عاج جا اولا آهن. نڪي پٽ جون رسيون آهن. مگر هڪ ميري
۽ ٽرهين کي ٿيٺ آيل ڊولڊڙي اٿم، جنهن ۾ سادو ۽ سستو وکر وڌو پيو اٿم – سو خدمت ۾
موڪليان ٿو؛ شل قبول پوي! – توهان جوئي دائود پوٽو "رفيق" سنڌي، ٽلٽي، سنڌ،

"مهراڻ" سنڌي ادب جو چمڪندڙ ۽ روشن ستارو آهي........

وڏي خوبي، جا مون کي منجهس ڏسڻ ۾ آئي آهي، سا هيءَ آهي ته ڪئي به ڪنهن به مضمون، افسانې يا شعر ۾ عربي، اردو، پارسي وغيره جا گهاٽا پڪا شڪ ۽ مد ڪولهن ـ جنهن محنت لاءِ سڀ آهي اديب حضرات مبارڪ جا مستحق آهن، جي اهڙيءَ طرح اصل سنڌي ادبي خزاني کي لئين سر زنده ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.

دعا آهي ته شال اسان جو پيارو "مهراڻ" ڦلي ۽ ڦولي، وڏي ۽ ويجهي ۽ شال هي سنڌي زبان جو پاسبان ٿي، ڪيس ايترو وڌائي جو سنڌي زبان مغربي پاڪستان جي سڀني زبانن کان گوءِ کڻي، قومي زبان جو درجو حاصل ڪري ـ آمين.

ـ "مهراڻ" جو متوالو عبدالرحمان ڀوڳ، شاهه عبداللطيف گورنمينٽ ڪاليج، ميرپورخاص.

ـ سنڌي ادب ۾، سياست سان گڏ، گهڻو ڪي ٺپي سلو آهي، ۽ ادبي دنيا ۾ لئين هلچل ۽ لئين جاڳرتا ۽ بيداري آڻڻ لاءِ ڪنهن اهڙي رسالي جي ضرورت هئي، جيڪا "مهراڻ" پوري ڪئي آهي. اسان جون توهان سان گڏ دعائون آهن.

ـ نارائڻ پراڳچند "ناري"، حيدرآباد.

ـ سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان شايع ڪيل ڪتاب "فتح نامہ سنڌ عرف چچنامہ" ۾ عاليجناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب جيڪا تحقيق ۽ تدقيق ڪئي آهي، ان جي داد ڏيڻ لاءِ ته لفظ ئي ملي نٿا سگهن.

صاحب موصوف "قصبہ وجورتہ" بابت، باوجود ٿر کان اڻ واقفي هوندي به، جنهن دماغ سوزيءَ کان ڪم ورتو آهي، ان کي "ونگو" قرار ڏنو آهي، ان تي به بي اختيار صد تحسين جا لفظ زبان مان نڪرن ٿا. مگر اهو لفظ اصل ۾ "وجوتره" آهي، جنهن جو صحيح تلفظ "وجوتهه" آهي. اهو ڳوٺ ولنگي کان اتڪل ويهه ميل اپرندي منهءَ ۽ لئين ڪوٽ جي پوري وچ تي آهي. سمجهجي ٿو ته عربن جي فتح وقت اتي ايڏو پوڏو قلعو هو، جو اهو ڳوٺ ضلعي جو ڪم ڏيندو هو. ـ ر. ع. ڏيپلائي.

# تبصرا

**سڌارٿ:** صفحا ۱٦۰؛ سائز ڊيمي؛ تصويرون ڏهه؛ اصل ليکڪ هرمن هيس؛ سنڌيڪار پروفيسر ايسرداس؛ شايع ڪندڙ - هندستان ڪتاب گهر، ۲۳، حمام اسٽريٽ، فورٽ، بمبئي.
هن ڪتاب تي سنڌس جرمن مصنف هرمن هيس کي جنگ مشهور "نوبل" انعام مليو آهي، جنهن مان سنڌس بلند معيار جو انداز ٿي سگهي ٿو. ڪتاب ۾ هڪ اهڙي شخص جي جيون ڪهاڻي ڏنل آهي، جنهن کي سچ ۽ اطمينان جي تلاش آهي ۽ هو انهيءَ لاءِ هر طرح جا ڀيک اختيار ڪري ٿو، ۽ پوءِ آخر مٿس اهو راز کلي ٿو ته "ناني ليڻ نهار، تو ۾ ڏيرو دوست جو!" منجهس جيڪي تصويرون ڏنل آهن، سي آرٽ جو نهايت اعليٰ شاهڪار آهن. ڇپائي، ٽائپ، جلد، ڪور سڀ اعليٰ پايي جا اٿس. هي ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ بيش بها اضافو آهي.

**سنڌ جو سينگار:** صفحا ۱۰۲؛ سائز رايل؛ قيمت ۲-۸-۰؛ ڇپائي، ڪاغذ، سرورق، گيٽ اپ - معياري؛ ڇپائيندڙ - سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ. مسٽر عبدالڪريم سنڊيلي جو نالو سنڌي ادب ۾ ڪو نئون ناهي: صاحب موصوف نهايت محنت ۽ عرقريزيءَ سان سنڌي ادب جا ڪيترا ئي اعليٰ پايي جا ڪتاب لکيا آهن. هي ڪتاب به انهيءَ سلسلي جي هڪ تازي ڪڙي آهي، ۽ جانفشانيءَ ۽ دماغ سوزيءَ ۾ غالباً سڀني کان گوءِ کڻي ويندو.
هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ويهارو کن جهولن سگهڙن جا لاثاني ۽ ناياب ڪلام ڏنل آهن، جن جي سهيڙڻ، سوڌڻ ۽ ڇنڊڻ ۾ بي انداز محنت ڪيل آهي.
وري انهن ڪلامن جي شرح تي جا محنت ڪيل آهي، سا ته سچ پچ آنجهاڻي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جون سڪون پيئي لاهي، ۽ مصنف جي ئي قول موجب بيشڪ هن هڪ "فرهادي ڪاوش" ڪئي آهي.
اسين سنڊيلي صاحب کي هن بلند پايي ڪوشش تي صد تحسين ڏيون ٿا، هرڪنهن سنڌي ادب سان محبت رکندڙ کي هن لاجواب تاليف کي مطالع ڪرڻ جي سفارش ڪريون ٿا.

**تاريخ ريگستان:** صفحا ساڍا ٽي سو؛ سائيز ڊيمي؛ ڪاغذ سفيد اوچو؛ ڇپائي، جلد، ڪور ۽ گيٽ اپ نهايت عمدا؛ قيمت ۵-۰-۰ روپيا؛ ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سنڌ.
سنڌ جي ٿر واري حصي طرف مورخن ۽ اديبن جي تمام گهٽ نظر پئي رهي آهي. هن ڪان اڳ انهيءَ تي ڪجهه ڪتاب لکيل آهن پر ضرورت هئي ته سنڌ جي انهيءَ حصي جي هڪ مفصل تاريخ شايع ڪئي وڃي.

ڇيلهار (ضلع ٿرپارڪر) جو استاد رائچند هريجن قابل مبارڪباد آهي، جنهن پنهنجي وطن جي تاريخ ڏهن ٻارهن سالن جي ڪوشش سان سو ڪن ڪتابن کي ڏسي تيار ڪئي، ۽ سنڌي ادبي بورڊ، جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن جي نظرثاني ڪرائي ان کي نهايت عمدي پيماني تي شايع ڪيو آهي. هي ڪتاب نه فقط ٿر جي تاريخ آهي، پر منجهس اهڙي معلومات آهي، جا سنڌ جي هر رهواسيءَ لاءِ به نهايت ڪارائتي آهي. اسين سمجهون ٿا ته هي ڪتاب نه فقط هڪ ڪامياب ڪوشش آهي، پر اهڙيءَ لائق آهي جو سنڌ جي تتبع ۾ سنڌ جي ٻين حصن جا رهاڪو به پنهنجي پنهنجي علائقي جي تاريخ ۽ رسم و رواج شايع ڪن.

**عشق نه آهي راند:** صفحا ۱۶۲؛ سائز ڪرائون؛ قيمت ۱-۱۲-۰؛ ڇپائيندڙ — ڪهاڻي پبليڪيشن، هنسالي ٽئنڪ روڊ، بمبئي ۲۸.

گوبند مالهي هن کان اڳ سنڌيءَ ۾ تمام سٺا اصلوڪا ناول پيش ڪيا آهن. هن ناول ۾ هن هڪ عام پلاٽ کي نئين نموني ۾ پيش ڪيو آهي.

ناول جو ڪردار "مان" (يعني "قيمت") هڪ سرمايه دار گهراڻي جو نوجوان آهي، ۽ "گدو" هڪ غريب گهر جو اڻ پڙهيل مگر عاشق مزاج جوانڙو آهي. ٻنهي جو "ستيءَ" سان پيار ٿئي ٿو، جيڪا خود هڪ وڏي گهراڻي جي ڇوڪري آهي. ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ گدو پنهنجي دوست قيمت کان لڪڻ پڙهڻ سکڻ بعد شهر ۾ ڪمائڻ ٿو وڃي، ۽ اتان قيمت معرفت ستيءَ کي خط لکندو رهي ٿو. هوڏانهن قيمت پنهنجي دولت جي زور تي ستيءَ سان شادي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ٿو، پر پوءِ پڇتاءُ ڪري هن کي پنهنجي ڀيڻ والگر ٿو رکي. ستي، گدوءَ جي غم ۾ سله جو شڪار ٿي وڃي ٿي، ۽ گدو پنهنجي حياتي انسانيت جي خدمت ۽ بهبوديءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي ٿو— ۽ آخر ستياگرهه ڪندي پوليس جي گوليءَ جو شڪار ٿئي ٿو. گدوءَ جي موت تي قيمت به رشڪ کائي ٿو— ۽ قيمت جي جن لفظن تي ناول کي ختم ڪيو ويو آهي اهي چيندڙ آهن.

ناول ۾ گدوءَ جو ڪردار هڪ مڪمل نموني ۾ پيش ڪيو ويو آهي. گدو اسان جي سنڌي سماج جي هر غريب ۽ عاشق مزاج نوجوان جي نمائندگي ٿو ڪري. قيمت جو ڪردار ايترو اپيل نه آهي، ۽ هن جا ڪيترا ڪم، هن جي ڪردار تي پورا نٿا اچن، ۽ ائين ٿو لڳي ڄڻ هن کان زوريءَ اهي ڪم ڪرايا ويا آهن.

ستيءَ جو ڪردار چڱو اپيل آهي. "مامي" جو ڪردار ته اهڙو بهترين نموني ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جو ان تي هر ڪنهن کي پنهنجي "مامي" هجڻ جو شڪ ٿو ٿئي. اهڙا ماما هر گهر ۾ موجود آهن، جيڪي پنهنجي نندن کي خواه مخواه جي رعب سان سڌارڻ ٿا چاهين — پر نتيجو ابتو ٿو نڪري.

مجموعي طور، هي ناول گوبند مالهيءَ جي ڪامياب ناولن مان آهي — (ت. ع)

**خوش خصلت خاتون:** صفحا ۱۱۸ + ۲۰؛ قيمت ۰-۸-۱؛ ٺپ، ڇپائي، ڪور، گيٽ اپ - بهترين؛ شايع ڪندڙ - سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سنڌ.

هي ڪتاب پيرل بادام ناتوان صاحب جو لکيل آهي. موصوف جو نالو سنڌي ادب ۾ نئون ناهي: هن اڳ "شڪسته زندگي" ڪتاب لکي جس حاصل ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي ڏهه مضمون ڏنل آهن، جن مان هرهڪ پنهنجي جاءِ تي جواهرن مثل آهي. ٻولي نهايت سليس، ۽ سلوڻي ڪم آندل آهي. سندس پيش لفظ سنڌ جي مشهور اديب ۽ شاعر ۽ سياستدان محترم سيد ميران محمد شاه جو لکيل آهي، جنهن ۾ صاحب موصوف هن ڪتاب کي هڪ "گل جي ٽوڪري" سان تشبيهه ڏني آهي.

هي ڪتاب ان لائق آهي ته هرعورت ۽ هرمرد هن کي غور سان مطالع ڪري، پنهنجي زندگيءَ لاءِ سبق حاصل ڪري.

**دلو ڪوڪر:** صفحا ۲۸۳؛ ڪاغذ، ڇپائي، جلد، گيٽ اپ - معياري؛ قيمت ۰-۰-۳ رپيا؛ ڇپائيندڙ - سنڌي ادبي بورڊ، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

ديوان صاحب سنگهه شهاڻي جو هيءَ ڪتاب ۱۹۲۹ع ۾ ڇپيو هو، جو ناياب هجڻ سبب بورڊ وري ڇپايو آهي ۽ نهايت بهتر طرز سان شايع ڪيو آهي. ڪتاب جي رٿا هارڊي جي ناول "ميئر آف ڪاسٽر برج" تان ورتل آهي ۽ ڪيس سنڌ جي حالتن تي لهڪائڻ ۾ ڪافي قابليت کان ڪم ورتل آهي. اڪثر ڏٺو ويو آهي ته وڏا اديب ۽ شاعر جڏهين پڻ ڪمن کان روڪيا آهن، تڏهين هو پنهنجو وقت شاهڪارن پيدا ڪرڻ ۾ صرف ڪندا آهن. ادب جي خوش قسمتيءَ سان ديوان صاحب سنگهه کي به گهوڙي ڏڪ ڏنو ۽ هن ڏيڍ مهنو گهر ۾ ويهي سنڌي ادب کي هي شاهڪار ڏنو. نهايت سليس، سلوڻيءَ ۽ عام سنڌيءَ ۾ لکيل هي سبق آموز ناول هر انهي شخص جي پڙهڻ لائق آهي، جو سنڌ ۽ سنڌيءَ سان محبت رکي ٿو.

**جهان آرا:** صفحا ۱۶۰؛ ڪاغذ، ڇپائي، جلد، ڪور، گيٽ اپ - سڀ معياري؛ قيمت ۰-۱۲-۱؛ ڇپائيندڙ - سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سنڌ.

مرحوم عبدالرزاق صاحب جو هي شاهڪار ناياب ٿي چڪو هو، ۽ بورڊ طرفان ان کي دوباره نهايت عمديءَ طرز سان ڇپايو ويو آهي. ڪتاب جي ڪهاڻي "عورت جي بي نظير وفاداريءَ" تي ٻڌل آهي، ۽ زبان ۽ پلاٽ جي لحاظ کان هڪ مڪمل ۽ ڪامياب ناول آهي. جيتوڻيڪ، عام پڙهندڙن لاءِ، ان ۾ هڪ حد تائين فقيرپرستيءَ جا گهڻا سبق آهن، پر ان هوندي به منجهس جيڪي ناصحانه مقولا ۽ ادبي امله ماڻڪ جابجا پکڙيل آهن، تن ڪيس سنڌي ادب ۾ تحقيق هڪ لاثاني جڳهه ڏني آهي.

**گل ڦل:** صفحا ۲۷۷؛ ڪاغذ، ڇپائي، جلد، ڪور، گيٽ اپ - معياري؛ قيمت ۰-۰-۳؛ ڇپائيندڙ - سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سنڌ.

"وکر سو وهاءِ، جو ٻني ٻرالو نہ ٿئي' جو ٻه کو حيدرآباد جي الهيءَ بزرگ تي بلڪل لکي ڏو اچي، جو نهايت خاموشيءَ سان سڄا سارا چاليهہ ورهيہ هر مهني پہ دلما هڪڙي ننڍڙي اخبارڙي پيو ڪيلدو هو- مگر انهيءَ ننڍڙي ڏيئي ۾ اما "جوت" هئي، جا سندس وسامڻ بعد بہ جلوه کر ٿيئي رهي ۽ رهندي.

انهيءَ "جوت" جا شعاع مصنف جي حياتيءَ ۾ ئي "گل ڦل" جي صورت ۾ آيا ۽ علمي دنيا تي ڇانئجي ويا. پاڪستان ٺهڻ بعد ادبي زبونيءَ جو شڪار هي سدا بهار گل ڦل بہ ٿيا. مگر شڪر جو سنڌي ادبي بورڊ کين وري بہ بهاريءَ ۾ آڻي، سنڌ واس چاهيندڙن لاءِ کين مهيا ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ۱۲۲ اهڙا گل ڦل آهن جي سدائين ٽڙيل آهن، ۽ هر سنڌي چاهيندڙ کي پنهنجي خوشبوءِ وٺڻ جي دعوت ڏيندا رهن ٿا.

**آفتاب ادب:** صفحا ۲۱۰؛ ڪاغذ، ڇپائي، جلد، ڪور ۽ گيٽ اپ معياري؛ قيمت ۲-۴-۰؛ ڇپائيندڙ - سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سنڌ.

اهو ڪهڙو سنڌي هوندو، جنهن سنڌ جي لافاني هستي مرحوم و مغفور حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو نالو نہ ٻڌو هوندو! پاڻ هڪڙي وقت ۾ حڪيم، شاعر، اديب، صحافي، عالم ۽ سياسي ڪم ڪندڙ هو- گويا جامع الڪمالات هو. سياست هڪ اهڙو خارزار آهي، جنهن ۾ گهڙڻ بعد، ڪي ٿورا شخص ادب ۽ شعر کي ياد رکندا آهن، پر حڪيم صاحب آخري دم تائين بہ ان جي خدمتن کان منهن نہ موڙيو. زير تبصره ڪتاب سچ پچ "ادب جو آفتاب" يا "ساهت جو سج" آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻولي، علم بديع، علم بيان ۽ علم معاني تي نهايت سليس ۽ سلوڻيءَ ٻوليءَ ۾ سير حاصل بحث ڪيل آهي.

ادبي ۽ علمي ٻوليون ڪئن نهن ٿيون، وقت جي ڦيرن گهيرن سان ٻولين ۾ ڪئن ۽ ڪهڙيءَ طرح ڦيرگهير ٿئي ٿي، سنڌي ٻولي ڪئن ارتقائي منزلون طئي ڪري، ترقي يافتہ ٻولين جي زمري ۾ داخل ٿي- انهيءَ جي گويا مفصل تاريخ ڏنل آهي. پنهنجي مٺڙيءَ زبان تي عبور حاصل ڪرڻ لاءِ هن ڪتاب جو مطالعو نهايت ضروري آهي.

**ڪامل جو ڪلام:** صفحا ۲۲۷+۱۲؛ ڇپائي، ڪاغذ، جلد، ڪور، گيٽ اپ اعليٰ پايي جا؛ قيمت ۳-۰-۰ رپيا؛ ڇپائيندڙ - هندستان ڪتاب گهر، ۱۳، حمام اسٽريٽ، فورٽ، بمبئي ۱.

هن ڪتاب ۾ شاهہ جي رسالي مان انڪل هزار بيت ۽ ڪافيون چونڊي ڌار ڌار بابن ۽ فصلن ۾ ڏنل آهن، ۽ آخر ۾ ۵۰۰ کن چونڊ "سونيون سٽون" الف ب وار درج ڪيل آهن. ڏکين اکرن جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي بہ ڏنل آهي، هي ڪتاب الهيءَ لائق آهي، جو شاهہ صاحب جي ڪلام جا شائق ان کي ضرور مطالع ڪن- ڪٿي وٽن ٻيا رسالا ڪيترا بہ هجن. هن اٿاهہ محنت لاءِ لائق مولف پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي لائق صد تحسين آهي.

اسان وٽ پيا هيٺيان رسالا ۽ ڪتاب پهتل آهن:

**ماهوار رسالو "زندگي"** - قيمت ٠-٤-٠، ساليانو چندو ٠-٨-٢؛ ايڊريس: ڍڪڻي تلاءُ، اجمير.

**وديارٿي جيون** ماهوار - چندو ساليانو ٻه روپيا، في پرچو ٠-٣-٠؛ پتو: بلاڪ نمبر ٣٠٥ ڪلياڻ ڪئمپ، بمبئي.

**بيدا** ماهوار - قيمت ٠-٤-٠؛ پتو: ٣، ڀيولواڙا روڊ، بمبئي ٣.

**سنڌا** ماهوار - في پرچو ٻه آنا ساليانو چندو ڏيڍ روپيو. پتو: سنڌايون، ٩٣، چيمبور ڪالوني، بمبئي ٣٨.

**ٻڌين دنيا** ماهوار - في پرچو ٠-٤-٠، ساليانو ٽي رپيا. پتو: گرائونڊ فلور، راجارام بلڊنگ، ليڊي جمشيدجي روڊ، بمبئي ١٦

**دم جهم** (بسنت نمبر) - قيمت ٨ آنا ساليانو چار روپيا؛ پتو: آرڊ روڊ، ڪار، بمبئي ٢١

**وديا** (ڪملا گرلس هاءِ سڪول جو ساليانو نمبر) - پتو: ڪار، بمبئي ٢١.

**ڪروڙ پتي** - چنن چولڊ آڪاٽين جو سنڌيءَ ۾ ترجمو - قيمت هڪ رپيو، ملڻ جو هنڌ: گلزار بڪ ڊيپو، الهندو ڪچو، حيدرآباد، سنڌ.

**شاگرد** (روشن نمبر) - قيمت ٻارهن آنا؛ پتو: ١٥، رقيه بلڊنگ، لارائڻ اسٽريٽ، ڪراچي نمبر

**آتم باغ ۽ ٻيڙوءَ جي سوغات** - آزاد شاعري ۽ ادب لطيف جا مرقعا - مرهڪ قيمت هڪ روپيو؛ ملڻ جو هنڌ: اڪبر اشرف پبليڪيشنس لزدبڪ رائل سئنيما، لاڙڪاڻو، سنڌ

**سنڌ مسلم ڪاليج مئگزين** - ٽن سون صفحن جو ضخيم مجموعو؛ پتو: سنڌ مسلم ڪاليج، فريئر روڊ، ڪراچي.

**ملاقات عرف استري هڪ پرولي** - صفحا ١٨٨؛ قيمت ٻه روپيا؛ پتو: ڪهاڻي پبليڪيشن، هنسالي ٽئنڪ روڊ، بمبئي ٢٨.

**ڏيهو** - صفحا ١٠٠؛ قيمت هڪ روپيو؛ پتو: وديارٿي پبليڪيشن، ٣٠٥، ڪلياڻ ڪئمپ ٢ - بمبئي.

**اڌگي حساب جامع** - مصنف شرف الدين شاهه راشدي؛ قيمت ڏهه روپيا؛ پتو: ميسرس آر. ايچ. احمد برادرس تاجر ڪتب، شاهي بزار، حيدرآباد، سنڌ.

**مخزن سنڌ ماڊل هاءِ سڪول** ٽنڊو الهيار - سو صفحا، ڪافي تصويرون، مئا سنڌي انگريزي مضمون، ميگزيني ڪان ملي سگهندي.

# توهان ڪجهه به هجو!




"پوسٽ آفيسن جي سيونگ بئنڪن" کان پورو فائدو حاصل ڪري سگهو ٿا. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڇهن هزارن کان وڌيڪ "پوسٽ آفيس سيونگ بئنڪون" توهان جي خدمت لاءِ موجود آهن.

پوسٽ آفيس جي سيونگ بئنڪن ۾ توهان پنجن روپين جي ننڍي موڙي کان حساب شروع ڪري سگهو ٿا ۽ ۰۰۰,۰۰ روپين تائين سيڙائي سگهو ٿا. ان کان پوءِ هڪ روپئي جي ننڍي موڙيءَ سان ڏيتي ليتي ڪري سگهو ٿا. اوهان کي اها سهوليت ڪانه ٻي بئنڪ ڏيئي نٿي سگهي. سيڙايل موڙيءَ کي توهان کي ڏيڍ سيڪڙو نفعو ملندو جو انڪم ٽيڪس کان آجو هوندو. اها هڪ اهڙي رعايت آهي جا ڪنهن بئنڪ ۾ ناڻي سيڙائڻ جي حالت ۾ اوهان کي ملي نه سگهندي.

بچت ڪيو، جيتري قدر ۽ جڏهين به ٿي سگهي ۽ پنهنجي بچت جو ناڻو، توڙي اهو ڪيترو ٿي گهٽ هجي، "پوسٽ آفيس سيونگ بئنڪ" ۾ سيڙائيندا رهو. توهان جي سولائي لاءِ توهان جي چوڌاري هر هنڌ "پوسٽ آفيس سيونگ بئنڪون" موجود آهن، جنهن ۾ توهان جو ناڻو هر طرح سان محفوظ رهندو. ان کان سواءِ توهان جي بچت نه فقط توهان لاءِ مفيد ٿي سگهندي، بلڪ پوري قوم لاءِ نفع بخش ثابت ٿيندي.

وڌيڪ معلومات پنهنجي ويجهڙائي واري پوسٽ آفيس مان معلوم ڪندا.

# پوسٽ آفيس جون سيونگ بئنڪون

Afp. 31:56, II.

manhattan

# لکن انهن ۾ روپيه لڳايا آهن

فائدا روز روشن وانگر پڌرا آهن، سيونگ سرٽيفڪيٽ هن وقت روپيا سيڙائڻ جي سڀ کان وڌيڪ نفع بخش صورت آهي، اوهين آسانيءَ سان پنج يا ڏهه يا انهيءَ کان وڌيڪ ماليات جا سرٽيفڪيٽ خريدي سگهو ٿا، ۽ ضرورت تي مٽائي به سگهو ٿا، ڏهن ورهين ۾ هر ڪنهن ڏهن روپين جا ١٥ روپيه ٿي وڃن ٿا.




## اوهين سيونگ سرٽيفڪيٽ ڇو نه خريد ڪريو؟

فقط ايترو ئي نه، انهن تمسڪات ۾ رقم لڳائڻ سان پاڪستاني هجڻ جي نشاني آهي. اوهين نه فقط پنهنجي ۽ پنهنجي ٻارن ٻچن جي آئنده خوشحاليءَ جو سامان ڪريو ٿا، بلڪ پنهنجي ملڪ کي هڪ وڌندڙ ۽ ٻجهندڙ خوشحال ۽ ترقي يافته ملڪ بنائڻ ۾ به مدد ڏيو ٿا.



ڪاغذ بنائڻ جو هڪ نئون ڪارخانو

## ترقي لاءِ روپيه بچائڻ شرط آهي

# پاڪستان سيونگ سرٽيفڪيٽ ۾ روپيه لڳايو

۲½ في صدي منافع - پوسٽ آفيس - سيونگ بيورو ۽ مقرر ايجنٽ کان ملي سگهن ٿا.

AFP-25/56 (١٧) UNITED

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ سٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروشن ۽ ايجنٽن کي ١٠ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
| --- | --- | --- |
| ١ | سير ڪوهستان | ١-٨-٠ |
| ٢ | گل شڪر | ٣-٠-٠ |
| ٣ | حيات النبي | ٣-٨-٠ |
| ۴ | تاريخ معصومي (سنڌي) | ٥-٠-٠ |
| ٥ | ڪليات حمل | ٥-٠-٠ |
| ٦ | ديوان بيدل | ۴-٠-٠ |
| ٧ | چچ نامو (سنڌي) | ٦-٠-٠ |
| ٨ | بلو ڪوڪر | ٣-٠-٠ |
| ٩ | گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ٣-٠-٠ |
| ١٠ | خوش خصلت خاتون | ١-٨-٠ |
| ١١ | جهان آرا | ١-١٢-٠ |
| ١٢ | آفتاب ادب | ٢-۴-٠ |
| ١٣ | تاريخ ريگستان | ٥-٠-٠ |
| ١۴ | سنڌ جو سينگار | ٢-٨-٠ |
| ١٥ | سون ورنيون دليون | ٢-١٢-٠ |
| ١٦ | تاريخ معصومي (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ١٧ | چچ نامہ (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ١٨ | سهڻي ميهار | ١-٠-٠ |
| ١٩ | دادا شيام | ٠-١٢-٠ |
| ٢٠ | املهه رتن | ٠-١٢-٠ |
| ٢١ | رام رحيم | ٠-١۴-٠ |
| ٢٢ | گلدستو | ٢-٠-٠ |
| ٢٣ | چتر (ناٽڪ) | ٠-٦-٠ |
| ٢۴ | ويرتا جا ورق | ١-٠-٠ |
| ٢٥ | سفيد وحشي | ٠-٨-٠ |
| ٢٦ | ڪمالي ڪهمسان (ناٽڪ) | ٠-٨-٠ |
| ٢٧ | ڪاري | ٠-٨-٠ |
| ٢٨ | نيلم | ٠-٩-٠ |
| ٢٩ | پرين جي پياس | ٠-١٢-٠ |
| ٣٠ | اڻوندڙ مکڙيون | ١-۴-٠ |
| ٣١ | عملداري آزار (ناٽڪ) | ٠-١٢-٠ |
| ٣٢ | سماجڪ بلو | ١-۴-٠ |
| ٣٣ | پريمي ديوتا (ناٽڪ) | ٠-١٠-٠ |
| ٣۴ | چرتر سينگار | ٠-١۴-٠ |
| ٣٥ | جيوت جا ورق | ٠-١۴-٠ |
| ٣٦ | چنگون | ١-٨-٠ |
| ٣٧ | هند جو سير | ١-١٢-٠ |
| ٣٨ | هندن جي ڌرمي آستانن جي تاريخ | ١-٨-٠ |
| ٣٩ | گانڌي جيون رهسيہ | ١-۴-٠ |
| ۴٠ | ميگهه دوت | ١-٨-٠ |
| ۴١ | ديوان صورت بهار | ١-۴-٠ |
| ۴٢ | زندگي | ٠-٦-٠ |
| ۴٣ | ساميءَ جا سلوڪ (ڪچو) | ٢-٠-٠ |
| ۴۴ | ساميءَ جا سلوڪ (پڪو) | ٢-٨-٠ |
| ۴٥ | پورن چنڊ | ٠-۴-٠ |
| ۴٦ | درويشي ڪلام | ٠-٨-٠ |
| ۴٧ | سدا گلاب | ٢-٠-٠ |
| ۴٨ | پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو (ڪچو) | ١-٨-٠ |
| ۴٩ | سنڌ ورڪ ۽ سنڌ ورڪي | ١-٠-٠ |
| ٥٠ | سنڌ جا هنر | ٠-١۴-٠ |
| ٥١ | سنڌي سونهارا | ٢-٠-٠ |
| ٥٢ | سنڌ جا سنت | ١-٠-٠ |
| ٥٣ | سوانح مرزا قليچ بيگ | ٠-٢-٠ |
| ٥۴ | " ديوان تولراءِ | ٠-٢-٠ |
| ٥٥ | " ديوان ڪوڙومل | ٠-٢-٠ |

٥٦- سوانح ڏيارام گدومل ١-٠-٠
٥٧- 〃 ڏيارام جيٺمل ٠-٦-٠
٥٨- 〃 مهاتما گانڌي ٠-٨-٠
٥٩- 〃 شري ڪرشن ٠-٦-٠
٦٠- 〃 گوتم ٻڌ ٠-٤-٠
٦١- حڪيمن جو رهبر ٢-٠-٠
٦٢- سک جي سکيا (ڪچو) ١-٠-٠
٦٣- 〃 〃 (پڪو) ١-٤-٠
٦٤- مانسڪ جيون ٠-٦-٠
٦٥- سهج ويد ٠-٥-٠
٦٦- يوگ آسڻ ٣-٠-٠
٦٧- اسانجو کاڌو ١-٠-٠
٦٨- آتمڪ جيون ٠-٦-٠
٦٩- شاريرڪ جيون ٠-٦-٠
٧٠- صحت جو راز ٠-٤-٠
٧١- سلهه ٠-٤-٠
٧٢- ڪايا ڪلپ ٠-٤-٠
٧٣- گهرو رواجي علاج ٠-١٠-٠
٧٤- صحت جو رهبر ٠-١٤-٠
٧٥- رانديون ٠-٨-٠
٧٦- روشن راهه ١-٠-٠
٧٧- گلابي گل (پڪو) ١-١٠-٠
٧٨- 〃 〃 (ڪچو) ١-٤-٠

٧٩- پاپوءَ جا خط (پڪو) ١-٦-٠
٨٠- 〃 〃 (ڪچو) ١-٢-٠
٨١- منهنجي يونيورسٽي ٠-١-٠
٨٢- پدارٿ وديا جا چٽڪا ٠-٦-٠
٨٣- جيءَ اندر جنگ ٠-٨-٠
٨٤- انصاف: هي ڪتاب مشهور انگريزي ناول "وائيٽ ڪرافٽ" جو ترجمو آهي. ۽ منجهس سر زمين مصر جي هڪ انقلابي واقعي جو هڪ دلچسپ طرز ۾ داستان ڏنل آهي. پاڪيزه عشق و محبت جي چاشنيءَ ڪتاب کي وڌيڪ دلچسپ بنايو آهي. ١-١٠-٠
٨٥- تارن جو اپياس: سرگواسي لالچند امرڏنومل جو لکيل معياري ناول. ١-٠-٠
٨٦- گل خندان: هي ڪتاب آخوند لطف الله مرحوم جو لکيل آهي ۽ سندس فصاحت سبب بيحد مقبول عام آهي، مناسب هنڌن تي جيڪي شعر ڇپيل آهن، سي به اعليٰ پايه جا آهن. هيئنر سنڌي ادبي سوسائٽي جي اهتمام هيٺ نئين قسم جي ٽائيپ ۾ ڇپيل آهي. ٣-٠-٠

* هندستان ۾، ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيپلس بلڊنگ، سر فيروزشاه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، هيءُ رسالو ۽ بورڊ جا ڇپيا ڪتاب ملي سگهن ٿا.

نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سوره ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

- ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
- سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
- بره منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
- صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

